# عشق الوٽ

مؤلف

ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري


دادرس پبلشــــرز ڪــــراچي

Dadrus Publishers Karachi

0300-3411197 , 0333-7525209 , 0300-2161624




تصوف جي شعبي ۾ هڪ باب جو اضافو




مؤلف
ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري

ناشر
داد رس پبلشرز ڪراچي
Dadrus Publishers Karachi
03003411197-03337525209-03002161624






كتاب جو نالو ............ **عشق الوٽ**

مؤلف........................ ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري

ايڊيٽنگ ۽ پروف ريڊنگ..... علي حسن ايم. مغيري

ڇاپو........................ پهريون

ڇپائي جو سال ............ آگسٽ 2012

تعداد........................ هڪ هزار

هديو........................ =/500

رعايتي هديو ............ =/250

ناشر........................ داد رس پبلشرز ڪراچي




# عشق الوٽ

چار ئي عين چُپي ويا، ۽ ڳجهيءَ رمز ڪيا
جيئن چندن وڻ ۽ چانڪو، تيئن پرت پيچ پيا
هوءَ هن جي عشق الوٽ ڪي، هو ماريو محبتا
هوءَ ملڻ لئي ماندي مري، هو جالي ڪين جدا
(رمضان ڪنير)

# انتساب

السٽُ اروَاحن کي، جڏهن فائق فرمايو،
هو من ڪايو ميهار ڏي، سهڻي کي ساعيو
دلو دور درياه جو، اوڏانهين آيو
جيڪين هادي هلايو، سو پاري مُنڊ پاتار ۾
(شاهه)

نسبت به ڇا ته عجيب شيءِ آهي !!!
ڪالهه منهنجي نسبت جُڙيل هئي بابا سائين يار محمد جي پُٺيءَ جي ڪنڊي سان،
ڪالهه منهنجي نسبت جُڙيل هئي امڙ جي ڪک سان،
پوءِ منهنجي نسبت جُڙي امڙ پناٽيءَ جي گود سان،
پوءِ منهنجي نسبت جُڙي دنيا جي وجود سان،
۽ منهنجي خاص نسبت جڏهن پنهنجي مرشد ڪريم سان جُڙي،
ته سيني نسبتن کي امر بڻائي ڇڏيائين!!!
ڪالهه منهنجي نسبت جُڙي،
۽ اڄ منهنجي ڪتاب ”عشق الوٽ“ جي نسبت جُڙي رهي آهي،
پنهنجي مرشد ۽ مُربي!
حضرت قبله عالم محمد طاهر بخشي المعروف سڄڻ سائين مدظله العالي سان،

ارپنا آهي منهنجي ”عشق الوٽ“ جي پنهنجي مرشد ڪريم ڪي،
خدا ڪري ته جڏهن سيائي منهنجي نسبت قبر سان جُڙي ته
منهنجي پير جو ساٿ ائين مون سان جُڙيل هجي!
جيئن برف جو ٿڌاڻ سان !!!
جيئن باهه جو گرماڻ سان !!!
جيئن چنڊ جو چانڊاڻ سان !!!
۽ جيئن عطر جو سرهاڻ سان !!!!!!

ڪاري رات ڪچو ڪُهڙو، مٿان وسي مينهن
هڪ پُڙ بيراهه جو، ٻيو سانيارا سينهن
شال مَ ڇڄي نينهن، ڪُهڙان ڪهورئو جِندڙو
(شاهه)

ڪاري رات ڪچو ڪُهڙو، اٿيهه اونداهي
چنڊ نالي ناهه ڪو، درياءَ ڌڙ لاهي
اي ڪم الاهي، نه ته ڪنن ۾ ڪير ڪهري
(شاهه)

المنتسب

ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري

ميهڙ

# فهرست

**فرمانِ مولا علي** رضي الله تعالیٰ عنه

"جيترو کهڻ ڳالهائيندؤ اوترو ئي ملامتن کان محروم رهندؤ."

# تقريظ

حضرت علامہ مولانا مفتي عبدالرحيم طاهري مدظله العالي
(مرڪزي صدر جماعت اصلاح المسلمين پاڪستان)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ○

نحمدهٗ ونصلي علىٰ رسوله الكريم اما بعد!

"علمِ تصوف" جيئن تہ مذهب جي بنيادي جزن مان هڪ جزو آهي. ان لاءِ انساني تاريخ ۾ علمِ تصوف ايترو ئي پراڻو آهي جيترو مذهب. صوفياءِ ڪرام رحمهم الله جو خيال مذهب کان بيزاريءَ جو نتيجو ناهي بلڪہ مذهب جي هڪ تعبير ۽ ان جي خدمت جو انتهائي آسان ۽ سهل طريقو آهي. تصوف جي سادگيءَ کي بحال ڪرڻ وارا ۽ ان کي پنهنجي حقيقي روح سان پيش ڪرڻ وارا عظيم محقق ۽ صوفي حضرت مجدد الف ثاني قدس سره پنهنجي هڪ مڪتوب ۾ تحرير فرمائن ٿا : شريعت جا ٽي حصا آهن : "علم، عمل ۽ اخلاص. جيستائين اهي ٽئي جزا متحقق نہ هجن، شريعت متحقق ناهي ٿيندي. جڏهن شريعت متحقق ٿي ويندي آهي تہ حق تعالىٰ جي رضا حاصل ٿيندي آهي جيڪا سيني دنياوي ۽ اخروي سعادتن کان افضل آهي. طريقت ۽ حقيقت جنهن جي ذريعي صوفيانِ ڪرام ممتاز ٿيا آهن، پئي اخلاص جي تڪميل ۾ شريعت جا خادم آهن. بهرحال ان جي تحصيل صرف شريعت جي تڪميل جي لاءِ ڪئي ويندي آهي."

(مڪتوباتِ امام رباني ج اول)

مذڪوره ڳالهه مان ثابت ٿيو ته مسلمان کي پنهنجو ظاهر سنوارڻ جي لاءِ علمِ ظاهر جي ضرورت آهي، ۽ پنهنجو باطن اُجارڻ لاءِ علمِ باطن جي ضرورت آهي. علمِ ظاهر سکڻ ۽ سمجهڻ جي لاءِ ڪتابن جي ضرورت پوندي آهي ۽ علمِ باطن کان واقفيت جي لاءِ به ان موضوع تي لکيل ڪتابن جي ئي اشد ضرورت محسوس ٿيندي آهي. انهيءَ ضرورت جي پيشِ نظر اسان جي محترم دوست ديني ۽ دنياوي علم کان مُستفيض جناب ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر صاحب تصوف تي هڪ بهترين ڪتاب ”عشق الوت“ ترتيب ڏئي منظرِ عام تي آندو آهي جيڪو هيئنر اوهان پڙهندڙن جي هٿن ۾ آهي. ڊاڪٽر صاحب جن طبيعت جي لحاظ کان ملنسار ۽ مستقل مزاج جا مالڪ آهن ۽ پڻ هڪ وڏي ديني ۽ علمي خانوادي سان تعلق رکندا آهن. سندن والد صاحب ميان يار محمد مهيسر حضرت عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه جا مريد ۽ معتقد آهن. سندن ئي خانوادن مان حضرت مولانا الله بخش مهيسر پڻ پنهنجي دؤر جا جيد عالم فقيه، مفتي ۽ عالمِ باعمل ۽ صاحبِ ڪرامت بزرگ هئا.

ڊاڪٽر صاحب جي ديني علوم جا استاد حضرت مفتي محمد المعروف نالي مٺو مهيسر مدظله به حضور قبله پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه جي خليفن مان آهن، جيڪي پيرسن هجڻ جي باوجود اڃان تائين فتوىٰ نويسي ۾ فرائض سرانجام ڏيئي رهيا آهن. خود ڊاڪٽر صاحب به اهلِ علم ۽ اهلِ نظر جي صحبت کان فيضياب ٿيل آهن. علم جو اندازو سندن تصنيف ڪتابِ هذا جي مطالعي مان ئي سگهي ٿو، جيڪو ڪجهه لکيو اٿن عوام و خواص جي فلاح و اصلاح لاءِ ڪافي ۽ شافي آهي ۽ موضوع جي

حق کي ادا ڪرڻ ۾ حتي الوسع ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي آئن. ڪتاب جي صفحي صفحي ۾ پنهنجي مرشد سان محبت ۽ فنا في الشيخ واري جهلڪ نمايان نظر اچي ٿي. ماشاءَ الله ڪتاب ۾ ذڪر ڪيل هر ڳالهہ جو تصوف جي مستند ڪتابن مان حوالو ڏنو ويو آهي. جنهن مان ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت ۾ ويتر اضافو ٿيو آهي. آءٌ ڪتاب جي ان خوبيءَ جو ذڪر بہ ضرور ڪرڻ چاهيندس تہ هن ڪتاب ۾ اسان جي جماعت "اصلاح المسلمين" جي هر روش ۽ اصول جي وڏي پابندي ۽ پاسداري ڪئي وئي آهي ۽ اسان جي جماعت جا جيڪي اغراض و مقاصد آهن انهن جي بجاآوري ۽ اصولن جي عين موافق هي ڪتاب لکيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ هر ڳالهہ عالمانہ وقار تُوس دليل ۽ شائستگيءَ سان پيش ڪئي وئي آهي. ۽ ڪٿي بہ ادب ۽ اخلاقي قدرن جي منافي ناهي ڪئي وئي. انهيءَ انقلابي ڪم ڪرڻ تي ڊاڪٽر صاحب منهنجي ۽ منهنجي جماعت جي طرفان مبارڪباد جا مستحق آهن.

آخر ۾ خدا تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ هٿ ادب جا ٻڌي دعاگو آهيان تہ الله عزوجل مؤلف جي ڪتاب کي مقبوليت جو شرف بخشي، ۽ ان کي پنهنجي مخلوق جي لاءِ علم ۽ عمل جي حصول جو ذريعو بہ بڻائي ۽ ڊاڪٽر صاحب کي دنيا ۽ آخرت ۾ اجرِ جزيل سان نوازي.

آمين بجاہ سيّد المرسلين صلوٰۃ الله عليه و آلهٖ و اصحابهٖ اجمعين○

عبدالرحيم طاهري

نئو ديرو لاڙڪاڻو

# تقريظ

## حضرت علامہ مولانا
## حبيب الرحمن ڪبول طاهري نقشبندي
(درگاهہِ عاليہ درگاهہ الله آباد شريف ڪنڊيارو)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

نَحۡمَدُهٗ وَ نُصَلِّيۡ عَلٰى رَسُوۡلِهِ الۡكَرِيۡمِ ۝ اَمَّا بَعۡدُ :

ميندي ۽ مائي جي حساب سان مشهور شهر ميهڙ جي ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري صاحب جو تصوف جي موضوع تي لکيل شاهڪار ڪتاب ”عشق الوٽ“ هن عاجز جي اڳيان آهي. ميندي ۽ مِنائي جي بہ ابتدا ۾ ميم ٿو اچي تہ مهيسر ذات جي ابتدا بہ ميم سان ٿئي ٿي، ۽ وڏي ڳالهہ تہ مائو ۽ ميندي ناهڻ ۾ ان کي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور ڪرائڻ وارا بہ مهيسر ئي آهن. هينئر تائين بہ جنهن منائيءَ جي وابستگي مهيسر سان نہ هوندي پلي ڪٽي ڪيڏي محنت سان ناهي وڃي پر اها سواد کان محروم رهندي.

متعدد مهيسر حضرات اڳ ۾ بہ مختلف ديني حوالن سان نالي وارا ٿي گذريا آهن جهڙوڪ اڄ کان سؤ سال اڳ حضرت خواجہ محمد صالح رهڙوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡهِ، جن هڪ ننڍڙي ڳوٺ رهڙو شريف ۾ علم، عمل جي ظاهر ۽ باطن جو اهڙو تہ محمدي مٺو چشمو جاري ڪيو هو جو لوڙي پاڙي کان سوين سالڪ ۽ طالب پنهنجي علمي اصلاح توڙي روحاني ۽ باطني اڃ اجهائڻ لاءِ اچي حاضر ٿيندا هئا، سندن ڪرامتون اڄ بہ علائقي ۾ مشهور آهن ۽ ماضي قريب ۾ انهيءَ خانوادي جو حڪيم مولانا محمد عظيم رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡهِ سيدي و مرشدي حضرت سهڻا سائين رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡهِ جن جو عاشق صادق، خليفو ۽ سفر جو خادم ٿي گذريو آهي، مرحوم سان روح رهاڻين لاءِ ڪافي ڀيرا رهڙو شريف وڃڻ ٿيو ۽ بزرگن جي مزارات تي مراقبي ، زيارت ۽ ايصالِ ثواب جي سعادت حاصل ٿي، ماضي قريب ۾ مرحوم حاجي غلام النبي مهيسر رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡهِ شعر و شاعري جي

ادبي دنيا ۾ صف اول جو شاعر ٿي گذريو آهي. مرحوم قادر الڪلام سخن ور هيو ۽ اهل سنت والجماعت جي منظوم ترجماني ۾ ڪاڪسر نہ ڇڏيائين.

ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر صاحب جن جو بہ ميھڙ جي انهيءَ ئي مهيسر خاندان سان تعلق آهي خوشقسمتيءَ سان ڪيس دور حاضر جي ڪامل ولي شيخ المشائخ سيدي و مرشدي حضرت علامہ الحاج مولانا محمد طاهر نقشبندي دامت برڪاتهم العاليہ سان مريديءَ جي نسبت حاصل آهي ان ڪري سندس ڪتاب ۽ لکڻيءَ مان پنهنجي مرشد جي مهربانين جي جهلڪ خوب نظر اچي رهي آهي.

ڪتاب جي مختلف مقامات تان مطالعي ڪرڻ جو موقعو حاصل ٿيو مجموعي طور تي اڪابر مولف جي محنت قابل داد آهي ۽ سڄو ڪتاب علمي معلومات سان سينگاريل ۽ سنواريل آهي. تصوف جي دنيا ۾ سنڌي ٻولي اندر مذڪوره ڪتاب تمام اهم جاءِ والارهندو. (انشآءَ الله تعالىٰ)

هن ڪتاب جي جنهن نقطي مون کي زياده متاثر ڪيو اهو موصوف جو پنهنجي ڪامل پير سان والهانہ عشق و محبت جو اظهار آهي. طريقت جي دنيا ۾ جيڪا شيءِ طالب کي تار مان پار ڪندي آهي سا سندس مرشد سان نسبت، محبت ۽ رابطو آهي. شال الله تعالىٰ ڊاڪٽر صاحب جي عشق کي سلامت رکي، سندس قلم ۾ اجان بہ وڌيڪ رواني پيدا ٿئي ۽ استقامت سان اڳتي وڌڻ جي الله تعالىٰ ڪيس توفيق بخشي. (آمين) ۽ هن عاشق جي صدقي الله تعالىٰ مون مسڪين حبيب کي بہ مرشدي حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن جي ڪامل فنائيت واري محبت عطا ڪري.

اٰمين يارب العٰلمين بحرمت حبيبك رحمة للعٰلمين صَلى الله تعالىٰ عليه واٰلهٖ واصحابهٖ اجمعين○

فقير حبيب الرحمٰن ڪبول طاهري نقشبندي

درگاهہ الله آباد شريف ڪنڊيارو

رجب المرجب 1432ھ بمطابق 30 مئي 2012

# تقريظ

استاذ العلماء ، شيخ الحديث والتفسير، فاضل جليل،
عالمِ نبيل حضرت علامہ مولانا مفتي قبله
سيد **فهيم احمد شاھ راشدي** دامت برکاتهم العاليه
(مدرس و صدر دار الافتاء مدرسه جيلانيه قادريه لاڙڪاڻو)

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِهٖ وَ اَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ اَمَّا بَعْدُ.

الحمدلله عزوجل سنڌ ۾ اسلام نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي مبارڪ دؤر کان قائم آهي.انهيءَ محبوب دور کان پوءِ به اسلام جي پرچار واسطي وقتًا فوقتًا بزرگانِ دين رحمهم الله المبين سنڌ جو رخ ڪندا رهيا،انهن ۾ زياده تر اهم ڪردار صوفياءِ ڪرام رحمهم الله جو رهيو آهي، جن تڪليفون ۽ اذيتون سَهي به شريعتِ محمدي ڪي طريقت واري روپ ۾ ماڻهن جي دلين ۾ پيوستہ ڪيو. ها اها ڳالھ به مڃڻ جوڳي آهي تہ دشمنانِ اسلام جو غلبو به سنڌ ۾ رهيو پر انهيءَ مغربي يلغار کي ختم ڪرڻ لاءِ به صوفين پنهنجي وسان ڪين گهٽايو.نيٺ آخرڪار اسلام جو ڏيئو اهڙي نموني روشن ڪيائون جيڪو هينئر تائين ٻري رهيو آهي ۽ عوام و خواص شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت سان سرشار ۽ مُستفيض ٿيندا پيا وڃن.

صوفياءِ ڪرام اخلاقيات جي حوالي سان پنهنجو مَٽ پاڻ هئا، بلڪل سادگي پسند، قول ۽ فعل ۾ سچا ۽ يڪجا، ڪردار ۾ بي

مثال، شفقت، فياضي، فراخدلي، صبر و استقلال، عفوودرگذر ۾ اعليٰ مثال ۽ عملي نموني جا مجسما هئا. اهو سڀ ڪجهه ان ڪري به هو جو پاڻ تصوف جا قائل هئا ۽ تصوف جي اجتماعي اوصاف کان واقف هئا.

تصوف جيئن ته نفساني خواهشن کان پنهنجو پاڻ کي مڪمل طور پاڪ ڪرڻ جو نالو آهي. جيڪو اخلاقيات جو جامع آهي. جنهن ۾ معرفت جو علم به آهي ته رياضت ۽ عبادت جو طريقہء ڪار به بلڪل عيان آهي. بهرحال زيرِ نظر ڪتاب "عشق الوٽ" جيڪو محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري صاحب تاليف ڪيو، جنهن جو چڱو خاصو مواد تصوف تي مبني آهي جيڪو ضخيم پڻ آهي، جنهن جي تقريظ (يعني ڪتاب بابت راءِ) لاءِ محترم علي حسن مغيري ايڊووڪيٽ هامي ڀري سو تدريسي مصروفيت باوجود به آءٌ ڪتاب کي سرسري طور پڙهيو ۽ متاثر ٿيس ان کان پوءِ تعريفي طور تي ڪجهه تاثرات لکڻ جي سَعي ڪيان ٿو ته ڪتابِ هذا تصوف جي موضوع تي لکيل هڪ بهترين ۽ لاجواب ڪتاب آهي جنهن جو مواد انشاءَ الله عزوجل قارئين جي اصلاح جو موجب ٿيندو ۽ ماڻهن جو صوفياءِ ڪرام سان ناتو وڌيڪ مضبوط ٿيندو ۽ الله وارن جي تعظيم ۽ توقير انهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويندي. آءٌ اصلاحي مواد کي ترتيب ۽ تاليف ڪرڻ تي مؤلف کي تحسين ارپيان ٿو ۽ ان ڳالهه تي خوشي محسوس ٿي رهي آهي ته اهلِ قلم حضرات تصوف کي موضوع بڻائي بهتر کان بهتر اسلامي مواد مهيا ڪري ڏيڻ ۾ مصروفِ عمل آهن. سندن حوصلي

۽ جستجو کي مؤثر بنائڻ لاءِ کين همٿائڻ جي اشد ضرورت آهي، ته جيئن معاشري جي اصلاح بروَقت ٿيندي رهي. آءٌ ڊاڪٽر صاحب جي حق ۾ دعاگو آهيان. خدا تعالىٰ کين "علمِ تصوف" ۾ مَشاق بڻائي ۽ دين جي اشاعت ۾ زور ۽ شور سان ڀَهرو وٺڻ جي همت ۽ جذبو عطا فرمائي.

امين بجاه النبی الامين صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم

وما توفيقی الا باللہ
عليه توکلت واليه انيب

فقير سيد فهيم احمد غفرله الاحد
مارچ 2012 لاڙڪاڻو




# اڪادمي ادبيات پاڪستان
PAKISTAN ACADEMY OF LETTERS
Ministry of National Heritage and Integration Government of Pakistan

Behind Liaqat Memorial Library
Near PTV Station Stadium Road Karachi.
Ph & Fax:99230773-4 Cell: 0300-2161624
Pakistanacademyofletterskar.@gamil.com
www.pakistanacademyoflettersssindh.com


Date:22-3-2012

مون ڪي ڊاڪٽر صوفي غلام عباس مهيسر طاهري صاحب جو ڪتاب " **عشق الوٽ** " پنهنجي سياڳي دوست محترم علي حسن مغيري ايڊووڪيٽ پڙهڻ لاءِ ڏنو. ڪتاب جو مسودو جيئن جيئن پڙهندو ويم حيرت ۽ حسرت جا احساس وڌندا ويا. خود ليکڪ جي زندگيءَ جو احوال حيرت ناڪ آهي ته ڪيئن نه هن محبت جي ميدان ۾ رندا روڙيا آهن. ولادت کان ديدارِ مرشد تائين، هن جي تعليم جي حصول جو احوال به حيرت انگيز آهي. درسِ نظامي کان وٺي ميڊيڪل ڪاليج تائين علم جو سفر به عجب ۾ وجهڻ وارو اعجاز آهي.

ڪنز، قدوري، قافيه، صرف، نحو، منطق ۽ هدايه پڙهڻ کانپوءِ وري اناٽومي (Anatomy) ، اٽالاجي(Atalogy)، بايوڪيمسٽري (Bio Chemistry) ، ميڊيسن (Medicine) ۽ سرجريءَ (Surjery) جا سبجيڪٽ پڙهڻ خداوندِ ڪريم عزوجل جو شان آهي جنهن هن ٻانهي کي مدرسي کان ميڊيڪل ڪاليج جو سفر

ڪرايو، وري اتي دنيا ۽ جهان جي نظرين ۽ فقرن جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪرايو انهيءَ فِڪري تغير ۽ انقلابن کان آگاهيءَ کان پوءِ خالقِ ڪائنات عزوجل وري ڪيس پاڻ ڏانهن موٽايو ۽ هينئر هو تنگ نظر فرقن جي بند ڳليءَ مان نڪري محبت جي آفاقي اصولن جي سرچشمي تصوف جي دنيا ۾ سرگرم ۽ مؤجزن آهي.

مهيسر صاحب جو ٻالڪپڻو ۽ خانداني سلسلو اڳ ۾ ئي صوفي بزرگن جي سلسلي سان واڳيل هيو، انهن جي دعائن جي ڌاڳي سان هو به جڙيل رهيو آهي.هينئر انهن جي مشاهدي جي بصيرت ۽ قلب جي ڪيفيت جو مظهر هي ڪتاب "**عشق الوٽ**" آهي. مون هي ڪتاب تفصيل سان پڙهيو آهي. هي هڪ مڪمل عشق ۽ محبت جو داستان آهي جنهن جي ابتدا پنهنجي مرشد جي محبت سان ٿئي ٿي. هن ڪتاب ۾ "فنافي الشيخ" کان سفر جو آغاز آهي. "فنافي الله" تي اختتام آهي، جيڪا صوفين جي شاهراهه آهي. ڪتاب ۾ قرآن، سيرتِ رسول صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم ۽ سيرتِ خلفاءِ راشدين، سيرتِ صحابه، صوفياءِ ڪرام جا اقوال ۽ انتخاب ڏئي ڪتاب کي هيرن ۽ جواهرن جو انمول خزانو ۽ موتين جي مالها بڻايو ويو آهي. هي ڪتاب تزڪيہ نفس ۽ تعلق با الله لاءِ ڪيميائي نسخو پڻ آهي، سولي سنڌي ۽ سهڻن لفظن ۾ ائين ڪٿي ڇنڊي ته هي ڪتاب ان شآءَ الله عزوجل زنگ لڳل دلين لاءِ ريگمال جو ڪم ڏيندو. خاص طور تي هن ماده پرست دؤر ۾ جتي فقط " جَمَعَ مَالًا وَّ عَدَّدَهٗ " وارو جهان آهي روزانو "الشيطٰن يعدكم الفقر" وارو خوف آهي، نيڪيءَ جا ناهه، شارٽ

ڪٽ ۽ دنياوي ڪوڙ جاه وجلال ۽ شيطانيون، منافقتون ۽ محلاتي سازشون، بغل خوريون، عام جام هجڻ اتي حق، سچ، اخلاق ۽ اخلاص جو آواز همدردي، ڀائپي، ڀائيچاري ۽ هٿ ونڊائڻ ۽ دلين کي فرحت، حوصلو ۽ ايمان جي طاقت ڏيڻ لاءِ هي ڪتاب هڪ وڏو سرمايو آهي ۽ اونداهيءَ مان ڪڍڻ لاءِ "يُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوْرِ" جو ذريعو آهي.

اڄ ڪلهه صوفي ازم جي نالي تي به ملاوٽ وارو ڏنڌو شروع آهي. پيري مريديءَ جي نالي ۾ قائم خانقاهون ڇا آهن؟ ڇڻ دنيا جون روحانيت جي نالي ۾ جاگيردارن جون اوطاقون ۽ بيٺڪون آهن، ملوڪيت جي توسيع ۽ استحڪام لاءِ مشائخ استعمال ٿي رهيا آهن، بادشاهن جي اها پراڻي ريت ۽ رسم رهي آهي ته هنن کي جتي تلوار ڪم نه ڏيندي آهي اتي تسبي کي استعمال ڪندا آهن، تاريخ اهڙن صوفين سان به ڀريل آهي جن بادشاهن کي توسيع مملڪت لاءِ ۽ قومن کي غلام بڻائڻ لاءِ دعائون گهريون ۽ ان جي نتيجي ۾ انهن کي جاگيرون مليون ۽ جن بزرگن "**جو ٽيڙي سو ٽائي**" جا نظريا ڏنا انهن سان مخدوم بلاول ۽ صوفي شاهه عنايت وارو حشر ٿيو. اڄ ڪلهه يورپ ۽ آمريڪا کي به صوفي ازم ڏاڍو وڻي ٿو، پر انهن کي ترڪي، وچ ايشيا، هندستان، ايران، خراسان ۽ سنڌ مڪران، ڪشمير جي صوفين جي مزاحمتي تاريخ کان شايد واقفيت ڪونهي، چيچنيا جي امام شامل نقشبندي، سنڌ ۾ حر تحريڪ ۽ هندستان ۾ سيد احمد شهيد، ترڪي ۾ سعيد نورسيءَ

جون تحريڪون انسان جي دل ۽ دماغ کي پلٽي، ڌوئي آئيني وانگر صاف ڪن ٿيون ۽ سنڌ جي روحاني سلسلن پوري سنڌ کي "رحمة للعالمين" جي رحمت سان جيڪو هيڪار ڦهلايو ان جو ته ڪو مثال ئي ڪونهي، اهو ئي سبب آهي جو سنڌ 93 هجريءَ کان اڄ ڏينهن تائين غيرن جي غلاميءَ کان آزاد رهي آهي ۽ سنڌ جي بزرگن، حقاني عالمن ئي هندستان جي آزادي ۽ ترڪيءَ جي خلافت جي بحاليءَ لاءِ آواز اٿاريو، جيڪو اڳتي هلي سنڌ کي بمبئيءَ کان آزادي ۽ پوءِ پاڪستان جي قيام جو آواز بڻيو. منهنجي به هن ڪتاب "**عشق الوٽ**" جي مؤلف لاءِ دل مان دعا نڪري ٿي ته هو به پنهنجي مرشدن ڀاران مليل روحاني رستي تي هلڻ لاءِ ان کي آفاقي ۽ عالمي سطح جي **Net Work** جو حصو بڻائي ۽ سنڌ جيڪو علم ۽ امن ۽ مهمان نوازيءَ جو مرڪز رهي آهي ان ۾ پنهنجي عملي ڪردار جو حصو بڻائيندو رهي. اها سنڌ جي سرتاج صوفي شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله تعالیٰ عليه جي آفاقي ۽ انسانيت جي عالمي چوٽڪاري جي دعا آهي ته

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين

آغا نور محمد پٺاڻ
ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر

# تقريظ

پيرِ طريقت، رهبر شريعت، واقف رموزِ حقيقت
ولي ابن ولي قبله ابن الصديق
محمد حضور بخش صديقي مجددي نقشبندي دامت برڪاتهم العاليه
(سجاده نشين درگاهه مسڪين پور شريف ضلع قمبر شهدادڪوٽ)

اَلْحَمْدُ للهِ رب العٰلمين والصلوٰة والسلام علٰى رسوله الكريم وعلٰى اٰلهٖ و اصحابهٖ وعلٰى من اتبع الهدىٰ والتزم متابعة المصطفٰى وعلٰى سائر عباد الله الصٰلحين اجمعين○

هن فقير جي جان جي جان محمد جان جي جان محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري صاحب جيڪو منور طاهري، بخشي، غفاري، مجددي ۽ نقشبندي شمسن مان آهي جنهن جو تصنيف ڪيل نوراني ڪتاب ”عشق الوٽ“ تصوف جي موضوع تي لکيل آهي، جيڪو بهترين ۽ لاجواب پڻ آهي. ڪتاب جي مؤلف لاءِ الله تعالىٰ جي بارگاهِ قدس ۾ دعا عرض ڪجي ٿي ته باري تعالىٰ ڪتابِ هذا جي مؤلف جي علم و عمل ۾ بي انتها ترقي نصيب فرمائي ۽ ڪتاب ”عشق الوٽ“ کي حسن قبوليت جو شرف عطا فرمائي.

اٰمين بجاه النبى الامين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

فقير محمد حضور بخش صديقي غفاري مجددي نقشبندي
سجاده نشين درگاهه مسڪين پور شريف

# تقريظ

پير روشن ضمير حضرت علامہ و مولانا
پير محمد ڪرم الله الاهي زيد مجدهم
(دربارِ عاليہ فضل آباد شريف ماتلي)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡم

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ الَّذِی طهّر صدرو المحبين عن محبة كل مخلوق ونوّر قلوب العاشقين بنور العشق واخلصهم عن كل رغبة ومنية، وعن كل تهمة وشهوة وعن كل حظ وعلاقة فيما سواه . اشهد ان لااله الاالله واشهد ان محمداعبده ورسوله امابعد:

هي ڪتاب لاجواب "عشق الوٽ" جيڪو اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهي، اسان جي محترم مڪرم ڀاءُ جناب ڊاڪٽر غلام عباس زيد مجده جو قلمي پورهيو آهي. فقير ڪي هي ڪتاب طائرانہ نظر سان ڏسڻ جو موقعو مليو ۽ ڏسڻ بعد هي الفاظ ذهن جي تختي تي لکجي آيا :

جــن ڪي عشق الوٽ، اڪيون آليون تـــن،
نيڻن ننڊ نہ اچـــٽي، آڏيءَ آهون ڪـــن،
الستـــي آواز تـــــي، مستو مست ڦـــرن،
جـي هن خُمر خُماريا، سي نا سُک سمهـــن،
جن کي محبت مَنِ، "ڪرم الله" سي قرب ۾

بـي قراري برهہ جي، اندر "عـشـق الــوٽ"
وهن نهرون نينهن جون اکيون ڇڻ اگبوٽ،
جن کي وِرهہ ولهُوٽ، سور ۾ سمجهن سُڪرا.

**عشق الوٽ؟** الوٽ تہ نيش پيش سنڌي لفظ آهي ان جي معنیٰ آهي : نشي ۾ ٽُپ، مدهوش، مخمور، سرشار. (سنڌيڪا لغت : ص 67)
باقي لفظ "عشق". عشق ڇا آهي؟

ان جي هيئت ۽ حقيقت، ماهيت ۽ معرفت ڇا آهي؟ تخليقِ ڪائنات کان وٺي اڄ تائين ان ڳجهارت کي ڪو پچي نہ سگهيو آهي.

اهلِ خِرد جو نظريو عشق جي باري ۾ جدا آهي تہ اهلِ معرفت وري عشق بابت پنهنجون تشريحون ڪيون آهن. ظاهر جي عالمن عشق کي جنون ۽ عذاب الاهي وغيره سڏي ان کان نفرت ڪئي آهي تہ اهلِ باطن ۽ صوفياء ڪرام وري عشق کي انعام الاهي، الله جي عطا ۽ سخا سڏيو آهي. بلڪہ ان کي ازلي انعام قرار ڏنو آهي. اسان هن چند صفحن ۾ ان ڳالهہ جو جائزو وٺنداسين تہ عشق بابت ماڻهن جا رايا ڇا آهن؟

**ٻولي وارن وٽ عشق جي معنيٰ :** عشق : عربي ٻولي ۾ مصدر آهي صيغو ثلاثي مجرد آهي باب عشق يعشق مان. سنڌي توڙي اردو ۾ اهو اسم جي معنیٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. محبت جي اعلیٰ درجي کي عشق سڏبو آهي.
ابو نصر اسماعيل بن حماد الجوهري الفارابي (المتوفیٰ: 393هہ) عشق جي تعريف ڪندي لکيو تہ:

العشق : فرط الحب. الصحاح تاج اللغة وصحاح العربية (4 / 1525)
عشق محبت جي گھٽائي کي سڏبو آهي.
ابن منظور انصاري (المتوفیٰ 711ھ) عشق جي تشريح ڪندي چيو ته:
اَلْعِشْقُ: فَرْطُ الْحُبِّ، وَقِيلَ: هُوَعُجْب الْمُحِبِّ بِالْمَحْبُوبِ يَكُونُ فِي عَفاف الحُبّ ودَعارته؛ عَشِقَه يَعْشَقُه عِشْقاً وعَشَقاً وتَعَشَّقَهُ،
وَقِيلَ: التَّعَشُّقُ، تَكَلُّفُ العِشْقِ، وَقِيلَ: العِشْقُ الِاسْمُ والعَشَقُ الْمَصْدَرُ.
(لسان العرب (10 / 251)
ابوالعباس احمد بن يحيیٰ کان پڇيو ويو ته محبت وڌيڪ تعريف جي حقدار آهي يا عشق؟ پاڻ فرمايائين: محبت وڌيڪ تعريف جي لائق آهي:
لِأَن العِشق فِيهِ إفراط. (تهذيب اللغة (1 / 118)
ڇوته عشق ۾ افراط (وڌاءُ )گھڻو آهي.
ابن الاعرابي چيو ته عشق تڏهن ڪامل ٿيندو آهي جڏهن عاشق کي ماٺهن کان اڪيلو ڪري ڇڏيندو آهي. (تهذيب اللغة (14 / 240)
شيخ محمد عميم الاحسان المجددي البرڪاتي قواعد الفقه ۾ محبت ۽ عشق جي تعريف هنن لفظن ۾ ڪئي آهي.
المحبة ميل النَّفس الى المواقف مَعَ الْعقل فَإِن تجَاوز عَن الْعقل وإفرط فَهُوَ الْعِشْق. (قواعد الفقه (ص: 258)
پنهنجي مواقف ڏانهن نفس جو اهو لاڙو جنهن ۾ عقل سالم هجي ته ان کي محبت سڏبو آهي پر جيڪڏهن محبت عقل جي حد اورانگهي وڃي ۽ گھڻي وڌي وڃي ته ان کي عشق سڏبو آهي.

جناب سليمان بن عمر بن منصور العجيلي الازهري رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ عشق بابت لکيو تہ :

اَلْعِشْقُ مَصْدَرٌ يُقَالُ رَجُلٌ عَاشِقٌ وَعُشَّاقٌ وَعَشِيقٌ كَثِيرُ الْعِشْقِ وَامْرَأَةٌ عَاشِقٌ وَعَاشِقَةٌ (حاشية الجمل على شرح المنهج، فتوحات الوهاب بتوضيح شرح منهج الطلاب (2 / 194)

عشق مصدر آهي. چيو ويندو آهي مرد عاشق آهي. گهڻي عشق واري کي عشاق ۽ عشيق سڏبو آهي عورت عشق واري هجي تہ ان کي بہ عاشق ۽ عاشقياڻي سڏبو آهي. هڪ پوڻو آهي، جڏهن ان کي گَنيو ويندو آهي تہ اهو سُڪي ڦکو ٿي پوندو آهي ان پوڻي کي عشق سڏبو آهي.

## طبيبن وٽ عشق ڇا آهي؟

طبيبن ۽ حڪيمن عشق جي تعريف ڪندي لکيو آهي تہ عشق هڪ سوداءُ ۽ جنون آهي جيڪو ڪنهن حسين صورت کي ڏسڻ سان ٿي پوندو آهي. (فرهنگ آصفيه)

## ظاهر جي عالمن وٽ عشق جي حيثيت :

ظاهر جي عالمن خصوصًا اهلِ نجد علماءَ جو چوڻ آهي تہ : قديم عربي ۾ لفظ "عشق" جو استعمال تمام گهٽ ٿيو آهي. قرآن ۾ يا صحيح احاديث ۾ صراحت سان عشق جو لفظ تمام گهٽ آيو آهي. جتي بہ اهو لفظ استعمال ٿيو آهي سي ضعيف ۽ اڪثر موضوع حديثون آهن.

انهن عشق کي خواهشاتِ نفس جو مجموعو سڏيندي عشق جي ڀرپور لفظن ۾ مذمت ڪئي آهي. انهن جي بقول :

”خير القرون ۾ عشق جو لفظ استعمال ڪو نہ ٿيو آهي، اهو هندستان جي هندن جو شامل ڪيل لفظ آهي. عشق نفساني خواهشن سان ڀرپور هوندو آهي ۽ ان جو هڪ سرو جنون (چريائي) سان ملندو آهي. ان ڪري الله تعاليٰ يا رسول الله صلى الله تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم لاءِ عشق جو لفظ استعمال ڪرڻ کي انهن گستاخي قرار ڏنو آهي. بلڪ ايستائين بہ چيو آهي تہ جيڪو الله تعاليٰ لاءِ عاشق يا معشوق جو لفظ استعمال ڪري اهو تعزير جي لائق آهي. انهن جون ڪجهہ عبارتون ملاحظہ ڪيو :

اَلْعِشْقُ: وَهُوَ الْحُبُّ الْمُفْرِطُ الَّذِی یُخَافُ عَلٰی صَاحِبِهٖ مِنْهُ، وَلٰكِنْ لَا یُوصَفُ بِهِ الرَّبُّ تَعَالٰی وَلَا الْعَبْدُ فِی مَحَبَّةِ رَبِّهٖ، وَإِنْ كَانَ قَدْ أَطْلَقَهُ بَعْضُهُمْ. وَاخْتُلِفَ فِی سَبَبِ الْمَنْعِ، فَقِیلَ: عَدَمُ التَّوْقِیفِ، وَقِیلَ غَیْرُ ذٰلِكَ. وَلَعَلَّ امْتِنَاعَ إِطْلَاقِهٖ: أَنَّ الْعِشْقَ مَحَبَّةٌ مَعَ شَهْوَةٍ

(شرح الطحاوية ـ الأوقاف السعودية (ص: 124)

ڪن وري چيو تہ :

أَنَّهٗ تَخَیُّلٌ فَاسِدٌ فِی أَنَّ أَوْصَافَ الْمَعْشُوقِ فَوْقَ مَا هِیَ عَلَیْهِ فَلَا یَجُوزُ أَنْ یُقَالَ فِی اللّٰهِ تَعَالٰی عَاشِقٌ وَلَا مَعْشُوقٌ بَلْ یُعَزَّرُ قَائِلُهٗ.

(حاشية الجمل على شرح المنهج ، فتوحات الوهاب بتوضيح شرح منهج الطلاب (2 / 194)

عشق هڪ فاسد خيال آهي جيڪو معشوق جي باري ۾ اهڙن اوصافن بابت هوندو آهي جيڪي ان ۾ هوندا بہ نہ آهن. الله کي عاشق يا معشوق سڏڻ جائز نہ آهي. بلڪ ائين چوڻ واري کي تعزير ڏنو ويندو.

**اسان جي خيال ۾** اها انهن عالمن جي زور آوري آهي. عشق جو لفظ حديث ۾ به آيو آهي ۽ اسان جي اڪابرين ۽ اسلاف به اهو لفظ استعمال ڪيو آهي.

ڪن ظاهر جي عالمن چيو ته : عشق هڪ مُهر آهي جيڪا حرص ۽ طمع سبب دل مٿان لڳي پوندي آهي ۽ فسادِ فڪر ڏانهن وٺي ويندي آهي. جنهن سان غم، فڪر، بيقراري پيدا ٿيندي آهي ۽ عاشق جو رت سڙندو آهي ۽ طبيعت ۾ سوداءُ ۽ پوءِ چريائي پيدا ٿيندي آهي. ان ڪري عاشق ڪڏهن غم الم ۽ پريشاني ۾ ڪري جُهري ويندا آهن ته ڪڏهن پاڻُ ماري ڇڏيندا آهن ڇو ته انهن جي اندر ۾ هڪ باهه ڀڙڪندي آهي جيڪا انهن جي جسم کي جلائيندي رهندي آهي.

ڪڏهن اوچانڪ معشوق کي ڏسڻ سان اهي مري پوندا آهن. ڪڏهن معشوق جي ذڪر ٻڌڻ سان انهن جو رنگ تبديل ٿي پوندو آهي.

ڪن چيو ته عاشق انڌو هوندو آهي ان کي معشوق ۾ ڪو عيب نظر نه ايندو آهي.

(حاشية الجمل على شرح المنهج = فتوحات الوهاب بتوضيح شرح منهج الطلاب (2 / 194)

علماءِ نجد ڪنهن کي "الله جو عاشق" سڏڻ کان سخت منع ڪئي آهي. جيئن شيخ ابوزيد بڪر بن عبد الله (المتوفى: 1429هـ) لکي ٿو:

ڪنهن کي الله جو عاشق سڏڻ اها عجم جي هندن جي ريت آهي اهو نالو جائز نه آهي. ڇو ته ان ۾ الله جي ذات جي بي ادبي آهي.

چو تہ "عشق" جو لفظ الله جي ذات لاءِ محبت جي معنیٰ ۾ نہ تو سونهين. (معجم المناهي اللفظية (ص: 356)

ساڳيو شيخ ٻي جاءِ تي لکي ٿو تہ: فلا يقال: إن الله يعشق، ولا عشقه عبده، ائين ڪو نہ چئبو تہ الله عشق ڪري ٿو يا ان جو ڪو ٻانهو سائس عشق ڪري ٿو.

ان طرح انهن رسول الله صلى الله تعالى عليه وآله وسلم لاءِ بہ عشق جو لفظ استعمال ڪرڻ کان منع ڪئي آهي. جيئن ابن ابي العز حنفي ابن ايبڪ جي قصيدي تي اعتراضات ڪندي لکيو آهي :

لأن العشق هو الميل مع الشهوة، وواجب تنزيه النبى صلى الله تعالى عليه وآله وسلم إذ الأصل عصمته صلى الله تعالى عليه وآله وسلم (معجم المناهي اللفظية (ص: 380)

چو تہ عشق شهوت سان سلهاڙيل جذبو آهي ۽ نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم کي پاڪ سمجهڻ واجب آهي ان جو اصل سندن عصمت آهي. انهن عشق کي عذاب بہ سڏيو آهي.

وَالْغَرَامُ الْعَذَابُ اللَّازِمُ، وَسُمِّيَ الْعِشْقُ غَرَامًا لِكَوْنِهِ أَمْرًا شَاقًّا وَلَازِمًا

(تفسير الرازى، مفاتيح الغيب أو التفسير الكبير(16/87)

علامہ نيشاپوري چيو تہ : العشق عذاب الله عشق الله جو عذاب آهي.

(تفسير النيسابوري ، غرائب القرآن ورغائب الفرقان (4 / 134)

قرآن مجيد جي لفظن وَلاتُحَمِّلْنا مالا طاقَةَ لَنا بِهِ. بابت شيخ محمد چيو تہ ان بار مان مراد عشق جو بار آهي. (تفسير الثعلبي ، الكشف والبيان عن

تفسير القرآن (2 / 308)
انهن چيو تہ عاشقن سان مشورو بہ نہ ڪيو. دليل ۾ هي روايت پيش ڪن ٿا :

لا تَسْتَشِيرُوا أَهْلَ الْعِشْقِ فَلَيْسَ لَهُمْ رَأْيٌ أَمَا إِنَّ قُلُوبَهُمْ مُحْتَرِقَةٌ وَعُقُولُهُمْ مَسْلُوبَةٌ. (الفردوس بمأثور الخطاب (5 / 38) الفوائد المجموعة (ص: 207)

عشق وارن کان مشورو (بہ ) نہ وٺو ڇو تہ انهن جي ڪا راءِ (صحيح) نہ هوندي آهي. انهن جون دليون جَلِيل هونديون آهن ۽ انهن جا عقل ماريل هوندا آهن.

حالانڪہ محدثن ان حديث کي موضوع (هٿ ٺوڪي حديث) سڏيو آهي. انهن جو چوڻ آهي تہ : رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم عاشقن جي لهجي ۾ قرآن پڙهڻ کان بہ بچڻ جو فرمان ڪيو آهي. جيئن امام بيهقي حذيفه رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آندي آهي رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو تہ:

اقرؤوا الْقُرْآنَ بِلُحُونِ الْعَرَبِ وَأَصْوَاتِهَا وَإِيَّاكُمْ وَلُحُونَ أَهْلِ الْعِشْقِ وَلُحُونَ أهل الْكِتَابَيْنِ

قرآن عرب جي لهجي ۽ آوازن ۾ پڙهو عشق وارن جي لهجي ۽ اهلِ ڪتاب جي آوازن کان بچو. رَوَاهُ الْبَيْهَقِيُّ فِي شعب الْإِيمَان، (مشكوة المصابيح (1 / 675)

## عرفاءَ ۽ صوفياءَ وٽ عشق جي تعريف :

هي سڀ ظاهر جي عالمن جا مقالات هئا. هاڻي اچو تہ ڏسون صوفياءِ ڪرام، اهلِ دل، اهلِ نظر ۽ اهلِ باطن علماءِ ۽ مشائخ وٽ عشق جي

حقيقت ۽ حيثيت ڇا آهي؟ انهن عشق بابت ڇا فرمايو آهي؟

حقيقت هي آهي ته عشق کي الفاظ ۾ بيان ڪرڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي. جنهن بيان ڪيو آهي تنهن ان جي سطحي اثرات کي ئي بيان ڪيو آهي. ڇو ته عشق هڪ لذت آهي، جيڪا چکڻ بنا سمجهه ۾ نه ايندي. عشق هڪ حالت آهي جيڪا مٿان وارد ٿيڻ بغير سمجهي نه سگهبي. ڇو ته عشق کي بيان ڪرڻ کان زبان ۽ قلم ٻئي عاجز ۽ درمانده آهن. البته عاشقن ۽ عارفن جي اکين مان ان عشق جا جام اوتيا ويندا آهن.

صوفياءِ ڪرام پنهنجي نثر توڙي نظم ۾ عشق جو لفظ تمام گهڻو استعمال ڪيو آهي. انهن چيو ته تخليقِ ڪون جو تُخم ۽ ارتقاءِ ڪائنات جو مرڪز ۽ محور عشق آهي. عشق بنا ڪائنات بي لطف بي ڪيف ۽ بي مزه آهي.

**ڪيفياتِ عشق** : عشق کي بنا محبوب جي ٻي پچار پسند نه هوندي آهي. نه ٻئي کي موجود سمجهندو آهي نه ٻئي جي ڪاڻ ڪڍندو آهي. نه ان کي طوفان جو خوف، نه مينهن پاري جو ڊپ، نه جنگل بيابان جي وحشت، اهو محبوب جي سرهاڻ سوين ميلن کان سنگهي سگهندو آهي.

محبوب جو ڪپڙو ان جي بينائي بحال ڪندو آهي. محبوب جو ذڪر ان جي خوراڪ پوشاڪ بنجي ويندو آهي.

ڪن چيو : نور جي ظهور لاءِ انسان جي من ۾ طور جي چوٽي دل آهي جنهن تي تجليون نروار ۽ نمودار ٿينديون آهن. انهن جي سهڻ جي سگهه ۽ صلاحيت ۽ برداشت جو جوهر انسان جي اندر ۾ عشق

جي صورت ۾ رکيو ويو آهي.
ڪن چيو : عشق سريع السير بُراق آهي، جنهن جي سرعت بي مثال آهي. اهو گم گشته راهن جي نه صرف نشاندهي ڪندو آهي بلڪ اک ڇنڀ ۾ انهن منزلن جا سير به ڪرائيندو آهي.
ڪن چيو : عشق هڪ باهه آهي جيڪا من مان محبوب بنا ٻي هر شيءِ کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏيندي آهي.
ڪن وري چيو ته : عشق هڪ ٻيپاڙي ول وانگر آهي جيڪا ڪنهن وڻ سان وچڙندي آهي ته ان کي ڦڪو ، سُڪو ڪري ڇڏيندي آهي. عشق به جنهن جي من ۾ خيما کوڙيندو آهي ان کي سڪائي سوڙهو ڪري ڇڏيندو آهي.

اے عشق تونے اکثر قوموں کو کھا کے چھوڑا
جس گھر سے سر اٹھایا اس کو بٹھا کے چھوڑا
ابرار تجھ سے لرزاں اخیار تجھ سے گریاں
جو زد پہ تیری آیا اس کو گنوا کے چھوڑا

**عشق جا آثار :** عرفاءَ وٽ: ذوق، شوق، وجدان، خود آگهي، جذب، جوش، مستي، سرمستي، باطني شعور، درد، ڪرب، غم، الم، درد، سوز، آرزومندي، جستجو، خود رفتگي، اهي سڀ عشق جون علامتون ۽ آثار آهن. جنهن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ان کي عاشق سمجهبو.
علامه اقبال محبت جي اجزاءِ ترڪيبي کي بيان ڪندي چوي ٿو :

تڑپ بجلی سے پائی ' حور سے پاکیزگی پائی
حرارت لی نفس ہائے مسیحِ ابن مریم سے ذرا سی
پھر ربوبیت سے شانِ بے نیازی لی
ملک سے عاجزی ' افتادگی تقدیرِ شبنم سے
پھر ان اجزاء کو گھولا چشمہ حیوان کے پانی میں
مرکب نے محبت نام پایا عرشِ اعظم سے

عشق جي شورش بابت اقبال فرمائي ٿو:

عشق از فریادِ ما ہنگامہ ہا تعمیر کرد!
ورنہ این بزمِ خموشاں ہیچ غوغائے نداشت

صوفياءَ وٽ ڪهڪشان جون مسافتون ۽ ڪائنات جون وسعتون، عشق اڳيان هڪ وک آهن.

عشق کی ایک جست نے طے کر دیا قصہ تمام
اس زمین و آسماں کو بے کراں سمجھا تھا میں
بے خطر کود پڑا آتش نمرود میں عشق
عقل ہے محو تماشائے لبِ بام ابھی

**عشق جا انداز :** عشق بازي، تعشق، عشق الاهي، عشق رسول، عشق مرشد، عشق ازلي، عشق صادق، عشق مجازي وغيره.

**عشق سان لاڳاپيل الفاظ :**

اسان جي سماج ۾ عشق جن معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو انهن مان ڪجهه خاص هي آهن. شديد جذبو، محبت، پيار، پريم، ڪشش،

معشوق، شوق، آرزو، عادت، حب، ڏُن، جنون، رومان، سهاڳ، شغف، خبط، پريت، چاهت، الفت، سوداءُ، فريفتگي، انگريزي ۾ ان کي (Love) سڏيندا آهن. هيٺيان لفظ عشق سان لاڳاپيل رهندا آهن :
راهه عشق، عشقيه ڪلام، مبتلاءِ عشق، گرميءِ عشق، سوز و گداز عشق، صورت پرستي، پريم پوڄا. وغيره

**عشق جا ڪم :** عشق ناممڪن کي ممڪن بڻائيندو آهي.
عشق فرهاد کان جبل ڪٽايو، سهڻي کي ڪچي گهڙي تي ترايو.

**عشق جا قسم :** صوفياءِ ڪرام وٽ جڏهن ڪنهن مادي جسم سان لنؤن لڳي وڃي ته ان کي عشق مجازي سڏيندا آهن. پر جڏهن رب العالمين جي اڻ ڏٺي ذات سان محبت لڳي ته ان کي حقيقي عشق سڏيندا آهن.
عشق ۾ مري وڃڻ واري کي نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم شهيد قرار ڏنو آهي.

**عاشق شهيد آهن :** جنهن جي اندر ۾ عشق جي چوٽ لڳي پوي ۽ ان کي برهه بيمار ڪري وجهي. پر عشق کي سيني ۾ سانديءِ، ٻاهر ٻاڦ نه ڪڍي ۽ پنهنجو سَتُ سِيلُ نه وڃائي پاڪ دامن رهي. پوءِ ان عشق جي جهوراڻن ۾ جهرندي ڳرندي مرندو مري وڃي ته اهو عشق جو شهيد آهي ان جي جاءِ جنت جا باغ آهن. جيئن ابنِ عباس رضی اللہ تعالیٰ عنہما کان مروي حديث ۾ آهي ته:

مَنْ عَشِقَ فَعَفَّ فَكَتَمَ وَعَفَّ وَمَاتَ فَهُوَ شَهِيدًا

(فيض القدير(6/180) كنز العمال(3/372) الدرر المنتثرة فى الأحاديث المشتهرة(ص: 185)

وأخرجه الحاكم في تاريخ نيسابور، والخطيب في تاريخ بغداد، وابن عساكر في تاريخ دمشق وأخرجه الخطيب أيضاً من حديث عائشة بلفظ: مَنْ عَشِقَ فَعَفَّ ثُمَّ مَاتَ، مَاتَ شَهِيداً وأورد الديلمى

بلاإسناد عن أبي سعيد: "اَلْعِشْقُ مِنْ غَيْرِ رِيبَةٍ كَفَّارَةٌ لِلذُّنُوبِ"

جنهن عشق ڪيو پوءِ ان کي لڪايائين ۽ پاڪدامن رهيو ۽ مري ويو تہ شهيد ٿي مُئو.

حضرت ابنِ عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان مروي هڪ ٻي حديث ۾ هي لفظ آيا آهن تہ :

من عشق و كتم وعف وصبر غفر الله له وأدخله الجنة. كنز العمال (3/373)

جنهن کي عشق لڳي ويو ۽ ان کي لڪايائين ۽ پاڪدامن رهيو ۽ صبر ڪيائين تہ الله ان کي بخشي ڇڏي ٿو ۽ ان کي جنت ۾ داخل ڪري ٿو.

**عشق آزمائش آهي** : ابنِ عربي چيو تہ : "عشق" محبت جو محبوب سان لڳي پوڻ آهي. تانجو اها انجي انگ انگ ۾ سمائجي وڃي تي ۽ ان کي پوري طرح ويڙهي وٺي ٿي. انتهیٰ .

اگر ڪنهن کي ڪنهن مجازي معشوق سان عشق لڳي وڃي تہ اها ان تي الله پاران آزمائش آهي. اگر ان آزمائش ۾ ڪامياب ٿي وڃي. پنهنجي عفت ۽ عصمت واري چادر کي داغدار نہ ڪري بلڪ ان عشق تي صبر ڪري تہ اهو هن امت جي ڀلن ماڻهن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. جيئن حديث شريف ۾ آهي حضرت حبيب ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو تہ:

ـخيار أمتى الذين يعفون إذا آتاهم الله من البلاء شيئا، قالوا : وأى البلاء؟

قال: العشق. اخرجه الديلمى عن ابن عباس ،والهندى فى كنز العمال(3 /373)

منهنجي امت جا ڀلا ماڻهو اهي آهن جن تي جڏهن آزمائش اچي ته پاڪدامن رهن ٿا. صحابه چيو اها آزمائش ڪهڙي آهي؟ فرمايائون : عشق.

امام ديلمي سيدنا ابوسعيد خُدري رضی اللہ تعالیٰ عنه کان روايت آندي آهي :

اَلعِشُق من غير رِيبَة كَفَّارَة للذنوب. (الفردوس بمأثور الخطاب(3 /94)

عشق بنا کوٽ جي هجي ته اهو گناهن جو ڪفارو آهي.

**عشق حقيقي** : جڏهن ڪنهن کي الله جي ذات سان يا انجي حبيب ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم سان والهانه محبت لڳي وڃي ۽ اندر ۾ "اشد حبا لله" جي ڪيفيت پيدا ٿي پوي ته ان کي عشق حقيقي سڏبو آهي. ان عشق جي هڪ گهڙي ثقلين جي عملن کان وڌيڪ آهي. جيئن حديث ۾ آهي:

لان العشق جذبة الحق وقال صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم : جذبة من جذبات الحق توازى عمل الثقلين. (روح البيان(4 /486)

جو ته عشق حق جو جذبو آهي ۽ رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم فرمايو آهي ته: حق جي جذبن مان هڪ جذبو ثقلين جي عملن جي برابر آهي.

عشق ۾ نيازمندي آهي :

ولسان العشق لسان التضرع.. (روح البيان(5 /513)

۽ عشق جي زبان نيازمندي جي زبان آهي.

الله کي نيازمندي تمام گهٽي وڃڻدي آهي.

**قدر دانن وٽ عشق جي اهميت** : قدر وارا عشق جي اهميت ۽ افاديت کي سمجهن ٿا. مولانا جلال الدين قدس سره فرمايو ته:

خذ الدنيا وما فيها فان العشق يكفينا

لنا في العشق جنات وبلدان وأسواق (روح البيان 10/264)

دنيا ۽ دنيا ۾ جو ڪجهه به آهي سو سڀ اسان کان وٺ اسان کان عشق ڪافي آهي. اسان لاءِ عشق ۾ جنتون به آهن ته شهرَ بازارون به آهن.

**صوفياءِ ڪرام وٽ عشق جا درجا** :

صوفياء مرتبہ وحدت کي به عشق سڏيو آهي، وٽن عشق جا پنج درجا آهن :

﴿1﴾ **فقدانِ دل** : دل وڃائي ويهڻ.

﴿2﴾ **تاسف** : هن درجي ۾ عاشق پنهنجي معشوق بنا بيدل بڻجي هر لمحي پنهنجي زندگي تي پريشان ۽ پشيمان رهندو آهي.

﴿3﴾ **وجد** : هن درجي ۾ عاشق جو سک ۽ آرام قتل هوندو آهي اهو معشوق کان آهون دانهون فغان ۽ فرياد ڪندو رهندو آهي.

﴿4﴾ **فقدانِ صبر**: هن درجي ۾ ان جو صبر ۽ قرار ختم ٿي ويندو آهي.

﴿5﴾ **صيانت** : هن درجي ۾ عاشق ديوانو ۽ مستانو بڻجي پوندو آهي.

(مصباح التعرف، 176)

عشق جي ڪنجي نگاهه هوندي آهي. ڪنهن حسين صورت کي ڏسڻ سان اندر عشق جاڳي پوندو آهي.

وَجعل اطلاق النّظرِفِي الصُّور مِفْتَاحَ الْعِشْق

(توضيح المقاصد شرح الكافية الشافية نونية ابن القيم(2/475)

**محبت جون ٻالهيون :**

خباب چيو تہ هڪ ڏينهن مان حضرت ذي النون مصري رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ جي مجلس ۾ حاضر ٿيس :

فتكلّم ذٰلك اليوم في محبّة الله فمات أحد عشر نفسا في المجلس

پاڻ الله جي محبت جي باري ۾ گفتگو ڪيائون ان هڪ ئي مجلس ۾ يارهن ماڻهو (عشق جي جذبي ۾) وفات ڪري ويا.

تفسير الثعلبي ، الكشف والبيان عن تفسير القرآن (2 / 309)

نہ تنہا عشق از دیدار خیزد ' بسا کین دولت از گفتار خیزد

**عشق محبوب بنا ٻئي ڪي برداشت نہ ٿو ڪري :**

العشق نار في القلوب تحرق ما سوى المحبوب ـ. التفسير المظهری(2ق1/36)

عشق هڪ باھ آهي جيڪا محبوب بنا ٻي هر شيءِ کي جلائي ڀسم ڪري ڇڏي ٿي.

**هي ڪتاب :**

زير نظر هي ڪتاب لاجواب جناب محترم ڊاڪٽر غلام عباس دام اقباله جي مختلف مضامين جو حسين مجموعو آهي. جنهن ۾ پاڻ نهايت حسين ۽ دلنشين انداز ۾ عشق و محبت جي رموز کي بيان ڪيو اٿن. ڪٿي عشق مجازي جي حقيقت کي واضع ڪندي لکن ٿا تہ مجازي عشق مرشد ڪامل سان رکڻ گهرجي جنهن مان عشق حقيقي حاصل ٿئي ٿو. ڪٿي تصوف جي باريڪ نڪتن کي

نهايت سهل انداز ۾ الفاظ بيان ڪن ٿا. ڪٿي پاڻ پنهنجي زندگي جي نشيب و فراز کي آپ بيتي جي صورت ۾ بيان ڪن ٿا، ته ڪٿي پنهنجي پير ڪامل عارف اڪمل حضرت قبله سچڻ سائين مدظله العالي جي مهرو محبت کي دل جي خلوص سان بيان ڪري رهيا آهن. ڪٿي تصوف جي باريڪ نڪتن ۽ روحاني رمزن ۽ اسرارن کي عجيب دلنشين پيرايه ۾ بيان ڪري رهيا آهن. الغرض هي ڪتاب سندن وسيع مطالعي، اعلىٰ ظرفي جو بهترين شاهڪار آهي. هي ڪتاب تصوف جي دنيا ۾ هڪ حسين اضافو آهي. جنهن مان سالڪن کي سلوڪ جي راهن جو پتو پوندو ۽ عارفن جي اسرارن جي پروڙ پوندي ته راهِ حق جي مسافرن کي هي ڪتاب رهنما جو ڪم ڏيندو. الله ڪريم ڊاڪٽر صاحب جي علم ۾ مزيد برڪتون ۽ معرفت ۾ مزيد ترقيون عطا فرمائي. کين پنهنجي پير ڪامل حضرت محبوب سچڻ سائين جي محبت ۽ صحبت ۾ شادان ۽ فرحان رکي. ڊاڪٽر صاحب جي شخصيت گهڻ رُخي ۽ جامع صفات ۽ پرڪشش آهي. سندن گفتار ۾ رب ڪريم مٺاج رکايو آهي. پاڻ اعلىٰ درجي سهڻن اخلاقن جو مالڪ آهي. سندن قلم کي رب ڪريم رواني بخشي آهي. سندن سوچ جي پرواز تمام اعلىٰ ۽ بالا آهي. هڪ ملاقات ۾ پراون کي پنهنجو بنائڻ وارو آهي. هميشه کلڻو، ملڻو جُلڻو، انڪساري ۽ عاجزيءَ جو پتلو آهي، سدائين ڏسندؤ ته خدمتِ خلق ۾ محو ۽ مگن، مريضن جي رش ۽ هڻ هٺان ڪان پوءِ، پنهنجي مرشد جي حڪم جي پورائي لاءِ تبليغ ۾ مصروفِ عمل، بهترين مقرر ۽ بهترين ليکڪ، کهروارن جي حقوق جي پاسداري

ڪرڻ ڪان علاوه حقوق الله جي بجاآوري ۾ حتي الامڪان سرگردان رهندڙ ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر صاحب جي لاءِ دل چوندي آهي ته هميشه سائس رهائيون رچائيندو رهان.

سندن طبيعت ۾ سنجيدگي به آهي ته خوش مزاجي به آهي. وري جڏهانڪر مرشد ڪامل جي نوري نظر پئي آهي ته ان ته سندن زندگي ۾ هڪ انقلاب آندو آهي. هن وقت پاڻ دنياوي مشغولين جي باوجود به شب و روز دينِ متين جي خدمت ۾ مصروفِ عمل آهن. سندن قلم حق جي اظهار بلڪه حق جي حمايت ۽ باطل جي بيخ ڪني ۾ مصروف آهي. الله ڪريم سندن علم ۽ قلم ۾ مزيد برڪتون عطا فرمائي.

نسأل الله العشق والاشتياق والسلوك الى طريقة العشاق ونعوذ بالله من الزيغ والضلال على كل حال

فقير ڪرم الله
دربارِ عاليه فضل آباد شريف ماتلي
8 ربيع الاول 1433هه

# تقريظ

(علي حسن ايم. مغيري)
(7/A صالح چيمبر ڪمبيل اسٽريٽ
نزد سٽي ڪورٽس ايم اي جناح روڊ ڪراچي)

سڀ تعريفون ان الله احڪم الحاڪمين عزوجل جي لاءِ مختص ۽ متعين آهن جنهن هن جهان کي پنهنجي قدرت سان جوڙيو ۽ مخلوقات ۾ صرف انسان کي اشرف ۽ اعليٰ هجڻ جو شرف بخشي پنهنجي عبادت ۽ پنهنجي محبوب جي تابعداريءَ ۽ فرمانبرداريءَ لاءِ زمين تي پيدا فرمايو.

ڪروڙين درود و سلام هجن ڪائنات جي تاجدار، اڙين جي آڌار ۽ ابوجهن جي واهر تي جنهن پنهنجي عبادت، رياضت، حضر، سفر، قيام، صوم وَ صلواة، نوافل، جهاد، عمره، حج ۽ معراج ۾ به امت کي پنهنجي مُستجاب دعائن ۾ ياد فرمايو.

بعد از ثنا و درود : سونهاري سنڌ جيڪا صدين کان روءِ زمين تي آباد آهي. جڏهن عربستان جي شهر مڪة المڪرمه زادها الله شرفا و تعظيما ۾ اسلام جو نور چمڪيو ته ان جون تجليون تمام ٿوري عرصي ۾ سنڌ تي به پيون ۽ سڄي سنڌ نوراني ڪرڻ سان منور ٿي وئي، آقا صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جي مبارڪ دور کان قائم رهندڙ اُها ئي سنڌ اڄ به قلندر لعل شهباز، سچل سرمست، سامي، صوفي شاهه عنايت، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، روضي ڌڻي سرڪار، سخي سروَر نوح، مخدوم

پريالوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، سيد غلام مرتضىٰ شاهہ جيلاني، پرچوندي شريف، محمد قاسم مشوري، حضور پير مٺا سائين ۽ خواجہ الله بخش غفاري رضوان الله تعالىٰ عليهم اجمعين جي نگرين سان آراسته آهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ مذڪور اسلاف رحمهم الله تعالىٰ صوفي با صفا ۽ تصوف جا امام رهيا آهن ۽ پنهنجي مبارڪ زندگيءَ ۾ عشق، محبت، پيار، پريت، امن ۽ آشيرواد، ڀائپي ۽ ڀائيچاري جي پرچار ڪيائون. پاڻ يقيناً گفتار جا گوهر ۽ ڪردار جا غازي هئا. سندن ڪارناما محير العقول هئا. سندن هڪ جهلڪ سان ڪٺور دل انسان بہ موهجي گرويده ٿي ويندا هئا. پاڻ انا کي فنا ڪري ڇڏيائون. اهو ئي سبب هو جو ڪين منزل ملي ۽ ماڻهو معتقد ۽ مقلد ٿيندا رهيا، پنهنجي دؤر ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي ذات کي اجتماعي مفادات تي ترجيح ڪونہ ڏنائون. اهو ئي سبب هو جو سنڌ ۾ تصوف جي واڌ ويجهہ ٿيندي رهي، ۽ ائين هر مطلوب رفتہ رفتہ سيراب ٿيندو رهيو. ڪو هڪ ڍُڪ ۾ پُر ٿي سالڪ بڻيو تہ ڪو وري پياسو بڻجي آبِ الفت جو مُتلاشي رهي سُرور محسوس ڪندو رهيو. ڪو فيض جو منتظر رهندي مُجاور ٿي ويو تہ ڪو رموزِ تصوف لاءِ جهر جهنگ جهاڳيندو رهيو.

"تصوف" جي پس منظر ۾ جيڪڏهن وججي تہ ان جون ڪافي معنائون واضح طور تي سامهون اينديون، حالانڪہ ڊاڪٽر صاحب جيڪو ڪجهہ لکيو اهو عوام و خواص جي لاءِ يڪسان مُفيد ۽ ڪافي آهي، مون کي ان موضوع تي وضاحت ڪرڻي ناهي ڇوتہ ڪتابي موضوع تي ڪتاب کان هٽي ڪري گهڻي روشني ان لاءِ

وڏي ويندي آهي جڏهن مواد ۾ ڪا کوٽ يا ڪمي رهجي وئي هجي، هتي آءُ صرف مؤلف جي قلمي پورهئي تي ڪجهه روشني وجهڻ جي سَعي ڪندس، بهرحال پوءِ به اهو عرض اختصار سان ضرور ڪندس ته تصوف ئي نفس جي تطهير ۽ پاڪائيءَ جي راهه ڏيکاريندڙ آهي ۽ زندگيءَ جي هر موڙ تي تصفيو ڪرڻ به تصوف جي تعليم آهي، حُسنِ اخلاق جي صباحت به تصوف آهي، ۽ صوفياڻو سماع به تصوف جو اهڃاڻ آهي. دنياوي لاڳاپا ترڪ ڪري شريعت جو ويس ڍڪي طريقت جي شاهراهه تي گامزن ٿيڻ به تصوف آهي. ائين ڪٿي چئجي ته تصوف جي زرخيز زمين ۾ عشق، محبت، نينهن، ورونهن، روح رهاڻ، امتزاج، تسڪين ۽ راحت جو ٻج پوکيل هوندو آهي. جنهن جي آبياري صوفين جي ذمي هوندي آهي، جنهن کي صوفي بخوبي احسن انداز ۾ نڀائيندا ٿا اچن.

بهرحال انهن سمورين ڳالهين جو جامع عنوان زيرِ نظر ڪتاب "**عشق الوت**" آهي جنهن جي متعلق ڪجهه معروضات پيش ڪرڻ جي مون حتي المقدور سعي ڪئي، جنهن کي برادرم ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر صاحب جن عشق ۾ استعمال ٿيندڙ "عين" جي اشتياق سان انشاپردازي ۽ عبارت آرائي واري اصول کي اپنائيندي وڏي محنت سان جاکوڙيندي سهيڙيو آهي. جنهن کي بالآخر ڪمپوزنگ ۽ ٽيڪسٽ ايڊيٽنگ واري مرحلي کان گذاري ڪتابي شڪل ڏيڻ ۾ به ڪامياب ٿيا آهن. جيڪو هينئر اوهان قارئين جي هٿن ۾ آهي. جي ها آءُ اهو به عرض ڪندو هلان ته تصوف جي موضوع تي ضخيم ڪتاب تاليف ڪرڻ تي ڊاڪٽر

صاحب کي جس هجي کين داد جو مُستحق سمجهي خراج تحسين پيش ڪريان ٿو. هڪ تشفي اها ته هن ڪتاب ۾ شروع کان وٺي آخر تائين وارو مواد هر قسم جي تنقيد، تنقيص، تضاد ۽ متنفر ڳالهين کان بلڪل مبرىٰ آهي. بلڪ اسلاف جي ملفوظات، فرمودات سان مزين ۽ آراسته آهي. ائين ڪٿي چئجي ته هي ڪتاب تصوف جي موضوع تي اخلاقيات جي حوالي سان هڪ باب جو اضافو آهي ته به مبالغو ۽ مغالطو نه ٿيندو. هن ڪتاب ۾ عظيم انسانن سان وابسته ڳالهيون جن سان روح کي راحت اچي، دل کي ڪيف و سُرور ملي، دل و دماغ تر و تازه رهي، جسم کي چين و قرار اچي، جن جو تذڪرو بيمار دلين جو علاج ثابت ٿئي، جن جي ياد مرده دلين کي جيون بخشي شامل ڪري هر ورق ۾ رونق جي حسين امتزاج کي بحال ۽ روان رکيو ويو آهي. راقم الحروف جي راءِ اها به آهي ته هي ڪتاب تصوف جي شائق لاءِ دارين جو مِفتاح پڻ آهي. چوته آقا صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جا فرمانِ شاهي موضوع جي مُناسبت سان وڏي اهتمام سان پيش ڪيا ويا آهن، اقوالِ صحابه و تابعين ۽ ذڪرِ سلف و صالحين به ڪجهه صفحن تي سمايل آهن. مون ڪتابِ هٰذا کي ڪمپوز ڪندي پڙهيو، وري پُروف ريڊ ڪيو ۽ نيهر ايڊيٽنگ جي دوران به مطالعو ڪيو. مطالعي جي دوران مون کي ڪافي سَرهائي محسوس ٿي. چوته تحريري مواد ۾ رِقت انگيزي، خوش طبعي ۽ فڪرِ آخرت جو جذبو عيان آهي.

ڪتاب ۾ موجود "پنهنجي پاران" وارو مواد جنهن ۾ مؤلف پنهنجي ٻالڪپڻي واري دور کان وٺي ڊاڪٽر ٿيڻ بلڪ وليءِ

ڪامل سان ناتو جوڙڻ تائين پيش ايندڙ نشيب و فراز جو ذڪر ڪيو، جنهن مان اندازو لڳو ته پاڻ غريبيءَ جي هوندي به همٿ ۽ يقين جو دامن نه ڇڏيائون، غربت هوندي به محنت ڪري ڊاڪٽر ته بڻيا پر ديني تعليم کان مُستغني به نه ٿيا، عشق جي مڪتب ۾ تصوف جو طالب ٿيندي يقينِ ڪامل جي فقر سان گذارو ڪيائون. تساهل کي ويجهو اچڻ نه ڏنائون، علمِ دين کان مُستفيض ٿيندي روحاني سُڪون حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جي وليءَ ڪامل غوثِ زمان خواجهء خواجگان حضرت علامه مولانا الحاج محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليه سان نينهن جو ناتو جوڙيائون. ڊاڪٽر صاحب سان منهنجي جڏهن پهرين ملاقات ٿي ته مزاج جي حوالي سان مون کي ڏاڍا مُشفق نظر آيا، ۽ مهمان نوازيءَ ۾ به سندن مثال هڪ جدا حيثيت جو حامل آهي. ٻي ملاقات ۾ سندن ملنساريءَ جو باقاعده اندازو ٿي ويو. پاڻ ڏاڍا قربائتا ۽ قربدار آهن. سندن علم ۽ عمل ۾ تفاوت جو عنصر ڪونهي، سندن قلم ۾ رواني ۽ فهم ۾ تيزي آهي. سندن تاليف ٿيل ڪتاب ”عشق الوٽ“ جي ڪافي جاين تي موقعي جي مُناسبت ۽ مُطابقت سان شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله تعالیٰ علیه، سچل سرمست رحمة الله تعالیٰ علیه، سامي، مولانا رومي، بابا فريد شڪر گنج رحمة الله تعالیٰ علیه، سخي سلطان باهو رحمة الله تعالیٰ علیه، سيد محمد راشد شاه، سيد قطب شاه، ڪبير ڀڳت، شيخ اياز، استاد بخاري، صاحبڏنو فقير، تمر فقير، علي نور بخش اسيري رحمة الله تعالیٰ علیه، روحل فقير، ڊاڪٽر علامه محمد اقبال جا شعر، اولياءِ ڪاملين جو تذڪرو پڙهندي ۽ دلي اصرار تي جهونگاريندي دلي ۽

روحاني سڪون محسوس ٿيو، خاص طور تي حضرت محمد عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين رحمة الله تعالىٰ عليه جي اشعار ۾ ڪافي رقت محسوس ٿي جنهن جي فيض واري پالوٽ سان سموري سنڌ سيراب ٿي. جيجل سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سندن خليفا روحاني رمز سان امتِ مسلمه جي اصلاح لاءِ هن وقت به ڪوشان آهن. جن ۾ درگاهِ عاليه حسين آباد قمبر شريف، درگاهِ عاليه الله آباد ڪنڊيارو شريف ۽ درگاهِ عاليه فضل آباد شريف ماتلي نمايان آهن. جن وٽان تاحال اُنس و محبت جي تعليم عام ٿي رهي آهي. جيڪڏهن اهڙيون هستيون نه هجن جن جو ڪم ئي اسلام جي حڪيمانه انداز سان ماڻهن کي خوابِ غفلت مان بيدار ڪرڻ آهي ته هوند اجنبي تاثرات و تحرڪات ۽ مَغربي يلغار سان اپوجهه ۽ ساده دل مسلمان گناهن جي دلدل ۾ ڦاسندا وڃن ها. پر انهن ئي ڪامل انسانن جي نظرِ پُر اثر ناممڪن کي به ممڪن بڻايو، جن جي روحاني ڪمائيءَ سان اهڙا ته اهلِ علم ۽ اهلِ قلم مليا جن تصوف جي ميدان ۾ پاڻ ملهايو. ڪي اديب ٿيا ته ڪي مذهبي اسڪالر ڪي خطيب ٿيا ته ڪي مقرر ۽ مُتخصص بڻيا. ڪي علمِ ڪلام جا ماهر ته ڪي قرآن ڪريم جا مفسر ۽ احاديث جا شارح بڻيا، ڪي علمِ جفر جا ڄاڻون ته ڪي شاعريءَ جي صنفن ۾ مَشاق ٿيا ۽ ڪي علمِ فقه جا ماهر ته ڪي علمِ تصوف جا گوهر ٿيا.

ها! اها به هڪ اٽل حقيقت ۽ حاذق ماڻهن جو تجربو رهيو آهي ته هر فن جا ماهر هر دَور ۾ رهيا آهن. يقيناً تصوف جي فن ۾ به شهير شخصيتون گذريون آهن. تصوف جي ميدان ۾ سوين نه بلڪه هزارين

مطلوب اهڙا آهن جن طالب جي طلب ۾ پنهنجو پاڻ کي پچائي لال بڻايو. عشق جي عميق مان ٻه پار ٿي سرفروش ٻڌجي نروار ۽ نمودار ٿيا. انهن مطلوبن جي طويل فهرست ۾ آءِ ڊاڪٽر صاحب جو نالو ٻه پنهنجي پاران اختياري نه بلڪه لازمي حيثيت سمجهي ڳڻايان ٿو ڇوته سندن تصوف سان لڳاءُ ڪافي پراڻو ۽ گهرو آهي. ڪتاب کي چار چنڊ لڳائڻ خاطر موضوعات ۾ قال الله عزوجل و قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ، صحت جي حوالي سان فرموداتِ رسول صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم مواعظِ صحابه عليهم الرضوان تصوف جي باري ۾ مختلف انومان، تصوف جا اصلي محرڪات، صوفين جا خانوادا، صوفياءِ ڪرام رحمهم الله جون خاصيتون، صوفين جو موقف ۽ فضيلت پريون ڳالهيون مرتب ڪيائون. جنهن جو فيڊ بيڪ انشآءَ الله عزوجل ڪين تمام جلد ملندو.

خدا تعالىٰ کان سندن لاءِ دلي دعا آهي ته علوم و فنون ۽ ادبيات ۾ اڃان ٻه ترقي ڪن. شاهراهِ تصوف تي گامزن رهن جيڪو ڪجهه لکن اهو عوامِ اهلسنت ڪثرهم الله جي وسيع مفاد ۽ عشق و محبت جي بنيادي ۽ منتهىٰ اصولن تي منحصر هجي. جنهن ۾ هن مواد وانگر امن ۽ ڀائيچاري جو درس هجي جنهن ۾ پيار ۽ پاڀوهه جو تسلسل هجي، پنهنجي سان ڪنوڪڊ پرايو ٻه راغب ۽ متاثر ٿئي. سندن تصنيف لائبريرين سميت هر آفيس جي زينت بڻجي ۽ عوام و خواص ان مان استفادو حاصل ڪندو رهي.

آمين بجاه النبی الامین صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم

23-03-2012

علي حسن ايم. مغيري
ڪراچي

# پنهنجي پاران

سنڌ صدين کان آباد ۽ شاداب آهي ۽ انشاءَ الله عزوجل آخر تائين ائين ئي رهندي. اُن سونهاري سنڌ ۾ صوفين جا آستانا آهن جيڪي هميشہ آباد ۽ فيض سان سرشار رهيا آهن ۽ انشاءَ الله عزوجل آخر تائين انهن آستانن جون ڪرڙيون ۽ پيچ فيض ۽ گنج جي مالڪ حضرت آقاءِ نامدار محمد سرڪار صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن سان ڳنڍيل رهن ۽ جيستائين الله لوڪ انسانن جا باطني فيض جي مئہ سان مئخانا رڱيل رهندا تيستائين سنڌ جو نالو ۽ نشان وٽڻ وارو هرگز سالم نہ رهي سگهندو. هن سنڌ جي هڪ ننيڙي ڳوٺ پيري مهيسر ۾ 1972ع جي ٻارهين مهيني جي ستين تاريخ تي، مون پنهنجي ڪڪائين گهر جي اندر صبح جي وقت اک کولي. منهنجو پيءُ وڏين پوڳنائن جو شڪار رهي چڪو هيو. پنهنجن جي ستم ظريفين والد صاحب کي پيچي پورا پورا ڪري وڌو هيو. اسان جو ڏاڏو ڏايو شاهوڪار ۽ ڳوٺ جو وڏي ۾ وڏو زميندار هيو. سوين ايڪڙن تي مشتمل زرعي ايراضي جو مالڪ ڏاڏا حاجي محمد عرس سڄي ڳوٺ جي اندر عزت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو هو. جوتہ اسان جو خاندان شروع کان وٺي مذهبي رهيو آهي. ڏاڏا سائين جن جو واسطو سائين پير فضل علي قريشي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جن سان هيو. ۽ انهن جي وصال کان پوءِ حضرت پير مٺا سائين رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ سان نسبت جُڙي. ڏاڏا سائين جن جي وصال کان پوءِ بابا سائين يار محمد مهيسر جن بہ حضرت پير مٺا

سائين رحمة الله تعالىٰ عليه جن سان روحاني ناتو جوڙيو هيو. بابا سائين جن اڪثر ڳالهه ڪندا آهن ته حضرت پير مٺا سائين رحمة الله تعالىٰ عليه جڏهن بيماريءَ سبب ٿورڙا ضعيف ٿيا ته ان ضعف واري حالت ۾ به حضرت جن ڪي اسان ڪٽ تي ويهاري ڪلهن تي ڪڻي اچي پنهنجي ڳوٺ ۾ تبليغ ڪرائيندا هئاسين. جڏهن حضرت پير مٺا سائين رحمة الله تعالىٰ عليه جن جو وصال مبارڪ ٿيو ته ان کان پوءِ بابا سائين ڪنهن ٻئي جو هٿ وٺڻ ڪي سُٺو سنوڻ نه سمجهندا هئا. چوندا هئا ته بابا بس هاڻي ته پير مٺا جي آڳر لڳي آهي ، ان کان پوءِ باقي ڪنهن ٻئي جي آڱر جي مون ڪي ضرورت ڪونهي. قبر ۾ انهيءَ آڱر جو واسطو ڏئي خدا تعالىٰ کان مغفرت گهري وٺنداسين پر جڏهن مان حضور سڄڻ سائين مدظله جن جي دستِ بيعت ٿيم ۽ حضور سائين ڪي پنهنجي اسپتال جي افتتاح لاءِ عرض گذار ٿيم ۽ قبلا سائين اتي تشريف فرما ٿيا ته بابا سائين بيهنديي بيهندي خود قبلا عالم جن جي سامهون اچي دستِ بيعت ٿيا ۽ حضور جي آڱر پنهنجي دل تي لڳرائي ذڪر جي تازگي حاصل ڪري ورتائون. مان ششدر ٿي ويم ته اهو بابا سائين ۾ انقلاب ڪيئن آيو؟ جڏهن گهر ويم ۽ مان بابا سائين کان سبب پڇان ٿي پڇان، ان کان اڳ پاڻ اڳتي وڌيا ۽ اچي منهنجي نرڙ تي بوسو ڏئي فرمايائون ته پٽ توکي مبارڪ هجي. تون مون کي ماري وئين. مان ڏٺو ته قبلا عالم جيئن ئي اسپتال جي اندر تشريف فرما ٿي رهيا هئا ته سندن مٿان خدا تعالىٰ جي طرفان به فرشتا هئا جيڪي هڪ وڏي نوراني چنيءَ سان سندن ساڄي ڪاٻي هلي رهيا هئا ۽ چنيءَ جي هيٺان نور جون تجليون هيون. مون ڏٺو ته

جڏهن حضورِ عالم ڳاڏيءَ کان هيٺ تشريف فرما ٿيا ۽ تو اڳتي وڌي مصافحو ڪيو ته مصافحو ڪرڻ شرط تنهنجي هيئت ۾ تبديل ٿي وئي. مون سمجهيو ته اهڙو وقت جو قطب وري يا نصيب هٿ اچي ۽ سگهي يا موت ملاقي ٿئي،چونه اڄ ئي دست بيعت ٿي وڃان ۽ ان لاءِ مان وڌي اڳتي اچي دستِ بيعت جهڙي نعمت سان سرشار ٿيم. بهرحال اصل ڳالهه ڪرڻ جو مقصد اهو هيو ته مون هڪ ڪڪائين گهر ۾ جنم ورتو. ايتري گنج هوندي ۾ ڏاڏي سائين جن جي تڪڙي وصال کان پوءِ بابا سائين جي عمر پنجن سالن جي لڳ ڀڳ هئي. ۽ چاچن جون عمريون پنجاهه ڀاونجاهه سالن جي برابر هيون. ڏاڏا سائين جون ٻه شاديون هيون. ان حوالي سان بابا سائين تمام ننڍو هيو ۽ ائين سموري ملڪيت چاچن ڏانهن منتقل ٿيڻ جو سبب جُڙي ويو. جڏهن بابا وڏا ٿيا ته ان جي هم عمر سندن ڀائيٽيا هئا. ان وقت ڪين ٻڌايو ويو ته بابا حصي ۾ تنهنجي لاءِ ڪجهه ڪونهي. جيڪو ڪجهه آهي سو اسان جو ڪمايل آهي. ائين اسان ڪک پتي ۽ اهي لک پتي ٿي رهيا.

منهنجو جمڻ ٻه ڪنهن ولي الله جي ڪرامت آهي. ماتا جهڙو موذي مرض نجي ملڪ ۾ لابارو وجهي رهيو هيو. جيڏانهن ٻه پئي نظر ڊُڪي ته بس ماڻهن جون رڙيون هيون ته ماتا پٽا ماتا. ڪيترائي ماڻهو انڌا ڪري وئي، ڪيترائي ڪاري وئي، ڪيترن جي قوتِ سماعت ۽ قوتِ بصيرت موڪلائي وئي ته ڪيترن جي شڪلين ۾ بگاڙ اچي ويا. منهنجي امڙ جيڪا قرآن پاڪ جي حافظ آهي. ان کي ٻه ماتا جهڙي موذي مرض پنهنجي گرفت ۾ ڪري ورتو. ايتري

شديد ماتا نڪتي جو بابا سائين! ڪفن به خريد ڪري آيو. ڪڻ تي واري وچائي پوءِ امڙ کي ان مٽان سمهاري ۽ مٽان به واري وِڌي ويندي هئي ته جيئن زخمن جو ٽشو واريءَ ذريعي چُوهجي ۽ چُوسجي وڃي. اهڙي پوزيشن مان به امڙ خير خوبيءَ سان نڪري آئي ليڪن هوءَ پنهنجي بينائي وڃائي ويٺي. بهرحال پوءِ شجاع آباد جي ڊاڪٽرن جي علاج ذريعي سندن هڪ اک جي بينائي بحال ٿي ويٺي ليڪن ڏکن اسان ساڻ نڌيي لاڪون ڏوجرو ڪيو. امڙ گهر ۾ ٻوهاري ڏئي رهي هئي ته بابا جي پائيٽي ڇهبڪ ڪٽي امڙ سان مذاق شروع ڪئي ۽ اهو ڇهبڪ سندس بينائي واري اک ۾ چُبجي ويو ۽ پوءِ امڙ ويچاري ان اک جي بينائي به هميشه لاءِ وڃائي ويٺي.

(هڪ ڏک منهنجي سائڻ جو)

والدين کي اولاد ۾ به ڏيئر ۽ هڪ پٽ هئا. سندن پٽ الهوسايو (پيار مان ڪيس سڏيو ويندو هيو) ٻارهن سالن جو ۽ ڏي شمع ائن سالن جي. انهن ٻنهي تي به ماتا حملو ڪيو ۽ خدا تعاليٰ جي قدرت ته اهي ٻئي هڪ ئي ڏينهن ۾ وصال ڪري ويا ۽ مولوي صاحب شهر ۾ خوف ۽ هراس کان بچڻ لاءِ انهن ٻنهي جا جنازا هڪ ئي ڪٽوليءَ تي ڪڍايا. انهن جي موڪلائي وڃڻ کان پوءِ امڙ جي ڪهڙي ڪيفيت ٿي هوندي؟ ڪير گهڙي پل لاءِ ٿورو تصور ڪري ته ڏسي!

(ٻيون ڏک منهنجي سائڻ جو)

هاڻي اولاد نه پئي ٿيو، دعائون، ڏاڍا ڦيٿا سڀ ڪجهه، خير خيراتون انهن ٻنهي ڇا ڇا نه ڪيو هوندو؟ پر اولاد نه پئي ٿيو. صرف هڪ نياڻي هئي. هڪ اکين جي نابينا کي پٽ جي سهاري جي

شدت سان ضرورت هئي. سانده سورنهن سال رات جي وقت ۾ امڙ هڪ هڪ پير تي بيهي قرآن شريف به پڙهندي هئي ۽ روئندي به هئي. پوتيءَ کي ٻچيءَ جو ڳارو ٻڌائيندي هئي، هوءَ هوندي هئي، ۽ هن جو رب هوندو هيو. منهنجا قرابتدار امڙ سائڻ تي چڙون ۽ ٺٺوليون ڪرڻ لڳا ته اچي ڪراڙي ٿي آهي ۽ هاڻي ٿي ڏاڙهيءَ سان پٽ ڄڻي. آخر انهن بابا سائين کي ٿيڪون ڏنيون، هن جي شادي ڪرائڻ جا سانباها شروع ڪيا.

(ٿيون ڏک منهنجي سائڻ جو)

نيٺ اهو ڏينهن آيو، ته سياري جنوريءَ جو ٽائيم هيو. سيءُ به چوي ته اڄ نه پوان ته پوءِ ڪڏهن پوان. ٿوري سج ڪني نڪتي آهي ۽ امڙ ٻورين ۾ پيل سُڳداسي ساريون ڪولي آڳر تي سڪائڻ لاءِ وِڌيون اچان مس هيون. اوچتو دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٿيو. امڙ پنهنجي ننيڙي ساڻ ڪري دروازي تي پهچي وئي، ڏسي ته هڪ ملنگ مست پٽيءَ اگهاڙو آهي. ڪلهي تي چوٽي رلي پيل آهي. هٿ ۾ گهوڙيءَ جي مهار آهي. امڙ ان کي جلدي ۾ عرض ڪيو ته ملنگ بابا دعا فرمايو ته الله تعاليٰ مون کي پُٽڙو اولاد ڏئي. ملنگ بابا دعا ڪرڻ کان اڳي چوي ٿو ته مائي تنهنجي اڱڻ تي ساريون سُڪي رهيون آهن. انهن سارين مان ڇڄ ڀري ڪٽي آ ته گهوڙيءَ کي وجهان، ڏاڍي بکاري آهي. امڙ دير نه ڪئي ڇَڄُ ڀري ڪٽي آئي. فقير ساريون هٿ ۾ جهلي واپس ڪيون ۽ چيو ته اهي وڃي آڳر تي وڇاءِ. منهنجي گهوڙي نه کائيندي ۽ هاڻي وڃ گهر مان چونڊي سهڻي ٺڪ جي رلي کڻي آ. امڙ وئي ۽ چونڊي چونڊي خوبصورت رِلي کڻي آئي.

دراصل فقير بابا ڏسڻ پيو چاهي ته هن عورت جو ڪيترو عقيدو ۽ ويساهه آهي؟ فقير رلي هٿ ۾ جهلي واپس ڪئي. نه بابا تنهنجي رلي هينئر نه کپي. جڏهن پٽ ڄمي ته پوءِ تو کان رليون وٺنداسين. هاڻي سڳو ڪٽي آ ته توکي پڙهي ڏيون. امڙ ڌاڳو ڪٽي آئي، فقير سائين سڳي کي وات ۾ وجهي ڦيرائي امڙ جي پلاند ۾ رکي ٿو ۽ چوي ٿو ته هاڻي هيءُ سڳو هٽيڪو ڪري ٻچيءَ ۾ ٻڌجانءِ. توکي پٽ ڄمندو. ڪاٻي ران تي داغ جو نشان هجيس ته چئجانءِ، ٻچل فقير جو وٺي ڏنل آهي. جيڪڏهن نشان نه هجيس ته مائي اسان ڏانهن نه سمجهجانءِ ۽ نالو غلام عباس رکجانس.

فقير رمندو ويو ۽ امڙ کي ان ئي مهيني اميدواري ٿي ۽ نون مهينن بعد مان پيدا ٿي پيم. ليڪن فقير ٻيهر اسان وٽ ته نه آيو مان هينئر تائين امڙ کي چوندو آهيان ته امان سائڻ اهو سمورو فيض منهنجي سڄڻ جو آئي. مسڪرائي چوندي آهي ته هاڻي ته اسان جي اٿڻ ويهڻ، کهمڻ ڦرڻ، کائڻ پيئڻ، سمهڻ، پکي جي آواز ۾، ڪُنيءَ جي ڪڙڪڻ ۾ مقصد ته هر هڪ شيءِ مان "حق سڄڻ سائين" جو آواز نڪري رهيو هوندو آهي. مان مدرسي ۾ داخل ٿيم. سموري پونجي منهنجي والد جي مان هيم. مون کي انهن پاڻ تڪليفون ڪاٽي سونن چمچن ۾ کارايو. مدرسي ۾ پڙهڻ نه ويندو هيم ته استاد کي پيسا ڏئي ايندا هئا. ۽ اهو روز خرچي جو ڏيندو هيو ته ان لالچ تي مان صبح جو پنجين وڳي اٿي مدرسي پهچندو هيم.

صرف، نحو، منطق، اصول، فقه، فارسي، عربي ايستائين جو علم الميراث، سراجي، ڪنزالدقائق، قدوري، قافيو، صحيح بخاري،

مشڪواة، صحيح مسلم ۽ هدايه وقايه تائين پڙهيم. دستاربنديءَ جو وقت آيو ته منهنجي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ٿي وئي، اُتي ڪارل مارڪس، مائوزيتنگ، ليونالسٽائي وغيره تمام گهڻا پڙهيا ۽ مان ڪميونسٽ لابيءَ جي صحبت ۾ اچي ڊارون جون ٿيوريز سلجهائڻ لڳم ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم ته هيءَ سڀ ڪجھ پاڻيهي جاڻهي سرزد ٿي رهيو آهي. ڪيترين اخبارن ۾ ڪالم، ناول مضمون ۽ ڪهاڻيون لکيون. ترقي پسند اديب ثابت ڪرائڻ لاءِ اسلام جي خلاف لکڻ شروع ڪيم. واهه واهه ٿيندي وئي. بهرحال هڪ اهڙي لکڻي به هئي جنهن تي مون مٿان ويهن علماءِ ڪرام جي ڪفر جي فتوىٰ لڳي. ان فتوىٰ تي چڻ ته منهنجو قد ڪاٺ وڌي ويو هيو ۽ مون سمجهيو ته هاڻي مان چونيءَ جي اديبن ۾ شمار ٿيڻ لڳم. مرحوم شيخ اياز جڏهن ”برسات“ اخبار جو ايڊيٽر هوندو هو. ان وقت ان هر ٽئين ڏينهن پنهنجي اخبار جي صفحي جي چوٿائي ڪي منهنجي حوالي ڪيو هيو. ۽ منهنجو ڪالم ”ڪارونجهر جي ڪور تان رُڃَ تي رڻهون ڪري“ ڇپجڻ شروع ٿيو. ليڪن ذهني سڪون نه هيو. مون سوچيو ته هڪ ڪمرو رازي ڪانسواءِ جُڙي راس ٿي نه ٿو سگهي ته اهڙي وشال دنيا ائين خودبخود وجود ۾ ڪيئن آئي؟ ۽ خود بخود پنهنجي ارتقا جي طرف ڪيئن وڌي رهي آهي؟ هڪ معمولي ڪار به ڊرائيور ڪان سواءِ هلي نه ٿي سگهي ته پوءِ هيءَ دنيا ائين ڪيئن هوندي پنهنجي خالق ڪان سواءِ.

۽ پوءِ سچڻ سائين جن جي قدمبوسي نصيب ٿي. مون کي خدا نه ڪتابن ۾ مليو، نه قدورين ۾ مليو، نه ڪنزن ۾ مليو، نه هدايه ۽ وقايه ۾ مليو، مون کي خدا نه صَرَفَ ۾ مليو، نه نحو ۾ مليو، نه فلسفي ۾ مليو، مون کي خدا نه ڪميونزم ۾ مليو ۽ نه مسجد جي

نکن ۽ مدرسي جي رَهلن ۾ مليو، مون کي خدا نہ ليونالسٽائي ۽ ڊارون جي نظرين ۾ مليو نہ مارڪس، لينن ۽ مائوزيتنگ جي نظرين ۾ مليو، بس جيڪڏهن مون کي خدا مليو تہ پنهنجي حضور جي هڪ نظر ۾ مليو، مون کي خدا مليو تہ "سچڻ سائين" جي هڪ مسڪراهٽ ۾ مليو، مون کي خدا مليو تہ "سچڻ سائين" جي آگر جي جُنبش ۾ مليو، مون کي خدا مليو تہ "سچڻ سائين" جي نشست ۾ مليو، مون کي خدا مليو تہ "سچڻ سائين" جي خطاب ۾ مليو ۽ پوءِ مون پنهنجي قلم کي پهرئين جنبش ڏني ۽ پهرئين جنبش ۾ منهنجي قلم تصوف تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري ڪجھ قرطاس تي اوتاري ورتو آهي.

تصوف تي ڇپيل ڪتاب "اظهار الحق" جي ڪاميابيءَ کان پوءِ منهنجي هيءَ هڪ ٻي ننڍڙي ڪاوش آهي. هيءَ ڪتاب (عشق الوٽ) انهن مضمونن تي مشتمل آهي جيڪي مضمون مختلف وقتن تي مختلف اخبارن ۾ بہ ڇپجي چڪا آهن.

مثال طور : روزاني آفتاب، روزاني جاڳو، روزاني عوامي آواز، روزاني ڪاوش، روزاني مقدمو، روزانہ عبرت، پيپلز ٽائيم ميگزين ۽ سنڌ رويو ميگزين وغيرہ خاص طور تي گهڻو تعداد "برسات" اخبار ۾ ڇپيو.

انهن ئي مضمونن کي مختصر طور تي چنڊڇاڻ ڪري هڪ ڪتابي صورت ۾ آندو آهي تہ جيئن پڙهندڙ منهنجي هن پورهئي مان ڪجھ لاڀ حاصل ڪري سگهن. منهنجو اهو ئي قلم آهي جيڪو ڪجھ عرصو اڳ ۾ ڪارل مارڪس، مائوزيتنگ، ليونالسٽائي وغيرہ جون ڳتيون سلجهائيندو هيو ۽ ان کان پوءِ سياسي لاهن چاڙهن، تبصرن ۽ تجزين تي پنهنجي مس خشڪ ڪندو هيو ليڪن هينئر مون کي عقل آيو آهي ۽ مون سمجهيو آهي تہ پنهنجي

عمر جا لڳ ڀڳ ائٽيهه قيمتي سال مون فضول وڃايا آهن. پل پل ۽ خالي واهه واهه کان سواءِ باقي مون خدا تعاليٰ جي ذاتِ بابرڪات ۽ پنهنجي آقا سيد الڪونين صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي هستيءَ جي رضا ۽ خوشنوديءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ ذري برابر به عمل نه ڪيو، هيئنر جڏهن منهنجي دل تي حضرت محبوب سڄڻ سائين جن جي آگر لڳي آهي ته منهنجيون اکيون کليون آهن ۽ مون سمجهيو آهي ته پنهنجي ائٽيهه سالن جي ڊگهي زندگي مون ڇٽڪي هڪ خواب نگريءَ ۾ رهي گذاري ڇڏي ۽ ان خواب ۾ الله ۽ ان جي حبيب لبيب صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي قربت کان دور رکڻ لاءِ مون کي شيطان ٿڦڪيون هڻي ننڊ ڪرائي هئي.

هيئنر بلڪل به ائين ڀاسجي رهيو آهي ته مون کي حضرت محبوب سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليه جن ڪنَ کان پڪڙي ڪڙو ڪيو آهي ته اٿ غافل! تون هيءُ پنهنجي پير تي ڪهاڙو ڪيئن لڳائي رهيو آهين؟ توکي خبر آهي ته اڃان ڪيترا سال جيئرو رهندين؟ تو کي خبر آهي ته تون سڀاڻي هن دنيا ۾ هوندين يا عالمِ برزخ ۾؟ جيڪو ڪجهه ڪرڻو اٿئي ته اڄ ڪري ڇڏ سڀاڻي تي ڀاڙڻ وارا پٽڪي ويا آهن، بس مان اڄ ائين محسوس ڪري رهيو آهيان ته ڄڻ مون کي هڪ ٻي زندگي ملي آهي جنهن ۾ منهنجي لاءِ منهنجي مرشد جي نگاهِ ڪرم آهي ۽ ان نگاهه سبب مون حقير جو مقدر ٺهي ويو آهي.

بس ان نگاهه ۾ مان منڪر نڪير جي سوالن جا جواب به ڀسان ٿو، اميد جي جستجو ۾ مان جنت جو حقدار به سمجهان ٿو، مان حورن ۽ غلمان جو پاڻ کي حقدار به محسوس ڪريان ٿو، حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي ذات جي شفقت و مهربانيءَ جو

استحقاق بہ سمجهي رهيو آهيان.

مون هاڻي باقي زندگي گذارڻ جو لائحه عمل ڪجهہ هن طرح سان جوڙيو آهي تہ پنهنجي مرشد ڪريم جي نگاهہ جي ڇانوَ ۾ هر ڏينهن جو ڪجهہ حصو روزي رزق جي طلب ۾، ڪجهہ حصو خدا تعالىٰ جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ عبادت ۾، ڪجهہ حصو پنهنجي مرشد جي پيغام کي پورو ڪرڻ لاءِ تبليغ ۾ ۽ ڪجهہ حصو لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ بسر ڪري وٺندم.

هن ڪتاب جي سهاري سان مان پنهنجي پير سچڻ دامت برڪاتهم العاليه جن جي خدمتِ عاليه ۾ عرض ڪرڻ چاهيان ٿو تہ:

اي رهبر پير،
تنهنجي رهبريءَ ۾،
ماڻهن جون قطارون لڳل آهن،
ماڻهو جوق در جوق تنهنجي غلامي قبولڻ لاءِ دست بستہ آهن،
مان خوش قسمت آهيان،
جو تو پنهنجي غلامي جي مالها،
پنهنجي نرم نرم،
نازڪ نازڪ،
آڱرين جي تحرڪ سان،
پوئي سموهي،
مون کي پارائي آهي !!!
پر اي مرشد!!
اڄ هڪ ڳالهہ چوان،
هڪ ننڍڙي ٻار جي آئي جيان،

هڪ ننيڙو ضد پنهنجي بابا سان،
وڏي تعظيم ۽ تڪريم سان ڪيان؟
جڏهن مان مران،
ته منهنجي مڙهه تي محبوب تون ضرور اچجانء !!!
منهنجي مڙهه جي چهل قدمي،
منهنجي مڙهه جو اسقاط،
تون پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪرڻ فرمائجانء،
۽ منهنجي جنازي نماز،
جي تنهنجي پيش امامت ۾ ٿي وڃي!!!
۽ منهنجو مڙهه،
جي فقير پور جي قبرستان ۾ دفن ٿي وڃي،
ته مون لاءِ پئي کهڙي عيد،
اي مرشد!
اها منهنجي وصيت آهي!!
آهه!!! شل قبول پوي!
اها منهنجي وصيت آهي!!
آهه!!! شل قبول پوي!

حقير فقير سگ درگاهِ الله آباد شريف
ڊاڪٽر غلام عباس مهيسر طاهري
رفيق ميموريل ميڊيڪل سينٽر ميهڙ ضلعو دادو
فون نمبر: 0254009482
موبائل نمبر: 03337544637

## سچڻ پير! تنهنجي منزل نرالي!

ڪلينڪ تي مريضن جي هڻ هڻان، پريشانيون، سوچون، خيال، بس دل ويڳاڻي ۽ من مونجهاري جو شڪار هوندو هو. روحاني طور تي منهنجي جسم جو پنڊ پاڻ بلڪل خالي خالي هيو. ڪنهن ڪنهن وقت سوچ وڪوڙي ويندي هئي ته هن دولت جي لوڀ لالچ ۽ موهه منهنجي رڳ رڳ کي خشڪ ڪري وڌو آهي.

منهنجو اندر وارو ٺڪر بلڪل خالي ۽ خشڪ بڻجي ويو هيو. جسم ۽ جان ۾ خوشي ڪڏهن موجود ٿي نه سمجهيم. جڏهن روح کي آڪسيجن نه ملي ته اهو جسم جي ڪنهن روڳي حصي وانگر مري ويندو آهي. جنهن جو يا ته علاج ڪرائجي. يا ڪنهن ڏاهي ۽ داناءَ جراح کان معائنو ڪرائجي نه ته اهو روڳ خراب ٿي سڄي جسم کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي.

هونئن ته مون نظرون کهٽيون ٻوڙايون مسجدن طرف واجهايم ته اهي پريل هونديون هيون، سجدن وارا ڳڻ جيترا نه هئا، تسبيون هٿن ۾ جهلي مٽيو مٽيي تي هٽي هڪ ردم پيدا ڪري رهيا هئا. جو دل ۾ پئي چيم ته بس خدا ته انهيءَ جاءِ تي ويٺو آهي. انهن سمورن ماڻهن پنهنجي خدا تعالىٰ سان ڪچهري ڪري ورتي آهي، ملاقات ڪري ورتي آهي، ملن جون ٻانگون ڏيڻ ۽ الله تعالىٰ جي ذڪر جا هُوڪرا، وڏا نوٽا ڦيٿا ۽ ڏاڍا تعويذ وڏا پٽڪا،هٿن ۾ ڏنڊا، واهه واهه! سوچيم ته بابا! اصل ۾ هيءُ ئي ته قافلو آهي پيروڪارن جو. هنن جي قافلي ۾ وڏي اهنسا، آشتي ۽ سڪون آهي. مان به پڪو پڪو

ڪيم، اڃان عمر ٻالڪپڻي واري هئي. مون ٻه پنڪو پڌو. استاد جو هٿ پڪڙي سبق پڙهيم. قاعدو پڙهيم، قرآن شريف پڙهيم تفسير پڙهيم، اصول پڙهيم، منطق پڙهيم، نحو پڙهيم، صرف پڙهيم، فقہ پڙهيم، حديث جي ڪتابن ڪي عبور ڪيم، فارسي پڙهيم، زليخا پڙهي، سڪندرنامو پڙهيو. سراجي پڙهي ۽ سراجيءَ جي مشڪل ترين باب ذوي الارحام تي ته مون ايترو عبور حاصل ڪيو جو وڏا وڏا مفتي به جيڪي ميراث جي مسئلن ۾ مونجهاري جو شڪار ٿيندا هئا ته مان اهي حل ڪري ڏيندو هيو مان. شرح هدايہ ۽ شرح وقايہ جو به هڪ هڪ جلد پڙهيو. حديث ۾ صحيح بخاري، مشڪواة المصابيح، صحيح مسلم مطلب ته صحاح سته جا سيئي ڪتاب پڙهي ورتا، ايتري تائين مان هڪ شهري نوجوان بڻجي ويم. ۽ هوڏانهن ميڊيڪل جي علم ۾ پيرپائي ڊاڪٽر بڻجي ويم. ڪلينڪ به کولي وڌم، پر ايتري ڪجهہ ڪرڻ کان پوءِ به جنهن شيءِ جي ڳولا ۾ هيم اها شيءِ مون کي حاصل نہ ٿي. اڃان به اڄايل جو اڄايل رهيم. پريشان ٿي ويم، پٽسان پنڪا پڌا، رحل ڪتيان، کوڏا ڀڳا، تهجدون پڙهيون، شبِ برات جي رات تي بالٽي پاڻيءَ جي سامهون رکي سڄي رات نفل پڙهيا، مولوي صاحب ٻڌايو هيو ته هڪ ساعت اهڙي ايندي جو دنيا جو سمورو پاڻي ڪير ٿي ويندو آهي. ۽ اُن وقت جيڪڏهن اهو ڪير ڪنهن کي نصيب ٿي ويو ته بس پوءِ اهو ته صاحبِ ڪرامت بڻجي ويندو. بيهي نفل به پڙهندو هيم ته بالٽي پاڻيءَ جي ۾ نظر به هوندي هئي. رات گذري ويندي هئي پاڻي ڪير نہ بڻبو هيو.

سوچيو هيم تہ ڇو ڀلا ڪوهہ جي ڪناري تي هوندي بہ مان اُڃارو آهيان؟ ڇو ڀلا مون کي لال نہ مليو آهي؟ مان خدا تعالىٰ جي نہ ملڻ جي ڪري ئي تہ پنهنجي ميڊيڪل واري تعليم ۽ هاسٽل جي ولڳريءَ واري زندگيءَ دوران اسلام جو انڪاري ٿي ويو هيم. چيم تہ نعوذ بالله خدا ڪونهي، مون ڊارون جون ٿيوريون پڙهڻ شروع ڪيون. مون ڪارل مارڪس، مائزيتنڪ، ليوٽالسٽائي وغيره تمام گهڻا پڙهيا ۽ پوءِ مان ڪميونسٽ ٿي ويم. مان پنهنجي حساب سان ترقي پسند بڻجي ويم. پنهنجي لاءِ اسٽيجون سينگاريون هيون. منهنجي زبان ۾ شايد ڪا شيطاني سگهہ اچي وئي هئي. ماڻهو منهنجي تقريرن جي لاءِ انتظار ڪندا هئا. اسٽيج تي ايندو هيم جڏهن اسلام جي مخالفت ڪندو هيم تہ تاڙيون وڄي وينديون هيون. واهہ جو هڪ ترقي پسند آهي. مون لکڻ شروع ڪيو. سنڌ جي مقبول اخبارن ۽ رسالن ۾ منهنجا ليک اچڻ شروع ٿيا. هڪ ليک تہ اهڙو هيو جنهن کي ڏهہ ٻارهن دفعا ڇپيو ويو ۽ آخر ويهن علماءِ سڳورن جي صحيح سان منهنجي مٿان ڪفر جي فتوىٰ صادر ڪئي وئي. مون سوچيو تہ واهہ واهہ تہ تمام گهڻي ملي پر آخر روح بہ ڪاشيءِ آهي ان کي سڪون ڪيئن ملي؟ ”صبح کا بھولا شام کو آئے تو بھولا نہ کہلائے“ جڏهن منهنجي شاگرديءَ وارو دؤر ختم ٿيو ۽ مان student مان professional life طرف آيم تہ وري پريشان رهڻ لڳم تہ آخر مون کي لال ڪيئن ملي؟

وري سوچيم تہ ماضيءَ واريون سموريون ڳالهيون شايد مون دل جي

سچائيءَ سان سر انجام نہ ڏنيون آهن. انئين دل جي ڦڪائي سان ٽاڦوڙا هنيان آهن. مسجد خدا جو گهر ۽ ان گهر ۾ خدا نہ مليو؟ چيو ويندو آهي تہ خميسو خان ڪٽي بہ جيڪڏهن نہ ملي تہ پوءِ اهو پنهنجي گهر ۾ ملي ويندو آهي. خميسو بہ گهر ۾ ملي ٿو وچي پر خدا پنهنجي گهر ۾ ڪونہ ٿو ملي.

جبل جهاڳيندو وتُ الا، مان ٻاروچي ڪي ٻاجهہ پوي
آڏا ڏونگر لَڪيون، سائين ڏيندو سَتُ الا
وندر جي بہ وٽن ۾، پاڻ رکندو پَتِ الا
چرخو پڇي ڪر نُڪريون، ڪاند بنا ڪَتِ الا
"قطب" پير پنهونءَ جو، نئي نهارج نتِ الا
(سيد قطب شاهہ)

سمجهيم تہ خدا تعاليٰ تہ پنهنجي گهر ۾ موجود آهي پر اهي سموريون منهنجيون خاميون ۽ ڪج ادائيون آهن. انهيءَ ڪري هو مون ڪان پري ٿي رهيو آهي. مان وڏو گناهگار آهيان. مون ڪي پاڻ ۾ اصلاح آڻڻ ڪپي. مون کي خيال آيو تہ مان پنهنجي وجود سان هن جي وجود کي ڳوليان ٿو، هٿن تي دستانا پائي هن کي ڳوليان ٿو. دستانن سان هو مون ڪي ڪيئن هٿ ايندو؟ مان پنهنجو وجود هيننئر تائين وڃائي نہ سگهيو آهيان.

جن وڃايو وجود کي سي فاني ٿيا في الله ۾
نہ تن قيام، نہ قعود نڪو ڪن سجود،
حيلان ٿيا نابود، تيلان ڪڏيا بود ڪي
(شاهہ)

پسيو آسڻ ان جا، اچي نہ آرام،
ڪينو ڪئي آهيان، تنهين جي تمام،
مون کي ڏيو ماتام، آئون نہ جيئندي ان ريءَ
(شاهہ)

مون کي شاهہ ٻڌايو تہ هينئر تائين لال ڳڌهن ڳابن جي ڳچين ۾ ڳوليندو رهيو آهين. لال اتي ناهي ملندو. لال انهن وٽ ملندو آهي جيڪي پاڻ کي، پنهنجي وجود کي، پنهنجي اُرڏائيءَ کي، پنهنجي هٺ ۽ وڏائي کي فنا ڪري ڇڏيندا آهن. ان هيڪڙائيءَ واري حق ۾ اهي ضرور ناهي تہ قيام ۽ سجدا ڪندا رهندا هجن، خدا انهن هٽان ملندو آهي.

جوڳي آهيان، جوڳي آهيان، جوڳي جنگ جوان،
نامين مُلان، نامين پانڻ، نامين ورق قرآن
نامين پوٿي، نامين پوڙي، نامين گيتا گيان
نامين اولهہ، نامين اوڀر، نامين زمين نہ آسمان
(سچل)

سِڪُ رمز وجود وڃائڻ دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي،
اکران دي وچ جوئي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا.

پوءِ وري پاسو ورايم. سوچيم ڪن درويشن ۾ ڳوليان. جو تہ ڪتان پروڙ پئي تہ هو مالڪ بہ گهر رکندو آهي هڪ "مسجد يا ڪعبو" ۽ ٻيو "انسان جي دل" مان ڳوليان ٿو مسجد واري گهر ۾ ۽

هو ويٺو هجي. "دل واري گهر ۾" پنڪي پنڪي منهنجي ته عمر تمام ٿي ويندي. مون کي ڪنهن ٻڌايو ته هڪ گهر ۾ "هو" رهندو آهي ۽ ٻئي گهر ۾ "هو" رهائيندو آهي. هڪ گهر ان جي ملڪيت آهي ته ٻيو گهر به ان جي ملڪيت آهي ليڪن اهو مسافر خانو آهي جنهن اندر ماڻهو ايندا آهن. گهر جو ڪرڙو ڪلندو آهي. گهڙي پل لاءِ ماڻهو رهندا آهن. عبادت ڪندا آهن ۽ وري پنهنجي ماڳ تي موٽي ايندا آهن. اهو گهر ڪنهن وقت ته آباد هوندو آهي ۽ ڪنهن وقت اهو گهر خالي خالي رهندو آهي. پر "انسان جي دل" خدا جو اهڙو گهر هوندو آهي جيڪو ڏينهن هجي رات، ننڊ هجي يا جاڳ اهو آباد، سرسبز شاداب ۽ خوشبودار هوندو آهي. ڇوته ان ۾ رهڻ واري هستي به اهڙي آهي. ظاهر آهي ته گهر ان جي رهندڙ جي حيثيت جي مطابق ٺاهيو ويندو آهي. پر هيءُ ته بادشاهن جي به بادشاهه جو گهر آهي اهو گهر به ته ايڏي شان ۽ مان وارو هوندو.

هاڻي سوچيم ته گهر ته اهو آهي جتي خدا رهي ٿو پر ان گهر جو دربان ڪيئن ٿجي؟ ان گهر جو خاڪروب ڪيئن ٿجي؟ ظاهر آهي ته ڪنهن جي معرفت ئي اهو سڀ ڪجهه ٿيندو. هاڻي مان هڪ رستي تي اچي ويم ته ! هاڻي مون کي پهرئين فرصت ۾ معرفت واري عارف کي ڳولڻو آهي.

مان ڳوليان به پنهنجي گهر ۾ يا ڪلينڪ جي چيمبر ۾ پيو. حضرت ابراهيم بن ادهم جي ننڊ ۾ خلل پئجي ويو. ڪاوڙ مان اٿي ڪمري جي ڇت تي ويو. ڏسي ته به ماڻهو آهن جيڪي ڇت تي ڊوڙون پائي رهيا آهن. پڇيائين ته ڇا ڪري رهيا آهيو؟ انهن وراڻيو ته

پنهنجي اُٺ کي ڳولي رهيا آهيون. گم ٿي ويو آهي. حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله تعالىٰ عليه کان دانهن نڪري وئي. بابا گم ٿيل اٺ ، توهان کي منهنجي ڪمري جي ڇت تي ملندو؟ وڃو ڪنهن جهنگ ۾ ڳوليوس.

تنهن تي انهن يڪدم ورائيو تہ ڇا جيڪڏهن اسان کي پنهنجو گم ٿيل اٺ تنهنجي ڪمري جي ڇت تي نہ ٿو ملي سگهي تہ پوءِ خدا توکي تنهنجي ڪمري جي آرامده بستري تي ملي ويندو؟ جيئن تون اسان کي جهنگ جو ڏس ٿو ڏئين، تيئن تون بہ نڪري پئہ بادشاهي ڇڏ. خدا کي ڳولڻو اٿئي تہ جهر جهنگ جهاڳيندو وتہ ڪٿي نہ ڪٿي رب ملي پوندئي.

ان کان پوءِ حضرت ابراهيم بن ادهم پنهنجي بادشاهي کي خيرباد چيو ۽ وڃي جهنگ وسايو، هڪ ڪامل ولي بڻجي ويو.

آءُ راڻا ڏي رنگ، مونٽي ڪاڪ ڪنڌن کي،
لاهج لڳ خداءِ جي، ذرو پرزو زنگ
ناميان پاڙج ننگ، مهٽي هاب متان ڪرين
(سچل سرمست)

مون سوچيو تہ منهنجي هردي ۾ وڏو ڪروڌ، ڏڪار ۽ هئيءَ جو زهر ڀريل آهي، ڪو مسيحا هجي جيڪو اهو ڪڍي ڇڏي، ڪو عارف هجي جيڪو پنهنجي آگر جي نشتر سان منهنجي دل کي چيري ٻاهر ڪڍي ڪنهن صاف ۽ پاڪ پاڻيءَ سان ڌوئي ان کي عشق جي گرمائش سان گرم ڪري پوءِ اندر ۾ رکي تہ جيئن مون کي ذهني سڪون ۽ فرحت ملي.

مون ڪيترن بزرگن جون ڪيسيٽون وغيره ٻڌيون ۽ ڪن سان سامهون ملاقات ۽ ديدار جو موقعو مليو. پر منهنجي ڪٺور دل اڃان ڪجهه ٻيو حاصل ڪرڻ جي طلبگار هئي، ڇوته هن کي اهڙي حاذق حڪيم ۽ جراح طبيب جي ضرورت هئي جيڪو دل کي آگر واري نشتر سان چيري ٻاهر ڪڍي ۽ ان کي ذڪر جي آب جاودان سان ڌوئي صاف ڪري پاڪيزه بنائي.

جڏهن مان پنهنجي مرشد ۽ مربي قبلهء عالم حضرت سچڻ سائين مدظله العالي جا خطابات ڪيسيٽن جي ذريعي ٻڌا. انهن جي نصيحتن تي غور ڪيو. انهن جي لکڻين کي پڙهيم ته مون کي معلوم ٿيو ته جنهن عاجزي، انڪساري، نوڙت، نهٺائي، نماڻائي جي مون کي ڳولا هئي. سبحان الله! مون کي اهي سڀ شيون هڪ هنڌ ملي ويون. سبحان الله! جنهن راڻي لاءِ مان بتيءَ جي وٽ سورينديرات کي ولهامڻ جي طرف وڌائيندو هيم. مون کي اهو راڻو ملي ويو. منهنجي خوابن جو اهو شهزادو مون کي ملي ويو. هڪ سهڻو....... نهايت سهڻو. سبحان الله! حسن ته منهنجي مرشد جو! چنڊ کي به هيچ بنائي. سبحان الله! اکڙيون اُهي نماڻيون. سبحان الله! اکڙيون اهي روشن، سبحان الله! اکڙيون اُهي جن جي توجهه سان هو سچڻ لکين مئل سينا جيارِيندو آهي. منهنجي مرشد جي مرڪ تان مان پنهنجي جند جان، گهر ٻار سڀ ڪجهه لٽائي ڇڏيان تڏهن به ڪجهه ناهي. هڪ مرڪ هزارين پياسن جي اڃ اجهائڻ لاءِ ڪافي هوندي آهي. منهنجي مرشد جي ان قد ڪاٺ ۽ اندازِ بيان تان جيڪڏهن منهنجو وس پڄي ته مان سنڌ جي سيني وٽن مان قلم ٺاهيان ۽ سنڌو درياءَ جو پاڻي

مس ٻڌايان ۽ مان لکين ماڻهو لکڻ تي ويهاريان ته منهنجي مرشد جي اُٿڻي واري ادا تي لکو، منهنجي مرشد جي رهڻيءَ واري ادا تي لکو، منهنجي مرشد جي ڳالهائڻ واري ادا تي لکو ته تڏهن به اهي لکڻيون منهنجي مرشد ڪريمن جي پيٽ ۾ هيچ رهجي وڃن. مون کي ياد آهي ته مان ان رات ننڊ مان "اپاٽ ڪري" اُٿيو هيم ۽ رڙ ڪندي چيو هيم ته "ملي ويو، ملي ويو" ڇا ملي ويو؟ منهنجي گهرواري مون کي ننڊ مان جاڳائيندي پڇيو هيو. ڇا ملي ويو؟ مان اکيون مهٽيندي چيو هيو ته جنهن جا خطاب ٻڌي مان ستو آهيان. " اهو اڄ مون کي ملي ويو. پر اهو ته منهنجي خواب ۾ آيو آهي. هڪ خوبرو منهنجو سائين. پنهنجي اکين تي چشمو سجائي هڪ پياري مرڪ مرڪيا آهن جو مون محسوس ڪيو ته هڪ پيرو پيهر چڻ ته شق القمر ٿيو آهي. چنڊ ٻه اڌ ٿي پنهنجي وجود جي چادر مرشد سائين جن جي استقبال لاءِ وڇائي آهي. مون کي مرڪندي فرمائين ٿا ته تون ننڍي لاڪون پريشان ۽ مونجهاري جو شڪار هئين نه، توکي بي چيني ۽ ذهني سڪون جو فقدان هيو نه. هاڻي اڄ منهنجي سيني سان لڳي وڃ."

مان پنهنجي ڏڪندڙ وجود سان انهن جي پن ڪنيڙاٽين جي وچ ۾ پنهنجي وجود کي ڏنو آهي انهن ٻئي ڪنيڙاٽيون سوڙهيون ڪري مون کي ياڪر ۾ ڀري هڪ رمز ڏني آهي ۽ مون دانهون ڪرڻ شروع ڪيون آهن ته ملي ويو ملي ويو. روحاني يتيم کي پنهنجو پيءُ ملي ويو. انڌيري رات جي مسافر کي رهبر ملي ويو. گونگي ماڻهوءَ کي زبان ملي وئي. انڌي کي اکيون ملي ويون. ٻوڙي کي ڪنَ ملي

ويا. هڪ وڳر ڪان وڇڙيل ڪونج کي پنهنجو وڳر ملي ويو. هڪ گم ٿيل ماڻهوءَ کي پنهنجو وجود ملي ويو. هڪ طالب کي مطلوب ملي ويو.

یار میرا ہر صورت رنگارنگی آپ دکھائے گا'
ملاں ہو یا قاضی ہو پھر سے تلک لگائے گا'
حافظ بنکر حفظ کرے گا' پوتھی بھی پڑھائے گا
جوگی بن کر جوگ کھاکر' گنگا پر بھی جائے گا'
ہاٹ پے آکے بیٹھے گا اور پھر بھی بانگ سنائے گا
لوں لوں دے وچ لالی لاکے' پیالہ عشق پلائے گا
شاہی نام جو آپ پہ دھر کر سارا دیس دبائے گا'
مفتی بن کر فتویٰ دے کر' سولی پر لٹکائے گا'
کب کب پائے برہنہ بن کر' کونتل پھیر کرائے گا'
ساگا جوڑ سنای پھرتا' سامی نام سنائے گا'
سچل کیوں نہ پہچانی صورت' سارا ایک سمائے گا'
نو عا مانوع پوشاکاں کرکے' دلبر اس جگ آئے گا
(سچل سرمست)

صبح جو اٿڻ سان منهنجي چال چلت ۾ گهڻو فرق اچي ويو. منهنجي جسم اندر مريادا، سچائي ۽ پويترتا پيدا ٿي وئي. مون کي

محسوس ٿيو ته مون جيڪو ڪنهن انب جو وڻ پوکيو هيو، جنهن ڪي جهولن جي جهلاءَ ۽ گرمين جي هڳاءَ ختم ڪري سگهائي مرجهائي ماري ڇڏيو هيو. اهو ڪير آهي؟ اڇي جسم ۾ آنڌ مانڌ ٿي ته هاڻي اهڙن بزرگن سان منهنجو ميل ۽ ملاقات ڪيئن ٿئي؟ ملي ته خواب ۾ ويو هيس. مزا ته کوڙ ماڻي ورتا هئا پر ظاهري حُب ۽ اُڪير ويهڻ نه پئي ڏنو.

پڇيم ته سائين سچڻ بادشاهه جا هتي ڪهڙا فقير آهن؟ خبر پئي ته محترم فدا حسين چانديو صاحب قبلهء عالم جو خليفو آهي. مونکي ڏاڍي خوشي ٿي، ڇوته سائين فدا حسين چانديو صاحب ته منهنجو مريض هيو. جنهن سان روزانه ڪچهريون ٿينديون هيون. اڄ مون ڪنهن خاص ڪچهريءَ لاءِ نياپو عرض رکيو. فقير فدا حسين صاحب پهچي ويا. عرض ڪيم ته سائين! مون کي قبله بادشاهه ڏي وٺي هلو بلڪه سڀاڻي هلون. پاڻ چيائين ته توهان جا پاڪ پلا آهن جو سائين جن الله آباد شريف ۾ موجود آهن. ٻئي ڏينهن تي روانا ٿياسين. فقير فدا حسين صاحب کي عرض ڪيو هو ته حضور بادشاهه جن جي سي ڊي ڪيسيٽ کڻيون هلجو. رستي ۾ ٻڌندا هلنداسين. سائين جن جي درگاهه تي ٽين وڳي پهتاسين. سبحان الله! جڏهن بادشاهن جي زيارت ٿي ۽ قدم بوسيءَ جو شرف مليو ته مون فقير فدا حسين کي چئي ڏنو هيو ته مان ڪيڏو نه اياڻو هيم جو ڪالهه توهان کان قبله جن جون ڪرامتون پئي پڇيم پر اڄ ته مون کي معلوم ٿيو آهي ته ڪرامتون ته هن در جون ٻانهيون آهن.

اسان مدرسي جـي ڪنهن ڪمري ۾ ويٺاسين. دل چيو ته

حضرت سهڻا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه جن جي مزارِ پُرانوار تان حاضري ڀري ونجي. مزار شريف تي وياسين. ڳالهه تمام ڪهڻي وٺي، ڇوته قبلہ سڄڻ سائين مدظله العالي سهڻا سائين جن جا جگر گوشہ آهن. هر پٽ جي خواهش هوندي آهي ته بابا سائين جن جي مزار وڏي شان ۽ شوڪت واري هجي. پر هتي ته ائين نہ هيو. هڪ ڪمري تي مشتمل مزار پرانوار هئي. جيڪو ڪمرو صرف هڪ ڳاردڙ تي مشتمل هيو، جنهن مزار شريف اندر هڪ وڏو بينر لڳل ڏٺم. جنهن تي اڪريل هو ته "يہاں پر چندہ رکھنا سختی سے منع ہے".

ڏاڍي ڳالهه وٺي. جيڪڏهن روايتي پيرن وانگر خدانخواسته چندي جي پيتي رکي وڃي ها ته نومبر مهيني ۾ حضرت قبلا سائين الله بخش عرف سهڻا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه جن جي عرس مبارڪ تي لکين ماڻهو ڪڏ ڏيندا آهن ۽ چندي جي حساب سان لکين روپيا ڪڏ تي وڃن ها پر منهنجو پير ڪو روايتي پير ناهي. منهنجو پير ڪامل مرشد رهبر ۽ رهنما آهي. هيءُ سنڌ ۽ هند جو هڪ غوث آهي. جيڪا حضرت پير مٺا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه جن جي پيشن گوئي آهي. هڪ روايت مطابق ته جڏهن حضرت جن اڪ ڪولڻ فرمائي ته حضرت سهڻا سائين جن پنهنجي گود مبارڪ ۾ کڻي حضرت غوث پير مٺا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه جن وٽ حاضر ٿيا. حضرت پير مٺا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه منهنجي پير و مرشد کي جهوليءَ ۾ پڪڙي ڪنن ۾ اذان ڏني هئي. ۽ پيشن گوئي فرمائي هئي ته : "ايهه وقت دا غوث ٿيسين."

سبحان الله! مان وڏي دعویٰ سان چوان ٿو ته منهنجي ايمان ۽

عقيدي جي تقاضا آهي. "اها ڳالهه مان اجتماع ۾ تقرير دوران به اڪثر ڪندو آهيان ته جيڪڏهن هن وقت ۾ هڪ طرف ڪو غوث ظاهر ٿي پوي ۽ ٻئي طرفان منهنجا پير تشريف فرما هجن. اهو غوث فرمائي ته تون منهنجي صف ۾ شامل ٿي، ذمي سان پچاڻو معاف، ذمي سان پلصراط واري منزل معاف، ذمي سان منڪر نڪير جا سوال معاف، ذمي سان جنت واجب ۽ ذمي سان حساب ڪتاب معاف ته مان خدا جو قسم کڻي ٿو چوان ته مان ان غوث جي صف ۾ شامل ٿيڻ بجاءِ "حق سچڻ سائين" "حق سچڻ سائين" جا نعرا هڻندو ڊوڙون پائيندو حضور قبله جن جي دامن پڪڙيندم.

سبحان الله! سائين حضرت الله بخش عرف سهڻا سائين رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْهِ جن جي مزار پُرانوار سامهون نظر ڦيرايم ته هڪ مسجد شريف جيڪا جريبن ۾ ڦهليل هئي. جنهن جي ڪم لاءِ ٻڌايو ويو ته ڪيترن سالن کان اُن مسجد شريف ۾ ڪم هلندڙ آهي ۽ خبر ناهي الائي ڪيترا سال وڌيڪ هلي ۽ اُن مسجد شريف تي ڪروڙين روپيا خرچ ٿي چڪا آهن ۽ اڃان به ايترا پيسا خرچ ٿي سگهن ٿا.

مون سوچيو ته جيستائين عصر جي نماز تي پير سائين تشريف فرمائين تيستائين مان طالبن سان ڪجهه گفت و شنيد ڪري وٺان مون کي پنهنجو تجربو هيو ڇوته مان خود مدرسي جو طالب نون سالن جي ڊگهي عرصي تائين رهي چڪو آهيان. هر مدرسي ۾ طالب فقر تي هلندا آهن. سوچيم ته الله آباد شريف ته هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي هيترا سوَن جي تعداد ۾ طالب موجود آهن. هنن چند گهرن تي مشتمل ڳوٺ مان گهڙو فقر ٿيندو هوندو؟ جنهن تي طالب

پنهنجي پيٽ جي بک دور ڪندا هوندا؟ نيٺ هڪ طالب جيڪو پنهنجي طالب ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري هيو. غالبًا نالو ارشاد احمد مهيسر هيس ۽ ميهڙ جي قريب هڪ ڳوٺ چانڊڪائي مهيسر جو رهائش پذير هيو. ان کان پڇيم ته هتي ڀلا استاد گهڻا آهن؟ ٻڌايائين ته سائين هر شعبي جو الڳ استاد آهي صَرف جو استاد الڳ آهي ته نحو جو استاد الڳ آهي، اصول جو استاد الڳ آهي ته فقه جو استاد الڳ آهي ۽ تفسير جو الڳ پڇيم ته انهن جي پگهار گهڻي هوندي؟ طالب ٻڌايو ته سائين ڏهن کان ٻارهن هزارن تائين. پڇيم ته اها پگهار سائين جن پاڻ ادا ڪندا آهن؟ چيائين ته ها! سائين جن خود ڏيندا آهن. پڇيم ته سائين جن ڀلا طالبن جي نظرداري ۽ انهن جي پڙهائي تي توجهه ڪرڻ فرمائيندا آهن؟ ان طالب ٻڌايو ته "سائين! هڪ ڀيري تهه سياري جي موسم هئي. سائين جن رات جو ٽڌ ۾ اوچتي تشريف فرما ٿيا. اسان طالبن کي پيرن ۾ جورابا نه ڏٺائون. پنهنجي خليفي کان استفسار فرمايائون ته خليفا! منهنجي طالبن کي جورابا پاتل ڪونهن. تنهن تي خليفي وراڻيو ته جي سائين!

پاڻ ڏهه هزار روپيا ڪڍي خليفي کي ڏني ارشاد فرمايائون ته جورابا وٺي سيني طالبن جي پيرن کي ڍڪرائي. خليفي صاحب بهتر اهو سمجهيو ته في طالب جي حساب سان پيسا ورهائي سيني طالبن کي ڏيان پوءِ وجي پنهنجي ماپ تي پاڻ جورابا وٺن. اسان ڇا ڪيو جو اڌ اڌ پيسا گڏ ڪري هڪ ڪڙهائي جي ديڳ لهرائي کاڌي سون ۽ اڌ بچيل رقم خرچي ڪري ڇڏي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ پاڻ پيهر تشريف فرما ٿيا. پيرن کي ڏسي پڇڻ فرمايائون ته خليفا ڇو

منهنجي طالبن جا پير اجان بہ اگهاڙا آهن؟ خليفي سچي وارتا ٻڌائي. پاڻ وري پيسا جورابن لاءِ ڪڏي خليفي کي ڏيڻ فرمايائون ۽ بورچيءَ کي گهرائي ان کان پڇڻ فرمايائون تہ توهان صبح جو ناشتي، منجهند ۽ رات جي مانيءَ ۾ طالبن کي ڇا ڏيندا آهيو؟ ان کان پوءِ پاڻ هفتي ۾ هڪ ڀيرو ڪڙهائي وارو ڊش بہ اسان جي خوراڪ ۾ شامل ڪرڻ فرمايائون.

ڪچهري ڪندي خلقون ڪڏ ٽيندي ڏٺيون. ماڻهن حويليءَ کان مسجد شريف تائين واري رستي جا ٻئي پاسا پڪڙڻ شروع ڪيا. خبر پئي تہ قبلا سائين جلوه افروز ٿيڻ وارا آهن. پاڻ نڪرڻ فرمايو. الله الله جي صدائن جا هوڪرا ٿي ويا. ماڻهن پنهنجا رومال ۽ چادرون زمين تي وڇائڻ شروع ڪيون تہ مرشد سائين اسان جي ڪپڙن مٿان لنگهڻ فرمائين. پر پاڻ منع فرمايائون ۽ عاجزي اپنائيندي جلوه افروز ٿيا. مسجد شريف ۾ نعتن ۽ منقبتن جي گونج شروع ٿي وئي. تڪبير ٿي. عصر جي نماز پنهنجي پير جي پويان ادا ڪئي سون. مصافحو ڪرڻ لاءِ ويجها ٿياسين. پاڻ ائين مليا ڄڻ پهريون ڀيرو نہ هيو. واقعي پهريون ڀيرو نہ هيو. ڪين خبر هئي تہ هڪ ڏينهن اڳ ۾ خواب ۾ بہ مليا هئاسين. تعارف ٿيو. پاڻ خوش خير عافيت وٺڻ فرمائي. نماز جي تلقين ڪرڻ فرمائي. ثوري نصيحت ۽ تبليغ فرمائي. ذڪر ڏيڻ فرمايائون. دل پئي چيو تہ اڪيون يار ۾ هجن ۽ ٽائيم اجان ٿورو انتظار ڪري. ليڪن وقت ڀڄندو ويو، مغرب جي اذان آئي ۽ اها نماز بہ قبله سائين جن جي پويان ادا ڪري اسان اجازت ورتي.

آءُ راڻا راحت، ڏاڄ ڏرتيءَ جا ڏٺي
سِڪن ٿيون سهاڳڻيون، سوڍا تنهنجي سَٽ،
مون تان لاهہ م هٽ، ڪامل ڏٺي ڪاڪ جا
(شاهہ)

ليلا ليلائج، جو اُنيئي ماڳ سٽ،
جي ليلائي نہ لهين، تان پڻ ليلائج،
آسرو م لاهيج، سڄڻ پاجهيندڙ گهڻو،
(شاهہ)

پنا سب پڙهي، حرف نہ لڌوسين هيڪڙو،
ڪامل جي ڪرم سان، پڪي پرم کهڙي،
وِيڙو چِٽُ وري، نور محل جي نيوتي
(سامي)

جن کي جاني ياد، آئون ياد ڪيان تن کي،
"سامي" مليا سپرين، پرچي تن پرساد
من تن ارپيان پاؤ سان، چڏي واد و واد
اها آدجڳاد، واٽ ٻئي ويساهہ جي،
(سامي)

پنن م پيهي، تو حرف نہ لڌو هيڪڙو،
توکي گَلَ گيهي، قاضي ڪتابن جي
(سامي)

ملان مُٺي ماءُ پڙهي پرجهہ ڪينڪي،
وهاٽي ويندا، ورق سب وسري
(سامي)

حضور قبلہ عالم جن کي عرض رکيم تہ قبله! منهنجو ميڊيڪل سينٽر جُڙي راس ٿي ويو آهي، هاڻي مان ائين ڪڏهن بہ پنهنجي سينٽر ۾ شفٽ نہ ٿيندم، جيستائين منهنجا مرشد! پنهنجا مبارڪ پيرڙا نہ گهمائيندا سينٽر جو افتتاح پنهنجن مبارڪ هٿن سان ڪرڻ نہ فرمائيندا تہ مان هرگز اوڏانهن نہ ويهندم سندن حڪم آيو تہ توهان کي اسان دعا ڪري ڇڏيون ٿا، اسان جي خواهش آهي تہ توهان الله تعالىٰ کي ياد ڪري اوڏانهن شفٽ ٿي وڃو. اسان جڏهن بهتر سمجهيوسين تہ اچي ونداسين. چيو ويندو آهي تہ ”الامر فوق الادب“ حڪم ادب کان مٿانهون هوندو آهي. حڪم مجي مان 26 جون 2006ع تي لڏو ڪٽي پنهنجي جڙيل سينٽر ۾ منتقل ٿي ويم. 5 سيپٽمبر جي رات مان اگهور ننڊ ۾ آهيان. ڏسان پيو. منهنجا مرشد ڪريم مون تي ڪرم نوازي فرمائڻ لاءِ پهچي ويا آهن. حڪم ٿا ڪن تہ تو اسان جي سڪ ۽ اڪير دل ۾ رکي ۽ ڏنئي اسان تو وٽ پهچي ويا آهيون. هاڻي تون تختي جيڪا ٺهرائي آيو هئين. جنهن پٽر لاءِ اسان توکي چيو هيو تہ تاريخ واري جاءِ ڇڏي ڏجو، باقي مهينو انگريزي ۾ سيپٽمبر ۽ سنڌيءَ ۾ شعبان لکرائي ڇڏجو، ڇوتہ توهان جي سينٽر جو افتتاح اسان کي ان مهيني اندر ڪرڻو آهي، مٿان وري رمضان شريف اچي ويندو. پوءِ اسان کي فرصت نہ ملي سگهندي. ان لاءِ هاڻي توهان پٽر تي 5 سيپٽمبر مارڪر پين سان ۽ 11 شعبان لکي ڇڏيو، سياڻي اسان کي توهان جي سينٽر اچڻو آهي.

مان نند مان اٿي ڪئي هم نہ تم. مارڪر پين کڻي پنڙ تي تاريخ اُڪري ڇڏي. ڪلاڪ ڪن ڪان پوءِ اڌ رات جو سائين جن جي فقير مولوي عرض محمد صاحب فون ڪئي تہ مون کي سائين جن حڪم ڏنو آهي تہ سڀاڻي صبح جو ڊاڪٽر صاحب جا مهمان آهيون سو سائين توهان بندوبست ڪري ڇڏيو. مون کيس کي چيو تہ مولوي صاحب! توهان جي فون ڪان اڳ ۾ مون کي حڪم ٿي چڪو آهي ۽ مون بندوبست ڪرڻ شروع ڪيو آهي اها منهنجي خوشنصيبي آهي جو منهنجا سڄڻ مون عاجز گناهگار سياهڪار تي پنهنجي ڪرم نوازي ڪرڻ فرمائين ٿا.

سبحان الله! ڇا اهي لمحا هئا؟

مون کي تہ انهن لمحن مست ڪري ڇڏيو. جڏهن منهنجا بابا سائين! ڪلاڪ ۽ مان جلوه گر ٿيا سڄو اسپتال جو هال جيڪو پرستارن سان ستيل هو. جهومي اٿيو ۽ پاڻ تشريف فرما ٿي منهنجي چيمبر ۾ ڪرسيءَ تي قيام پذير ٿيا. اها ڪرسي مون اڄ بہ سانڍي رکي آهي. جنهن ڪرسيءَ تي مرشد سائين مهربان ٿيا. اڄ تائين مرشد سائين جو بچايل نمڪو مون پنهنجي گهر ۾ تبرڪ طور رکي ڇڏيو آهي. اسان جي گهر ۾ يا اوڙي پاڙي ۾ جيڪڏهن ڪنهن کي بہ ڪا مصيبت، تڪليف يا بيماري وغيره ٿيندي آهي تہ ان نمڪي مان هڪ بہ داڻو کڻي پنهنجي نمڪي ۾ ملائي کين کارائيندا آهيون تہ اهو ماڻهو الله جي مهربانيءَ سان شفا حاصل ڪري وٺندو آهي. جنهن وقت منهنجي مرشد ڪريم منهنجا اڱڻ اجاريا هئا تہ ائين محسوس ٿي رهيو هيو تہ اڄ مان دنيا جي خوش نصيب ترين ماڻهن مان هڪ

آهيان ۽ ائين پائنجي رهيو هيو ته منهنجو سڄو سينئڙ جوش ۽ وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳو آهي.



پيرُ پَرجهي پاءِ، محبت جي ميدان ۾،
ڪُتا پيا تي ڪيترا، جانيءَ لڳ تنهن جاءِ،
ڏسي ڏهڪين ڪينڪي، "سامي" سڪ وڏاءِ،
جيئندي پاڻ جلاءِ، ته پسڻ ٿيئي پرينءَ جو
(سامي)



برا جو دیکن میں چلا' برا نہ ملیا کوئی
جو دل کو جا اپنا مجھ سا برا نہ کوئی
(ڪبير ڀڳت)



کبیرا ھنسنا دور کر ' رونے سے کر پریت
بن روئے کبھی نہ پایو' پربھو پیارا میت
(ڪبير ڀڳت)



اي پير سهڻا!
مون کي معافي ڏي.
ڪيسيون پرڻ لڳس. تنهنجي در تي توبهه ڪرڻ لڳس ته تون مون کي پنهنجي نام جي رچنا ڏي. سچائي ڏي، پويترتائي ڏي. اها منهنجي پرارٿنا اٿئي، منهنجو عرض اٿئي!!



اے مستانہء سجن'
تیری مستی کی کیا بات کریں
تعریف تیری کر نہیں سکتے
دن ضایع یا رات کریں
آپ کی زبان سے جو بات نکلی'
وہ خالی نہیں لوٹی کبھی'
ہمارے لئے بھی ہاتھ اٹھیں
یہ کرم ہمارے ساتھ کریں

(عاجز ناچیز)



"ڳالهائڻ ۾ ڪيترين ئي آفتون پيش آينديون آهن، سو متڪلم کي وقت ۽ موقعي جو لحاظ رکڻ ضروري آهي."

(حضرت علي المرتضیٰ رضی اللہ عنہ)

## ﴿1﴾ حق پير مٺا!!!

جڏهن سنڌ اسلام کان پرانهين هئي. جڏهن سنڌي ماڻهن جو اسلام ۽ ان جي پرچار ڏانهن رجحان بنهه ئي نه هجڻ جي برابر هيو. جڏهن مسجدن جي اڱڻن کي لوڙها لڳائي seal ڪيو ويو هيو. جڏهن سنڌي ماڻهو پنهنجي پيٽ جي ڏهاڙي واري گذر کي سڀ ڪجهه سمجهي رهيو هيو. جڏهن سنڌي ماڻهن جي دلين تي ويرانيءَ جو ڄارو قري ويو هيو. ان وقت پنجاب جي طرف کان هڪ لهر اڀري نمودار ٿي. هڪ جوت سائين فضل علي قريشيءَ جي طرف کان سائين پير مٺا سائين رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیۡهِ جن جي روپ ۾ سنڌ طرف جلي آئي، جنهن پنهنجي اکين جي تيرن سان هتان جي ماڻهن جي سينن کي چيري ڦاڙي وڏي جراحي ڪري انهن جي سينن ۾ خدا تعالیٰ جي ذڪر ۽ فڪر جي پالوٽ ڪئي. پاڻ جنهن به شخص تي نظرِ ڪرم ڪندا هئا ته اهو مست ملنگ ۽ الست ٿي ويندو هيو. سندس دل جي ڌڙڪن وڏي ويندي هئي. دل ٽپڻ شروع ڪندي هئي.

هڪ ڀيري چيو وڃي ٿو ته هڪ ايس ڊي ايم هيو. جنهن سائين پير مٺا سائينءَ جي فقير سان بحث ڪيو ته تو واري پير وٽ جادو آهي. اها ڳالهه حقيقت جي به خلاف آهي ته بس ڪنهن ماڻهوءَ تي پير مٺا جي نظر پوي ٿي، نظر نظر سان لڳي ٿي ۽ باهه پيدا ٿئي ٿي ۽ ان باهه سبب ان ماڻهوءَ جي دل ڦٽڪڻ شروع ڪري ٿي ۽ اهو ماڻهو بي خود ٿي وڃي ٿو ۽ بي خوديءَ مان لٽا ڪپڙا ڦاڻي پون ٿا. ڌڌڙ ۽

دزيءَ سان ماڻهو پَيُوچ ٿي وڃي ٿو. اهو سڀ فن آهي. ان فقير چيو تہ نہ اها سڀ حقيقت آهي، اها ڪيفيت خدا تعاليٰ جي ذڪر سبب ٿئي ٿي. اها جادوگري ناهي ۽ نہ ڪو فن آهي اهو جذبو آهي جيڪا الله تعاليٰ جي وڏي مهرباني آهي. پير مٺا سائين وٽ ڪابہ جادو جي چڙي ڪونهي ان وٽ عشق آهي اهو عشق جي رمزن جو ماهر آهي اهو عشق جي نيڻن جي ترار وهائيندو آهي ان ترار سان ماڻهو ڪُٺا ويندا آهن. ان آفيسر چيو تہ : فقير چڱو مون کي وٺي هل. مان ڏسان تہ منهنجا ڪپڙا ڪيئن ٿا ڦاٽن؟

فقير چيو تہ جي بسم الله سائين هلو! منهنجي پير جو رنگ ڏسو.

آفيسر فقير کي پنهنجي گاڏيءَ ۾ چاڙهي رحمت پور شريف وٺي آيو. سائين جن لانديءَ ۾ تشريف فرما هئا، آفيسر گاڏيءَ مان لٿو. شرٽ پينٽ پاتل هيس. وڏي ٽٽ ٽانگر سان ٻانهون لوڏي گاڏيءَ مان لٿو. فقير ويچارو پويان. دل ۾ خدا تعاليٰ کي ٻاڏائيندو پيو اچي ۽ مرشد کي ياد ڪندو پيو اچي تہ مرشد هاڻي سٽائي ڪجانءِ. مان ايڏي وڏي ڳالهہ ڪئي آهي. سائين جن لانديءَ ۾ پٿيرا ويٺا هئا. مريد ويتر پريشان ٿيو تہ هاڻي سائين پير مٺا جن اورتي منهن ڪيئن ڦيرائيندا جو هن ڪٺور دل شخص جي مٿان رحمت جي برسات وسي پئي. مريد انهيءَ شش و پنج ۾ ئي هيو تہ سائين جن پاسو ورائي نظرون ڪٽي آفيسر تي وڌيون. نظر سان نظر لڳي، چڻ تيز لڳي ويا. چڻ ٻٽيون لڳيون چڻ ڀالا لڳا. نظر لڳي ۽ آفيسر وڃي ڦهڪو ڪيو. هو هيو ۽ ڏڏڙ هئي. هو هيو ۽ هن جا گناهہ هيا. هو هيو جيڪو ڏڏڙ ۾ ليٽي پنهنجي گناهن کي ڌوئي صاف ڪري رهيو هيو. ليٽندو ويو،

ڦٽڪندو ويو، ڦٽڪندو ويو، ڦٽڪي پنهنجي پيٽ ۽ شرٽ ڦاڙي وڌائين. اچي پير مٺا سائين جن جا قدم پڪڙيائين ۽ توبه ڪريائين ۽ فقير بنجي ويو.

هو چوني تون مَ چڙ، واٽان ورائي،
اڳ ۾ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
پاند ۾ پائي ويو، ڪين وارو ڪين ڪي
(شاهه)

هو چوني تون مَ چڙ، ويڙ ورائي سامهٺون
جٺيون ڦٺيون لوڪ جون، ڪي سٺيون ٿي ڪَ سهه
ڪپ مان ڪڏهه، تنهنجو لڏي سوڌو لنکهي وڃي.
(شاهه)

## دل ۾ عرض رکي وڃڻ ۽ بغير چوڻ جي فرمائڻ تہ توهانجو ڪم ٿي ويو

حضرت قبله مولوي محمد دامت برڪاتهم العاليه پپري شريف وارا جيڪي پنهنجي ديني علم ۽ فتویٰ ۾ پنهنجو مثال پاڻ رکن ٿا. جيڪڏهن ائين چئجي تہ سائين مولوي صاحب فتویٰ جا بادشاهہ آهي تہ ان ۾ ڪوبہ واڌاءُ ڪونہ ٿيندو. هو درسِ نظامي ۾ منهنجا استاد بہ آهن ۽ سهرا بہ آهن. هينئر پاڻ عمر رسيده آهن. پاڻ ٻڌائيندا آهن تہ مون ڪي سائين حضرت الله بخش المعروف سهڻا سائين رحمة الله تعالیٰ عليه جن خاص طور تي سائين پير مٺا سائين جن ڪان عرض ڪري خلافت عطا ڪرائي هئي. هو ٻڌائيندا آهن تہ سهڻا سائين

رحمة الله تعالىٰ عليه علم جا وڏا قدردان هوندا هئا. ان حساب سان اهي منهنجو تمام گهڻو خيال رکندا هئا. پاڻ ٻڌائيندا آهن ته هڪ ڀيري رحمت پور شريف سائين پير مٺا سائين جن جي دربار ۾ ويٺا هئاسين. سائين جن جو ناصحانو ڪلام پورو ٿيو. سڀ فقير فقراء اٿي ويا. ڪي آرامي ٿيا ته ڪي وري پنهنجن گهرن ڏانهن راهي ٿيا. ليڪن مان ويٺو رهيم. ڇوته مان پنهنجي دل جي اندر هڪ سوال رکي ويو هيم. منهنجو دنيا جو ڪو اهڙو ڪم هيو جو مان سمجهي رهيو هيس ته اهو منهنجو ڪم ڪنهن صدر يا وزيرِ اعظم کي به طاقت ناهي جو ڪري سگهي ۽ مان سوچي رکيو هيو ته زبان سان سائين جن کي عرض نہ ڪندم. جيڪڏهن ڪم ٿيڻو هوندو ته پاڻ ئي ڪجھ لفظ عنايت فرمائيندا.

سڀ ماڻهو اٿي ويا ليڪن مان ويٺو رهيم. سائين جن به اٿي حويليءَ طرف وڃڻ لڳا جيڪي دربان هئا اهي به واپس هليا ويا ڇوته انهن کي به خاطري ٿي چڪي ته هاڻي سائين جن گهر لاءِ تشريف فرمائي چڪا. سائين مولوي محمد صاحب وڌيڪ اهو ٿا ٻڌائن ته مان انتظار ۾ ويٺو هيم ته ڀڪ سان منهنجا مرشد منهنجي ڪم ٿي وڃڻ جي خوشخبري ٻڌائيندا. اٿين مان ويٺو ئي هيم ته حضرت سائين جن گهر کان ٻاهر ڏيڍيءَ تائين نڪري آيا مون کي هٿ جو اشارو ڪري پاڻ وٽ گهرايائون ۽ فرمايائون ته مولوي صاحب! توهان اڃان تائين ڇو ويٺا آهيو؟ توهان وڃو ۽ توهان جو ڪم ٿي ويو. مولوي صاحب ٻڌائين ٿا ته واقعي به مان جڏهن واپس ڳوٺ پهتم ته منهنجو ڪم ٿي چڪو هيو.

## نوٽن ٺاهڻ جي مشين

هڪ ڀيري ڊپٽي ڪمشنر صاحب سائين پير مٺا سائين رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہ جن سان ملڻ جي خواهش رکي آستاني تي آيو ۽ عرض گذار ٿيو. سائين قبله! مون کي اوهان سان خلوت ۾ ملڻو آهي. سائين پير مٺا سائين رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہ سمجهي ويا. پاڻ فرمايائون ته توهان هلو. هتي منهنجا سوَن جي تعداد ۾ مريد اٿوَ ڪجهه ڪچندؤ ته مريد جذبات ۾ اچي ويندا، سياڻي جتي چوندؤ مان پهچي ويندم، ٻئي ڏينهن تي سائين جن هڪ ٻن مريدن سان گڏجي ڊپٽي ڪمشنر وٽ پهتا. ڊپٽي ڪمشنر چيو ته قبله سائين! وڏي ادب سان عرض ٿو رکان ته حڪومت جي طرفان حڪم ٿيو آهي ته مان توهان کي گرفتار ڪريان. روايت آهي ته پاڻ ڊي سيءَ کان پڇيائون ته ڪهڙي جرم ۾؟ ڊپٽي ڪمشنر چيو ته سائين! حڪومت جو موقف آهي ته توهان وٽ نوٽن ٺاهڻ جي مشين آهي. مهرباني ڪري اها مشين اسان جي حوالي ڪريو.

پاڻ فرمايائون ته توهان ڪيئن ٿا محسوس ڪريو؟ ڊپٽي ڪمشنر عرض ڪيو ته قبله! سرڪار کي خدشو آهي ته اوهان وٽ روزاني هزارين ماڻهو کائن ٿا. خرچ پڪا هل ٿا. ديڳيون لهن ٿيون. اهو خرچ ڪٿان ٿو اچي. پاڻ فرمايائون ته : ها واقعي اسان وٽ مشين آهي پر ۾ ويٺل مريد کي فرمايائون ته قرآن شريف کڻي آ. مريد قرآن شريف کڻي آيو. پاڻ بسم الله الرحمٰن الرحيم پڙهندا قرآن شريف جا ورق

اٿلائيندا ويا. ورق ورق مان سؤ روپين جو نوٽ ڪرندو ويو. پاڻ فرمايائون ته بابا اسان جي مشين هيءَ آهي اسان فقيرن جي ٻئي مشين وري ڪهڙي هوندي؟!!!

هڪ روايت آهي ته سائين پير مٺا سائين رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ جيئن شروعات ۾ سنڌ آيا، ذڪر فڪر جون محفلون مچايائون ته ماڻهن ڪين جادوگر وغيره وغيره جا لقب ڏنا. پاڻ تمام گهڻا مايوس ٿيا. هڪ ڏينهن مايوس ٿي واپس پنجاب موٽي ويا. پنهنجي پير حضرت فضل علي قريشيءَ رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ کي وجي دانهن ڏنائون ته :

”قبلا سنڌ وچ دين دا قدر ڪونهي واپس موٽ آيا هون.“

حضرت پير قريشيءَ وٽ هڪ سنڌ کان آيل خادماڻي هوندي هئي ، جيڪا سڄو ڏينهن خدمت ۾ مشغول هوندي هئي ۽ رات جي وقت ۾ خدا تعالیٰ جي عبادت ۾ ڪندي هئي، پاڻ ان عورت جو ذڪر ڪندي فرمايائون ته اڪ بي بي هي سنڌ دي، ڏينهن دا ڪم ڪار ڪريندي هي، رات دا نفل پڙهيندي هي سنڌ دي ماڻهان وچ قدر هي بس تو واپس موٽ وڃ“

ان کان پوءِ پيهر سائين پير مٺا سائين رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ واپس سنڌ پهچي ويا ۽ پوءِ عزم ۽ حوصلي سان سنڌ ۾ دين جي پرچار ڪندا رهيا. هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون ته :

”مين وه موچي جُتيان ڳنڍڻ والا نهين، ها مين دليان ڳنڍڻ والا موچي هان.“

سندن فيض جي اهڙي پالوٽ ٿي جو هينئر تقريبًا سنڌ جون سموريون ڳاديون سندن ئي فيض سان سرشار آهن. حضرت سائين

قبلہ سيد غلام حسين شاھہ بادشاھہ قمبر واري جي گادي هجي يا حضرت سائين دلبر سائين جن جي گادي هجي يا مرشد قبله سچڻ سائين جن جي مسند شريف هجي. بس عشق جي ابتدا سائين عبدالغفار المعروف سائين پير مٺا سائين رَحمَةُاللهِ تعاليٰ عَليه رحمت پور وارا ئي آهن.

قدر وارا ڪم ٿيا، ڪُتا خريدار،
هيري ۽ جوهار جي، ڪي سالڪ لهن سار،
جي لوھہ ڪٽن لوهار، تن ڪي ڪهڙو قدر سون جو
(شاھہ)



جڏهن صرافن ٿي لڏيو، تڏهن لڏئين چونہ سون،
هاٿي قدر ڪندئي ڪونہ، نيئي ڪڏيندئي ڪڏونءَ سان
(شاھہ)

بابا فريد شڪر گنج رَحمَةُاللهِ تعاليٰ عَليه فرمايو آهي تہ :

قدر گلان دا بلبل ڄاڻي صاف دماغان والي،
قدر گلان دا گرج ڪيا ڄاڻي، مرده کا وڻ والي،

يعني گلن جو قدر بلبل کي هوندو آهي، جيڪو گلن مٿان ويهي، انهن جو رس چوسيندو آهي، گلن جو قدر نٿهڻ اس کي ڪهڙو جيڪا ويتر انهن کي مرجهائي ڇڏيندي آهي.

عشق عالم مان ڇڏي ويو، فسق سو باقي رهيو
هن زماني ۾ نہ ڪو ساغر، نہ ڪو ساقي رهيو
(شاھہ)

## پنهنجي پير سان جنونيت جي حد تائين محبت ڪجي

سائين مولوي محمد مهيسر صاحب ذڪر ڪندا آهن ته هڪ ڀيري پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه سان گڏ مان حضرت سهڻا سائين ۽ ڪجهه ٻيا خلفاء ريل رستي لاڙڪاڻي کان راڌڻ تائين سفر ڪري رهيا هئاسين پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جن کي راڌڻ ريلوي اسٽيشن تي لهڻو هو ۽ اتان ڪنهن ٽيڪسي ذريعي ڳوٺ دينپور تشريف فرما ٿيڻو هو. جڏهن ريل ڪجهه ڪلوميٽرن جي مسافت تي راڌڻ شريف کان دور هئي. ته پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه سهڻا سائين جن کان پڇيو ته"مولوي صاحب! اسان راڌڻ اسٽيشن تي لهون ته اتي اسان لاءِ سواري جو بندوسبت آهي؟ تنهن تي سهڻا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه ابي ساختگيءَ مان جواب ڏنو ته "جي قبلا! " حالانڪ راڌڻ اسٽيشن تي سواري جو بندوبست ٿيل ڪونه هيو. ڪجهه گهڙين کان پوءِ اسان ڏٺو ته مولوي صاحب (سهڻا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه) ريل مان غائب آهن. اسان پريشان ٿي وياسين ته هاڻي ڪيئن ٿيندو؟ مولوي صاحب ٻه خبر ناهي ڪيڏانهن هليو ويو. سائين جن اسٽيشن تي جاڻ لٿا. اتي سواري نه هوندي ڪيئن ٿيندو؟ اسان لاءِ ته آزمائش جون گهڙيون هيون. بهرحال ريل راڌڻ اسٽيشن تي بيٺي. پير مٺا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه ريل تان اسٽيشن تي رونق افروز ٿيا. سامهون ڏسون ته مولوي صاحب "حضرت سهڻا سائين رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه" ٽيڪسي ٻيهاريون بيٺا آهن. مان حيران ۽ پريشان ٿي ويم ته آخر هيءُ ڪهڙو راز آهي؟ منهنجي

حضرت سهڻا سائين رَحْمَةُاللهِ تَعَالىٰ عَلَيْه جن سان تمام گهڻي حجت هلندي هئي. مان نهايت آهستگيءَ سان ڪائنش ماجرا پڇي ته ائين ريل مان غائب ٿي وڃڻ ۽ وري لٽا آهيون ته توهان اسان ڪان اڳ ۾ اسٽيشن تي رونق افروز آهيو. پاڻ فرمايائون ته ادا مون ڪان ٽيڪسي ڪرائڻ رهجي وئي هئي ان لاءِ مان هلندڙ ريل مان ٽپو ڏئي پڳو هيم ۽ وڃي ٽيڪسي ڪرائي اسٽيشن تي بيهارائي هئي. ڇوته مون کي ڏاڍي تڪليف پئي ٿي ته حضرت سائين جن اسٽيشن تي ڪجهه گهڙيون لاءِ انتظار فرمائين ۽ مان ٽيڪسي لاءِ پيچ ڊُڪ ڪريان.

## ★ قَالَ اللهُ تَبَارَكَ وَتَعَالىٰ ★

﴿1﴾ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ۝١ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۝٢ (سورة الفاتحه آيت 1, 2)

ترجمو : سڀ خوبيون الله تعالىٰ جي لاءِ آهن جيڪو مالڪ آهي سيني جهانن جو. وڏو مهربان ۽ رحمت وارو آهي.

﴿2﴾ الٓمّٓ ۝١ ذٰلِكَ الْكِتٰبُ لَا رَيْبَ ۛ فِيْهِ ۛ هُدًى لِّلْمُتَّقِيْنَ ۝٢ الَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِالْغَيْبِ وَيُقِيْمُوْنَ الصَّلٰوةَ وَمِمَّا رَزَقْنٰهُمْ يُنْفِقُوْنَ ۝٣ وَالَّذِيْنَ يُؤْمِنُوْنَ بِمَآ اُنْزِلَ اِلَيْكَ وَمَآ اُنْزِلَ مِنْ قَبْلِكَ ۚ وَبِالْاٰخِرَةِ هُمْ يُوْقِنُوْنَ ۝٤
(سورة البقرة آيت 1, 2, 3, 4)

ترجمو : اهو بلند مرتبي وارو ڪتاب (قرآن شريف) آهي جتي ڪابه شڪ جي گنجائش ڪونهي. اُن ۾ هدايت آهي ڊڄندڙن جي لاءِ ۽ اُهي جن اڻ ڏٺو ايمان آندو ۽ نماز قائم ڪئي ۽ اسان جي ڏنل روزيءَ

مان خرچ ڪيو ۽ اهي جن ايمان آندو اُن تي جو (اي محبوب) توتي لٿو ۽ جو توکان اڳ ۾ لٿو ۽ آخرت تي يقين رکيائون.“

﴿3﴾ وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ ۖ أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا دَعَانِ ۖ
(سورة البقره آيت 186)

ترجمو : جڏهن توکان منهنجا ٻانها پڇن منهنجو ته مان نزديڪ آهيان، پڪارڻ واري جي پڪار قبول ڪندو آهيان، جڏهن اهو مون کي پڪاريندو آهي.

﴿4﴾ يَمْحَقُ اللَّهُ الرِّبَا وَيُرْبِي الصَّدَقَاتِ ۗ وَاللَّهُ لَا يُحِبُّ كُلَّ كَفَّارٍ أَثِيمٍ ﴿٢٧٦﴾
(سورة البقره آيت 286)

ترجمو : الله هلاڪ ڪندو آهي وياج کي ۽ وڌائيندو آهي خيرات کي ۽ الله کي پسند ناهي ايندو ڪوبه ناشڪرو وڏو گنهگار.

﴿5﴾ وَإِن كَانَ ذُو عُسْرَةٍ فَنَظِرَةٌ إِلَىٰ مَيْسَرَةٍ ۚ وَأَن تَصَدَّقُوا خَيْرٌ لَّكُمْ ۖ إِن كُنتُمْ تَعْلَمُونَ ﴿٢٨٠﴾
(سورة البقره آيت 280)

ترجمو : اگر قرض وارو تنگيءِ وارو آهي ته ان کي مهلت ڏيو آسانيءَ تائين ۽ قرض ان تي بلڪل ڇڏي ڏيڻ تائين توهان لاءِ اڃان به وڌيڪ ڀلو آهي. جيڪڏهن ڄاڻو.

﴿6﴾ رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوبَنَا بَعْدَ إِذْ هَدَيْتَنَا وَهَبْ لَنَا مِن لَّدُنكَ رَحْمَةً ۚ إِنَّكَ أَنتَ الْوَهَّابُ ﴿٨﴾
(سورة آل عمران آيت 8)

ترجمو : اي رب ! اسان جون دليون ٽيڙيون نه ڪر. ان کان پوءِ جو تو اسان کي هدايت ڏني ۽ اسان کي پاڻ وٽان رحمت عطا ڪر بيشڪ

تون وڏو ڏيڻ وارو آهين.

﴿7﴾ قُلِ اللّٰهُمَّ مٰلِكَ الْمُلْكِ تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَآءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَآءُ وَتُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ بِيَدِكَ الْخَيْرُ اِنَّكَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ ﴿٢٦﴾ (سورة آل عمران آيت 26)

**ترجمو :** ائين عرض ڪريو (اي محبوب!) اي الله ملڪ جا مالڪ! تون جنهن کي چاهين سلطنت ڏين ۽ جنهن کان چاهين سلطنت کسين ۽ جنهن کي چاهين عزت ڏئين ۽ جنهن کي چاهين ذلت ڏين. ساري ڀلائي تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي بيشڪ تون سڀ ڪجهه ڪري سگهندو آهين.

﴿8﴾ قَدْ اَفْلَحَ الْمُؤْمِنُوْنَ ﴿١﴾ الَّذِيْنَ هُمْ فِيْ صَلَاتِهِمْ خٰشِعُوْنَ ﴿٢﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ عَنِ اللَّغْوِ مُعْرِضُوْنَ ﴿٣﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ لِلزَّكٰوةِ فٰعِلُوْنَ ﴿٤﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ لِفُرُوْجِهِمْ حٰفِظُوْنَ ﴿٥﴾ اِلَّا عَلٰى اَزْوَاجِهِمْ اَوْ مَا مَلَكَتْ اَيْمَانُهُمْ فَاِنَّهُمْ غَيْرُ مَلُوْمِيْنَ ﴿٦﴾ فَمَنِ ابْتَغٰى وَرَآءَ ذٰلِكَ فَاُولٰٓئِكَ هُمُ الْعٰدُوْنَ ﴿٧﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ لِاَمٰنٰتِهِمْ وَ عَهْدِهِمْ رٰعُوْنَ ﴿٨﴾ وَالَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلَوٰتِهِمْ يُحَافِظُوْنَ ﴿٩﴾ اُولٰٓئِكَ هُمُ الْوٰرِثُوْنَ ﴿١٠﴾ الَّذِيْنَ يَرِثُوْنَ الْفِرْدَوْسَ هُمْ فِيْهَا خٰلِدُوْنَ ﴿١١﴾

(سورة المومنون آيت 1 کان 11)

**ترجمو :** بيشڪ مراد کي پهتا ايمان وارا، جيڪي پنهنجي نمازن ۾ ڪڙڪڙائيندا آهن ۽ اهي جيڪي بيهوده ڳالهين جي طرف خيال ئي

ناهن ڪندا ۽ اهي جيڪي پنهنجي شرمگاهن جي حفاظت ڪندا آهن، مگر پنهنجين زالن يا شرعي ٻانهين تي جيڪي انهن جي هٿن جي ملڪيت هونديون آهن ته ان تي ڪابه ملامت ڪونهي ۽ جيڪو انهن ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه گهري، اهو حد وڌي وڃڻ وارو آهي ۽ اهي جيڪي پنهنجي امانتن ۽ پنهنجي واعدي جو خيال ڪندا آهن ۽ پنهنجي نماز جي نگهباني ڪندا آهن. اهي ئي ماڻهو جنت الفردوس جا وارث آهن، اهي ان ۾ هميشه رهندا.

﴿9﴾ الَّذِیۡۤ اَحۡسَنَ کُلَّ شَیۡءٍ خَلَقَہٗ وَ بَدَاَ خَلۡقَ الۡاِنۡسَانِ مِنۡ طِیۡنٍ ۚ﴿۷﴾ ثُمَّ جَعَلَ نَسۡلَہٗ مِنۡ سُلٰلَۃٍ مِّنۡ مَّآءٍ مَّہِیۡنٍ ۚ﴿۸﴾ ثُمَّ سَوّٰىہُ وَ نَفَخَ فِیۡہِ مِنۡ رُّوۡحِہٖ وَ جَعَلَ لَکُمُ السَّمۡعَ وَ الۡاَبۡصَارَ وَ الۡاَفۡـِٕدَۃَ ؕ قَلِیۡلًا مَّا تَشۡکُرُوۡنَ ﴿۹﴾

(سورة السجده آيت 7 کان 9)

**ترجمو** : جنهن شيءِ کي به خلقيائين ته ان کي سهڻو ۽ چڱو بڻايائين (توازن سان مناسب ۽ ڀرپور قوتون عطا ڪيائين) ۽ انسان کي شروعات ۾ (خسيس) ڪِپ مان خلقيائين.

﴿10﴾ اِنَّمَا الۡمُؤۡمِنُوۡنَ الَّذِیۡنَ اِذَا ذُکِرَ اللّٰہُ وَجِلَتۡ قُلُوۡبُہُمۡ وَ اِذَا تُلِیَتۡ عَلَیۡہِمۡ اٰیٰتُہٗ زَادَتۡہُمۡ اِیۡمَانًا وَّ عَلٰی رَبِّہِمۡ یَتَوَکَّلُوۡنَ ۚ﴿۲﴾ (سورة الانفال آيت 2)

**ترجمو** : مومن جو شان ته اهو آهي جو جڏهن الله تعالیٰ جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو (يا نالو ورتو وڃي ٿو) تڏهن سندن دليون ڌڙڪي ٿيون وڃن ۽ جڏهن سندس آيتون کين پڙهي ٻڌائجن ٿيون تڏهن سندن ايمان کي وڌيڪ پڪو ڪري ٿيون ڇڏين ۽ اهي هر حال ۾

پنهنجي پروردگار تي (پنهنجي فرض جي ادائگي ڪرڻ بعد) پورو پروسو رکن ٿا.

﴿11﴾ وَأَلَّفَ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ ۚ لَوْ أَنفَقْتَ مَا فِي الْأَرْضِ جَمِيعًا مَّا أَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوبِهِمْ وَلَٰكِنَّ اللَّهَ أَلَّفَ بَيْنَهُمْ ۚ إِنَّهُ عَزِيزٌ حَكِيمٌ ﴿٦٣﴾ (سورة الانفال آيت 63)

ترجمو : ۽ اهو ئي آهي جنهن مومنن جي دلين ۾ هڪٻئي لاءِ الفت ۽ محبت پيدا ڪري ڇڏي. جيڪڏهن تون اهو سڀ ڪجهه خرچ ڪرين جيڪو روءِ زمين تي آهي تہ بہ هنن جي دلين ڪي الفت ۽ محبت ۾ ڳنڍي نہ سگهين ها. پر اهو الله تعاليٰ ئي آهي جنهن منجهن الفت ۽ محبت پيدا ڪئي. بيشڪ هو (پنهنجي ڪمن ۾) غالب ۽ حڪمت وارو آهي.

﴿12﴾ وَالْمُؤْمِنُونَ وَالْمُؤْمِنَاتُ بَعْضُهُمْ أَوْلِيَاءُ بَعْضٍ ۚ يَأْمُرُونَ بِالْمَعْرُوفِ وَيَنْهَوْنَ عَنِ الْمُنكَرِ وَيُقِيمُونَ الصَّلَاةَ وَيُؤْتُونَ الزَّكَاةَ وَيُطِيعُونَ اللَّهَ وَرَسُولَهُ ۚ أُولَٰئِكَ سَيَرْحَمُهُمُ اللَّهُ ۗ إِنَّ اللَّهَ عَزِيزٌ حَكِيمٌ ﴿٧١﴾ وَعَدَ اللَّهُ الْمُؤْمِنِينَ وَالْمُؤْمِنَاتِ جَنَّاتٍ تَجْرِي مِن تَحْتِهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا وَمَسَاكِنَ طَيِّبَةً فِي جَنَّاتِ عَدْنٍ ۚ وَرِضْوَانٌ مِّنَ اللَّهِ أَكْبَرُ ۚ ذَٰلِكَ هُوَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ ﴿٧٢﴾

(سورة التوبہ آيت 71 ۽ 72)

ترجمو : ۽ مومن مرد ۽ مومن عورتون سڀ هڪٻئي جا ڪارساز ۽ رفيق آهن. هو نيڪيءَ جو حڪم ڏين ٿا، برائيءَ کان روڪين ٿا، نماز قائم رکن ٿا، زڪواة ڏين ٿا ۽ (هر حال ۾) الله ۽ سندس رسول

(صلى الله تعالیٰ علیه وآله وسلم) جن جي فرمانبرداري ڪن ٿا. سو اهي ئي ماڻهو آهن جن تي جلد الله تعالیٰ رحمت ڪندو. يقينا الله تعالیٰ سڀني تي غالب ۽ (پنهنجي ڪمن ۾) حڪمت رکندڙ آهي.

﴿13﴾ اَلنَّبِیُّ اَوْلٰی بِالْمُؤْمِنِیْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَ اَزْوَاجُهٗۤ اُمَّهٰتُهُمْؕ وَ اُولُوا الْاَرْحَامِ بَعْضُهُمْ اَوْلٰی بِبَعْضٍ فِیْ كِتٰبِ اللّٰهِ مِنَ الْمُؤْمِنِیْنَ وَ الْمُهٰجِرِیْنَ اِلَّاۤ اَنْ تَفْعَلُوْۤا اِلٰۤی اَوْلِیٰٓىٕكُمْ مَّعْرُوْفًاؕ كَانَ ذٰلِكَ فِی الْكِتٰبِ مَسْطُوْرًا ۝۶

(سورة الاحزاب آيت 6)

ترجمو : مسلمانن کي (حضرت) نبي (ڪريم صلى الله تعالیٰ علیه وآله وسلم) سندن جانين کان به وڌيڪ ويجها آهن، ۽ سندن حرم پاڪ (يعني زالون) مومنن جون مائرون آهن ۽ الله تعالیٰ جي ڪتاب موجب سچا پڪا مائٽ هڪبئي لاءِ وڌيڪ ويجها آهن بين مومن پائرن کان يا مهاجر پائرن کان (يعني فوتيءَ جو ترڪو سچن مائٽن کي ملڻ گهرجي) پر جيڪڏهن پنهنجي دوستن سان چڱائي ڪيو ته ڀلي ڪيو (اها ٻئي ڳالهه آهي) اها ڳالهه (خدا جي) ڪتاب ۾ لکي وئي آهي.

﴿14﴾ اِنَّا عَرَضْنَا الْاَمَانَةَ عَلَی السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ وَ الْجِبَالِ فَاَبَیْنَ اَنْ یَّحْمِلْنَهَا وَ اَشْفَقْنَ مِنْهَا وَ حَمَلَهَا الْاِنْسَانُؕ اِنَّهٗ كَانَ ظَلُوْمًا جَهُوْلًا ۝۷۲

(سورة الاحزاب آيت 72)

ترجمو : اسان آسمانن، زمين ۽ جبلن کي (اسانجي) امانت کڻڻ جي آڇ ڪئي ، مگر هنن انهيءَ امانت جي بار کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان بار کڻڻ کان ڊڄي ويا (ته متان امانت جي پوراڻي نه ڪري سگهون ۽

خدا تعالىٰ جي عذاب ۾ اچي وڃون) پر انسان اهو امانت جو بار پنهنجي سر تي کنيون. هو بيشڪ بي انصاف ۽ جاهل آهي.

﴿15﴾ فَالْيَوْمَ لَا يَمْلِكُ بَعْضُكُمْ لِبَعْضٍ نَّفْعًا وَّلَا ضَرًّا ؕ وَ نَقُوْلُ لِلَّذِيْنَ ظَلَمُوْا ذُوْقُوْا عَذَابَ النَّارِ الَّتِيْ كُنْتُمْ بِهَا تُكَذِّبُوْنَ ﴿۴۲﴾ (سورة سبا آيت 42)

ترجمو : سو انهيءَ ڏينهن انهن ماڻهن ۾ اها طاقت ڪونہ هوندي جو هڪڙا ٻين کي نفعو يا نقصان پهچائي سگهن ۽ اسان ظالمن کي چونداسين تہ (هاڻي) انهيءَ باهہ جو عذاب چکو، جنهن متعلق توهان ڪونہ مڃيندا هيو (تہ ڪو اسان باهہ جي عذاب ۾ رهنداسين)

﴿16﴾ وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ مِّنْ تُرَابٍ ثُمَّ مِنْ نُّطْفَةٍ ثُمَّ جَعَلَكُمْ اَزْوَاجًا ؕ وَمَا تَحْمِلُ مِنْ اُنْثٰى وَلَا تَضَعُ اِلَّا بِعِلْمِهٖ ؕ وَمَا يُعَمَّرُ مِنْ مُّعَمَّرٍ وَّلَا يُنْقَصُ مِنْ عُمُرِهٖٓ اِلَّا فِيْ كِتٰبٍ ؕ اِنَّ ذٰلِكَ عَلَى اللّٰهِ يَسِيْرٌ ﴿۱۱﴾ (سورة فاطر آيت 11)

ترجمو : ۽ (اي انسانو! الله تعالىٰ جون قدرتون ۽ نعمتون تہ ڏسو) الله تعالىٰ اوهان کي (اصل) مٽيءَ مان پيدا ڪيو ۽ هاڻي نطفي مان (يعني منيءَ مان) پيدا ڪندو ٿو رهي ۽ توهان کي جوڙا جوڙا ڪيائين (يعني مرد ۽ زال ٺاهيائين) ۽ ماديءَ جي پيٽ ۾ نہ ٿو ٿئي ٻچو سواءِ سندس علم (۽ حڪم) جي ۽ ڪنهن بہ ڊگهي عمر واري ماڻهوءَ جي ڊگهي عمر نہ ٿي ٿئي، نڪي سندس عمر گهٽجي ٿي سواءِ هن جي جو (الله تعالىٰ جي) ڪتاب ۾ (اڳين لکيل) آهي (يعني الله تعالىٰ جي حڪمن ۽ قانونن موجب اڳين ٿو ٿئي) اهو سڀ الله تعالىٰ جي لاءِ بيشڪ سولو (ڪم) آهي.

﴿17﴾ وَلَوْ اَنَّ مَا فِی الْاَرْضِ مِنْ شَجَرَةٍ اَقْلَامٌ وَّ الْبَحْرُ یَمُدُّهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖ
سَبْعَةُ اَبْحُرٍ مَّا نَفِدَتْ كَلِمٰتُ اللّٰهِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَزِیْزٌ حَكِیْمٌ ﴿۲۷﴾

(سورة لقمان آيت 27)

ترجمو : ۽ جيڪڏهن ڌرتيءَ جا سڀ وڻ قلم هجن ۽ سڄو سمنڊ مس هجي ۽ اهڙا ٻيا ٻه ست سمنڊ انهيءَ جي پٺيان مدد لاءِ موجود ٿين ته ٻه الله (تعالىٰ) جون ڳالهيون ۽ حڪمتون لکجي نه سگهبيون . (الله تعالىٰ جو علم ۽ قدرتون بي انت آهن) بيشڪ الله تعالىٰ هر چيز تي غالب ۽ وڏي حڪمت وارو آهي.

﴿18﴾ اَلَمْ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ یُوْلِجُ الَّیْلَ فِی النَّهَارِ وَ یُوْلِجُ النَّهَارَ فِی الَّیْلِ وَ سَخَّرَ
الشَّمْسَ وَ الْقَمَرَ ؗ كُلٌّ یَّجْرِیْۤ اِلٰۤى اَجَلٍ مُّسَمًّى وَّ اَنَّ اللّٰهَ بِمَا تَعْمَلُوْنَ خَبِیْرٌ ﴿۲۹﴾

(سورة لقمان آيت 29)

ترجمو : توهان ڏسو نه ٿا ته الله تعالىٰ رات کي ڏينهن ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪري ڇڏي ٿو ۽ سج ۽ چنڊ کي پنهنجي (قانون ۽ حڪم) جي تابع رکيو اٿس. هر هڪ مقرر مدي تائين هلندو رهندو (پوءِ فنا ٿي ويندو) ۽ ياد رکو ته جو الله سج ۽ چنڊ کي قانونن جو پابند رکي ٿو، سو الله اوهان کي به بهتري لاءِ پنهنجا قانون ۽ حڪم ٻڌائي ٿو پوءِ جيڪڏهن انهن تي عمل نه ڪندؤ ته (ياد رکو ته) يقينا الله تعالىٰ اوهان جي سڀني عملن جي خبر رکي ٿو (۽ اوهان کي ضرور بد عملن جي سزا ڏيندو.)

﴿19﴾ تُوْلِجُ الَّیْلَ فِی النَّهَارِ وَ تُوْلِجُ النَّهَارَ فِی الَّیْلِ ؗ وَ تُخْرِجُ الْحَیَّ مِنَ

الْمَيِّتِ وَتُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ ۚ وَتَرْزُقُ مَنْ تَشَاءُ بِغَيْرِ حِسَابٍ ﴿٢٧﴾
(سورة آل عمران آيت 27)

**ترجمو :** تون ئي رات کي ڏينهن ۾ (رفتا رفتا) گم تو ڪرين ۽ ڏينهن کي رات ۾، جاندارن کي بيجان شين مان ٻاهر ڪڍين ٿو ۽ بي جان شين کي جاندارن مان ٻاهر آڻين ٿو ۽ جنهن کي چاهين ٿو تنهن کي (پنهنجي ڪرم جي خزاني مان) بي حساب رزق ڏئين ٿو.

﴿20﴾ الَّذِينَ يُنْفِقُونَ أَمْوَالَهُمْ بِالَّيْلِ وَالنَّهَارِ سِرًّا وَّ عَلَانِيَةً فَلَهُمْ أَجْرُهُمْ عِنْدَ رَبِّهِمْ ۚ وَلَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُونَ ﴿٢٧٤﴾ (سورة البقره آيت 224)

**ترجمو :** جيڪي ماڻهو رات جو يا ڏينهن جو ڳجهي طرح يا ظاهر ظهور نيڪيءَ جي راهه ۾ پنهنجو مال خرچ ڪن ٿا تن کي يقينن پنهنجي پروردگار وٽان اجر ملندو. هنن کي نه ڪو خوف خطرو هوندو ۽ نه ڪا غمگيني.

﴿21﴾ قُلْ إِنَّ صَلَاتِي وَنُسُكِي وَ مَحْيَايَ وَ مَمَاتِي لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ ﴿١٦٢﴾ لَا شَرِيْكَ لَهٗ ۚ وَبِذٰلِكَ أُمِرْتُ وَ أَنَا أَوَّلُ الْمُسْلِمِيْنَ ﴿١٦٣﴾
(سورة الانعام آيت 162،161)

**ترجمو :** چئو ته منهنجي نماز منهنجو حج (قرباني) منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ سڀ ڪجهه فقط الله تعالىٰ جي لاءِ آهي، جيڪو سڀني جهان جو پروردگار آهي.

﴿22﴾ وَالْوَزْنُ يَوْمَئِذٍ الْحَقُّ ۚ فَمَنْ ثَقُلَتْ مَوَازِينُهُ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ ۝٨ وَمَنْ خَفَّتْ مَوَازِينُهُ فَأُولَٰئِكَ الَّذِينَ خَسِرُوا أَنْفُسَهُمْ بِمَا كَانُوا بِآيَاتِنَا يَظْلِمُونَ ۝٩ (سورة الاعراف آيت 8، 9)

ترجمو : انهيءَ (قيامت جي) ڏينهن (عملن جي) تور بلڪل ٺيڪ ٺيڪ ڪئي ويندي، پوءِ جن ماڻهن جي (نيڪ عملن جو) پڙ ڳورو ٿيندو سي ئي ڪامياب ٿيندا (۽ بهشت جون نعمتون ماڻيندا) ۽ جن ماڻهن جي (نيڪ عملن جو) پڙ هلڪو ٿيندو، تن جون جانيون هلاڪت ۾ پونديون ڇوته هنن اسان جي آيتن ۽ حڪمن بنسبت بي انصافي ڪئي هئي (۽ انهن تي عمل ڪرڻ بدران مخالفت ڪئي هئائون)

﴿23﴾ إِنَّ رَبَّكُمُ اللَّهُ الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ فِي سِتَّةِ أَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوَىٰ عَلَى الْعَرْشِ يُغْشِي اللَّيْلَ النَّهَارَ يَطْلُبُهُ حَثِيثًا وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُومَ مُسَخَّرَاتٍ بِأَمْرِهِ ۗ أَلَا لَهُ الْخَلْقُ وَالْأَمْرُ ۗ تَبَارَكَ اللَّهُ رَبُّ الْعَالَمِينَ ۝٥٤ (سورة الاعراف آيت 54)

ترجمو : (اي انسانو) تحقيق توهان جو پروردگار الله ئي آهي. جنهن آسمانن کي ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ خلقيو ۽ (شهنشاهيت جي) تخت تي قائم ۽ محڪم رهيو (يعني دنيا جي نگهباني ڪندو ٿو رهي) اهو ئي الله تعالىٰ رات سان ڏينهن کي ڍڪي ٿو (يعني رات جو پردو ڏينهن تي پوي ٿو) ۽ رات ڏينهن جي پٺيان جهٽ پٽ ملي اچي

ٿي ۽ هن سج، چنڊ ۽ تارا بڻايا جي سندس فرمان هيٺ آهن. (ياد رکو ته) خلقڻ ۽ حڪم هلائڻ فقط الله تعاليٰ جو ئي ڪم آهي. (نه ڪنهن ٻئي جو) وڏي برڪت واري آهي ذات الله تعاليٰ جي جيڪو سڀني جهان جو پروردگار آهي.

﴿24﴾ اُدْعُوْا رَبَّكُمْ تَضَرُّعًا وَّخُفْيَةً ۭ اِنَّهٗ لَا يُحِبُّ الْمُعْتَدِيْنَ ﴿55﴾

(سورة الاعراف آيت 55)

ترجمو : (اي انسانو) خدا تعاليٰ کي نماڻائي ۽ آهه و زاريءَ سان ۽ خلوت ۾ (اڪيلائي ۾ آهستي آهستي، نه وڏي واڪي) پڪاريو. (ياد رکو ته الله تعاليٰ دنيا جا خيال به ڄاڻي ٿو. ظاهري ڏيک ويک ڪرڻ ۽ هٺ وڏائي رکڻ واري دعا يا نماز ڪهڙيل اخلاقي بلندي ۽ روحانيت پيدا نه ڪندي، اٽلندو خدا (تعاليٰ کان دور ڪندي) يقين ڄاڻو ته الله تعاليٰ انهن کي محبوب نه ٿو بڻائي جيڪي حدن کان ٻاهر نڪري وڃن ٿا.

﴿25﴾ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ تَتَّقُوا اللّٰهَ يَجْعَلْ لَّكُمْ فُرْقَانًا وَّيُكَفِّرْ عَنْكُمْ سَيِّاٰتِكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ۭ وَاللّٰهُ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيْمِ ﴿29﴾ (سورة الانفال آيت 29)

ترجمو : مومنو! جيڪڏهن توهان خدا تعاليٰ کان ڊڄندا رهو (۽ سندس نافرمانيءَ کان بچو) ته پوءِ هو توهان جي لاءِ (حق ۽ باطل ۾) فرق ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي قوت پيدا ڪندو ۽ اوهان منجهان اوهان جون برايون ڪڍي ڇڏيندو ۽ اوهان کي بخشيندو. (ياد رکو ته) الله تعاليٰ ته تمام وڏو فضل ڪندڙ آهي.

﴿26﴾ يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ قَدْ جَآءَتْكُمْ مَّوْعِظَةٌ مِّنْ رَّبِّكُمْ وَشِفَآءٌ لِّمَا فِى الصُّدُوْرِ ۙ۬ وَهُدًى وَّرَحْمَةٌ لِّلْمُؤْمِنِيْنَ ﴿۵۷﴾ (سورة يونس آيت 57).

**ترجمو** : اي انسانو! توهان ڏي توهان جي پروردگار وٽان هڪ اهڙي شيءِ آئي آهي جا (وڏي فائدي واري) نصيحت آهي. دل جي سيني بيمارين لاءِ شفا آهي ۽ هدايت ۽ رحمت آهي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي (ان قرآن تي) ايمان ۽ يقين رکن ٿا.

﴿27﴾ وَهِيَ تَجْرِىْ بِهِمْ فِىْ مَوْجٍ كَالْجِبَالِ ۫ وَنَادٰى نُوْحُ ۨ ابْنَهٗ وَكَانَ فِىْ مَعْزِلٍ يّٰبُنَىَّ ارْكَبْ مَّعَنَا وَلَا تَكُنْ مَّعَ الْكٰفِرِيْنَ ﴿۴۲﴾ قَالَ سَاٰوِىْۤ اِلٰى جَبَلٍ يَّعْصِمُنِىْ مِنَ الْمَآءِ ؕ قَالَ لَا عَاصِمَ الْيَوْمَ مِنْ اَمْرِ اللّٰهِ اِلَّا مَنْ رَّحِمَ ۚ وَحَالَ بَيْنَهُمَا الْمَوْجُ فَكَانَ مِنَ الْمُغْرَقِيْنَ ﴿۴۳﴾ (سورة هود آيت 42، 43)

**ترجمو** : ۽ (اي انسانو ڏسو) اهڙين لهرن ۾ جبلن وانگر اڀرندڙ ٻيڙي انهن (ماڻهن کي کڻي وڃي رهي آهي ۽ حضرت نوح پنهنجي پٽ کي سڏ ڪيو جو ڪناري وٽ بيٺو هيو ۽ چيائين ته اي منهنجا پٽ! اسان سان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيءُ ۽ ڪافرن سان نه رهي پئه. هن چيو ته مان ڪنهن جبل تي پناهه وٺندس، جو مون کي پاڻيءَ (۾ ٻڏڻ) کان بچائي وٺندو. حضرت نوح چيس ته (تون ڪهڙي خام خياليءَ ۾ گرفتار ٿي ويو آهين) اڄ الله تعالىٰ جي (ٺهرايل) ڳالهه کان بچائڻ وارو ڪوبه ڪونهي. سواءِ ان جي جنهن تي الله تعالىٰ پاڻ رحم ڪري ۽ (ڏسو) ٻنهي جي وچ ۾ هڪڙي لهر اچي ويئي پوءِ اهو انهن مان ٿيو،

جيڪي ٻڌڻ وارا هئا.

﴿28﴾ وَ تَحۡسَبُهُمۡ اَيۡقَاظًا وَّ هُمۡ رُقُوۡدٌ ۖۗ وَّ نُقَلِّبُهُمۡ ذَاتَ الۡيَمِيۡنِ وَ ذَاتَ الشِّمَالِ ۖۗ وَكَلۡبُهُمۡ بَاسِطٌ ذِرَاعَيۡهِ بِالۡوَصِيۡدِ ؕ لَوِاطَّلَعۡتَ عَلَيۡهِمۡ لَوَلَّيۡتَ مِنۡهُمۡ فِرَارًا وَّلَمُلِئۡتَ مِنۡهُمۡ رُعۡبًا ﴿۱۸﴾ (سورة الڪهف آيت 18)

**ترجمو :** ۽ توهان انهن کي ڏسو ته توهان سمجهندؤ ته هو جاڳن ٿا، حالانڪ هو ننڊ ۾ آهن. اسان هنن کي ساڄي پاسي ۽ کاٻي پاسي موڙيون ٿا (يعني هو پاسو ورائين ٿا جيئن اسان سمهڻ مهل جاڳندي توڙي ننڊ ۾ پاسو ورائيندا آهيون) ۽ هنن جو ڪتو چانئٺ تي پنهنجون اڳيون ٽنگون ڊگهيون ڪيون ويٺو آهي جيڪڏهن توهان ليئو پائي هنن کي ڏسو ته جيڪر منهن ڦيرائي اُٿي تي ڀڄي هليا وڃو ۽ توهان تي (ان نظاري کان) دهشت ڇانئجي وڃي.

﴿29﴾ وَلَا تَقُوۡلَنَّ لِشَایۡءٍ اِنِّىۡ فَاعِلٌ ذٰلِكَ غَدًا ﴿۲۳﴾ اِلَّاۤ اَنۡ يَّشَآءَ اللّٰهُ ۚ وَاذۡكُرۡ رَّبَّكَ اِذَا نَسِيۡتَ وَقُلۡ عَسٰۤى اَنۡ يَّهۡدِيَنِ رَبِّىۡ لِاَقۡرَبَ مِنۡ هٰذَا رَشَدًا ﴿۲۴﴾ (سورة الڪهف آيت 24،23)

**ترجمو :** ۽ ڪابه ڳالهه هجي ته ائين ڪڏهن به نه چئو ته سڀاڻي مان اهو ڪم ڪري ڇڏيندس سواءِ هن جي سمجهي ڇڏيو ته ٿيندو اهو ئي جيڪو الله تعالیٰ چاهيندو. ۽ جڏهن وسر ٿئي ته وري الله تعالیٰ جي يادگيري تازي ڪري ڇئو ته اميد آهي ته منهنجو پروردگار هن کان به زياده ڪاميابيءَ جي راهه منهنجي لاءِ کولي ڇڏيندو.

﴿30﴾ وَ يَوْمَ يَعَضُّ الظَّالِمُ عَلٰى يَدَيْهِ يَقُوْلُ يٰلَيْتَنِى اتَّخَذْتُ مَعَ الرَّسُوْلِ
سَبِيْلًا ﴿٢٧﴾ يٰوَيْلَتٰى لَيْتَنِىْ لَمْ اَتَّخِذْ فُلَانًا خَلِيْلًا ﴿٢٨﴾ لَقَدْ اَضَلَّنِىْ عَنِ الذِّكْرِ
بَعْدَ اِذْ جَآءَنِىْ ؕ وَكَانَ الشَّيْطٰنُ لِلْاِنْسَانِ خَذُوْلًا ﴿٢٩﴾

(سورة الفرقان آيت 29،28،27)

ترجمو : انهيءَ ڏينهن ظالم (نافرمان) شخص (افسوس منجهان) پنهنجي هٿن کي چڪ پائيندو ۽ چوندو ته جيڪو حضرت رسول (ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم ) جن سان گڏ (سندس ڏيکاريل) رستو اختيار ڪيان ها (ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها)

هي حقيقت آهي ته جڏهن مون وٽ (خدائي) نصيحت ۽ پيغام اچي چڪو هيو، تنهن بعد هن (شيطان) مون کي ورغلائي گمراه ڪري ڇڏيو. ۽ بيشڪ شيطان (هميشه کان) انسان کي ورغلائي، خوار خراب ڪندڙ آهي.

﴿31﴾ الَّذِىْ خَلَقَنِىْ فَهُوَ يَهْدِيْنِ ﴿٧٨﴾ وَالَّذِىْ هُوَ يُطْعِمُنِىْ وَ يَسْقِيْنِ ﴿٧٩﴾ وَ
اِذَا مَرِضْتُ فَهُوَ يَشْفِيْنِ ﴿٨٠﴾ وَالَّذِىْ يُمِيْتُنِىْ ثُمَّ يُحْيِيْنِ ﴿٨١﴾ وَالَّذِىْٓ اَطْمَعُ
اَنْ يَّغْفِرَ لِىْ خَطِيْٓـَٔتِىْ يَوْمَ الدِّيْنِ ﴿٨٢﴾ (سورة الشعراء آيت 78 کان 82)

ترجمو : (اهو پروردگار ئي منهنجو سچڻ آهي) جنهن مون کي خلقيو ۽ اهو ئي آهي جيڪو مون کي سڌي واٽ ڏيکاري ٿو. ۽ جيڪو مون کي کارائي ٿو ۽ پيئاري ٿو. ۽ جيڪو جڏهن مان بيمار ٿيان ٿو تڏهن شفا ڏئي ٿو. ۽ جيڪو مون کي ماريندو ۽ وري جياريندو ۽ جنهن ۾ منهنجي اميد آهي ته هو جزا ۽ سزا جي ڏينهن منهنجو خطائون بخشيندو.

## قال رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم

اي انسانو! منهنجي ڳالهہ ٻڌو! ڇوتہ مان نہ ٿو ڄاڻان تہ شايد اڄ کان پوءِ مون کي ٻئي حج جي نوبت اچي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اي انسانو! مون توهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان پيدا ڪيو آهي ۽ توهان جا ڪيترائي خاندان ۽ قبيلا انهيءَ ڪري بنايا آهن جو انهن سان هڪٻئي جو تعارف ٿي وڃي. بلاشبہ الله تعاليٰ جي نزيڪ توهان سڀني مان عزت دار اهو آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ تقويٰ شعار ۽ پرهيزگار هجي. ان لاءِ ڪنهن عربيءَ کي عجميءَ تي ۽ عجميءَ کي عربيءَ تي ڪابہ فضيلت ڪونهي. اهڙي طرح ڪنهن ڪاري کي ڪنهن گوري تي ۽ گوري کي ڪنهن ڪاري تي بہ ڪا فضيلت ڪونهي.

اي قريش قبيلي وارؤ! ائين نہ ٿئي جو قيامت ۾ توهان پنهنجو بوجهہ سميٽي پنهنجي گردن تي وجهي اچو ۽ ٻيا ماڻهو آخرت جو سامان کڻي اچن اگر ائين ٿيو تہ مان توهان کي الله تعاليٰ جي عذاب کان بچائي نہ سگهندم. اي انسانو! توهان جون جانيون ۽ توهان جا مال هڪٻئي جي لاءِ قيامت تائين اهڙا ئي قابل احترام آهن جيئن هن ڏينهن (عرفات جي ڏينهن) ۽ هن مهيني (ذوالحج جي مهيني) جو احترام، هن شهر (مڪي) ۾ آهي ۽ يقيناً توهان سڀ عنقريب پنهنجي رب سان ملندؤ! ۽ پوءِ توهان جو رب توهان کان عملن جي باري ۾ پڇاڻو ڪندو. ۽ مان اها ڳالهہ توهان تائين پهچائي ڇڏي آهي تہ جنهن شخص وٽ ڪنهن جي امانت هجي تہ ان تي لازمي آهي تہ

اهو (اها امانت) ان جي مالڪ کي پهچائي ڇڏي. (صحيح مسلم ۽ ابو داؤد)
اي انسانو! هر مسلمان ٻئي مسلمان جو ڀاءُ آهي ۽ سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهن. توهان جا غلام! جيڪو ڪجهه توهان کائو اهو انهن کي به کارايو ۽ خود به پايو، اهو ئي انهن کي پارايو.

خبردار! جاهليت واري زماني جون (اسلام کان اڳ ۾) تمام راهون منهنجي قدمن جي هيٺيان ڪچليون ويون آهن. زمانهء جاهليت جا سمورا قتل (خواه مسلمانن جا هجن يا غير مسلمانن جا) (هاڻي ٻنهي پاسن کان) انهن جو بدلو نه ورتو ويندو، ۽ ان سلسلي ۾ سڀ کان پهريان مان (پنهنجي خاندان جو خون) ربيعة بن الحارث جي پٽ جو خون معاف ڪريان ٿو، ۽ زماني جاهليت وارو وياج معاف آهي (ان قانون جي شروعات به اسان پنهنجي طرف کان ڪريون ٿا) ته سڀ کان پهريان مان (پنهنجي خاندان جو يعني پنهنجي چاچي محترم عباس بن عبدالمطلب رضي الله تعالىٰ عنه جو وياج معاف ڪريان ٿو.

اي انسانو! الله تعالىٰ ميراث جو مڪمل قانون نازل ڪري، هر حقدار کي ان جو حق خود ڏئي ڇڏيو آهي ان لاءِ ڪنهن به وارث جي حق ۾ ڪابه وصيت جائز ۽ نافذ ڪونهي. ٻار جو نسب ان مرد مان ثابت ٿيندو جنهن جي زال هوندي، جنهن بدڪاري ڪئي ان کي سزا کان سواءِ ڪجهه به نه ملندو. (ٻار ان جو نه چورائيندو) ۽ ان جو حساب خدا تعالىٰ جي حوالي آهي.

۽ جنهن شخص پنهنجو پاڻ کي پيءُ کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو پٽ قرار ڏنو، (ان ۾ اهو به داخل آهي) جيڪو پنهنجو اصلي نسب بدلائي ڪنهن ٻئي نسب جي طرف پنهنجو پاڻ کي منسوب ڪندو

آهي جنهن غلام پنهنجي مولا کان سواءِ ڪنهن ٻئي جي نسبت اختيار ڪئي ان تي خدا تعاليٰ جي لعنت آهي.

خبردار! عورت کي پنهنجي مڙس جي مال مان ان جي اجازت کان سواءِ ڪنهن کي ڪجهه ڏيڻ جائز ناهي. قرض ادا ڪيو وڃي، رعايت واپس ڪئي وڃي ته عطيو موٽايو وڃي ۽ ضامن ڏنڊ ۽ چٽيءَ جو ذميدار آهي. (ابو داؤد، ابنِ ماجه وغيره)

اي انسانو! توهان جي ذمي ڪجهه عورتن جا حق آهن ۽ انهن تي ڪجهه توهان جا حق آهن. توهان جو ته انهن تي اهو حق آهي ته اها توهان جي بستري تي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ويهڻ نه ڏئي، جنهن کي توهان پسند نه ڪندا هجو. پڻ ان جي ذمي آهي ته اها ڪليل بي حيائيءَ جو ڪوبه ڪم نه ڪري. پوءِ اگر اها ائين ڪندي ته الله تعاليٰ توهان جي لاءِ اجازت ڏني آهي ته ان جي سمهڻ جي جڳهه (پاڻ کان) الڳ ڪري ڇڏيو. ۽ جيڪڏهن اجان باز نه اچي) ته ايتري سزا ڏئي سگهو ٿا، جنهن سان سندس بدن تي نشان نه پوي.

اها ان سزا تي پنهنجي حرڪت کان باز اچي وڃي ته ان جو خرچ پکو قاعدي جي مطابق توهان جي ذمي آهي ۽ عورتن سان سٺو ورتاءُ ڪرڻ جي لاءِ هميشه پابند رهو ڇوته اهي توهان جي قيد ۾ آهن. پنهنجو ڪوبه ڪم پاڻ نه ڪري سگهنديون آهن ۽ توهان انهن کي الله تعاليٰ جي امانت جي حيثيت سان پنهنجي قبضي ۾ ورتو آهي ۽ انهيءَ جو نالو وٺي عورتن کي حلال قرار ڏنو آهي.

اي انسانو! منهنجي ڳالهه کي خوب سمجهڻ جي ڪوشش ڪجو. مان توهان کي الله تعاليٰ جو اهو حڪم پهچائي چڪو آهيان.

(هاڻي توهان جي ذميداري آهي)

مان توهان ۾ ٻہ شيون ڇڏيون آهن جيڪڏهن توهان انهن کي مضبوطيءَ سان پڪڙيي ورتو تہ گمراهہ نہ ٿيندؤ. (هڪ شيءِ) الله تعالىٰ جو ڪتاب آهي ۽ (ٻي شيءِ) ان جي نبيءَ جي سنت آهي. مذهب ۾ واڌاءُ ۽ مبالغي کان بچڻ جي ڪوشش ڪريو. ڇوتہ توهان کان پهريون قومون بہ ان ڪري تباهہ ٿيون. خبردار مون کان پوءِ گمراهہ نہ ٿجو جو خود هڪٻئي جا گردن ڪپڻ لڳو. توهان کي خدا تعالىٰ جي سامهون حاضر ٿيڻو پوندو ۽ اهو توهان کان توهان جي عملن جو پڇاڻو ڪندو.

خبردار! مجرم پنهنجي جرم جو ذميدار پنهنجو پاڻ آهي خبردار! پيءُ جي جرم جو ذميدار پٽ ناهي ۽ پٽ جي جرم جو جوابده پيءُ ناهي. جيڪڏهن ڪوبہ نڪ ڪٽيل يا ڪن ڪٽيل حبشي غلام بہ توهان جي مٿان امير قائم ڪيو وڃي ۽ اهو توهان کي خدا تعالىٰ جي ڪتاب مطابق هلائي تہ توهان ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪجو.

ٻڌو! شيطان هن ڳالهہ کان مايوس ٿي چڪو آهي تہ توهان جي هن شهر ۾ ڪڏهن ان جي عبادت ڪئي وڃي (يعني هاڻي هن شهر ۾ ڪفر ۽ شرڪ هرگز نہ رهندو) ليڪن ان کان گهٽ درجي جي اعمال ۾ ان جي اطاعت ڪئي ويندي ۽ شيطان بہ ان تي راضي ٿي ويو آهي ۽ اهي عمل آهن، جن کي توهان ننڍو سمجهي اختيار ڪندؤ. ان لاءِ توهان تي لازمي آهي تہ پنهنجي دين جي حفاظت لاءِ شيطان جي مڪر کان هميشہ بچندا رهو.

اي انسانو! نہ مون کان پوءِ ڪوبہ نبي آهي، نہ توهان کان پوءِ ڪا ٻي امت (ٿيندي).

خبردار! توهان پنهنجي رب جي عبادت ڪندا رهو. پنجن نمازن جي پابندي ڪريو ۽ پنهنجي ماه رمضان جي روزن کي رکو ۽ پنهنجي مالن جي زڪواة خوش دليءَ سان ادا ڪندا رهو ۽ پنهنجي رب تعالیٰ جي گهر (يعني بيت الله) جو حج ڪريو ۽ پنهنجي حاڪمن جي فرمانبرداري ڪريو تہ پنهنجي رب جي جنت ۾ داخل ٿي ويندؤ ۽ توهان کان منهنجي متعلق بہ سوال ڪيو ويندو تہ ٻڌايو توهان ڇا چوندؤ؟ ماڻهن عرض ڪيو تہ اسان گواهي ڏينداسين تہ توهان الله تعالیٰ جو پيغام اسان کي پهچايو هيو ۽ پنهنجي فرض کي مڪمل ادا ڪيو ۽ اسان جي خير خواهي ڪئي.

(پاڻ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن) پنهنجي شهادت واري آڱر کي آسمان جي طرف ڪنيو ، پوءِ ماڻهن جي طرف آڱر ڪئي فرمايو تہ يا الله تون شاهد رهجانءِ !!! يا الله تون گواه رهجانءِ!!! يا الله تون گواه رهجانءِ!!!

پوءِ پاڻ فرمايائون تہ خبردار! جيڪي حاضرين آهن، اهي هيءُ منهنجو ڪلام غائبن کي (خواه اهي هن وقت موجود نہ هجن آئنده پيدا ٿيڻا هجن) پهچايو. ڇوتہ ڪيترائي ماڻهو جن کي منهنجو ڪلام پهچندو. خود ٻڌڻ وارن کان زياده ان جي حفاظت ڪرڻ وارا هوندا. خطبہءِ حجة الوداع آقا صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم

(صحيح بخاري، ابي داؤد از جمع الفوائد ڪتاب الايمان)

◆ بيشڪ سچائي ۾ سڀ کان وڌيڪ اهميت وارو الله تعاليٰ جو ڪلام آهي، ڀروسي جي شيءِ تقويٰ جو ڪلمو آهي.

◆ تمام ملتن کان بهترين ملتِ ابراهيم على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام آهي. (ملة ابراهيم حنيفا) تمام طريقن کان بهتر طريقہ محمد صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جو آهي.

◆ تمام ڳالهين تي الله تعاليٰ جي ذڪر کي شرف ۽ برتري حاصل آهي.

◆ تمام بيانن مان پاڪيزه ترين ۽ خوب ترين بيان قرآن مجيد جو آهي.

◆ بهترين ڪم ڀلائي جو ڪم آهي.

◆ بدترين ڪم خيالي ڳالهيون ۽ بد عادتون آهن.

◆ بهترين هدايت انبياء عليهم السلام جي هدايت آهي.

◆ بهترين موت الله تعاليٰ جي راهہ ۾ شهيدن جو موت آهي.

◆ سڀ کان وڌيڪ انڌائپ واري اها گمراهي آهي جيڪا هدايت حاصل ڪرڻ کان پوءِ اختيار ڪئي وڃي.

◆ بهترين اعمال اهي آهن جن سان انسان کي ديني، اخلاقي ۽ روحاني نفعو حاصل ٿئي.

◆ بهترين هدايت اها آهي جنهن جي پيروي ڪئي وڃي.

◆ بدترين انڌائپ دل جي انڌائپ آهي.

◆ مٿانهون هٿ هيٺئين هٿ کان بهتر آهي. ٿورڙو مال جيڪو جائز ضرورت جي ڪفايت ڪري اهو گهڻي مال کان بهتر آهي جيڪو غفلت ۾ وجهي ڇڏي.

- بدترين عذرخواهي ۽ توبهہ اها آهي، جيڪا ساهہ نڪرڻ وقت ڪئي وڃي.
- بدترين ندامت ۽ پريشاني اها آهي، جيڪا قيامت جي ڏينهن ٿيندي.
- ڪيترا ماڻهو جمعي جي لاءِ ايندا آهن مگر انهن جون دليون پوئتي لڳل هونديون آهن.
- ڪيترا ماڻهو اهڙا آهن جيڪي الله تعالىٰ کي ڪڏهن ڪڏهن ياد ڪندا آهن.
- گناهن ۾ عظيم تر گناهہ زبان جو ڪوڙو هجڻ آهي.
- بهترين تونگري دل جي تونگري آهي.
- انسان جي لاءِ بهترين ثمر تقوىٰ آهي.
- دانائن جو تاج خدا عزوجل جو خوف آهي.
- دل نشيني جي لاءِ بهترين شيءِ يقين آهي.
- شڪ ۽ گمان ڪفر جي هڪ شاخ آهي.
- مُردي تي نوحو ڪرڻ جاهليت آهي.
- خيانت دوزخ جي باهہ آهي.
- نشو باهہ جو داغ آهي.
- شعر گوئي (غلط مقصد واري) شيطاني ڪم آهي.
- شراب گناهن جو مجموعو آهي.
- يتيم جو مال کائڻ بد ترين روزي آهي.
- سعادتمند اهو آهي جيڪو ٻين کان نصيحت حاصل ڪندو آهي.

- اصل بدبخت اهو جيڪو ماءُ جي پيٽ ۾ ئي بدبخت هجي.
- انسان جو سرمايو اُن جو بهترين انجام آهي.
- بدترين خواب ڪوڙو خواب آهي.
- جيڪا ڳالهہ ٿيڻ واري آهي ان جو وقت قريب آهي.
- مومن کي گار ڏيڻ فسق ۽ ان کي قتل ڪرڻ ڪفر آهي.
- مومن جو گوشت کائڻ يعني ان جي غيبت ڪرڻ خدا جي گناهن مان هڪ گناهہ آهي.
- مومن جو مال بہ اهڙي طرح ٻين لاءِ حرام آهي جهڙي طرح ان جو خون حرام آهي.
- جيڪو الله تعالىٰ کان شڪايت ڪندو آهي، الله تعالىٰ ان کي ڪوڙو ڪندو آهي.
- جيڪو ڪنهن جي عيبن تي پردو وجهندو آهي تہ ان جي عيبن تي بہ پردو وڌو ويندو آهي.
- جيڪو ٻين سان عفو و درگذر سان پيش ايندو آهي. تہ خدا تعالىٰ ان سان عفو و درگذر سان پيش ايندو آهي.
- جيڪو غصو پي ويندو الله تعالىٰ ان کي اجر سان نوازيندو.
- جيڪو نقصان تي صبر ڪندو تہ الله تعالىٰ ان کي بهترين بدلو ڏيندو آهي.
- جيڪو چغلي هٽندو آهي تہ الله تعالىٰ ان جي رسوائي عام ڪندو آهي.

(حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جو خطبو مبارڪ جنگ تبوڪ ۾ جيڪو هڪ نماز کان پوءِ ڏيڻ فرمايو ويو.)

## حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم جا صحت جي حوالي سان فرمودات

﴿1﴾ هاضمي جي بهتري لاءِ هفتي ۾ ٻه روزا رکو.

﴿2﴾ کاڌو هميشہ ساڄي هٿ سان کائڻ گهرجي.

﴿3﴾ مريض جي پاسي ۾ ويهي کاڌو نہ کائڻ گهرجي.

﴿4﴾ وهاڻو لڳائي (ٽيڪ ڏئي) ۽ ويهي کائڻ سان بدهضمي ٿيندي آهي.

﴿5﴾ کاڌو ٿڌو ڪري کائو. (گرم کاڌي کائڻ سان معدو ضعيف ۽ ڪمزور ٿيندو آهي)

﴿6﴾ ليمو ماکيءَ سان ملائي صبح جو نيراني کائڻ سان دل ۽ دماغ کي طاقتِ ملندي آهي.

﴿7﴾ گوشت کي چاقوءَ ۽ ڇُريءَ جي بجاءِ ڏندن سان ڪاٽي کائڻ گهرجي.

﴿8﴾ کاڌي کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ ان کي ڦُوڪ نہ لڳايو. (ڇوتہ ائين ڪرڻ سان برڪت هلي ويندي آهي)

﴿9﴾ اڪيلو ٿي نہ کائو.

﴿10﴾ کاڌو کائڻ کان پوءِ خلال ڪندا ڪريو. (ڏندن مان کاڌي جون ذرڙيون ڪڍي صاف ڪجن ورنہ ڏند ڪمزور ٿي ويندا)

﴿11﴾ ڏندڻ باقاعدگيءَ سان استعمال ڪريو.

﴿12﴾ پيٽ کان وڏو برتن الله تعاليٰ ڪوبہ پيدا ناهي ڪيو ان کي مڪمل طور تي ڀريندا نہ ڪجو.

﴿13﴾ دسترخوان تي ڪريل شيءِ کڻي کائڻ سان رزق ۾ ڪشادگي پيدا ٿيندي آهي، اُن سان انسان کي ۽ ان جي اولاد کي جذام، برص، ۽ چرياڻپ کان حفاظت ٿيندي آهي.

﴿14﴾ انجير کائڻ سان انسان قولنج واري مرض کان محفوظ رهندو آهي.

﴿15﴾ زيتون کائيندا ڪريو ۽ زيتون جي تيل جي مالش ڪندا ڪريو.

﴿16﴾ رات جو ماني نہ کائڻ سان ڪراڙپ جلدي اچي ويندي آهي.

﴿17﴾ لوڪي (يعني ڪدو) کائيندا ڪريو. اهو دل ۽ دماغ کي قوت بخشيندو آهي.

﴿18﴾ مادي جي خرابيءَ لاءِ ڪيرو (بادرنگ) کائيندا ڪريو.

﴿19﴾ ڪتل ۽ گدرو ملائي کائڻ سان صفراوي ۽ سوداوي مزاج وارن کي صحت حاصل ٿيندي آهي.

﴿20﴾ دسترخوان کي سبزين سان سينگاريندا ڪريو.

﴿21﴾ رات جو کاڌو کائڻ کان پوءِ سُمهي نہ پوندا ڪريو.

﴿22﴾ منجهند جو قيلولو تمام گهڻو فائدي وارو آهي.

﴿23﴾ کير بهترين غذا آهي.

﴿24﴾ زياده عرصو صحتمند رهڻ جي لاءِ کاڌو باقاعدگيءَ سان کائيندا ڪريو.

﴿25﴾ بصر جو استعمال بيمارين کان ڇوٽڪارو ڏيندو آهي ليڪن ان کي ڪچو کائي مسجد ۾ نہ ايندا ڪريو.

﴿26﴾ ڇئن شين کي برو نہ سمجهڻ گهرجي.

(1) اکين جو ڏکڻ انڌي ٿيڻ کان محفوظ رکندو آهي.

(2) زڪام جو ٿيڻ برص جي بيماريءَ کان ڇوٽڪارو ڏيندو آهي.

(3) کنگهہ جو هجڻ فالج کان بچائيندو آهي.

(4) ڦرڙي ڦلوڪٽي جو نڪرڻ سان برص کان ڇوٽڪارو ملندو آهي.

﴿27﴾ ڪڌهن ڪڌهن الٽي ڪرڻ گهرجي ان کان پوءِ وضو ڪري ڇڏڻ گهرجي. ان سان معدي جون خراب رطوبتون خارج ٿي وينديون آهن.

﴿28﴾ ٻن مختلف کاڌن کي جمع نہ ڪرڻ گهرجي. مڇي ۽ کير. کٽاڻ ۽ کير. انبو ۽ کير. کير ۽ گوشت. گرم ۽ سرد.

﴿29﴾ کاڌي کي ذڪر ۽ نماز سان هضم ڪندا ڪريو.

﴿30﴾ کاڌي کان پوءِ سمهڻ دل ۾ سختي آڻيندو آهي.

﴿31﴾ پاڻي هڪ ساهيءَ ۾ هرگز پيئڻ نہ گهرجي ان سان سيني ۾ سور ٿيندو آهي.

﴿32﴾ پاڻي بيهي پيئڻ نہ گهرجي. ان سان پيٽ ۾ سور پوندو آهي.

﴿33﴾ سفر ڪندا ڪريو. ان جي ذريعي صحت ۽ روزي حاصل ٿيندي.

﴿34﴾ ڏنڊڻ ڪندا ڪريو معدي جون بيماريون (ڏنڊڻ ڏيڻ سان نہ ٿينديون ۽ سڀ کان وڏو فائدو اهو آهي تہ مرڻ وقت ڪلمو نصيب ٿيندو.

﴿35﴾ ماني رَهَي (ياجيءَ) ۾ پچائي کائڻ سان دل ۽ دماغ کي طاقت ملندي آهي.

﴿36﴾ ڪتل کائيندا ڪريو. اها پيٽ مان بيمارين کي ڪيندي آهي، گردن جو ڪم مضبوط ڪندي آهي. مديني شريف جون ست ڪتل جون ڳڙيون روهيءَ ۾ ککڙين سميت گهوٽي کائڻ سان دل جي بيماري ختم ٿي ويندي آهي. (انهيءَ ڪجور جو نالو "عجوه" آهي پهريون هرٽ اٽيڪ حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله تعالیٰ عنه کي پيو هو. حضور آقا صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ان کي عجوه ڪتل کارائي هئي. ۽ ان جي دل جي تڪليف ختم ٿي وئي هئي.)



"ڪڏهن ڪاميابيءَ کي دماغ ۾ ۽ ناڪاميءَ کي دل ۾ جاءِ نہ ڏيو ڇوتہ ڪاميابي دماغ ۾ تڪبر ۽ ناڪامي دل ۾ مايوسي پيدا ڪندي آهي."
(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه)

# رندا روڙيا جن

﴿1﴾ عن ابی هريرة رضی الله تعالیٰ عنه قال : قال رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم اول زمرة تلج الجنة صورتهم عل صورة القمر ليلة البدر لا يبصقون فيها ولا يتخطون ولا يتغوّطون. آنيتهم فيها الذهب امشاطهم من الذهب والفضة ومجامرهم الالوة ورشحهم المسك ولكل واحد منهم زوجتان يرى مخ سوقهما من وراءِ اللحم من الحسن لا اختلاف بينهم ولا تباغض قلوبهم قلب واحد يسبحون الله بكرة وعشيا. (متفق عليه)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضی الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ حضرت آقاءِ نامدار صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم جن فرمايو تہ جيڪو گروه سڀ کان اول جنت ۾ داخل ٿيندو ان گروه وارن ماڻهن جا چهرا چوڏهين رات جي چنڊ وانگر روشن هوندا. انهن کي ٿڪڻ، نڪ صاف ڪرڻ ۽ حاجت ادائي جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿيندي. انهن جي (کائڻ وارا) ٿانوَ سون جا هوندا ۽ انهن جا (وارن کي ڏيڻ وارا) ڪنگا سون ۽ چانديءَ جا هوندا انهن جي منڊين ۾ عود چمڪي رهيا هوندا انهن جو پگهر مشڪ وانگر خوشبودار هوندو. انهن مان هر هڪ کي ٻہ زالون ملنديون، اُهي ايتريون تہ حسين ۽ خوبصورت هونديون جو انهن جي جسم جي مک ٻہ سندن جي گوشت جي آرپار نظر پئي ايندي.

انهن ماڻهن جي وچ ۾ ڪوبہ اختلاف نظر نہ ايندو ۽ نہ وري انهن

جي وچ ۾ ڪو بغض ۽ حسد هوندو. انهن جون دليون (پيار ڪندڙ) متحد هونديون ۽ اهي صبح شام الله تعاليٰ جي تسبيح ادا ڪندا رهندا.

﴿2﴾ عن ابی هريره رضی الله تعالیٰ عنه قال : قال رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم : ان الله قال : من عادی لی وليا فقد آذنته بالحرب، وما تقرب الیّ عبدی بشیءٍ احب الیّ مما افترضت عليه، وما يزال عبدی يتقرب الی بالنوافل حتی احبه، فاذا احببته : كنت سمعه الذی يسمع به، وبصره الذی يبصر به ويده التی يبطش بها، ورجله التی يمشی بها، وان سالنی لاعطينه ولئن استعاذنی، لاعيذنه، وما ترددت عن شیءٍ انا فاعله ترددی عن نفس المومن، يكره الموت وانا اكره مساءته . (رواه البخاری وابن حبان)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضی الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته جيڪو به منهنجي ڪنهن وليء سان دشمني رکندو ته ان سان مان خدا تعاليٰ به اعلانِ جنگ ڪريان ٿو، منهنجو ٻانهو پنهنجي نفلي عبادتن جي ذريعي مون کي تمام گهڻو قريب بنجي ويندو آهي، ايستائين جو مان ان سان محبت ڪرڻ لڳندو آهيان، جڏهن مان ان سان محبت ڪرڻ لڳندو آهيان ته پوء مان اُن جا ڪن بنجي ويندو آهيان جن سان هو ٻڌندو آهي، مان انجون اکيون بنجي ويندو آهيان، جن سان اهو ڏسندو آهي مان ان جا هٿ بنجي ويندو آهيان جن سان هو پڪڙيندو آهي ۽ مان

ان جا پير ٿي ويندو آهيان، جن سان هو هلندو آهي اگر هو مون کان سوال ڪندو آهي ته مان ان کي ضرور عطا ڪندو آهيان مان جو به ڪم ڪندو آهيان ته ان ۾ ڪڏهن به وهم جو شڪار نه ٿيندو آهيان جيئن مومن بندي جي ساهه وٺڻ ۾ هوندو آهيان، اهو موت کي ناپسند ڪندو آهي ۽ مان ان جي تڪليف کي ناپسند ڪندو آهيان.

﴿3﴾ عن ابى هريرة رضى الله تعالىٰ عنه قال : قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم قال ان الله قال اذا تلقانى عبدى بشبر، تلقيته بذراع. اذا تلقانى بذراع، تلقيته بباع، واذا تلقانى بباع، اتيته باسرع. (رواه مسلم واحمد)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم فرمايو ته الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته جڏهن منهنجو ٻانهو هڪ گرانٺ منهنجي طرف وڌندو آهي ته مان ٻه هٿ ان جي طرف وڌندو آهيان ۽ جڏهن اهو ٻه هٿ منهنجي طرف وڌندو آهي ته مان تيزيءَ سان ان جي طرف وڌندو آهيان.

﴿4﴾ عن معاذ بن جبل رضى الله تعالىٰ عنه قال سمعت رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم يقول قال الله عزّوجلّ المتحابون فى جلالى لهم منابر من نور يغبطهم النبيون والشهداءُ. وفى باب عن ابى الدرداءِ وابن مسعود وعبادة بن الصامت وابى هريرة وابى مالك الاشعرى. (رواه الترمذى واحمد)

**ترجمو** : حضرت معاذ بن جبل رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته الله تعالىٰ فرمايو ته

منهنجي جلال جي خاطر پاڻ ۾ محبت ڪرڻ وارن جي لاءِ اهڙا نور جا منبر هوندا جو انهن تي انبياء ۽ شهداء ڪي به فخر ٿيندو ته هي ماڻهو ڪير آهن؟ جيڪي نه نبي آهن ۽ نه شهيد ليڪن پوءِ به اهڙي وڏي مقام تي فائز آهن.

﴿5﴾ عن عمر بن الخطاب رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال قال النبی صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم ان من عباد الله الا ناسا ماهم بانبياءَ ولا يغبطهم الانبياءُ والشهداءُ يوم القيٰمة بكمانهم من الله قالوا يا رسول الله تخبرنا من هم؟ قال هم قوم تحابوا بروح الله على غير ارحام بينهم ولا اموال يتعاطونها فو الله ان وجوهم لنور وانهم لعلى نور لا يخافون اذا خاف الناس ولا يحزنون اذا حزن الناس وقرا هذه الآية { اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَاءَ اللّٰهِ لَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ } (يونس 10: 62) (رواه ابوداود والنسائی وابن حبان)

**ترجمو** : حضرت عمر بن خطاب رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ جا ڪجهه برگزيده پانها اهڙا به آهن جيڪي نه نبي آهن ۽ نه شهيد آهن. قيامت جي ڏينهن انبياءِ ڪرام عليهم السلام ۽ شهداء عظام انهن ڪي الله تعاليٰ جي طرفان عطا ڪيل مقام ڏسي رشڪ (فخر) ڪندا.

صحابه ڪرام رضی اللہ عنہم عرض ڪيو ته يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم ! توهان اسان کي انهن جي باري ۾ ٻڌايو ته اهي (خوش نصيب) ڪير هوندا؟ پاڻ ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو ته اهي اهڙا ماڻهو هوندا جن جي هڪٻئي سان محبت صرف الله تعاليٰ جي خاطر

هوندي نہ ڪي رشتيداري ۽ مالي دين جي سبب ڪان. الله تعالىٰ جو قسم! انهن جا چهرا نور سان (روشن) هوندا. اهي نور جي (منبرن) تي هوندا، اڄ انهن ڪي ڪوبہ خوف نہ هوندو. انهن ڪي ڪوبہ غم نہ هوندو. جڏهن (ٻيا) ماڻهو غمزده هوندا.

پوءِ پاڻ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم هيءَ آيت پڙهي تہ : اَلَاۤ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَاخَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ ۝ خبردار! بيشڪ اولياءَ الله ڪي نہ خوف هوندو آهي ۽ نہ اهي رنجيده ۽ غمگين آهن ۽ نہ غمگين هوندا آهن (يعني حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو تہ اها آيت سڄوري انهن جي حق ۾ نازل ٿي).

﴿6﴾ عن عائشة رضی الله تعالیٰ عنها قالت قال رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم قال الله عزّوجلّ من اذل لی ولیا فقد استحل محاربتی وما تقرب الیَّ عبد بمثل اداءِ الفرائض وما یزال العبد یتقرب الیَّ بالنوافل حتی احبه ان سالنی اعطیته وان دعانی اجبته ما ترددت عن شیءٍ انا فاعلة ترددی عن وفاته لانه یکره الموت واکره مساءته. (رواه احمد وابونعیم والطبرانی والبیهقی)

**ترجمو** : حضرت سيده عائشه رضی الله تعالیٰ عنها بيان ڪن ٿيون تہ حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ جنهن منهنجي ڪنهن وليءَ جي توهين ڪئي تہ ان مون سان جنگ ڪرڻ کي حلال ڄاتو ۽ ڪنهن بندي کي منهنجو قرب جنهن قدر فرض جي ادائيگي سان حاصل ٿيندو آهي، ڪنهن ٻئي شيءِ مان

ناهي ٿيندو. منهنجو ٻانهو هميشه تعلق جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪندو رهندو آهي. ايستائين جو مان ان سان محبت ڪرڻ لڳندو آهيان. پوءِ اگر اهو مون کان سوال ڪندو آهي ته مان ان کي عطا ڪندو آهيان، اگر اهو مون کان دعا گهرندو آهي ته مان ان کي قبول ڪندو آهيان ۽ مان ڪڏهن به ڪنهن شيءِ ۾ ايتري هٻڪ محسوس نه ڪندو آهيان جيڪو به مان ڪرڻ وارو هوندو آهيان، جيتري هٻڪ ان ٻانهي جي روح قبض ڪرڻ وقت ڪندو آهيان اهو موت کي ناپسند ڪندو آهي ۽ مان ان جي تڪليف کي ناپسند ڪندو آهيان.

﴿7﴾ عن ثوبان رضی اللہ تعالیٰ عنہ **قال سمعت رسول الله** صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم **یقول ان ربی** عزوجل **وعدنی من امتی سبعین الفا لا یحاسبون مع کل الف سبعون الفا.** (رواہ الطبرانی)

**ترجمو** : حضرت ثوبان رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته مان حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته بيشڪ منهنجي رب مون سان واعدو فرمايو آهي ته منهنجي امت جي ستر هزار ماڻهن کان حساب ڪتاب نه ورتو ويندو پڻ انهن مان هر هزار سان گڏ مزيد ستر هزار هوندا. (طبراني)

﴿8﴾ عن ابی هریرة رضی اللہ تعالیٰ عنہ عن النبی صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم **قال اذا احب الله العبد نادی جبریل ان الله یحب فلانا ، فاحببه فیحبه جبریل، فینادی جبریل فی اهل السماءِ ان الله یحب فلانا ، فاحبوه، فیحبه اهل السماء ثم یوضع له القبول فی الارض.** (متفق علیه)

**ترجمو**: حضرت ابو هريره رحمة الله تعالیٰ عليه کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جڏهن الله تعالیٰ ڪنهن ٻانهي سان محبت ڪندو آهي ته حضرت جبرائيل علیٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام کي آواز ڏيندو آهي ته مان فلاڻي ٻانهي سان محبت ڪريان ٿو ان لاءِ تون به ان سان محبت ڪر. پوءِ حضرت جبرائيل آسماني مخلوق ۾ آواز ڏيندو آهي ته الله تعالیٰ فلاڻي ٻانهي سان محبت ڪري ٿو. ان لاءِ توهان به ان سان محبت ڪريو. پوءِ آسمان وارا به ان سان محبت ڪرڻ لڳندا آهن پوءِ زمين وارن جي دلين ۾ به ان جي مقبوليت رکي ويندي آهي.

﴿9﴾ عن ابی موسیٰ رضی الله تعالیٰ عنه عن النبی صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم قال من احب لقاءَ الله احب الله لقاءَه ومن کره لقاءَ الله کره الله لقاءَه. (متفق عليه)

**ترجمو**: حضرت ابو موسیٰ رضی الله تعالیٰ عنه حضور ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم کان روايت ڪن ٿا ته پاڻ ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جيڪو الله تعالیٰ سان ملاقات کي پسند ڪندو آهي ته الله تعالیٰ به ان سان ملاقات کي پسند ڪندو آهي ۽ جيڪو الله تعالیٰ سان ملڻ کي پسند نه ڪندو آهي ته الله تعالیٰ به ان سان ملڻ ناپسند ڪندو آهي.

﴿10﴾ عن ثوبان رضی الله تعالیٰ عنه عن النبی صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم قال ان العبد ليلتمس مرضاة الله ولا يزال بذالك فيقول الله عزوجل لجبريل ان فلانا عبدی يلتمس ان يرضينی الا وان رحمتی عليه فيقول جبريل رحمة الله علی فلان

ويقولها حملة العرش ويقولها من حولهم حتى يقولها اهل السمٰوات السبع ثم تهبط الى الارض۔ (رواه احمد)

**ترجمو** : حضرت ثوبان رضي الله تعالیٰ عنه حضور اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم کان روايت ڪن ٿا تہ پاڻ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ بيشڪ بندو الله تعالیٰ جي رضا طلب ڪندو آهي ۽ هميشہ ان طلب واري حالت ۾ رهندو آهي تہ الله تعالیٰ فرمائيندو آهي تہ بيشڪ ! منهنجو فلاڻو ٻانهو مون کي راضي رکڻ جو خواهش مند آهي ٻڌو! بيشڪ منهنجي رحمت ان ٻانهي تي آهي، پوءِ حضرت جبرائيل عليہ السلام چوندو آهي تہ فلاڻي ٻانهي تي الله تعالیٰ جي خاص رحمت آهي ۽ ائين ئي عرش کي کڻڻ وارا فرشتا ۽ جيڪي ارڪرد فرشتا هوندا آهن، اهي چوندا آهن. ايستائين جو ستين آسمان تي رهڻ وارا بہ ائين چوندا آهن. پوءِ اهي زمين جي طرف لهي ايندا آهن.

﴿11﴾ عن ابی هريرة رضي الله تعالیٰ عنه قال : قال رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم ان الله قال من عادی لی وليا فقد آذنته بالحرب ........... الحديث (رواه البخاری وابن حبان)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ الله تعالیٰ فرمائي ٿو تہ جنهن منهنجي ڪنهن ولي سان دشمني رکي تہ مان ان سان اعلان جنگ ڪندو آهيان.

﴿12﴾ عن عمر بن الخطاب رضی اللہ تعالیٰ عنہ عن معاذ بن جبل رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال سمعت رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم يقول ان يسير الرياءِ شرك وان من عادى لله وليا فقد بارز الله بالمحاربة ان الله يحب الابرار الاتقياء الاخياء الذين اذا غابوا لم يفتقدوا، وان حضروا لم يدعوا ولم يعرفوا قلوبهم مصابيح الهدىٰ يخرجون من كل مظلمة. (رواہ ابن ماجہ حاکم)

**ترجمو :** حضرت عمر بن الخطاب رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان حضرت معاذ بن جبل رضی اللہ تعالیٰ عنہ جي معرفت روايت آهي ته انهن حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو ته بيشڪ معمولي ڏيکاءُ به شرڪ آهي ۽ جنهن اولياءُ الله سان دشمني ڪئي ته انهيءَ الله تعالىٰ سان جنگ جو اعلان ڪيو. بيشڪ الله تعالىٰ انهن نيڪوڪارن ۽ پرهيزگار ماڻهن کي محبوب رکندو آهي، جيڪي لڪيا رهندا آهن، اگر اهي غائب ٿي وڃن ته انهن کي تلاش ناهي ڪيو ويندو ۽ جيڪڏهن اهي موجود هجن ته انهن کي گهرايو ناهي ويندو ۽ نه ئي انهن کي سڃاتو ويندو آهي. انهن جون دليون هدايت جا چراغ هونديون آهن. اهڙا ماڻهو هر طرح جي آزمائش ۽ تاريڪ فتني کان نڪري ويندا آهن.

﴿13﴾ عن الاوزاعی عن حسان بن عطية رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال قال الله عزوجل لاينجو منى عبدى الا باداءِ ماافترضت عليه وما يبرح عبدى يتقرب اليَّ بالنوافل حتى احبه وما تقرب اليَّ بشيءِ افضل من النصيحة فاذا فعل ذالك كنت قلبه

الذی یعقل به ولسانه الذی ینطق به وبصره الذی یبصر به اجبته اذا استغفرنی۔ (رواه ابن المبارك)

**ترجمو** : حضرت اوزاعي رحمة الله تعالیٰ علیه حضرت حسان بن عطیہ رضی الله تعالیٰ عنه کان روايت ڪندا آهن ته الله تعالیٰ جو فرمان آهي ته ٻانهو منهنجي عذاب کان تيستائين ڇوٽڪارو حاصل نه ڪندو آهي جيستائين اهو اها شيءِ ادا نه ڪري جيڪا مون سندس مٿان ان تي فرض ڪئي آهي. بندو هميشه نوافل جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪندو رهندو آهي ايستائين جو مون کي ان سان محبت ٿي ويندي آهي ۽ منهنجو ٻانهو منهنجو قرب، نصيحت ۽ خيرخواهي کان سواءِ ٻئي ڪابہ شيءِ حاصل نه ڪري سگهندو آهي پوءِ جڏهن اهو ائين ڪري وٺندو آهي ته مان ان جي دل بنجي ويندو آهيان جنهن سان اهو سوچيندو آهي، مان ان جي زبان بنجي ويندو آهيان جنهن سان اهو ڪلام ڪندو آهي، مان ان جي بصارت بنجي ويندو آهيان، جنهن سان اهو ڏسندو آهي، جڏهن اهو مون کي پڪاريندو آهي ته مان ان کي جواب ڏيندو آهيان ۽ جڏهن اهو مون کان گهرندو آهي ته مان ان کي عطا ڪندو آهيان ۽ جڏهن اهو مون کان مغفرت طلب ڪندو آهي ته مان ان کي بخشي ڇڏيندو آهيان.

﴿14﴾ عن صهيب رضی الله تعالیٰ عنه عن النبی صلی الله تعالیٰ علیه واٰله وسلم قال اذا دخل اهل الجنة الجنة قال یقول الله عزوجل تریدون شیئا ازید کم؟ فیقولون الم تبیض وجوهنا؟ الم تدخلنا الجنة وتنجنا من النار؟ قال فیکشف الحجاب فما

اعطوا شيئا احب اليهم من النظر الى ربهم عزوجل ثم تلا هذه الآية {لِلَّذِيْنَ اَحْسَنُوا الْحُسْنٰى وَزِيَادَةٌ} (يونس 26) (رواه مسلم والترمذى واحمد)

**ترجمو** : حضرت صهيب رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته حضرت نبي اکرم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو ته جڏهن جنتي جنت ۾ هليا ويندا ته ان وقت الله تعالیٰ انهن کي فرمائيندو ته ڇا جنتن کان پوءِ توهان جي کا بي خواهش باقي آهي، جنهن کي مان پورو ڪريان. جنتي عرض ڪندا (اي اسان جا رب!) ڇا تو اسان جا چهرا روشن ناهن ڪيا، ڇا تو اسان کي جنت عطا ناهي ڪئي، ڇا تون اسان کي دوزخ کان نجات ناهي ڏني. (انهيءَ کان وڌيڪ باقي اسان کي ڇا گهرجي؟ بس اسان تنهنجو شڪر بجا آڻيون ٿا) حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمائن ٿا ته پوءِ الله تعالیٰ انهن جي ۽ پنهنجي ذات جي درميان حجاب کڻي ڇڏيندو ۽ جنتي الله تعالیٰ جي ذاتِ جو ديدار ڪندا ته انهن کي انهيءَ ديدار کان زياده ڪابه شيءِ محبوب نه ٿيندي.

﴿15﴾ عن جابر بن عبدالله رضی اللہ تعالیٰ عنہما قال قال رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم بينا اهل الجنة فى نعيمهم اذ سطع لهم نور فرفعوا رؤسهم، فاذا الرب قد اشرف عليهم من فوقهم فقال السلام عليكم يا اهل الجنة قال وذالك قول الله {سَلَامٌ قَوْلًا مِّنْ رَّبٍّ رَّحِيْمٍ} (يٰس 36) قال فينظر اليهم وينظرون اليه فلا يلتفتون الى شىءٍ من النعيم ما داموا ينظرون اليه حتّٰى

يحتجب عنهم، ويبقى نوره وبركته عليهم في ديارهم. (رواه ابن ماجه)

**ترجمو:** حضرت جابر بن عبدالله رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جنت وارا پنهنجين نعمتن کان لطف اندوز ٿي رهيا هوندا ته اوچتو هڪ نور چمڪندو، اهي پنهنجن مٿن کي مٿي ڪندا ته الله رب العزت مٿان کان انهن تي جلوه افروز ٿيندو ۽ فرمائيندو اي اهلِ جنت! توهان تي سلامتي هجي. حضور نبي اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته الله تعالىٰ جو فرمان "سَلٰمٌ قَوْلًا مِّنْ رَّبٍّ رَّحِيْمٍ ﴿٥٨﴾" (توهان تي سلامتي هجي رب رحيم جي طرف کان) دُهرايو ويندو. اهل جنت جيستائين الله تعالىٰ جي ديدار ۾ مشغول رهندا، اهي جنت جي ڪنهن ٻئي نعمت جي طرف هرگز متوجهه نه ٿيندا، ايستائين جو الله رب العزت انهن کان پردو فرمائي وٺندو. ليڪن ان جو نور ۽ ان جي برڪت انهن تي ۽ انهن جي گهرن ۾ هميشه رهندي.

﴿16﴾ عن ابي سعيد الخدري رضي الله تعالىٰ عنه قال قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ان الله يقول لاهل الجنة يا اهل الجنة! فيقولون لبيك ربنا وسعديك والخير في يديك فيقول هل رضيتم؟ فيقولون وما لنا لانرضى يا رب وقد اعطيتنا مالم تعط احدا من خلقك فيقول الا اعطيكم افضل من ذالك فيقولون يا رب واى شيءٍ افضل من ذالك؟ فيقول احل عليكم رضواني بعده فلا اسخط عليكم بعده ابدا. (متفق عليه)

**ترجمو**: حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضور نبي اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو آهي ته الله تعالیٰ جنتين کي فرمائيندو اي جنتيو! اهي چوندا "لَبَّيْكَ رَبَّنَا وَسَعْدَيْكَ وَالْخَيْرُ فِي يَدَيْكَ" (اي اسان جا پروردگار! اسان تنهنجي حڪم جي سامهون بار بار ڪنڌ جهڪايون ٿا ۽ ٻيٽي سعادت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. هر قسم جي ڀلائي تنهنجي اختيار ۾ آهي.) الله تعالیٰ فرمائيندو ته ڇا توهان خوش آهيو؟ اهي عرض ڪندا ته اي رب! اسان خوش ڇو نه هجئون! تو اسان کي اهو ڪجهه عطا فرمايو آهي جيڪو مخلوق ۾ ڪنهن کي به عطا ناهي فرمايو. الله تعالیٰ فرمائيندو ته ڇا مان توهان کي ان کان بهتر نه عطا ڪريان؟ اهي چوندا ته انهيءَ کان بهتر ڇا هوندو؟ الله تعالیٰ فرمائيندو ته مان پنهنجي رضا ۽ خوشنودي توهان کي ڏئي ڇڏي، هاڻي مان توهان کان ڪڏهن به ناراض نه ٿيندم.

﴿17﴾ عن ابی هريرة رضی الله تعالیٰ عنه ان النبی صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم كان يوما يحدث وعنده رجل من اهل البادية انّ رجلا من اهل الجنة استاذن ربه فی الزرع فقال له اولست فيما شئت؟ قال بلی ولكنی احب ان ازرع فاسرع وبذر فتبادر الطرف نباته واستواؤه واستحصاده وتكويره امثال الجبال، فيقول الله تعالیٰ دونك يا ابن آدم فانه لايشبعك شیءٌ فقال الاعرابی يا رسول الله لاتجد هذا الا قرشيا او انصاريا فانهم اصحاب زرع فامانحن فلسنا

باصحاب زرع فضحك رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم (رواه البخاري)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم هڪ ڏينهن گفتگو فرمائي رهيا هئا ۽ ان وقت پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ هڪ واهڻي بہ موجود هيو. پاڻ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ اهلِ جنت ۾ هڪ ماڻهو پنهنجي رب کان پوکي راهي ڪرڻ جي اجازت گهرندو ۽ الله تعالىٰ ان کي فرمائيندو تہ ڇا توکي مرضي جي هر شيءِ ناهي ڏني ويئي؟ اهو عرض ڪندو تہ ڇونہ (منهنجا مالڪ) پر مان پوکي راهيءَ کي پسند ڪندو آهيان. پوءِ جلد ئي ڪم ڪرڻ شروع ڪندو ۽ اک ڇنڀ ۾ پوک جو ڦٽڻ، وڌڻ، ڪٽجڻ شروع ٿي ويندو ۽ جبلن وانگر اناج جا ڍير ٿهي ويندا. الله تعالىٰ فرمائيندو تہ اي ابن آدم! اُن کي وٺ ڇوتہ ڪابہ شيءِ تنهنجو پيٽ ڀري نہ ٿي سگهي. پهراڙيءَ وارو عرض گذار ٿيو تہ يا رسول الله! اسان اهڙي وصف قريشين ۽ انصارين ۾ ڏسندا آهيون ڇوتہ اهي پوکي راهي ڪندا آهن جڏهن تہ اسان زراعت پيشہ ناهيون پوءِ پاڻ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم مرڪڻ فرمايو.

﴿18﴾ عن ابی هريرة رضي الله تعالىٰ عنه قال قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم رب اشعث مدفوع بالابواب لو اقسم على لآبره. (رواه مسلم)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو تہ ڪيترا اهڙا ماڻهو هوندا آهن جن جو ظاهري حال خراب هوندو آهي. انهن کي (ماڻهو) دروازن تان

ڏڪاريندا آهن (مگر الله تعاليٰ جي حضور ۾ انهن جو مقام اعليٰ هوندو آهي) اگر اهي ڪنهن به معاملي ۾ الله تعاليٰ جو قسم کائيندا آهن ته اهو (الله تعاليٰ) انهيءَ (قسم کي) ضرور پورو فرمائيندو آهي.

﴿19﴾ عن ثوبان رضی اللہ تعالیٰ عنہ عن النبی صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم قال حوضی من عدن الیٰ عمان البلقاء ماءُہ اشد بیاضا من اللبن واحلی من العسل واکاویبه عدد النجوم السماء من شرب منه شربة لم یظما بعدھا ابدا اول الناس ورود علیه فقراءُ المھاجرین روفی روایة اول من یرد علی فقراءُ امتی الشعث رؤسا الدنس ثیابا الذین لاینکحون المتنعمات ولا تفتح لھم السدد. (رواہ الترمذی وابن ماجة واحمد وقال الحاکم ھذا حدیث صحیح الاسناد)

**ترجمو :** حضرت ثوبان رضی اللہ تعالیٰ عنہ بيان ڪري ٿو ته حضور آقا عليه التحية والتسليم فرمايو ته منهنجي حوض جي (لمبائي) عدن کان بلقاء جي عمان تائين آهي ان جو پاڻي کير کان زياده سفيد ۽ ماکيءَ کان زياده مٺو آهي. ان جا ڪوزا آسمان جي ستارن جيترا آهن. جيڪو ان (حوض مان پيئندو) ان کان پوءِ اهو اڃارو نه رهندو. ان (حوض تي) سڀ کان پهريان وڃڻ وارا مهاجرين فقير هوندا. (۽ هڪ روايت ۾ آهي ته سڀ کان اول حوض ڪوثر تي مون وٽ منهنجي امت جا فقير ايندا. جن جا وار مٽيءَ هاڻا ۽ ڪپڙا ميرا هوندا ۽ اهي ناز ۽ نعمتن سان پليل عورتن سان نڪاح نه ڪندا ۽ انهن جي لاءِ بند دروازا کوليا ويندا.

﴿20﴾ انس بن مالك رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال قال رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم اذا جمع الله الاولين والآخرين ينادى منادفى صعيد واحد من بطنان العرش اين اهل المعرفة بالله؟ اين المحسنون؟ قال فيقوم عنق من الناس حتى يفقوا بين يدى الله فيقول وهو اعلم بذالك ما انتم؟ فيقولون نحن اهل المعرفة الذين عرفتنا اياك وجعلتنا اهلا لذالك. فيقول صدقتم ثم يقول للآخرين ما انتم؟ قالوا نحن المحسنون. قال صدقتم قلت لنبى {مَا عَلَى الْمُحْسِنِيْنَ مِنْ سَبِيْل} (التوبة: 91) ما عليكم من سبيل، ادخلوا الجنة برحمتى ثم تبسم رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فقال لقد نجاهم الله اهوال بوائق القيامة (رواه ابونعيم)

**ترجمو** : حضرت انس بن مالڪ رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو ته الله تعالیٰ جڏهن اولين و آخرين (سيني ماڻهن) کي جمع فرمائيندو ته هڪ پڪارڻ وارو عرش جي هيٺان هڪ ميدان کان صدا ڏيندو ته ڪٿي آهن الله تعالیٰ جي معرفت رکڻ وارا؟ ڪٿي آهن احسان وارا؟ حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو ته ماڻهن مان هڪ گروه الله تعالیٰ جي سامهون بيهندو. پوءِ الله تعالیٰ فرمائيندو، (حالانڪ اهو بهتر ڄاڻ رکندڙ آهي) توهان ڪير آهيو؟ ته اهي چوندا ته اسان اهلِ معرفت آهيون؟ جن کي تو پنهنجي معرفت عطا ڪئي ۽ اسان کي ان معرفت جي اهل بنايو.

تنهن تي الله تعالىٰ فرمائيندو، ته توهان سچ چيو، پوءِ ٻئي گروهه کان پڇندو ته توهان ڪير آهيو؟ اهو عرض ڪندو، اسان صاحبان احسان آهيون الله تعالىٰ فرمائيندو ته توهان سچ چيو آهي، مان پنهنجي نبيءَ کي فرمايو هيو ته صاحبان احسان تي الزام جي ڪابه راهه ڪونهي" تنهنڪري توهان تي به (طعنه زنيءَ) جي ڪابه راهه ڪونهي. منهنجي رحمت سان گڏ سدا جنت ۾ داخل ٿي وڃو. پوءِ حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم تبسم فرمايو ۽ فرمايو ته يقينًا الله تعالىٰ انهن کي قيامت جي هولناڪين ۽ سختين کان نجات ڏيندو.

﴿21﴾ روى ابو حنيفة رضى الله تعالىٰ عنه عن عطية العوفى عن ابى سعيد الخدرى رضى الله تعالىٰ عنه عن النبى صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم انه قال اتقوا فراسة المؤمن فانه ينظر بنور الله ثم قرا {اِنَّ فِيْ ذالِكَ لَاٰيَاتٍ لِّلْمُتَوَسِّمِيْنَ}(الحجر، 15؛ 75) اى المتفرسين. (رواه ابوحنيفة)

**ترجمو** : حضرت ابو سعيد خدري رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته مومن جي فراست کان ڊڄو ڇوته اهو الله تعالىٰ جي نور سان ڏسندو آهي پوءِ پاڻ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم هيءَ آيت مبارڪ تلاوت فرمائي (اِنَّ فِيْ ذالِكَ لَاٰيَاتٍ لِّلْمُتَوَسِّمِيْنَ) بيشڪ ان ۾ اهلِ فراست لاءِ نشانيون آهن.

﴿22﴾ عن ابى هريرة رضى الله تعالىٰ عنه قال: قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم لقد كان فيما قبلكم من الامم ناس محدثون فان يك فى امتى احد فانه عمر اى ملهمون (متفق عليه) وفى رواية عن سعيد الخدرى رضى الله تعالىٰ عنه قالوا يا رسول الله

كيف محدث؟ قال تتكلم الملائكة على لسانه. (رواه طبري)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته پهرين امتن ۾ اهڙا ماڻهو هئا جن جي دل ۾ الله تعاليٰ جي طرف کان ڳالهيون الهام ڪيون وينديون هيون ۽ منهنجي امت ۾ ڪو اهڙو شخص هوندو ته اهو عمر رضي الله تعالىٰ عنه هوندو. حضرت ابوسعيد خدري رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته صحابه ڪرام عليهم الرضوان عرض ڪيو ته ان الهام جي ڪيفيت ڇا هوندي آهي يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ؟ حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته انهن جي زبان ۾ فرشتا ڳالهائيندا آهن.

﴿23﴾ عن ابن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما قال ما سمعت عمر لشيء قط يقول انى لاظنه كذا الا كان كما يظن. (رواه البخاری)

**ترجمو** : حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته مان حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه کان ڪابه اهڙي ڳالهه نه ٻڌي جنهن جي متعلق پاڻ فرمايو هجائين ته "منهنجي خيال ۾ هي اهڙي طرح آهي" ۽ اهو سندن جي خيال جي مطابق نه نڪتو هجي.

﴿24﴾ عن انس رضي الله تعالىٰ عنه قال قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ان لله عزوجل عبادا يعرفون الناس بالتوسم. (رواه الطبرانی والقضاعی والدیلمی)

**ترجمو** : حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنه بيان ڪن ٿا ته حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته الله تعاليٰ جا ڪي اهڙا ٻانها آهن، جيڪي

ماڻهن(جي ظاهر ۽ باطن) کي (الله تعالىٰ جي عطا ڪيل) فهم ۽ فراست سان ڄاڻي وٺندا آهن.

﴿25﴾ عن الحارث بن مالك الانصارى رضی اللہ تعالیٰ عنہ انه مر برسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم فقال له كيف اصبحت يا حارثٌ قال اصبحت مؤمنا حقا فقال انظر ما تقول، فان لكل شیءٍ حقيقة فما حقيقة ايمانك؟ فقال عرفت نفسى عن الدنيا واسهرت لذالك ليلى واظمان نهارى وكانى انظر الى عرش ربى بارزا (وفى رواية قال عزفت نفسى عن الدنيا واسهرت ليلى واظمات نهارى وكانى انظر عرش ربى بارزا) وكانى انظر الى اهل الجنة يتزاورون فيها، وكانى انظر الى اهل النار يتضاغون فيها، قال يا حارث، عرفت فالزم ثلاثا.

(رواه الطبرانى وابن ابى شيبة والبيهقى)

وفى رواية عن انس بن مالك رضی اللہ تعالیٰ عنہ فقال النبى صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم اصبت فالزم مؤمن نور الله قلبه. (رواه البيهقى وابن ابى شيبة والهيثمى واللفظ له)

**ترجمو :** حضرت حارث بن مالڪ انصاري رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي تہ هڪ ڀيري اهو حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن وٽان گذريو تہ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم ان کان پڇڻ فرمايو تہ : اي حارث! تو صبح ڪيئن ڪيو؟" ان عرض ڪيو (يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم !) مان سچي مومن وانگر (ايماني رنگ سان) صبح ڪيو. حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم فرمايو تہ غور ڪر. ڇا چئي رهيو آهين يقينًا هر شيءِ

جي ڪانءِ ڪا حقيقت هوندي آهي. سو تنهنجي ايمان جي حقيقت ڇا آهي؟ عرض ڪيائين (يا رسول الله صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم ) منهنجو نفس دنيا کان بي رغبت ٿي ويو آهي ۽ ان سبب کان پنهنجي راتين ۾ بيداري ۽ ڏينهن ۾ اڃارو (روزيدار) رهندو آهيان ۽ حالت اها آهي گويا مان پنهنجي رب جي عرش کي پنهنجي سامهون ظاهر ۾ ڏسي رهيو آهيان. اهلِ جنت کي هڪٻئي سان ملندي ڏسي رهيو آهيان ۽ دوزخين جي تڪليف کي بہ ڏسي رهيو آهيان حضور ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ اي حارث! تو ايماني حقيقت کي سڃاڻي ورتو آهي ۽ هاڻي (ان سان) چنبڙڪي وڃ. اهو ڪلمو پاڻ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم ٽي ڀيرا فرمايو.

﴿26﴾ عن ابی سلمة رضی الله تعالیٰ عنهما ان النبی صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم سئل عن الامر يحدث ليس فی کتاب ولا سنة فقال ينظر فيه العابدون من المؤمنين. (رواه الدارمی)

**ترجمو** : حضرت ابو سلمه رضی الله تعالیٰ عنه بيان ڪن ٿا تہ حضور ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم کان ان معاملي جي باري ۾ پڇيو ويو تہ جيڪو معاملو پيش اچي ۽ ان جي باري ۾ ڪتاب ۽ حديث ۾ ڪابہ واضح رهنمائي ئي نہ هجي. (تہ ان لاءِ ڪهڙو طريقو اپنايو وڃي يا رسول الله صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم؟) پاڻ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ ان معاملي ۾ عبادت گذار مومن (يعني اولياءِ ۽ صالحين) غور ۽ فڪر ڪن ۽ ان جو حل ڳولهين.

﴿27﴾ عن ابی هريرة رضی الله تعالیٰ عنه قال : قال رسول الله صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم يقول

الله عزّوجلّ انا عند ظن عبدی بی وانا معه اذا ذکرنی فان ذکرنی فی نفسه ذکرته فی نفسی وان ذکرنی فی ملاءٍ ذکرته فی ملاءٍ خیر منهم وان تقرب الی شبرا تقربت الیه ذراعا، وان تقرب الی ذراعًا تقربت الیه باعا وان اتانی یمشی اتیته هرولة. (متفق الیه)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضی‌اللہ‌تعالیٰ‌عنہ کان روايت آهي تہ حضور نبي اڪرم صلی‌اللہ‌تعالیٰ‌علیہ‌والہٖ‌وسلم فرمايو تہ الله تعاليٰ فرمائيندو آهي تہ منهنجو ٻانهو منهنجي متعلق جيئن خيال رکندو آهي، مان ان سان ڳڏ ائين ئي معاملو ڪندو آهيان. جڏهن اهو منهنجو ذڪر ڪندو آهي تہ مان ان سان ڳڏ هوندو آهيان، اگر اهو پنهنجي دل ۾ منهنجو ذڪر ڪري تہ مان ٻہ اڪيلائپ ۾ ان جو ذڪر ڪندو آهيان ۽ اگر هو جماعت ۾ منهنجو ذڪر ڪري تہ مان ان جو ذڪر ان جي جماعت کان بهتر جماعت ۾ ڪندو آهيان. اگر اهو هڪ گرانٺ منهنجي طرف ايندو تہ مان هڪ هٿ ان جي نزديڪ ايندم. اهو هڪ ٻازو يا هٿ جي برابر منهنجي نزديڪ ايندو تہ مان ٻن هٿن جي برابر ان جي نزديڪ ٿي ويندم ۽ اگر اهو منهنجي طرف هلي ايندو تہ مان ان جي طرف ڊوڙندو ايندم.

﴿28﴾ عن ابی موسیٰ رضی‌اللہ‌تعالیٰ‌عنہ **قال قال النبی** صلی‌اللہ‌تعالیٰ‌علیہ‌والہٖ‌وسلم **مثل الذی** یذکر ربه والذی لایذکر ربه مثل الحی والمیت. (متفق علیه)

**ترجمو** : حضرت ابو موسيٰ رضی‌اللہ‌تعالیٰ‌عنہ کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلی‌اللہ‌تعالیٰ‌علیہ‌والہٖ‌وسلم فرمايو تہ منهنجي رب جو ذڪر ڪرڻ واري

۽ نہ ڪرڻ واري شخص جو مثال زندھ ۽ مرّنده (ماڻھوءَ) جھڙو آھي.

﴿29﴾ عن ابی ھریرہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال : قال رسول اللہ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم یقول اللہ عزّوجلّ انا عند ظن عبدی بی وانا معہ حین یذکرنی.

(رواہ مسلم والترمذی والنسائی وابن ماجہ)

**ترجمو** : حضرت ابو ھريره رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آھي تہ حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم فرمايو تہ الله تعالیٰ فرمائي ٿو تہ مان ٻانھي سان گڏ ھوندو آھيان، جڏھن اھو منھنجو ذڪر ڪندو آھي ۽ ان جا چپڙا منھنجي ذڪر جي لاءِ حرڪت ڪندا آھن.

﴿30﴾ عن ابی ھریرہ وابی سعید الخدری رضی اللہ تعالیٰ عنہما انھما شھدا علی النبی صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم انہ قال لا یقعد قوم یذکرون اللہ عزّوجلّ الاحفتھم الملائکۃ وغشیتھم الرحمۃ ونزلت علیھم السکینۃ وذکرھم اللہ فیمن عندہ.

(رواہ مسلم والترمذی)

**ترجمو** : حضرت ابو ھريره رضی اللہ تعالیٰ عنہ ۽ حضرت ابو سعيد خدري رضی اللہ تعالیٰ عنہ ٻنھي حضور اڪرم صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن جي (ھن حديث جي باري ۾) گڏيل گواھي ڏني تہ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم فرمايو تہ : جڏھن بہ ماڻھو الله تعالیٰ جي ذڪر لاءِ ويھندا آھن تہ فرشتا انھن کي (پنھنجي رحمت جي پرن ۾) لڪائي وٺندا آھن ۽ رحمتِ الاھي انھن کي پنھنجي جھوليءَ ۾ ڪري وٺندي آھي ۽ انھن تي سڪيني جو نزول ٿيندو آھي. الله تعالیٰ انھن جو ذڪر پنھنجي بارگاھ جي حاضرين ۾ ڪندو آھي.

﴿31﴾ عن ابی هریرة رضی اللّٰه تعالیٰ عنه ان رسول اللّٰه صلی اللّٰه تعالیٰ علیه واٰله وسلم قال ان لله عزّوجلّ ملائکة سیارة فضلا یلتمسون مجالس الذکر یجتمعون عند الذکر فاذا مروا بمجلس علا بعضهم علی بعض حتی یبلغوا العرش.

(رواه مسلم واحمد واللفظ له)

**ترجمو**: حضرت ابو هريره رضی اللّٰه تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلی اللّٰه تعالیٰ علیه واٰله وسلم فرمايو تہ الله تعالیٰ جا ڪجهہ فرشتا اهڙا آهن (جن جي صرف اها ذميداري هوندي آهي تہ ) اهي ذڪر جي مجلسن جي تلاش ۾ رهندا آهن ۽ (جتي مجلس ڏسندا آهن) تہ ان ۾ شامل ٿي ويندا آهن. پوءِ جڏهن اهي ڪنهن ذڪر جي مجلس کان گذرندا آهن تہ (ان مجلس ۾ ايتري ڪثرت سان شرڪت ڪندا آهن جو) قطار در قطار عرش تائين پهچي ويندا آهن.

﴿32﴾ عن ابی سعید الخدری رضی اللّٰه تعالیٰ عنه ان رسول اللّٰه صلی اللّٰه تعالیٰ علیه واٰله وسلم سُئل ای العباد افضل درجة عند الله یوم القیامة؟ قال الذاکرون الله کثیرا والذاکرات قلت یا رسول الله ومن الغازی فی سبیل الله؟ قال لو ضرب بسیفه فی الکفار والمشرکین حتی ینکسر، ویختضب دما لکان الذاکرون الله افضل منه درجة. (رواه الترمذی واحمد والبیهقی مختصرا)

**ترجمو**: حضرت ابو سعيد خدري رضی اللّٰه تعالیٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور نبي ڪريم صلی اللّٰه تعالیٰ علیه واٰله وسلم جن کان پڇيو ويو تہ ڪهڙا ماڻهو قيامت جي ڏينهن الله تعالیٰ جي بارگاهہ ۾ افضل هوندا؟ پاڻ صلی اللّٰه تعالیٰ علیه واٰله وسلم

فرمايو تہ ڪثرت سان الله تعالىٰ جو ذڪر ڪرڻ وارا مرد ۽ ڪثرت سان ذڪر ڪرڻ واريون عورتون.

مان عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ! الله تعالىٰ جي راهہ ۾ جهاد ڪندڙ غازين جي باري ۾ ڇا ارشاد آهي. پاڻ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ جيڪڏهن غازي ڪافرن مشرڪن کي تلوارن سان ٽڪرا ٽڪرا ڪن ۽ انهن جو رت وهائن پر پوءِ بہ ذڪر ڪندڙ انهن کان درجي ۾ افضل آهن.

﴿33﴾ عن انس رضى الله تعالىٰ عنه قال قال رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم يقول الله عزّوجلّ اخرجوا من النار من ذكرنى يوما او خافنى فى مقام.

(رواه الترمذى وحسنه والحاكم)

**ترجمو** : حضرت انس رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو تہ الله تعالىٰ فرمائيندو تہ "جنهن منهنجو ذڪر هڪ ڏينهن لاءِ بہ ڪيو ۽ هڪ وقت لاءِ بہ منهنجو خوف کاڌو تہ ان کي جهنم کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو."

﴿34﴾ عن ابى هريرة رضى الله تعالىٰ عنه قال ان اهل السماءِ ليرون بيوت اهل الذكر تضوءُ لهم كما تضوءُ الكواكب لاهل الارض. (رواه ابن ابى شيبة وابن حبان)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي تہ آسمان وارا ذڪر ڪرڻ وارن جي گهرن کي ائين روشن ڏسندا آهن، جيئن زمين وارا آسمان تي ستارن کي روشن ڏسندا آهن.

﴿35﴾ عن ابي سعيد رضي الله تعالیٰ عنه عن رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم قال يقول الرب عزوجل يوم القيٰمة سيعلم اهل الجمع من اهل الكرم؟ فقيل ومن اهل الكرم يا رسول الله ﷺ قال اهل المجالس الذكر في المساجد.

(رواه احمد وابن حبان وصححه)

**ترجمو** : حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم فرمايو ته الله تعالیٰ فرمائي ٿو ته : قيامت جي ڏينهن ڪٺي ٿيڻ وارا ڄاڻي وٺندا ته "اهلِ ڪرم" ڪير آهن؟ عرض ڪيو ويو ته يا رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم ! "اهلِ ڪرم" ڪهڙا ماڻهو آهن؟ پاڻ صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم فرمايو ته مسجدن ۾ ذڪر جون مجلسون منعقد ڪرڻ وارا.

﴿36﴾ عن انس رضي الله تعالیٰ عنه عن رسول الله صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم قال ما من قوم اجتمعوا يذكرون الله لا يريدون بذالك الا وجهه الا ناداهم مناد من السماءِ ان قوموا مغفورا لكم قد بدلت سيئاتكم حسنات.

(رواه احمد والطبراني والبيهقي)

**ترجمو** : حضرت انس رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ علیه وآله وسلم فرمايو ته : جڏهن به ڪجهه ماڻهو الله تعالیٰ جي خوشنوديءَ خاطر گڏيل طور ان جو ذڪر ڪندا آهن ته آسمان مان هڪ منادي آواز ڏيندو آهي ته بيهي رهو ! توهان کي بخش ڪيو ويو آهي. توهان جا گناهه نيڪين ۾ تبديل ڪيا ويا آهن.

﴿37﴾ عن معاذ رضی اللہ تعالیٰ عنہ عن رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم ان رجلا سالہ فقال ای الجهاد اعظم اجراً؟ قال اكثرهم لله تبارك وتعالىٰ ذكرا قال فای الصائمين اعظم اجرا؟ قال اكثرهم لله تبارك وتعالىٰ ذكرا ثم ذكر لنا الصلوٰة والزكواة والحج والصدقة كل ذالك رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم يقول اكثرهم لله تبارك وتعالىٰ ذكرا فقال ابوبكر رضی اللہ تعالیٰ عنہ لعمر رضی اللہ تعالیٰ عنہ يا ابا حفص ذهب الذاكرون بكل خير؟ فقال رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم اجل.

(رواه احمد والطبرانی)

**ترجمو** : حضرت معاذ رضی اللہ تعالیٰ عنہ حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم کان روايت ڪن ٿا هڪ ماڻهوءَ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم جنڪان سوال ڪيو تہ ڪهڙي جهاد جو سڀ کان وڏو ثواب آهي؟ (يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم) پاڻ ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم فرمايو تہ ان ٻانهي جو جهاد جيڪو سڀني کان زياده الله تعالىٰ جو ذڪر ڪرڻ وارو آهي. ان (شخص) سوال ڪيو تہ ڪهڙي روزيدار جو اجر سڀني کان زياده آهي؟ پاڻ ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم فرمايو تہ (اهو روزيدار) جيڪو (گهڻو) الله تعالىٰ جو ذڪر ڪندڙ هجي. پوءِ حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم اسان جي لاءِ نماز، زڪواة، حج ۽ صدقي جو ذڪر ڪيو ۽ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم فرمايو تہ انهن سڀني عبادتن مان انهن جو ثواب سڀني کان زياده هوندو (جيڪي شخص) الله تعالىٰ جو سڀني کان زياده ذڪر ڪندڙ هوندا. پوءِ حضرت ابوبڪر صديق رضی اللہ تعالیٰ عنہ حضرت عمر رضی اللہ تعالیٰ عنہ کي چيو تہ اي ابو حفص! ذڪر ڪرڻ وارا سموري

پلائي ڪئي ويا، (تنهن تي) حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته ها!!!

﴿38﴾ عن انس رضى الله تعالىٰ عنه ان النبى صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم قال من ذكر الله ففاضت عيناه من خشية حتى يصيب الارض من دموعه لم يعذبه الله تعالىٰ يوم القيٰمة. (رواه الطبرانى والحاكم)

**ترجمو:** حضرت انس رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جنهن الله تعالىٰ کي ياد ڪيو ۽ ان جي خوف کان ان جون اکيون ايتري قدر ڳوڙها وهائڻ لڳيون جو زمين تائين ان جا ڳوڙها ٽيڪي پيا ته الله تعالىٰ ان کي قيامت جي ڏينهن عذاب نه ڏيندو.

﴿39﴾ عن ابى هريرة رضى الله تعالىٰ عنه ان رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم قال يتعاقبون فيكم ملائكة بالليل وملائكة بالنهار ويجتمعون فى صلاة العصر وصلاة الفجر ، ثم يعرج الذين باتوا فيكم فيسالهم وهو اعلم بهم كيف تركتم عبادى؟ فيقولون تركناهم وهم يصلون واتيناهم وهم يصلون.

(رواه البخارى والنسائى ومالك)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضى الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته رات جا فرشتا ۽ ڏينهن جا فرشتا تو وٽ واري واري سان ايندا آهن ۽ نماز عصر ۽ نماز فجر جي وقت گڏ ٿيندا آهن پوءِ جن تو سان گڏ رات گذاري هوندي اهي آسمان جي طرف موٽي ويندا آهن، حالانڪ اهو بهتر ڄاڻندو آهي (پر پوءِ) الله رب العزت انهن کان دريافت فرمائيندو آهي ته توهان منهنجي ٻانهي

کي ڪهڙي حال ۾ ڇڏيو؟ اهي عرض ڪندا آهن ته اسان ان کي نماز پڙهندي ڇڏيو ۽ جڏهن اسان ان وٽ وياسين تڏهن به اهو نماز پڙهي رهيو هيو.

﴿40﴾ عن ابی هریرة رضی اللہ تعالیٰ عنہ قال سمعت رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم یقول یدخل الجنة من امتی زمرة هم سبعون الفا تضیءُ وجوههم اضاءَة القمر لیلة البدر وقال ابو هریرة فقام عکاشة بن محصن الاسدی یرفع نمرة علیه فقال یا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم ادع الله ان یجعلنی منهم؟ قال اللهم اجعله منهم ثم قام رجل من الانصار فقال یا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم ادع الله ان یجعلنی منهم؟ فقال سبقك بها عکاشة. (متفق علیه)

**ترجمو** : حضرت ابو هريره رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته مان حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو ته : منهنجي امت جي ستر هزار ماڻهن جو گروهه بغير حساب جي جنت ۾ داخل ٿيندو جن جا چهرا چوڏهين جي رات جي چنڊ وانگر چمڪندا رهندا. حضرت ابو هريره رضی اللہ تعالیٰ عنہ فرمائن ٿا ته حضرت عڪاشه بن محصن پنهنجي اُنَ واري چادر کي لهرائيندي عرض ڪيو ته يا رسول الله! توهان الله تعالىٰ کان دعا ڪريو ته هو مون کي به اُنهن ۾ شامل فرمائي؟ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم فرمايو ته اي الله! تون هن کي به ان ۾ شامل فرمائي وٺ. پوءِ هڪ انصاري شخص بيهي عرض ڪيو ته يا رسول الله! توهان الله تعالىٰ کان دعا ڪريو ته مون کي به ان ۾ شامل ڪري وٺي؟ ته پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہ وسلم فرمايو ته عڪاشه توتي اڳرائي ڪري ويو.

# مواعظِ حسنہ

(مواعظِ آقا حضرت محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم )

حضرت بيبي عائشه صديقه رضی اللہ تعالیٰ عنہا فرمايو تہ پاڻ سڳورن صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم هڪ ڏينهن پنهنجي اصحابن سڳورن عليهم الرضوان کي فرمايو تہ ڇا توهان ڄاڻو ٿا تہ توهان مان هر هڪ جو مثال توهان جي اهل و اولاد، توهان جي مال ۽ توهان جي عمل جي مثال وانگر آهي صحابہ ڪرامن عليهم الرضوان عرض ڪيو تہ الله ۽ ان جي رسول کي ئي زياده خبر آهي. پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم فرمايو تہ توهان مان هر هڪ جو مثال توهان جي مال توهان جي اهل اولاد ۽ توهان جي عمل جي مثال جيان آهي. توهان جو مثال ائين آهي ڄڻ هي ٽئي شيون (1) اهل اولاد(2) مال (3) عمل. توهان جي ان ڀائرن جيان هجن ۽ توهان اهي شخص هجو جن جي وفات قريب هجي. مثال بعينه ان ماڻهوءَ جهڙو هجي جو ان جا ٽي ڀائر هجن جڏهن ان شخص جي وفات قريب هجي تہ ان (مرندڙ) ٽنهي مان هڪ ڀاءُ کي گهرايو ۽ چيو تہ بلاشبہ اها حقيقت آهي تہ منهنجي مٿان مصيبت نازل ٿي آهي جنهن کي تون ڏسي رهيو آهين. پوءِ منهنجي لاءِ تو وٽ ڇا آهي؟ ۽ مون کي تون ڪهڙين شين ذريعي نفعو پهچائي سگهين ٿو؟ اُن جواب ڏنو تہ تنهنجي لاءِ مون وٽ اهو آهي تہ مان ايمانداري ڪريان، توکي رنجيده ٿيڻ نہ ڏيان. تنهنجي حالت جي نگهداشت ڪريان ۽ جڏهن تون مري وڃين تہ تو کي غسل ڏيان ڪفن ڏيان ۽ توکي کڻندڙن سان گڏجي

ڪلهو ڏيان ڪڏهن توکي ڪلهو ڏيان ته ڪڏهن تنهنجي اڳيان ايندڙن ماڻهن کي پوئتي ڪريان ۽ جڏهن مان واپس موٽان ته تنهنجي ٻلائيءَ جون ڳالهيون ماڻهن سان ڪيان جيڪي مون کان تنهنجي باري ۾ پڇن. (حضور ڪريم ﷺ جن فرمايو ته) هي ان جو ٻاءُ آهي جنهن کي اهل (اولاد) خاندان سڏيو ويندو آهي، توهان جو ان جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ اصحابن سڀني عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ.اسان ته ان شخص جي ڪابه نفعي واري ڳالهه ڪانه ٻڌي. پاڻ سڳورن ﷺ ارشاد فرمايو ته پوءِ اهو مرندڙ شخص پنهنجي ٻئي ٻاءُ کي چوي ٿو ته ڇا تون هن مصيبت کي ڏسين ٿو؟ جيڪا منهنجي مٿان نازل ٿي آهي؟ تو وٽ منهنجي لاءِ ڇا آهي؟ ۽ تون مون کي ڪهڙي شيءِ مان نفعو پهچائي سگهين ٿو؟ اهو ٻاءُ چوندو ته تنهنجي لاءِ به مان دولت انهيءَ وقت تائين آهيان ته جيستائين تنهنجو شمار زندهه (ماڻهن) ۾ رهندو. جڏهن تون مري ويندين ته هڪ ٻئي رستي تي لڳايو ويندين ۽ منهنجي لاءِ ٻيو رستو هوندو هي ان جو اهو ٻاءُ هوندو (جنهن جو نالو( مال، ملڪيت) آهي. توهان جو ان جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ اسان انهيءَ ۾ به ڪا فائدي جي ڳالهه نه ڏٺي آهي. حضور ڪريم ﷺ فرمايو ته اهو پنهنجي ٽئين ٻاءُ کي چوندو ته ڇا تون مون مٿان مصيبت کي ڏسي رهيو آهين؟ جيڪا مون تي نازل ٿي آهي ۽ تون مون کي ڪهڙي شيءِ سان فائدو پهچائيندين؟ اهو چوندو ته مان تنهنجي قبر ۾ تنهنجو ساٿي هوندم. ۽ تنهنجي وحشت جي وقت ۾ رفيق هوندم ۽ جنهن

ڏينهن اعمال توريا ويندا تہ مان تنهنجي تارازي ۾ ويهندس ۽ تنهنجي پڙ کي وزنائتو رکندم. هيءُ ان شخص جو اهو ڀاءُ آهي جنهن جو نالو عمل آهي توهان جو ان جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم ! هي هڪ بهترين ساٿي ۽ بهترين ڀاءُ آهي پاڻ فرمايائون تہ ڳالهہ اها ئي آهي. حضرت بيبي عائشه رضی اللہ تعالیٰ عنہا فرمائن ٿيون تہ اهو ٻڌي حضرت عبدالله بن ڪرز رضی اللہ تعالیٰ عنہ اٿي بيٺا ۽ عرض ڪيائين تہ يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم ! ڇا توهان مون کي اجازت ڏيندؤ تہ مان ان تي (ڪجهہ) شعر چوان؟ پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو تہ ها. (۽) اهو هليو ويو ۽ صرف هڪ رات گذارڻ کان پوءِ حضور جي خدمت ۾ حاضر ٿي پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جي سامهون بيٺو ۽ ماڻهو جمع ٿي ويا ۽ ان هي شعر پڙهڻ شروع ڪيا :

﴿1﴾ فانی واهلی والذی قدمت یدی ........ کداع الیه صحبه ثم قائل

ترجمو : مان ۽ منهنجو اهل ۽ اهو عمل جو مان اڳيان رکيو آهي اهي ان شخص وانگر آهن جنهن پنهنجي ساٿين کي گهرايو ۽ ان کان پوءِ پنهنجي ڀائرن کي چيائين.

﴿2﴾ لاخوته اذهم ثلاثة اخوة .......... اعینوا علی امربی الیوم نازل

ترجمو : اچانڪ اهي ٽي ڀائر هئا. چيائين تہ منهنجي مدد ڪريو ، ان مصيبت جي باري ۾ جيڪا اڄ منهنجي مٿان صادر ٿي آهي.

﴿3﴾ فراق طویل غیر متتق به......... فماذا لدیکم فی الذی هو غائل

ترجمو : هڪ لمبي جدائي آهي جنهن جو ڪوبہ ڀروسو ڪونهي توهان وٽ ان شخص لاءِ ڇا آهي جيڪو مرڻ وارو آهي.

﴿4﴾ فقال امرؤ منهم انا الصاحب الذی. اطیعك فیما شئت قبل التزائل

ترجمو : انهن مان هڪ شخص چيو تہ مان هڪ اهڙو ساٿي آهيان جو تون جيڪو ڪجهہ چوندين ان ۾ تنهنجي فرمانبرداري ڪندم ليڪن جدائي کان اڳ ۾.

﴿5﴾ فاما اذا جد الفراق فاننی..........لما بيننا من خلة غیر واصل

ترجمو : ليڪن جڏهن جدائي واقع ٿيندي تہ مان جيڪا اسان جي پاڻ ۾ دوستي آهي ان کي نڀائڻ وارو ناهيان.

﴿6﴾ فخذ ما اردت الان منی فاننی .... سیساك بی فی مهیل من مهائل

ترجمو : جو تنهنجي جيءُ چوي هاڻي مون کان حاصل ڪر ان لاءِ جو مون کي خطرناڪ رستن مان هڪ رستي تي نيو ويندو.

﴿7﴾ فان تبقی لا تبق فاستنقذنی .....وعجل صلاحا قبل حتف معاجل

ترجمو : ان کان پوءِ جيڪڏهن تون مون کان رحم جو طلبگار رهندين تہ ڪجهہ نہ ورندئي ان لاءِ هاڻي حاصل ڪر ۽ پنهنجي صلاح ۾ جلدي ڪر چوتہ موت جلدي اچڻ وارو آئي.

﴿8﴾ وقال امرؤ قد کنت جدا احبه.......واوثره من بینهم فی التفاضل

ترجمو : ۽ هڪ شخص چيو تہ مان ان کي تمام گهڻو محبوب رکندو هيم ۽ تمام ماڻهن جي درميان ان کي وڏائڻ ۾ عزت ڏيندو هيم.

﴿9﴾ غنائی انی جاهد لك ناصح .....اذا جد الکرب غیر مقاتل

ترجمو : منهنجي امداد اها آهي تہ مان تنهنجي لاءِ ڪوشش ڪندو

آهيان ۽ نصيحت ڪرڻ وارو آهيان جڏهن مصيبت جو حملو سخت ٿي وڃي ته مان لڙڻ وارو ناهيان.

﴿10﴾ ولكننى باك عليك ومعول...... ومثن بخير عند من هو سائل

ترجمو : ليڪن مان تو تي روئڻ ۽ رڙڻ وارو هوندس، جو پڇندو ته ان جي سامهون تنهنجي تعريف چڱائيءَ سان بيان ڪندم.

﴿11﴾ ومتبع الماشين امشى مشيعا....... اعين برفق عقبة كل حامل

ترجمو : ۽ هلندڙن جي پويان هوندم ، پهچائڻ لاءِ (قبرستان ۾) مان به هلندس، نرميءَ سان گڏ هر کڻندڙ سان مدد ۾ شامل هوندم.

﴿12﴾ الى بيت مثواك الذى انت مدخل.... ارجع مقرونا بما هو شاغلى

ترجمو : تنهنجي قبر جي ان ڪوٺڙي تائين جنهن ۾ تون داخل ٿيڻ وارو آهين واپس اچي مان انهيءَ ڪم ۾ لڳي ويندم جنهن ۾ مشغول هيم.

﴿13﴾ كان لم يكن بينى و بينك خلة....... ولاحسن ودمرة فى التباذل

ترجمو : گويا منهنجي ۽ تنهنجي درميان ڄڻ ڪا به دوستي نه هئي ۽ نه ڪڏهن ڪوبه معاملي ۾ سهڻو ورتاءُ"

﴿14﴾ فذالك اهل المرؤ ذالك غنائهم.... وليس و ان كانوا احرا اصابطائل

ترجمو : اهي ته ماڻهوءَ جا گهروارا آهن ۽ هوءَ ماڻهوءَ جي دولت آهي ۽ اهي سڀ ڪيڏي به ڪوشش ڪن ليڪن فائدو پهچائي نه سگهندا.

﴿15﴾ وقال امرؤ منهم انا الاخ لاترى..... اخالك مثلی عند کرب الزلازل

**ترجمو :** هڪ شخص انهن مان چوندو ته مان اهڙو ياءُ آهيان جو مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ تو مون جهڙو ڪوبہ ياءُ نہ ڏٺو هوندو.

﴿16﴾ لدی القبر تلقانی هنالك قاعدا ..... اجادل عنك القول رجع التجادل

**ترجمو :** تون قبر ۾ مون سان ملندين ته مان اتي ويٺل هوندم ۽ تنهنجي باري ۾ لڙندم، جواب ڏيندم، جيئن جهڳڙو ڪرڻ وارا ڪندا آهن.

﴿17﴾ واقعد یوم الوزن فی الکفة التی...... تکون علیها جاهدا فی التثاقل

**ترجمو :** ۽ اعمال تورڻ جي ڏينهن ۾ ان پڙ ۾ ويهندس جنهن جي ڪري تيڻ ۾ منهنجو عمل دخل هوندو جيڪو تون بہ چاهيندو هوندين.

﴿18﴾ فلا تنسنی واعلم مکانی فاننی.......علیك شفیق ناصح غیر خاذل

**ترجمو :** ان ڪري تون مون کي وساري نہ ويهجانءِ ۽ منهنجي مرتبي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجانءِ بيشڪ مان توتي مهربان تيندم ۽ نصيحت ڪرڻ وارو هوندم ۽ تنهنجي لاءِ رسوائي جو باعث نہ بڻجندس.

﴿19﴾ فذالك ما قدمت من كل صالح ........ تلاقيه ان احسنت يوم التواصل

**ترجمو :** اِهو اُهو آهي جيڪو تنهنجو عمل آهي جنهن سان تون ملندين. اگر تو ملاقات لاءِ پنهنجو بهتر عمل ڪيو هوندو.

اهو ٻڌي آقا صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن روئي ويٺا ۽ اتي موجود سڀ مسلمان به روئي ويٺا ۽ جڏهن به حضرت عبدالله بن كرز رضي الله تعالىٰ عنه جو مسلمانن جي جماعت مان گذر ٿيندو هيو ته ان کي اهو شعر ٻڌائڻ جي فرمائش كندا هئا ۽ جڏهن شعر ٻڌندا هئا اهي سڀ روئندا هئا.

(الامثال : الرامهرمُزي، الكنز ج 8 صفحو 124 لكني له حضرت جعفر الفريابي البيهقي وابن عساكر)



"پاڙيسرين جي دل آزاري ۽ نيڪن سان بُرائي انتهائي شقاوت (يعني بدبختي) آهي."

(حضرت علی المرتضیٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

"ڪفايت شعار ڪڏهن به تنگدست ناهي ٿيندو."

(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# مواعظ حضرت ابو بکر صديق رضي الله تعالیٰ عنه

ابنِ عساکر موسیٰ بن عقبه رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت ڪيو آهي ته هڪ ڀيري حضرت ابو بڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه هيءُ خطبو ڏنو.

تمام تعريفون الله تعاليٰ جي واسطي آهن مان ان جي تعريف ڪريان ٿو ۽ ان کان مدد گهران ٿو ۽ موت کان پوءِ به ان جي رحم ۽ ڪرم جو طلبگار آهيان. اي انسانو! منهنجي ۽ توهان جو موت تمام ويجهو اچي چڪو آهي مان انهيءَ ڳالهه جي گواهي ڏيان ٿو ته خدا تعاليٰ احد (يعني اڪيلو) آهي ۽ ان خدا احد کان سواءِ ڪوبه عبادت جي لائق ناهي ۽ نه ڪو ان جو شريڪ آهي. بيشڪ محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ان جا ٻانها ۽ رسول آهن. جن کي الله تعاليٰ حق سان بشير، نذير ۽ روشن چراغ ڪري موڪليو آهي ته جيئن اهي زنده ماڻهن کي الله تعاليٰ جي عذاب کان ڊيڄارين ۽ ڪافرن تي الله تعاليٰ جي حُجت پوري ڪرڻ فرمائين. پوءِ جن ماڻهن الله عزوجل ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن جي اطاعت ڪئي. انهن هدايت لڌي ۽ جن الله عزوجل ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي نافرماني ڪئي، اهي کليل گمراهيءَ جو شڪار ٿي ويا.

اي انسانو! مان توهان کي نصيحت ڪريان ٿو ته الله تعاليٰ کان ڊڄو ۽ الله تعاليٰ جيڪو توهان کي هدايت جو رستو ڏيکاريو آهي، ان تي قائم رهو. پنهنجي امير جا حڪم ٻڌو ۽ انهن جي تعميل ڪريو. جو ته جنهن الله تعاليٰ ۽ پنهنجي امير جي امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ۾ اطاعت ڪئي ته ان ڀلائي حاصل ڪري ورتي. ۽ ان تي

جيڪو حڪم هيو اهو ادا ٿي ويو. خود کي نفس جي پيروي کان بچايو، جو نفس جي پيروي، لالچ ۽ غصي ۽ ڪاوڙ کان محفوظ رهيو اهو ڪامياب ٿي ويو. سو ڪڏهن به غرور نہ ڪريو.

غور ڪريو ڇا اهو شخص بہ فخر ۽ غرور ڪري سگهندو آهي جو مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو هجي ۽ مٽيءَ ۾ ئي ملڻ وارو هجي؟ جنهن کي ڪيڙا ماڪوڙا کائيندا. اڄ اهو زنده آهي ۽ سڀاڻي اهو مڙدو هوندو پوءِ هر روز ۽ هر گهڙي نيڪ عمل ڪريو. مظلوم جي بد دعا کان بچو پنهنجي نفس کي مڙده ڄاڻو. صبر ڪريو ڇوتہ صبر هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا نيڪ اعمال ڪرائيندي آهي، پرهيز ڪريو ڇوتہ پرهيز ئي اهڙي چيز آهي جيڪا فائديمند شيءِ آهي. عمل ڪريو ڇوتہ عمل ئي قبول ڪيو ويندو آهي. جيڪا ڳالهہ توهان کي الله تعالیٰ جي عذاب طرف کڻي وڃي ان کان بچو ۽ ان ڪم ڪرڻ ۾ تڪڙ ڪريو جنهن جي ڪرڻ ۾ الله تعالیٰ پنهنجي رحمت جو واعدو ڪيو آهي خود سمجهو ۽ پوءِ ٻين کي سمجهايو. ڏڇو ۽ ڏيڇاريو ڇوتہ الله تعالیٰ واضح طور تي فرمايو آهي تہ توهان کان اڳيان ماڻهو ڪهڙن ڪهڙن ڪمن ڪرڻ سبب هلاڪ ٿيا ۽ ڪهڙن ڪهڙن ڪمن ڪرڻ جي باعث نجات حاصل ڪيائون.

ان پنهنجي ڪتاب قرآن شريف ۾ حلال حرام، مڪروه ۽ پسنديده چيزون بيان ڪيون آهن مان توهان کي ۽ پنهنجي نفس کي هدايت ڪرڻ ۾ دير ناهيان ڪندو. خداوند تعالیٰ مددگار آهي ۽ ان کان سواءِ ڪنهن ۾ بہ قوت ناهي. توهان سمجهي وٺو تہ الله تعالیٰ بغير عملن جي توهان کي نہ ڇڏيندو. الله تعالیٰ جي عبادت ڪريو ۽

پنهنجي حصي جي حفاظت ڪريو. توهان دين جي خواهش رکو ۽ دين کي هٿن مان نہ ڇڏيو جيترو ٿي سگهي تہ نفل زياده پڙهو تہ جيئن جيڪا توهان جي فرضن جي ادائگي ۾ ڪمي رهجي وئي آهي تہ اها پوري ٿي وڃي. توهان جڏهن خالي هٿين هوندؤ تہ توهان کي جزا ملندي.

اي الله جا ٻانهؤ! پنهنجي ڀائرن ۽ دوستي جي باري ۾ غور ڪريو جيڪي توهان کان اڳ ۾ گذاري چڪا آهن انهن کي جيڪو ڪجهہ پيش اچڻو هيو سو اچي چڪو ۽ اهي ان تي قائم ٿي چڪا. موت کان پوءِ جيڪا بدنيتي يا سعادتمندي ملڻي هئي. اها انهن کي ملي چڪي آهي.

الله جا ٻانهؤ! الله تعالىٰ توهان جي نفس کي پنهنجي حقن عيوض گهڻ رکيو آهي گروي رکيو آهي ۽ توهان کان واعدو ورتو ويو آهي ۽ توهان کي هن فاني ۽ مختصر دنيا کي ڪثير ۽ باقي رهڻ واري آخرت جي بدلي ۾ خريد ڪري ورتو آهي. توهان وٽ خدا تعالىٰ جو ڪتاب آهي ان جو نور ڪڏهن بہ نہ وسامندو ۽ نہ ان جا عجائبات گهٽجي ويندا. پوءِ توهان ان قرآن جي نور سان منور ٿي وڃو ۽ ان ڪتاب مان نصيحت حاصل ڪريو ۽ ان ڏينهن جي لاءِ جنهن ڏينهن ڪوبہ نور نہ هوندو. توهان ان ڪتاب جي نور کي ذخيرو ڪري رکو ڇوتہ خدا تعالىٰ توهان کي پنهنجي عبادت لاءِ پيدا ڪيو آهي ۽ توهان تي بہ معزز ڪاتب مقرر فرمايا آهن، جيڪي توهان جي ڪمن کان واقف آهن.

# خدا جا ٻانهو!

هيءَ ڳالهه ڄاڻڻ جوڳي آهي ته توهان جو هر قدم ان موت جي طرف وڌي رهيو آهي جنهن جو علم توهان کان پوشيده آهي اگر توهان کان ٿي سگهي ته ايترو ڪريو ته جنهن وقت توهان وٽ موت اچي ته توهان الله تعاليٰ جي ڪمن ۾ مصروف هجو ۽ هيءَ ڳالهه الله تعاليٰ جي فضل کان سواءِ توهان کي ميسر ٿي نه سگهندي. هيءُ الله تعاليٰ جو دين آهي اهو ئي اعمالِ صالحه جي توفيق عطا فرمائيندو آهي. موت کان اڳ ۾ اعمالِ صالحه جي طرف وڌو ته جيئن برن ڪمن کان محفوظ رهو. ڪيترين قومن اهڙيون به گذريون آهن جو جڏهن انهن تي موت آيو ته اهي خود کي غير الله جي حوالي ڪري چڪا هئا. ۽ پنهنجي نفسن کي فراموش ڪري چڪا هئا. مان توهان کي خبردار ڪريان ٿو ته توهان انهن وانگر نه ٿجو. عملِ خير ۾ جلدي ڪريو ڏجو! جو موت توهان جي قريب آهي اي مسلمانو! نجات توهان جي لاءِ ئي آهي.

(تاريخ الخلفاء : علامه جلال الدين سيوطي رحمة الله عليه)



"ظالم کي معاف ڪرڻ مظلوم سان زيادتي آهي."

(حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه)

# مواعظِ حضرت عمر بن الخطاب رضي الله تعالىٰ عنه

"ڪنز" جي صفحي 208 جلد نمبر 8 ۾ دينوري بيان ڪيو آهي ته حضرت عمر رضي الله تعالىٰ عنه هڪ شخص کي نصيحت فرمائي ته ماڻهو توکي تنهنجي نفس کان غافل نه ڪن، انهيءَ لاءِ جو آخر ۾ ڳالهه تنهنجي طرف موٽندي نه ڪي ماڻهن جي طرف ۽ ڏينهن کي غفلت ۾ هرگز نه گذاريندو ڪر. ان لاءِ جو جيڪو عمل تون ڪندو آهين اهو تنهنجي مٿان لکيو ويندو آهي ۽ جڏهن ڪو به برو ڪم ڪرين تو ته سٺو ڪم به ضرور ڪندو ڪر. مان ڪنهن به ڪم کي ايترو ضروري ۽ زياده جلد ڪرڻ مناسب ناهيان سمجهندو جيترو هڪ نئين نيڪيءَ کي سمجهندو آهيان جيڪا پراڻي گناهه کان پوءِ ڪئي وڃي.

حضرت سعد بن مسيب رضي الله تعالىٰ عنه فرمايو ته حضرت عمر ماڻهن جي آڏو ارڙهن نقطا رکيا اهي سمورا حڪمت کان خالي ڪونهن، جيڪي هي آهن :

﴿1﴾ جنهن شخص تنهنجي فائدي لاءِ الله تعالىٰ جي نافرماني ڪئي ته تون ان شخص جي باري ۾ الله تعالىٰ جي فرمانبرداري ڪر.

﴿2﴾ پنهنجي ڀاءُ جي ڪم جي لاءِ بهترين حل تلاش ڪندو ڪر. ايستائين جو تون سٺو حل تلاش ڪرڻ ۾ بلڪل عاجز نه ٿي وڃين.

﴿3﴾ مسلمان جي وات مان جيڪو ڪلمو نڪتو هجي ان کي شر تي صادر نه ڪجانءِ جيستائين ان جي لاءِ بهترين حل ڪڍي

سکھين.

﴿4﴾ جنھن شخص پنھنجو پاڻ کي تهمت جي لاءِ پيش ڪيو. اگر ڪوبہ ان سان گڏ بدگماني ڪري تہ ان کي ملامت نہ ڪرڻ گھرجي.

﴿5﴾ جنھن شخص پنھنجي راز کي لڪايو تہ اختيار ان جي هٿ ۾ آهي.

﴿6﴾ سچن يائرن جي صحبت کي لازمي پڪڙي وٺو ۽ ان صحبت جي حفاظت ۾ زندگي گذاريو ان لاءِ تہ اها محبت آسانيءَ جي وقت جي زينت آهي ۽ مصيبتن جي دفع جي لاءِ سامان پڻ آهي.

﴿7﴾ سچائي کي مضبوطيءَ سان پڪڙي وٺو، جيتوڻيڪ سچائي تي رهي توهان قتل ٿي وڃو.

﴿8﴾ ان شيءِ کي هرگز نہ ڇيڙيو جنھن مان توهان کي لاپرواهي حاصل ٿئي.

﴿9﴾ جيڪا شيءِ ٿيڻي ئي ناهي تہ ان جو سوال هرگز نہ ڪندا ڪريو. ان ڪري جيڪا موجود آهي اها ئي مشغلي لاءِ ڪافي آهي.

﴿10﴾ ان شخص کان پنھنجي حاجت جو سوال نہ ڪندا ڪريو جيڪو توهان جي ڪاميابيءَ تي خوش نہ ٿو رهي.

﴿11﴾ ڪوڙن قسمن کائڻ کي معمولي نہ سمجهندا ڪريو. ان سبب ڪري الله تعالىٰ انسان کي هلاڪ ڪري ڇڏيندو آهي.

﴿12﴾ تون بُرن سان گڏ نہ رهندو ڪر انهن مان صرف برائي ئي پلئہ

پوندي.

﴿13﴾ پنهنجي دشمنن کان دور رهندا ڪريو ۽ پنهنجي ديانتدار دوست کان ڊڄندا رهو.

﴿14﴾ اهو امين آهي جيڪو هميشہ الله تعاليٰ کان ڊڄندو رهي.

﴿15﴾ قبر تي وڃو تہ ڏاڍي عاجزي اختيار ڪندا ڪريو.

﴿16﴾ عبادت جي وقت پاڻ کي هڪ ذليل تصور ڪندو ڪر.

﴿17﴾ پنهنجي ڪم ۾ انهن ماڻهن سان مشورو ڪندو ڪر، جيڪي الله تعاليٰ جي ذات کان ڊڄندا آهن. (الخطيب، ڪنز ابن عساڪر ابن نجار)

## حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنه جو پهريون خطبو شريف

حضرت ابنِ سعد رضي الله تعاليٰ عنه حضرت حسن رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت ڪئي آهي تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جو سيني کان پهريون خطبو هي هيو.

"حمد ۽ صلواة کان پوءِ معلوم ٿئي تہ مان توهان ۾ مبتلا ٿي ويو آهيان ۽ توهان مون ۾ مبتلا ٿي ويا آهيو. مان پنهنجي ٻن دوستن کان پوءِ خليفو مقرر آهيان. جيڪي ماڻهو اسان وٽ موجود آهن اهي پنهنجي نفس يا جانين سميت اسان سان مليل آهن ۽ جيڪي غائب آهن (پوءِ اچڻ وارا) انهن تي اسان اهڙا ماڻهو مقرر ڪنداسين جيڪي اهل قوت ۽ ايماندار هجن. جيڪو شخص نيڪي ڪندو اسان ان سان بلڪل نيڪيءَ سان پيش ايندا سين ۽ جيڪو شخص اسان سان بدي ڪندو تہ اسان ان کي سزا ڏينداسين. خدا تعاليٰ اسان سيني جي بخشش ۽ مغفرت فرمائي." (تاريخ الخلفاء امام جلال الدين سيوطي رحمة الله تعاليٰ عليه)

# مواعظِ حضرت عثمان غني رضی اللہ تعالیٰ عنہ

ابنِ عساڪر ابن ثور الفهميءَ جي حوالي سان بيان ڪيو آهي تہ مان امير المؤمنين حضرت عثمان رضی اللہ تعالیٰ عنہ وٽ ان وقت ۾ ويس. جڏهن پاڻ محصور هئا. ان وقت پاڻ مون کي فرمايائون تہ منهنجون ڏهہ خصلتون الله تعاليٰ وٽ محفوظ آهن.

﴿1﴾ مان اسلام قبول ڪرڻ وارو چوٿون شخص آهيان.

﴿2﴾ رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن هڪٻئي جي پويان پنهنجون ٻہ صاحبزاديون منهنجي نڪاح ۾ عطا فرمايون.

﴿3﴾ مان ڪڏهن بہ ڳائڻ وڄائڻ جي محفل ۾ شريڪ نہ ٿيو آهيان.

﴿4﴾ مان ڪڏهن بہ فضول راند روند ۾ مشغول ناهيان رهيو.

﴿5﴾ مان ڪڏهن بہ ڪنهن جي بُرائي ۽ بُڇڙائي جي تمنا ناهي ڪئي.

﴿6﴾ رسولِ خدا صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن تي بيعت ڪرڻ کان پوءِ مان ڪڏهن بہ پنهنجو سڄو هٿ شرمگاهہ کي ناهي لڳايو.

﴿7﴾ اسلام آڻڻ کان پوءِ مان هر جمعي تي الله تعاليٰ جي راهہ ۾ پنهنجو هڪ ٻانهو آزاد ڪندو ايندو آهيان، اگر ان وقت ممڪن نہ ٿيو هجي تہ مون بعد ۾ آزاد ڪيو آهي.

بر

﴿8﴾ جاهليت واري زماني يا عهدِ اسلام ۾ مان ڪڏهن به زنا جو مرتڪب ناهيان ٿيو.

﴿9﴾ جاهليت واري زماني ۽ اسلام جي وقت ۾ مان ڪڏهن به چوري ناهي ڪئي.

﴿10﴾ رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه واله وسلم جن جي زماني جي مطابق مان قرآن شريف کي جمع ڪيو. (ماخوذ از تاريخ الخلفاء)



"بهترين گفتگو اها آهي جنهن سان ٻُڌڻ واري کي مَلال (يعني رنج) نه ٿئي." (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

## مواعظ حضرت علي رضی اللہ تعالیٰ عنہ

شعبي لکيو آهي تہ حضرت ابوبکر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضی اللہ تعالیٰ عنہما کان علاوه حضرت عثمان غني رضی اللہ تعالیٰ عنہ بہ شعر و شاعري کندا هئا ليکن حضرت علي رضی اللہ تعالیٰ عنہ انهن ٽنهي کان شاعريءَ ۾ وڌيڪ بهترين شعر چوڻ وارا هيا.

منبيط الاشجعي سندن جا هيٺيان شعر ذکر کيا آهن.

﴿1﴾ اِذَا اشْتَمَلَتْ عَلَى الْيَاسِ الْقُلُوْبُ.......وَضَاقَ لِمَابِهِ الصَّدْرُ الرَّحِيْبُ

**ترجمو :** جڏهن دلين کي مايوسي گهيري وٺندي آهي ۽ ان سبب ڪري سيني جي ڪشادگي تنگيءَ طرف وڃندي آهي.

﴿2﴾ اوطنتِ الْمَكَارِهُ وَالْهُمَانَّتُ..........وَاَرْسَتْ فِيْ اَمَاكِنِهَا الْكُرُوبُ

**ترجمو :** ۽ مصيبتون سيني کي وطن بنائي مطمئن ٿي ويندِيون آهن ۽ سينن ۾ تڪليفون آکيرا ٺاهي ويهنديون آهن.

﴿3﴾ وَلَمْ يُرَلِاِنْكِشَافِ الضُّرِّ وَجْهٌ..............وَلَا اَغْنٰى بِحِيْلَتِهِ الْاَرِيْبُ

**ترجمو :** ۽ انهيءَ تڪليف جي دور ٿيڻ جي صورت نظر نہ ٿي اچي ، دانشور پنهنجي مصلحت سان ڪجهہ بہ دفع ڪري نہ سگهندو آهي.

﴿4﴾ اَتَاكَ عَلٰى قُنُوْطٍ مِّنْكَ غَوْثٌ..........يَمُنُّ بِهِ اللَّطِيْفُ الْمُسْتَجِيْبُ

**ترجمو :** ان نا اميدي جي وقت، تو وٽ هڪ فرياد رس پهچندو آهي

جنهن جي صدقي دعا قبول ڪرڻ وارو احسان ڪندو آهي.

﴿5﴾ وَكُلُّ حَادِثَاتِ ذَاتِنَاهَتُ ............ فَمَوْمُوْلٌ بِهِ فَرَجُ الْقَرِيْبُ

ترجمو : جڏهن زماني جا حادثات انتها تائين پهچي وڃن ته ان ڪان پوءِ ڪشادگي جلدي اچي ويندي آهي.

مبرد لکي ٿو ته حضرت علي ڪرم الله تعالیٰ وجهه الڪريم جي تلوار تي هي شعر لکيل هوندا هئا.

﴿6﴾ لِنَّاسِ حِرْصُ عَلَى الدُّنْيَا بِتَبْذِيْرٍ...... وَصَفْوُهَا لِكَ مُمْزُوْجٌ بِتَكْدِيْرٍ

ترجمو : ماڻهو دنيا جي شين ۾ تمام گهڻا حرص ڪندڙ آهن. حالانڪ ان جو اندر تنهنجي لاءِ دشمنيءَ سان ڀريل آهي.

﴿7﴾ كَمْ مَنْ تِلْحِ عَلَيْهَا لاَ تُسَاعِدُهُ....... وَعَاجِزِنَّالَ دُنْيَاهُ بِتَقْصِيْرٍ

ترجمو : ڪيترائي دنيا حاصل ڪرڻ جي پويان آهن ۽ دنيا انهن ڪي نه ٿي ملي ۽ ڪيترائي عاجزي ۽ ڪوتاهي جي باوجود دنيا ڪي حاصل ڪري ويا.

﴿8﴾ لَمْ يَرْزَقُوْهَا بِعَقْلِ حِيْنِ مَا رُزِقُوْا ....... لِكِنَّهُمْ رُزِقُوْهَا بِالْمَقَادِيْرِ

ترجمو : جڏهن رزق ملندو آهي ته عقل سان ناهي ملندو، بلڪ رزق تقدير سان حاصل ٿيندو آهي.

﴿9﴾ لَوكَانَ مِنْ قُوَّةٍ اَوْعَنْ مُغَالَبَةٍ ........ طَارَ الْبُزَاةُ بِاَرْزَاقِ الْعَصَافِيْرِ

ترجمو : اگر دنيا غلبي ۽ قوتِ بازوءَ سان ملندي هجي ته باز پکين جي روزي کسي وٺن ها ۽ پکي محروم رهن ها.

## مواعظِ حضرت ابو عبيده بن جراح رضی اللہ تعالیٰ عنہ

نمران بن مخمر يعني ابو الحسن حضرت ابوعبيده بن جراح رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت ڪن ٿا ته حضرت ابو عبيده بن جراح لشڪر ۾ وڃي رهيا هئا ته فرمائي رهيا هئا ته ٻڌو! ڪيترائي ماڻهو پنهنجا ڪپڙا صاف رکندا آهن. ۽ پنهنجي دين کي ميرو رکندا آهن.

ٻڌو! ڪيترائي ماڻهو پنهنجي نفس جي تعظيم ڪرڻ وارا آهن. حالانڪ اهي اهڙي عمل سان پنهنجي نفس جي توهين ڪري رهيا هوندا آهن. پراڻن گناهن کي نين نيڪين سان دفع ڪريو پوءِ اگر ڪوبه توهان مان ايترو وڏي مقدار وارو گناهه ڪري وٺي جيترو زمين ۽ آسمان جي وچ تي فاصلو آهي ان کان پوءِ جيڪڏهن ان هڪ نيڪي ڪري ورتي ته اها هڪ نيڪي ان جي گناهن تي حاوي ٿي ويندي ايستائين جو اها هڪ نيڪي انهن سمورن گناهن کي دٻائي ڇڏيندي. (ڪنز ج 8 ص 236)



"جيڪو شخص توهان جي نگاهن مان توهان جي ضرورت نه سمجهي سگهي ان کان ڪجهه گهري پاڻ کي شرمندو نه ڪريو." (حضرت علي المرتضیٰ رضی اللہ تعالیٰ عنہ)

# مواعظِ حضرت معاذ بن جبل رضی اللہ تعالیٰ عنہ

﴿1﴾ معاويہ بن قرة بيان ڪيو تہ حضرت معاذ بن جبل رضی اللہ تعالیٰ عنہ پنهنجي پٽ کي چيو تہ اي منهنجا پٽ! جڏهن بہ تون ڪا نماز پڙهندو هجين تہ هن طرح پڙهجانءِ جيئن تنهنجي دنيا کان رخصتي جو وقت مٿان اچي ويو هجي ۽ تون پنهنجي دنيا جي زندگيءَ جي آخري نماز پڙهي رهيو هجين ۽ توکي هرگز اهو گمان نہ هجي تہ تون وري ٻيهر دنيا جي طرف موٽندين.

۽ اي منهنجا پٽ! تون سمجهي ڇڏ تہ مومن ٻن نيڪين جي درميان مرندو آهي. هڪ اها نيڪي جنهن کي مقدم ڪري چڪو آهي يا عملي طور تي اجراء ڪري چڪو آهي ۽ ٻئي اها نيڪي جيڪا مؤخر ڪري چڪو آهي يا اهڙي نيڪي جيڪا مرڻ کان پوءِ بہ جاري رهي يعني صدقہ جاريہ. (ابو نعيم ج 3 ص 234)

﴿2﴾ عبدالله بن سلمہ رضی اللہ تعالیٰ عنہ بيان ڪيو آهي تہ ڪنهن شخص حضرت معاذ بن جبل رضی اللہ تعالیٰ عنہ کي عرض ڪيو تہ مون کي تعليم ڏيو تنهن تي حضرت معاذ رضی اللہ تعالیٰ عنہ فرمايو تہ ڇا تون منهنجو چوڻ مڃيندين؟ ان شخص وراڻيو تہ مون کي توهان جي فرمانبرداريءَ جي وڏي لالچ آهي تنهن تي حضرت معاذ رضی اللہ تعالیٰ عنہ فرمايو تہ "روزو بہ رک ۽ افطار بہ ڪر" نماز بہ پڙهہ ۽ ننڊ بہ ڪر. ڪمائي بہ ڪر ۽ گناهہ بہ نہ ڪر. ڪوشش بہ ڪر تہ هرگز مسلمان هجڻ کان سواءِ نہ مرين ۽ پنهنجو پاڻ کي مظلوم جي بد دعا کان بچائيندو رهہ.

(ابو نعيم ج 1 ص 233 في الحلية)

## مواعظِ حضرت عبدالله بن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه

﴿1﴾ حضرت عبدالله بن مسعود فرمايو آهي ته مان توکي اهڙو ڏسڻ جو خواهشمند ناهيان جو تون رات ۾ مردارن وانگر ڍير لڳو پيو رهين ۽ ڏينهن ۾ ڪڏنڌڙ بدڪن جهڙو بڻجي وڃين. (ابي نعيم)

﴿2﴾ حضرت عبدالله بن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته دنيا جي صفائي سٿرائي موڪلائي وئي ۽ ان جي ڪدلاڻ باقي رهجي وئي آهي پوءِ اڄوڪي ڏينهن لاءِ موت هر مسلمان جي لاءِ وڏو تحفو آهي.

(ابي نعيم في الحلية)

﴿3﴾ حضرت عبدالله بن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته ٻڌو! ڪيتريون نه بهترين آهن اهي ٻه مڪروه ڳالهيون (جن کي اسان ڪرامت ۽ نفرت سان ڏسون ٿا) موت ۽ محتاجي ۽ الله جو قسم! يا دولت مندي هوندي يا فقيري (هر انسان وٽ انهن ٻنهي ڳالهين مان ڪابه هڪ ضرور هوندي) ۽ مان ڪابه پرواهه نه ڪندو آهيان ته ان مان ڪنهن به هڪ ۾ جيڪڏهن مبتلا ڪيو وڃان؟ اگر دولتمندي آهي ته ان جي ذريعي (ٻين تي) مهرباني ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن فقيري آهي ته ان ۾ صبر ڪرڻ گهرجي. (ابو نعيم ج 1 ص 131)

﴿4﴾ حضرت عبدالله بن مسعود رضى الله تعالىٰ عنه فرمايو ته بندو! ايمان جي حقيقت تائين ناهي پهچي سگهندو. جيستائين ان جي چوٽيءَ تي نه ويهي ۽ ايمان جي چوٽيءَ تي نه ويهندو آهي جيستائين فقيري ان لاءِ شاهوڪاريءَ کان وڌيڪ پياري هجي، نوڙت ۽ عاجزي ڪيس کي وڏائي ۽ تڪبر کان به وڌيڪ عزيز هجي. ايستائين جو ان جي نظر ۾ سندس جي تعريف ڪندڙ ۽ برائي بيان ڪندڙ ٻئي برابر هجن. (ابو نعيم ج 1 ص 132)

## مواعظِ حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنه

﴿1﴾ حضرت جعفر برقان رضي الله تعالیٰ عنه بيان ڪيو ته اسان تائين اها ڳالهه پهتي آهي ته حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو هيو ته مون کي ٽن شين کلايو آهي ۽ ٽن شين روئاريو آهي.

(1) مان دنيا جي اميدوار کي ڏسي کلندو آهيان حالانڪ موت ان جي در تي دستڪ ڏئي رهيو هوندو آهي. (2) مان ان غافل کي ڏسي کلندو آهيان جيڪو پنهنجي غفلت ۾ زندگيءَ جا قيمتي ڏينهن ۽ راتيون گذاري رهيو آهي. (3) ان شخص تي کلندو آهيان جيڪو وات ڦاڙي کلندو آهي ان کي ايتري به خبر ناهي ته سندس رب ڪيس مان راضي آهي يا ناراض آهي ۽ مون کي ٽي شيون روئارينديون آهن.

(1) حضرت آقا صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي دوستن ۽ حضور ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه واله وسلم جن جي هستيءَ جو فراق.

(2) موت جي سختين جي وقت هولناڪيءَ جو منظر.

(3) رب العالمين جي سامهون پيش ٿيڻ، جڏهن ته مان اهو نه ٿو ڄاڻان ته منهجو سفر باهه (يعني جهنم) جي طرف ٿيندو يا جنت جي طرف ٿيندو. (ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 207)

﴿2﴾ حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنه بيان ڪيو ته جڏهن الله تعالیٰ ڪنهن ٻانهي جي هلاڪيءَ جو خيال ڪندو آهي ته پهريان ان مان حياء ڪڍي ڇڏيندو آهي ته پوءِ ان جي حالت اهڙي ٿي ويندي آهي جو ماڻهو ڪانئس بيزار ۽ خفا ٿي ويندا آهن ۽ اهو ماڻهن مان بيزار ۽ خفا هوندو آهي. ان کان پوءِ ان شخص مان رحمت ڪڍي ويندي

آهي ۽ ان جي حالت اهڙي ٿي ويندي آهي جو اهو چوڻيءَ جو بداخلاق ۽ سخت دل بڻجي ويندو آهي جڏهن ان جي ڪيفيت اهڙي جُڙي ويندي آهي تہ پوءِ اُن مان امانت ڪڍي ويندي آهي ۽ اهو خائن (خيانت ڪندڙ) بڻجي ويندو آهي ۽ سندس سان بہ خيانت ٿيڻ شروع ٿيندي آهي، جڏهن اهو اهڙي حالت جو حامل ٿي ويندو آهي تہ پوءِ (نعوذ بالله) ان جي گردن مان اسلام جو ڦندو ڪڍيو ويندو آهي پوءِ اهو لعنتي بڻجي ويندو آهي ۽ ان تي لعنت موڪلي ويندي آهي. (ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 204)

﴿3﴾ حضرت سلمان فارسي رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو تہ مومن جو مثال دنيا ۾ هڪ اهڙي مريض جهڙو آهي جنهن سان گڏ تپاسيندڙ سندس اهڙو طبيب هجي جيڪو سندس مرض بہ سڃاڻندو هجي ۽ ان مرض جي دوا بہ ڪيس ڏيندو هجي ۽ جيڪڏهن ڪانئس ڪنهن اهڙي شيءِ جي خواهش هجي جيڪا سندس صحت لاءِ نقصانڪار هجي تہ اهڙي شين جي ويجهي وڃڻ کان بہ روڪيندو هجي. جيستائين مريض پنهنجي بيماريءَ مان شفا حاصل ڪري. اهڙو طبيب صرف الله تعالیٰ آهي. مومن کي نقصانڪار شين کان روڪيندو ايندو آهي ايستائين جو ان جي وفات جو وقت اچي ويندو آهي ۽ ان کي جنت ۾ داخل ڪري وٺندو آهي. (ابو نعيم في الحليت ج 1 ص 207)



# مواعظ حضرت ابو درداء رضي الله تعالیٰ عنه

﴿1﴾ حضرت ابو درداء رضي الله تعالیٰ عنه بيان ڪيو ته تون الله تعالیٰ جي عبادت اهڙي طريقي سان ڪندو ڪر ڄڻ تون ان کي ڏسي رهيو آهين ۽ پاڻ کي مُردن ۾ شمار ڪندو ڪر ۽ تون ڄاڻي وٺ ته اهو ٿورڙو جيڪو تنهنجي لاءِ آهي ان گهڻي کان هزار ڀيرا بهتر آهي جو توکي فضول راند روند ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ۽ توکي ڄاڻي وٺڻ گهرجي ته ڀلائي پراڻي ناهي ٿيندي ۽ گناهه وسرندو ناهي. (ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 212)

﴿2﴾ شرجيل رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته حضرت ابودرداء رضي الله تعالیٰ عنه جڏهن جنازي کي ڏسندا هئا ته فرمائيندا هئا ته هلو! مان به لڏڻ وارو آهيان يا ائين فرمائيندا هئا ته تون شام جو وڃي رهيو آهين ۽ مان صبح جو اچڻ وارو آهيان. (ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 217)

﴿3﴾ عبدالرحمٰن بن جبير بن نصير رضي الله تعالیٰ عنه کان روايت آهي ته هڪ شخص حضرت ابو درداء رضي الله تعالیٰ عنه کي عرض ڪيو ته مون کي هڪ اهڙو ڪلمو سيکاريو، جو الله ان ڪلمي جي صدقي مون کي نفعو ڏئي. حضرت ابو درداء رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته مان پ به سيکاريندم، ٽي به سيکاريندم ۽ پنج به سيکاريندم جنهن انهن تي عمل ڪيو ته ان جو ثواب الله تعالیٰ وٽ عظيم درجن ۾ آهي. حضرت ابو درداء رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته سواءِ پاڪ ۽ طيب جي ڪاڏو نه. ڪائيندو ڪر سواءِ پاڪ ۽ طيب ڪپڙي جي ڪجهه به نه پائيندو ڪر ۽ پنهنجي گهر ۾ سواءِ

پاڪ ۽ طيب جي ڪجهہ بيو داخل نہ ڪر. الله تعالىٰ کان گهڻ اهو توکي هر ڏينهن جو اڻ ڳڻيو رزق ڏيندو ۽ جڏهن تون صبح ڪرين تہ پنهنجو پاڻ کي مرڏن ۾ شمار ڪر. پنهنجي عزت الله تعالىٰ جي حوالي ڪري ڇڏ ۽ جڏهن توکان ڪوبہ گناهہ ٿئي تہ الله عزوجل کان مغفرت طلب ڪر. (ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 222)



"هرگز اهڙي شخص سان دوستي نہ رکو جيڪو توهان جي برائين کي ياد رکي ۽ توهان جي خوبين کي وساري ڇڏي."

(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

## مواعظِ حضرت ابو ذر غفاري رضي الله تعالىٰ عنه

﴿1﴾ حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعالىٰ عنه بيان ڪيو آهي ته ماڻهو موت جي لاءِ ئي پيدا ڪيا ويندا آهن ۽ ويران ٿيڻ جي لاءِ عمارتون جڙنديون آهن ۽ ماڻهن تي افسوس آهي جو اهڙين شين جي حاصل ڪرڻ لاءِ لالچي بنجي پون ٿا جيڪي فنا ٿيڻ واريون آهن ۽ باقي رهندڙ شين کي درگذر ڪيو ويندو آهي. ٻڌو! مڪروهات ۾ زياده بهترين شيون ٽي آهن. (1) موت (2) بيماري (3) فقيري.

(ابن عساڪر، ڪنز ج 1 ص 224)

﴿2﴾ حضرت سفيان ثوري رضي الله تعالىٰ عنه بيان ڪيو ته حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعالىٰ عنه ڪعبي وٽ ويهي فرمائڻ لڳو ته اي ماڻهو! مان جندب غفاري آهيان. توهان هڪ اهڙي ڀاءُ جي طرف اچو، جيڪو نصيحت وارو ۽ مهربان هجي. اهي الفاظ ٻڌي ماڻهو ان جي اردگرد جمع ٿي ويا ته پاڻ فرمايائون توهان مان ڪوبه هڪ ڪنهن سفر جو ارادو ڪري، ڇا ان لاءِ اهو ضروري نه هوندو آهي ته اهو پنهنجي سفر لاءِ مناسب مقدار ۾ سيڌو سامان ثمر طور تي کڻي؟ ماڻهن جي انبوهه وراڻيو ته بيشڪ سفر لاءِ سامان سڙو کڻڻ ضروري هوندو آهي. پاڻ فرمايائون ته قيامت جي رستي وارو سفر ته هڪ ڏکيو سفر آهي. توهان ان لاءِ ڪهڙو ثمر ٺاهيو آهي؟ توهان اهڙي ڏکي ۽ اڻانگي سفر لاءِ ثمر به اهڙو ئي جوڙيو؟ ماڻهن سوال ڪيو ته قبله اهو ثمر ڪهڙو هجي؟

پاڻ فرمايائون ته وڏن وڏن نيڪي جي ڪمن جو ارادو ڪريو، توهان سخت گرميءَ وارن ڏينهن ۾ روزا رکو. جوته ميدانِ محشر طويل هوندو رات جي اونداهيءَ ۾ قبر جي وحشت دور ڪرڻ جي لاءِ ٻه رڪعتون نماز پڙهو. ڪوبه بهترين ڪلام ڪريو يا وري بري ڪلمي کان رڪجي وڃو. ڇوته هڪ وڏي خوفناڪ ڏينهن ۾ داخل ٿيڻو آهي. پنهنجي مال جو صدقو ڪريو، شايد توهان کي دنيا جي سختين کان ڇوٽڪارو حاصل ٿي وڃي. دنيا ۾ ٻه مجلسون ڪريو. هڪ مجلس آخرت جي طلب ڪرڻ واري مطالبي جي هجي ۽ هڪ مجلس حلال طلب ڪرڻ واري مطالبي جي هجي ان کان علاوه ٽئين مجلس توهان کي نفعي بجاءِ نقصان پهچائيندي. پنهنجي مال کي ٻه درهم ڪريو. هڪ درهم پنهنجي خاندان تي حلال مان خرچ ڪريو ۽ هڪ درهم کي پنهنجي آخرت لاءِ پيش ڪريو، ۽ ٽيون درهم توهان کي فائدي بجاءِ نقصان ڏيندو.



"پنهنجي نيڪين جي پرده پوشي ڪندا رهو بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن پنهنجي گناهن جي پرده پوشي ڪريو ٿا."

(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله عنه)

## مواعظِ حضرت حذيفہ رضي الله تعالیٰ عنه

حضرت حذيفه رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو تہ دلين جا چار قسم آهن (1) هڪ اها دل آهي جنهن تي بلڪل پردو پيل آهي، جيڪا ڪافر جي دل آهي (2) هڪ دل اها آهي جنهن جا ٻہ روپ آهن، ٻهروپي دل آهي جيڪا هڪ منافق جي دل آهي. (3) هڪ دل اها آهي جنهن ۾ خلوص ڀريل آهي اها مخلص دل آهي جيڪا مومن جي دل آهي. (4) هڪ اها دل بہ آهي، جنهن ۾ ٿورڙو نفاق ۽ باقي ايمان ڀريل آهي پوءِ ايمان جو مثال هڪ اهڙي وڻ جهڙو آهي جنهن کي جڏهن پاڻي ملندو آهي تہ وڻ وڌندو آهي ۽ نفاق جو مثال اهڙي هڪ زخم جهڙو آهي جنهن جي اندران پُونءِ ۽ رت وهندو رهندو آهي. پوءِ جيڪو ان شخص تي غالب ايندو (يعني ايمان ۽ نفاق مان) تہ پوءِ ان جي ئي ان شخص مٿان حڪمراني هوندي.

(ابو نعيم في الحلية ج 1 ص 276)



"دوستي ڪرڻ ايڏو آسان آهي جيئن مٽيءَ تي مٽيءَ سان مٽي لکڻ ليڪن دوستي نڀائڻ ايترو مشڪل آهي جيئن پاڻيءَ تي پاڻيءَ سان پاڻي لکڻ."

(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه)

# مواعظِ حضرت ابيّ بن ڪعب رضی اللہ تعالیٰ عنہ

حضرت ابي بن ڪعب رضی اللہ تعالیٰ عنہ فرمايو تہ مومن وٽ چار خصلتون هونديون آهن.

(1) جيڪڏهن اهو مصيبت ۾ مبتلا هوندو آهي تہ صبر ڪندو آهي.

(2) جيڪڏهن ان کي ڪجهہ ملندو آهي تہ شڪر ڪندو آهي.

(3) جيڪڏهن اهو گفتگو ڪندو آهي تہ سچ ڳالهائيندو آهي.

(4) جيڪڏهن اهو فيصلو ڪندو آهي تہ انصاف جي ڳالهہ سان ڪندو آهي.

پوءِ ان ماڻهوءَ کي خدا تعالیٰ جي طرفان پنج نور عنايت ڪيا ويندا آهن اهي نور آهن جن جو الله تعالیٰ جي ذات قرآن شريف ۾ "نور علي نور" سان ذڪر ڪرڻ فرمايو آهي.

(1) ان شخص جي گفتگو نور هوندي آهي

(2) ان شخص جو علم نور هوندو آهي.

(3) ان شخص جي رهڻ واري جڳهہ نور ٿي ويندي آهي.

(4) ۽ قيامت جي ڏينهن ان شخص جو موٽڻ نور جي طرف هوندو آهي.

۽ ڪافر پنجن اونداهين جي لپيٽ ۾ هوندو آهي.

(1) ان جو ڪلام ظلمت هوندو آهي.

(2) ان جو عمل ظلمت هوندو آهي.

(3) ان جي رهڻ جي جڳهہ ظلمت هوندي آهي.

(4) قيامت جي ڏينهن ان جو موٽڻ ظلمت طرف هوندو آهي.

(ابونعيم في الحلية)

## مواعظِ حضرت عبدالله بن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما

حضرت عبدالله بن عباس رضی اللہ تعالیٰ عنهما فرمايو ته اي گناهه ڪرڻ وارا! تون بري انجام کان ۽ ان شيءِ کان بي خوف رهندو ڪر جو گناهه ڪرڻ کان پوءِ پيش ايندي آهي. اگر تنهنجو حياءُ انهن فرشتن کان گهٽجي ويو آهي. جيڪي تنهنجي ساڄي ۽ کاٻي طرف موجود آهن ۽ تون گناهه تي لڳو رهين ٿو ته پوءِ اهو تنهنجو حياءُ انهن فرشتن جي حياء کان گهٽ آهي ۽ اهو گناهه تنهنجو ان گناهه کان به وڏو گناهه آهي جنهن جي مرتڪب. ٿيڻ جو بوجهه برداشت ڪيو اٿئي ۽ گناهه ڪري وڃڻ کان پوءِ به پڇتاءِ توکي ڪونهي ۽ تنهنجو کلڻ، ان ڳالهه طرف اشارو آهي ته تون پنهنجي انجام کان بلڪل بي خبر آهين اهو کلڻ وارو گناهه تنهنجي ڪيل گناهه کان وڏو گناهه آهي. تنهنجو ان هوا کان ڊڄڻ جيڪا گناهه ڪرڻ وقت تنهنجي دروازي تي لڳل پردي کي اڳتي پوئتي ڪري ۽ تون خوف ۾ مبتلا ٿي وڃين ته مبادا ڪنهن ڏسي ورتو آهي ۽ هوڏانهن تنهنجي دل ۾ ڪابه بي قراري پيدا نه ٿئي ته الله تعالىٰ جي ذات توکي ڏسي رهي آهي، اهو گناهه به تنهنجي ڪيل گناهه کان وڏو گناهه آهي.

تو تي افسوس آهي اي انسان! ڇا تون ڄاڻين ٿو ته حضرت ايوب علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جو گناهه ڪهڙو هيو؟ جو الله تعالىٰ ان جي جسم ۾ اهڙي بيماري ڦهلائي ڇڏي، جو سندس سڄو جسم ڳري ويو، سندس مال ضايع ٿي ويو. حضرت ايوب علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جي خطا صرف ايتري هئي جو ڪنهن مسڪين پاڻ تي ٿيندڙ ظلم ۾ حضرت

ايوب عليہ السلام کان مدد طلب ڪئي هئي تہ هيءُ سندس مٿان ٿيندڙ ظلم کي دفع ڪري. حضرت ايوب علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام ان مظلوم جي مدد نہ ڪئي هئي ۽ نہ ظالم کي امر بالمعروف جي تلقين ڪئي ۽ نہ ظالم کي ان مسڪين تي ظلم ڪرڻ کان روڪيو تہ الله تعالیٰ حضرت ايوب علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام کي مصيبتن ۾ گرفتار ڪيو. (ابن عساکر)

## مواعظِ حضرت عبدالله بن عمر رضی اللہ تعالیٰ عنہما

حضرت عبدالله بن عمر رضی اللہ تعالیٰ عنہما فرمايو آهي تہ جڏهن ڪوبہ ٻانهو دنيا ۾ ڪو مرتبو حاصل ڪندو آهي تہ الله پاڪ وٽ سندس مرتبي ۾ ٿوري گھٽتائي واقع ٿيندي آهي جيڪڏهن واقعي اهو شخص الله تعالیٰ وٽ مقبول هوندو.



"جڏهن اڪيون نفس جي پسنديده شيءِ ڏسڻ لڳن تہ دل اڻ ڄاڻائيءَ ۾ انڌو ٿي ويندي آهي." (حضرت علي المرتضیٰ رضی اللہ تعالیٰ عنہ)

## مواعظِ حضرت عبدالله بن زبير رضي الله تعاليٰ عنهما

بيشڪ اهلِ تقويٰ وارن جون ڪجهه نشانيون آهن جنهن سبب کان اهي سڃاتا ويندا آهن ۽ انهن علامتن کي اهي خود پنهنجن نفسن ۾ پيدا ڪري وٺندا آهن. اهي متقين جون نشانيون هيٺيون آهن.

(1) متقي اهو آهي جنهن مصيبت تي صبر ڪيو.

(2) متقي اهو آهي جيڪو خدا تعاليٰ جي تقدير تي راضي رهيو.

(3) متقي اهو آهي جنهن خدا تعاليٰ جي نعمتن جو شڪر ڪيو.

(4) متقي اهو آهي جنهن قرآن مجيد جي فرمانبرداري ڪئي.

امام جو مثال بازار جهڙو آهي، جيڪا شيءِ بازار ۾ ختم ٿي ويندي آهي ته اها بازار ۾ آندي ويندي آهي اگر امام وٽ حق ختم ٿي ويندو آهي ته پوءِ حق کي ان طرف آندو ويندو آهي ۽ ان وٽ اهلِ حق آندا ويندا آهن ۽ اگر ان وٽ باطل ختم ٿي ويندو آهي ته ان وٽ اهلِ باطل ايندا آهن ۽ ان تي خرچ ڪندا آهن. (ابو نعيم ج 1 ص 331)



"بيشڪ پنهنجي هر شيءِ دوست لاءِ قربان ڪيو ليڪن ڪنهن شيءِ جي لاءِ پنهنجي دوست کي قربان نه ڪجو."

(حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه)

# مواعظِ حضرت امام حسن بن علي رضي الله تعالیٰ عنهما

حضرت امام حسن بن علي رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو آهي ته جنهن دنيا کي طلب ڪيو، دنيا ان کي عاجز بنائي ڇڏيندي ۽ جنهن دنيا ۾ بي رغبتي اپنائي ته اهو ان دنيا ۾ ڪائڻ پيئڻ ۾ مبتلا ڪيو ويندو. دنيا ۾ رغبت ڪرڻ وارو شخص انهيءَ شخص جو غلام آهي جيڪو دنيا جو مالڪ ٿي وڃي.

حضرت امام حسن بن علي رضي الله تعالیٰ عنهما فرمايو ته ماڻهن جا چار قسم آهن.

(1) ڪجهه اهڙا آهن جن جي لاءِ عمل آهي پر اخلاق ڪونهي.
(2) ڪجهه اهڙا آهن جن جي لاءِ اخلاق آهي پر عمل ڪونهي.
(3) ڪجهه اهڙا آهن جن جي لاءِ نه اخلاق آهي ۽ نه عمل آهي ۽ اهي ماڻهو بد ترين آهن.
(4) ڪجهه اهڙا آهن جن جي لاءِ اخلاق ۽ عمل ٻئي هوندا آهن ۽ اهي تمام بهترين هوندا آهن. (ڪنز جلد 8 ص 237)



"جيڪڏهن منزل تائين پهچڻ ۾ توهان کي مشڪل پيش نه اچي ته هڪ ڀيرو تسلي ڪجو ڪٿي توهان جو رستو غلط ته ناهي." (حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه)

# تصوف جي باري مختلف انومان!

تصوف لفظ جو اشتقاق "صفائي" جو آهي. ڪن صوفي دانشورن جي خيال موجب ته "صوف" مان نڪتل آهي صوف جي معنيٰ آهي "پشم جو لباس" . ڪريدار سخت ۽ جسم کي تراش خراش ڏيندڙ لباس، جيڪو جڏهن زيب تن ڪيو وڃي ته نفس کي ڪو خاص آرام نه هجي مبادا نفس الله تعاليٰ جي ياريءَ واري تند کي ٽوڙي شيطان واري فريب ۽ دوکي ۾ گرفتار ٿي وڃي. پشم فارسي لفظ آهي، جنهن جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ "اُنَ" ورتي ويندي. هيءُ لباس نبين، برگزيده بندن ۽ الله تعاليٰ جي قُرب ۾ رهندڙ صاحبِ ولايت شخصيتن جو لباس آهي. هيءُ اهو لباس هوندو آهي جيڪو عام ماڻهو ۽ صوفيءَ جي وچ ۾ فرق جي لڪير ڪڍڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

قرآن شريف ۾ "اصحابِ صفه" جو احسن انداز ۾ ذڪر ٿيل آهي، اهي اصحابي سڀئي اهڙا هوندا هئا. جن جي مٿان آقاءِ سرڪار حضرت محمد مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن جي خاص نظرِ ڪرم هوندي هئي. جيڪي مسجد نبوي جي هڪ ڪنڊ جي طرف کان پنهنجي خانقاه بنائي خدا تعاليٰ جي ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول رهندا هئا. ۽ پنهنجي نفس سان جهاد ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات نفس کي مارڻ جي مختلف حربن ۾ مصروفِ عمل رهندا هئا. هڪ طرف انهن جي چله ڪشي، روزيداري، فقيري هوندي هئي ته ٻئي طرف "اهي قال الله ۽ قال رسول الله" جي عمل ۾ مصروف ۽ سرگردان رهندا هئا.

جيڪڏهن "اصحابِ صفہ" وارن جي ايتري جدوجهد نہ هجي ها تہ شايد هينئر اسان وٽ جيڪا صحاح سته واري محنت سامهون آهي، اها نہ هجي ها، ڇوتہ "اصحابِ صفحه" وارن تي آقا صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جو خاص ڪرم هيو. تنهن ڪري هڪ طرف الله تعالیٰ جي ذڪر جي تنوارن سان انهن جون دليون منور هيون تہ ٻئي طرف قال رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم سان سندن سينا سرشار هئا.

هڪ وڏي ڪيپ نبوي ٻنيءَ جي اندر ڪنهن ٻوٽ ٽڪر جهڙي ڀڪل سر وانگر ڀچي ٻاهر نڪتي هئي ۽ پوءِ انهن جي لاءِ لات ۽ لنو سان جهرجهنگ، عرب، عجم، هر هنڌ اسلام جو جهنڊو بلند ٿي ويو.

جيڪڏهن تصوف جي معنیٰ "صفائي واري ورتي وڃي تہ پوءِ هي ئي صوفي اهي اصطلاحي طور تي نفس جي تزڪيه جا علمبردار آهن، جن وٽ اهڙا وجداني آئينا آهن، جن جي اندر ڪين ڪي پنهنجي تصوير بنهہ بہ نظر نہ ايندي آهي بلڪ اهي جڏهن حق ۽ سچ وارو آئينو سامهون جهليندا آهن تہ ان آئيني ۾ سندن تصوير بجاءِ يار جي تصوير جا عڪس ۽ اولڙا نظر ايندا آهن.

تصوف صرف اسلامي تصوف ئي هوندو آهي هن ڪي غير اسلامي تصوف ۾ ورهائڻ حماقت آهي ڇوتہ تصوف اسلامي ۽ غير اسلامي نہ هوندو آهي.

تصوف ڪي هٽ وٺي "انهن غير اسلامي ماٺهن غير اسلامي هٿڪنڊا استعمال ڪري ان ڪي بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇوتہ انهن دنيا جي مڪروه طاقتن کي خوف ٿي پيو تہ

اسلام جي جيتري پرچار "صوفي ازم" واري نظريي تحت اهلِ تصوف ڪري رهيا آهن ۽ جهڙي نموني دنيا جي سلطنتن جون سلطنتون اهل الله جي قدمن جي هيٺان اچي پاڻ ڪي اسلام سان سرشار ڪري رهيون آهن ته اهو ڏينهن شايد پري نه ٿئي جو آفريڪا، آسٽريليا ڪنڊ ڪان وٺي ڪري آمريڪا ڪنڊ تائين صرف ۽ صرف اسلام جو جهنڊو ئي بلند هجي. صوفين مختصر عرصي دوران ايترو گهڻو ڪم ڪري ورتو هيو جو ايتري ڪم لاءِ مجاهدن کي هزار سالن تائين وڙهڻو پوي ها.

تصوف جو اصل محرڪ الله تعاليٰ جي ذات جو ديدار آهي. ديدارِ خداوندي جيءَ لاءِ اڻ ٿڪ جدوجهد ڪرڻ ئي نج تصوف آهي. يار جي ديدار لاءِ ڪشالا ڪڍڻ، جهد ڪرڻ، رياضتون اپنائڻ، مراقبا ڪرڻ ۽ جهر جهنگ ڪاٽڻ ئي تصوف جو نالو آهي. صوفيءَ کي جاچڻ لاءِ شريعت جي ڪسوٽي آهي، صوفيءَ جو بخار چڪاسڻ لاءِ ضروري آهي ته ان جي وات ۾ شريعت جو ٿرماميٽر وڌو وڃي، پوءِ ان تي تپاسيو وڃي ته اهڙيو شخص شريعت جي مڪمل پيروڪاري ڪري ٿو يا شريعت تان ٿڙيل ٿاٻڙيل آهي جيڪڏهن اهڙيو شخص هڪ رتي برابر به شريعت کان پرانهون محسوس ٿئي ته ڀلي اهو لکين ڀيرا هوا ۾ اڏامندو ڇو نه هجي. پر اهو صاحبِ ڪرامت ٿي نه ٿو سگهي.

صوفي جي لاءِ وصالِ محبوب ئي سڀ ڪجهه شيءِ آهي. جيئن قرآن شريف ۾ ارشاد ٿئي ٿو ته

"فَمَنۡ كَانَ يَرۡجُوۡا لِقَاءَ رَبِّهٖ فَلۡيَعۡمَلۡ عَمَلًا صَالِحًا وَّلَا يُشۡرِكۡ بِعِبَادَةِ رَبِّهٖۤ اَحَدًا

" (جيڪو شخص پنهنجي رب سان ملاقات جو خواهشمند هجي ان تي لازم آهي ته صالح عمل ڪري ۽ پنهنجي رب جي اطاعت ۾ ڪنهن کي به شريڪ نه ڪري)

**تصوف جا اصلي محرڪ ٽي آهن :**

(1) ڪامل توحيد

(2) ڪامل تقويٰ

(3) ڪامل محبت

**﴿1﴾ ڪامل توحيد** : سڄو قرآن توحيد جي تعليم سان سرشار آهي. الحمد کان والناس تائين قرآن شريف جي تعليمات جو تت ۽ نچوڙ توحيدِ خداوندي آهي. حضور نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن جي بعثت کان اڳ ۾ دنيا جو خيال خالص توحيد کان هٽي شرڪ طرف مائل ٿي چڪو هيو. دنيا جون سموريون قومون انسان پرستي ۾ مبتلا ٿي چڪيون هيون ۽ پوءِ هيءُ منهنجي آقا صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جو درس هيو جو ان مٿان قرآن نازل ٿيو ۽ قرآن شريف کلم کلا اعلان ڪيو ته :

هُوَ الۡاَوَّلُ وَ الۡاٰخِرُ وَ الظَّاهِرُ وَ الۡبَاطِنُ ۚ وَ هُوَ بِكُلِّ شَیۡءٍ عَلِیۡمٌ ﴿۳﴾ (سورة الحديد آيت 2)

**ترجمو** : پوءِ اهو ئي هر شيءِ جو اول آهي ، هر شيءِ جو آخر آهي، هر شيءِ جو ظاهر آهي ۽ هر شيءِ جو باطن آهي ۽ اهو هر شيءِ جي ماهيت کان آگاهه آهي.

﴿2﴾ كامل تقويٰ : قرآن شريف تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو تاكيد ڪري ٿو. قرآن متقين لاءِ ئي هدايت آهي غير متقي ماڻهو ان مان هدايت حاصل نہ ٿو ڪري سگهي. جيتري گهڻي تقويٰ هوندي اوتري گهڻي الله تعاليٰ جي قربت ۽ معيت حاصل ٿيندي.

اِنَّ اللّٰهَ مَعَ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا وَّالَّذِيْنَ هُمْ مُّحْسِنُوْنَ ﴿۱۲۸﴾ (سورة النحل آيت 128)

**ترجمو** : بيشڪ الله تعاليٰ انهن ماڻهن سان گڏ آهي، جيڪي پرهيزگار آهن ۽ احسان ڪندڙ بہ آهن.

﴿3﴾ **كامل محبت** : تصوف جو دارومدار عشق ۽ محبت الاهي تي آهي يعني محبت ئي مقصد جي حصول جو واحد ذريعو آهي يا حريم ناز تائين پهچڻ جي لاءِ ڏاڪي جيان آهي.

وَالَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَشَدُّ حُبًّا لِّلّٰهِ ؕ (سورة البقره آيت 165)

**ترجمو** : ۽ جيڪي ماڻهو مومن آهن اهي سڀ کان وڌيڪ محبت الله سان ئي ڪن ٿا.

قُلْ اِنْ كَانَ اٰبَآؤُكُمْ وَاَبْنَآؤُكُمْ وَاِخْوَانُكُمْ وَاَزْوَاجُكُمْ وَعَشِيْرَتُكُمْ وَاَمْوَالُ ا۟قْتَرَفْتُمُوْهَا وَتِجَارَةٌ تَخْشَوْنَ كَسَادَهَا وَمَسٰكِنُ تَرْضَوْنَهَآ اَحَبَّ اِلَيْكُمْ مِّنَ اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ وَجِهَادٍ فِيْ سَبِيْلِهٖ فَتَرَبَّصُوْا حَتّٰى يَاْتِيَ اللّٰهُ بِاَمْرِهٖ ؕ وَاللّٰهُ لَا يَهْدِى الْقَوْمَ الْفٰسِقِيْنَ ﴿۲۴﴾ (سورة توبہ آيت 24)

**ترجمو** : اي پيغمبر چئو ته جيڪڏهن اوهان جا پيئر ۽ اوهان جا پٽ ۽ ڀائر ۽ اوهان جون زالون ۽ اوهان جا مائٽ ۽ اهي مال جي اوهان ڪمايا آهن ۽ واپار جنهن جي بند ٿيڻ کان ڊڄو ٿا ۽ جايون جن کي پسند ڪريو ٿا، ڏسي اوهان کي الله ۽ سندس پيغمبر ۽ سندس واٽ ۾ جهاد ڪرڻ کان وڌيڪ پيارا آهن ته (تيستائين) ترسو جيستائين الله پنهنجو امر آڻي، ۽ الله بي دين قوم کي (سڌو) رستو نه ڏيکاريندو آهي."

محبت ڪرڻ انسان جي فطرت ۾ شامل آهي، ان ڪري تصوف جڏهن انسان کي محبت جي تلقين ڪري ٿو ته گويا ان جي فطري تقاضا جي تڪميل جو سامان مهيا ڪري ٿو.

قُلْ اِنَّ صَلَاتِیْ وَنُسُكِیْ وَمَحْیَایَ وَمَمَاتِیْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِیْنَ ﴿۱۶۲﴾

(سورة انعام آيت 162)

**ترجمو** : تون چئه بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجي خيرات ۽ منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ الله تعالیٰ لاءِ ئي آهي جيڪو (سمورن جهانن جو رب آهي)

صوفي جي نگاهه جو مرڪز ۽ نصب العين الله تعالیٰ ئي هوندو آهي ان ڪري هو هر وقت ان جي خوشنودي يا رضا حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوشان هوندو آهي ۽ جيئن ته الله تعالیٰ فاسقن، فاجرن، ظالمن ۽ باغين کي نا پسند فرمائي ٿو. ان ڪري هو سمورن ممنوع ۽ فحش ڳالهين کان پري رهي ٿو. ان جو نتيجو اهو ٿئي ٿو ته اخلاقِ رذيله جو خاتمو ٿئي ٿو ۽ منجهس مڪارمِ اخلاق پيدا ٿين ٿا.

شاد باش اے عشقِ خوش سودائے ما
اے طبیب جملہ علت ہائے ما
اے دوائے نخوت و ناموس ما
اے تو افلاطون و جالینوس ما
(مولانا رومي رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه)

يعني عشق ئي اهو ڪارخانو آهي، جنهن ۾ صوفي جڏهن داخل ٿئي ٿو ته اهو ڪُندن (خالص سون) ٿِي نڪري ٿو.

حضرت خواجہ نظام الدين اولياء رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه هڪ خط ۾ پنهنجي مريد شيخ فخر الدين رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه کي لکي ٿو ته "طريقت جي صاحبن ۽ حقيقت جي ڏٺين جو ان سلسلي ۾ اتفاق آهي ته انسان جي پيدائش مان اهم مطلوب ۽ اعظم مقصود رب العالمين جي محبت آهي."
اهو ئي سبب آهي ته صوفيا ڪرام ۽ مشائخ عظام الله پاڪ جي محبت کي پنهنجي زندگي جو اصل مقصد قرار ڏئي ڇڏيو آهي تنهنڪري حضرت خواجہ نصير الدين چراغ دهلوي رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه اڪثر ڪري هيءَ رباعي نهايت پُرسوز آواز ۾ پڙهندا رهندا هئا.

دنيا شه را وقيصر و خاقا درا
دوزخ بدرا، بهشت مرنيڪان را
تسبيح فرشتا را، صفا انسان را،
جانان مارا و جان ما، جانان را

سلطان المشائخ رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه فرمائن ٿا ته هڪ ڏينهن مون پنهنجي مرشد بابا فريد رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه کي ڏٺو ته پنهنجي حجري ۾ چيلهه تي ٻئي

هٿ رکي بيٺا آهن، قبلي ڏانهن چند قدم وڌن ٿا ۽ هيءَ رباعي پڙهي وجد ڪري رهيا آهن.

خواهم که همیشه درهوائے تو زیم
خاکے شوم و بزیر پائے تو زیم
مقصود من بنده زکونین توئی
از بہر تو میرم و برائے تو زیم

يعني : اي الله! مان تنهنجو ٻانهو آهيان ۽ تون ئي منهنجو مقصود آهين، ان ڪري مان چاهيان ٿو ته تنهنجي لاءِ ئي زنده رهان ۽ تنهنجي لاءِ ئي مران.

صوفيءَ جي زندگي عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي بنهه ابتڙ هوندي آهي عام ماڻهو زندگي بسر ڪندو آهي، کائڻ، پيئڻ ۽ عيش عشرت ڪرڻ واسطي ليڪن صوفي کائيندو صرف ايترو آهي جيڪو زنده رهڻ لاءِ ضروري هجي. يعني صوفيءَ جي زندگي خوراڪ نه هوندي آهي بلڪه خوراڪ زندگيءَ لاءِ هوندي آهي. جيئن حضرت شيخ سعدي رحمة الله تعالیٰ عليه فرمايو آهي ته :

خوردن برائے زیستن و ذکر کردن است
تو درگماں کہ زیستن از بہر خوردن است

جڏهن صوفي انهيءَ ڍنگ سان زندگي بسر ڪرڻ ۾ لڳي وڃي ٿو ته ان جي تجارت ۾ مشغوليت به عبادت بنجي وڃي ٿي چاڪاڻ ته بلڪل خريد و فروخت جي وقت به هو پنهنجي الله کي نظر ۾ رکي

ٿو. هو واپار ان ڪري نہ ٿو ڪري تہ دولت ميڙي بلڪہ ان ڪري ڪندو آهي تہ ڪيس جيڪو نفعو حاصل ٿئي، ان کي الله تعالىٰ جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏي.

رِجَالٌ لَّا تُلْهِيهِمْ تِجَارَةٌ وَّلَا بَيْعٌ عَنْ ذِكْرِ اللّٰهِ (سورة النور آيت 37)

ترجمو : يعني هي (صوفي حضرات) اهي مرد آهن جن کي سندن واپار ۽ وڪرو الله تعالىٰ جي ذڪر کان غافل نہ ڪندو آهي)



”دنيا بدترين ٿيندي ويندي بُري ماڻهن جي برائي جي ڪري نہ بلڪہ سٺن ماڻهن جي خاموشيءَ جي سبب کان.“

(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# صوفياءِ ڪرام جون خصوصيتون

﴿1﴾ اسلام جي جيڪا پاڪيزه تعليم ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهي ۽ مدرسن ۾ پڙهائي وڃي ٿي، صوفين پنهنجي خانقاهن ۾ ان تي عمل ڪري دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو.

﴿2﴾ صوفين هر دور ۾ اسلام جي اخلاقي ۽ روحاني نظام کي زنده رکيو.

﴿3﴾ صوفياء ڪرام ڪان وڏيڪ تبليغ ۽ سيرت جي تعمير جو فرض ڪنهن ٻئي جماعت انجام نه ڏنو.

﴿4﴾ صوفين بادشاهن جي اڳيان به علي الاعلان حق جو ڪلمو چيو ۽ ماضيءَ جا ڪيترائي مشهور بادشاه صوفين جي بارگاهن ۾ دست بسته غلاميءَ ۾ بيٺل هوندا هئا.

مثال طور : التمش بادشاه حضرت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جو غلام هيو.

بلبن بادشاه، حضرت خواجه فريد الدين گنج شڪر جو غلام هيو.

فيروز تغلق بادشاه، حضرت خواجه نصير الدين چراغ دهلوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جو غلام هيو.

اڪبر بادشاه حضرت شيخ سليم چشتي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جو غلام هيو.

جهانگير بادشاه، حضرت شيخ ميان مير رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جو معتقد هيو.

شاهجهان بادشاه حضرت سائين شيخ ميان مير رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه ۽ حضرت شيخ فضل برهانپوري رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جو خادم هيو.

سلطان احمد بهمني بادشاهہ حضرت بنده نواز سيد محمد گيسو دراز جو غلامہ هيو.

جهونا ڳڙهہ ۽ چانپانير جو فاتح سلطان محمود بيگڙوا (ٻن قلعن وارو) حضرت سائين شاهہ عالمہ رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جو غلامہ هيو.

﴿5﴾ جڏهن مسلمانن ۾ عقليت جو لاڙو آيو ۽ انهن قرآن کي پنهنجي عقل جي تابع بنائڻ شروع ڪيو تہ صوفين محبت الاهي جو درس ڏيئي عقليت جي خطرناڪ نتيجن جو ازالو ڪيو.

﴿6﴾ جڏهن فقهاء دين جي ظاهري ڳالهين تي زور ڏنو تہ صوفين باطني اصلاح ۽ قلبي طهارت جو درس ڏيئي قومہ کي اعتدال جو رستو ڏيکاريو.

﴿7﴾ صوفين هر دور ۾ غير اسلامي عقيدن، شرڪ ۽ بدعت جي ترديد ڪئي.

﴿8﴾ صوفين سرمائيداري جي مقابلي ۾ انفاق في سبيل الله جي اهميت واضح ڪئي.

﴿9﴾ بادشاهن کي ديندارىءَ جي تلقين ڪرڻ وارو صوفي آهي.

﴿10﴾ جڏهن معتزلي، فقيہ ۽ متڪلمہ منطقي بحثن ۾ قائل هئا ۽ امت کي فرقن ۾ ورهائي رهيا هئا، ان وقت صوفين مسلمانن کي توحيد ۽ برابري جو درس ڏنو.

﴿11﴾ جڏهن علماء و فقهاء جي حڪمتِ عملي کي نہ سمجهڻ سبب مسلمانن پاڻ ۾ ويڙهائي رهيا هئا، ان نازڪ دؤر ۾ صوفين انهن کي محبت ۽ همدرديءَ جو درس ڏنو.

﴿12﴾ متڪلمين مسلمانن کي ڪافر بڻايو مگر صوفياءِ ڪرام پنهنجي پاڪيزه زندگيءَ جي ذريعي ڪافرن کي مسلمان بنايو.

﴿13﴾ علماءِ متڪلمين (منطقين) ۽ معتزلين مختلف مذهبي ٽولا ٺاهي مسلمانن جي قومي وحدت کي ٽيڙي ٽڪيڙي ڪري ڇڏيو، مگر صوفين مڙني مسلمانن کي وحدت جو جام پياريو.

﴿14﴾ عالم فقهاء بادشاهن جو قرب حاصل ڪندا رهيا مگر صوفي سڄورا شاهي دربار کان الڳ ۽ جدا رهيا ۽ ملوڪيت جون خرابيون بيان ڪندا رهيا.

﴿15﴾ جڏهن عالم بادشاهن کي خوش ڪرڻ جي لاءِ تاويلات (بڇاءَ لاءِ دليل) ۾ مشغول هئا، ان وقت صوفي، بادشاهن کي خدا تعالیٰ جي خوف جو درس ڏيندا رهيا.

﴿16﴾ معتزلين، حڪيمن ۽ منطقين پنهنجو سمورو وقت الله تعالیٰ جي ذات ۽ صفات کي واضح ڪرڻ وارن بحثن ۾ گذاري ڇڏيو، جڏهن ته صوفين چيو ته اهڙو بحث اجايو آهي. خدا تعالیٰ منطق جي ذريعي هرگز نه ٿو ملي سگهي. بس پنهنجي دل جي آئيني کي صاف ڪريو ته جيئن ان جو ديدار ٿئي.

﴿17﴾ عالمن ديني ڪتاب لکيا، پر صوفين اهي ماڻهو تيار ڪيا، جن انهن ڪتابن جي حڪمن تي عمل ڪري انقلاب قائم ڪري ڇڏيو.

﴿18﴾ عالمن صرف دماغن جي آبياري ڪئي. صوفين دماغ سان گڏوگڏ دل جي تربيت ۽ اصلاح جو فرض سرانجام ڏنو ۽ اها ڳالهه

بيان جو محتاج نہ آهي تہ اسلام ۾ اصلي شيءِ دل آهي نہ ڪي دماغ. جيڪڏهن دل فاسد ٿي وڃي تہ دماغ جو فاسد ٿي وڃڻ يقيني آهي.

﴿19﴾ عالمن مسلمانن ۾ گروهہ بندي پيدا ڪئي، جڏهن تہ صوفين انسانن کي "الخلق عيال الله" جو درس ڏنو. (تاريخ تصوف)

## صوفي لفظ جي معني!!

صوفي جي سوچ ۽ سندس ذهني اوسر جي ڏوري سڏي سنئين استاد بخاري جي هيٺ ڏنل شعر وانگر پنهنجي محبوب حقيقيءَ سان مليل هوندي آهي.

ميڏي من وچ تيڏي سوچ ايوين، جيوين رحل وچ قرآن هووي
ميڏي دل وچ تيڏي تانگ ايوين ، جيوين ساگر وچ طوفان هووي
بن جاني ميڪون جگ لگدا جيوين، محشر دا ميدان هووي
دل لچندي اي "استاد بخاري" تيڏي آون دا اعلان هووي
(استاد بخاري)

ڪتاب "آسمان، ڌرتي ۽ انسان" جو مصنف مولوي نور محمد سنڌي صاحب مذڪوره ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ "لفظ صوفي جي ماخذ بابت بہ گهڻا ئي اختلاف آهن. مثال ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ اهو لفظ "صفا" مان ورتو ويو آهي، ڇوتہ صوفين لاءِ قلب جي صفائي ضروري امر آهي پر اسان چئون ٿا تہ اهو صحيح ناهي ڇوتہ ان حالت ۾ اهو لفظ "صفوي" هجڻ گهرجي ها نہ ڪي صوفي.

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ اهو لفظ "صف" مان ورتو ويو آهي ڇوتہ خدا تعالیٰ سان تعلق رکندڙن ۾ صوفي پهرئين صف ۾ اچن ٿا

پر اهو بہ غلط آهي، ڇوتہ اهڙي حالت ۾ لفظ "صفي" هئڻ گهرجي ها
ڪن ماڻهن جو وري چوڻ آهي تہ ان لفظ جو تعلق "اهلِ صفا" سان
آهي.

اهلِ صفا حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جي زماني ۾ اصحابن
علیهم الرضوان جي هڪ جماعت هئي. جا دنيا کي صفا ترڪ ڪري
مسجدِ نبوي جي ڪنڊ ۾ گوشہ نشين ٿي عبادت ۾ مصروف
رهندي هئي. پر هتي بہ اسان چئون ٿا تہ هي اهو لفظ "صفہ" مان ورتو
ويو هجي ها تہ پوءِ ان کي "صفي" چوڻ گهرجي ها.

ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ اهو لفظ يوناني لفظ صوف مان
ورتل آهي صوفي جي معنیٰ آهي "حڪمت" پر ايرانين ان کي صوف
مان "صافہ" بنائي ڇڏيو آهي. آخري راءِ آهي تہ لفظ "صوفي" صوف
مان نڪتو آهي جنهن جي معنیٰ آهي. "اُن" يا "پشم" . ان دور ۾
پشم جا ڪپڙا پائيندڙ تارڪ الدنيا فقيرن کي "پشمينہ پوش" سڏيو
ويندو هيو. ايران ۾ تہ اهڙن فقيرن جو هڪ خاص لقب بہ هيو
هوئن بہ صوفي پهريان عيسائي راهبن وانگر اڻ رڱيل پشم جا اڇا
ڪپڙا پهريندا هئا. تنهنڪري ان صوف جي لباس جي ڪري هي
صوفي طور مشهور ٿيا هئا. اها راءِ سيني کان اڳ ابو النصر السراج
پنهنجي ڪتاب ۾ پيش ڪئي هئي. ۽ ان کي مڃيو بہ ويو هيو.
يورپي عالم بہ "ان تي متفق آهن".

# صوفين جا خانوادا يا خاندان

صوفين جي مختلف سلسلن کي "خانوادا" سڏيو ويندو آهي. هونئن ته صوفين جا گھڻا ئي سلسلا آهن پر انهن مان چوڏهن خاص آهن. جن جو تفصيل هن ريت آهي.

﴿1﴾ **زيديہ** : باني حضرت عبدالوحيد بن زيد (وفات پاتائين سن 177 هجري ۾)

﴿2﴾ **عباديہ** : باني حضرت فضل بن عباد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 187 هجري)

﴿3﴾ **ادهميہ** : باني حضرت ابراهيم بن ادهم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 161 هجري)

﴿4﴾ **عجميہ** : باني حضرت حبيب عجمي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 156 هجري)

﴿5﴾ **کرخيہ** : باني حضرت معروف ڪرخي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 300 هجري)

﴿6﴾ **سقطيہ** : باني حضرت سري سقطي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 253 هجري)

﴿7﴾ **طيفوريہ** : باني حضرت بايزيد بسطامي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ (وفات سن 260 هجري)

# طاهريہ جماعت جو سلسلہء شجرہ حضرت بايزيد بسطامي سان لڳندو آهي

حضرت آقاءِ نامدار سرورِ ڪونين محمد مصطفیٰ صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم



حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالیٰ عنه



حضرت سلمان فارسي (صوفي صدق) رضي الله تعالیٰ عنه



حضرت امام محمد قاسم رضي الله تعالیٰ عنه



حضرت امام جعفر رضي الله تعالیٰ عنه



حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْهِ



حضرت ابو الحسن خرقاني رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْهِ



حضرت ابو القاسم رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْهِ



حضرت شيخ بوعلي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْهِ



حضرت خواجہ ابو یوسف رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ عبدالخالق غجدوانی رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ ریوگری رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ محمود رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ علی رامیتنی رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ باسماسی رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ شمس الدین رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ شاہ بہاؤ الدین بخاری رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ پیر علاؤ الدین عابد رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ یعقوب رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ عبید اللہ رَحْمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَیْہ



حضرت خواجہ محمد مقتدیٰ رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ امکنکي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ محمد باقي بالله رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ مجدد الف ثاني رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ معصوم رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ سیف الدین رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ نور محمد رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ حبیب الله شهید رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ غلام علي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ ابو سعید احمد دهلوي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت احمد سعید رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ علیہ



حضرت خواجہ عثمان رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



حضرت خواجہ محمد لعل شاہ رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



حضرت خواجہ سراج الدين رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



حضرت خواجہ فضل علي قريشي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



خواجہء خواجگان حضرت پير عبدالغفار المعروف پير مٺا سائين رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



حضرت خواجہ الله بخش المعروف سهڻا سائين رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ



قبلہء عالم غوث زمان خواجہء خواجگان عارف لامکان

حضرت خواجه محمد طاهر المعروف سچڻ سائين دامت برکاتهم العاليہ

﴿8﴾ **جنيديہ** : باني حضرت جنيد بغدادي رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ (وفات سن 297 هجري)

﴿9﴾ **جبريہ** : باني حضرت جبير مصري رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ (وفات سن 287 هجري )

﴿10﴾ **چشتيہ** : باني حضرت خواجا علو دينادري رَحْمَۃُ اللّٰہِ تعالیٰ عَلَیْہِ (وفات سن 199 هجري)

﴿11﴾ **غزر روديہ** : باني حضرت ابو اسحاق غزر ردني رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه
(وفات سن 436 هجري)
﴿12﴾ **طوسيہ** : باني حضرت علاؤ الدين طوسي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه (وفات
560 هجري)
﴿13﴾ **سهرورديہ** : باني حضرت ابو نجيب سهروردي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه
(وفات سن 563 هجري)
﴿14﴾ **فردوسيہ** : باني حضرت نجم الدين ڪبريٰ رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه
(وفات سن 618 هجري)

جڏهن تہ پاڪستان ۾ صوفين جا چار سلسلا آهن. قادريہ، سهرورديہ، چشتيہ ۽ نقشبنديہ.

هندستان ۽ پاڪستان ۾ چشتيہ سلسلي جا باني خواجہ معين الدين چشتي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه آهن.

نقشبندي سلسلي جا باني حضرت خواجا باقي بالله رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه آهن. جن ڪان پوءِ سندن شاگرد شيخ احمد سرهندي المعروف حضرت مجدد الف ثاني رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه ۽ قادريہ سلسلي جا باني حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیْه آهن.

الله تعالیٰ جي تصور جي لحاظ ڪان صوفي ٽن گروهن ۾ ورهايل آهن جيڪي هن ريت آهن. (1) ايجاديہ (2) وجوديہ (3) شهوديا.

﴿1﴾ **ايجاديا** : هن مسلڪ جا پيروڪار ڪائنات کي " لا شيءِ مان مٿي آهي" وارو عقيدو رکندا آهن. هنن جو چوڻ آهي تہ خالق جو جوهر مخلوق ڪان بلڪل ڌار آهي يعني هن گروهہ وارا" همہ از

اوست" يعني "سڀ ڪجهه هن ئي ٿاهيو آهي" واري نظريي کي مڃيندا آهن. هنن جو ڪلمو به "لا معبود الا هو" آهي ۽ هي " هو الباري" جا نعرا هڻندا آهن. ان نظريي موجب خدا ۽ انسان جو تعلق " خالق ۽ مخلوق" ۽ حاڪم ۽ محڪوم" جهڙو آهي تنهنڪري خدا کي محبوب ڪل ڪري مڃڻ جي باوجود به حق جو عاشق " انا عبده" واري منزل کان اڳتي ڪونه وڌندو آهي.

﴿2﴾ **وجوديا** : هن مسلڪ جي مڃيندڙن جو چوڻ آهي ته هيءَ ڪائنات سواءِ خدا جي ٻيو ڪجهه به ناهي. خالق جو جوهر هڪ آهي، تنهن ڪري هي نظريو "همه اوست" جو مڃيندڙ آهي هنن جو ڪلمو "لاموجود الا هو" آهي ۽ هي " هوالڪل" جو نعرو هڻندا آهن يعني ڪائنات جي هر شيءِ ۾ خدا جو ظهور آهي ۽ سواءِ خدا جي ٻيو ڪجهه به ناهي. خدا ۽ انسان جي نسبت اها ئي آهي جا پاڻيءَ جي هڪ ڦڙي ۽ درياءَ ۾ آهي اهو ئي سبب آهي جو حق جو طالب جڏهن ڪمال واري درجي تي رسندو آهي ته " انا الحق" جون دانهون ڪندو آهي.

ان نظريي موجب عشق، عاشق ۽ معشوق ٽيئي هڪ آهن. حقيقي عشق ۾ انسان ۽ خدا جو لاڳاپو "تومن شدي من تو شدم، تو تن شدي من جان شدم" مثل آهي. وحدت الوجود جو پيروڪار پنهنجي حياتيءَ کي بار سمجهندو آهي ۽ هن کي جدائي وارو احساس تمام گهڻو ستائيندو آهي.

﴿3﴾ **شهوديه** : شهوديه مسلڪ ايجاديه ۽ وجوديه مسلڪن جي هڪ وچ واري ڪڙي آهي يا شيءِ آهي. هن مسلڪ جي مڃڻ وارن

جو چوڻ آهي تہ هي عالم هڪ آئيني مثل آهي، جنهن ۾ الاهي صفات جو عڪس نظر اچي ٿو. ان مسلڪ جا مڃيندڙ " هم اندر اوست" يعني سڀ ان ۾ ئي اهي" واري نظريي کي مڃيندا آهن . هنن جو ڪلمو " لا مشهود الا هو" آهي.

شهود معنیٰ ڏسڻ يا مشاهدو ڪرڻ آهي ۽ صوفين جي نظر ۾ اهو هڪ درجو آهي جنهن جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ سالڪ کي سڀ موجودات ۾ حق جو جلوو نظر ايندو آهي ان مسلڪ جي مڃيندڙن کي شهودي سڏبو آهي.

ڳالهہ دراصل هيئنئن بہ آهي، جو وجودي ۽ شهودي صوفين جا ٻہ وڏا گروهہ آهن. شهوديہ مسلڪ جو باني شيخ رڪن الدين هيو. سندن صحيح دؤر جي ڪابہ خبر نہ ٿي پوي. باقي اها بلڪل پڪ آهي تہ پاڻ سن 687 هجري ۾ بغداد ۾ رهندا هئا. حضرت بايزيد بسطامي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ حضرت ابو سعيد خراساني رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ ۽ حضرت محي الدين بن عربي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ وحدت الوجود جي فلسفي جا وڏا باني هئا. (ماخوذ از آسمان، ڌرتي ۽ انسان)

انهن ٻنهي مسلڪن کان علاوه هڪ "حلولي وارو" مسلڪ بہ آهي جنهن جو باني حضرت حسين بن منصور حلاج رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ هئا. حلولي واري مسلڪ لاءِ مولوي نور محمد صاحب لکي ٿو تہ ان نظريي موجب خدا هر شيءِ ۾ اهڙو تہ گڏجي ويندو آهي جو ان کي ذاتِ الاهيءَ کان سواءِ ٻي شيءِ چوڻ نهايت ڏکيو ٿي ويندو آهي ان ڪري جي ان کي خدا چيو وڃي تہ غلط نہ ٿيندو. حلوليہ مسلڪ وارن جي چوڻ موجب خدا هر شيءِ ۾ اهڙو تہ سمايل آهي جو بجاءِ خود ان شيءِ کي خدا چيو وڃي تہ صحيح ٿيندو.

ان جي دعويٰ هئي تہ ڪثرت عبادت، تزڪيہ نفس ۽ قلب جي صفائيءَ وسيلي انسان بشريت کان آجو ٿي ويندو آهي ۽ پوءِ ان ۾ هڪ خاص صلاحيت پيدا ٿيندي آهي ۽ روح الاهي ان ۾ واسو ڪندو آهي ۽ اهو اسان لاءِ خود خدا ٿي پوندو آهي ان عقيدي جي ڪري ان "انا الحق" جو نعرو هنيو هيو. ۽ پوءِ تہ ليس لجبتي الا الحق يعني منهنجي ڪرتي ۾ ڪجھ ناهي صرف حق آهي. حضرت حسين بن منصور جي اهڙن رمز پريل جملن جهڙا جملا حضرت بايزيد بسطامي ڏانهن بہ منسوب ڪيا ويا آهن مثال طور سندن چوڻ تہ "منهنجي جُبي ۾ خدا کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ ڪونهي" ۽ "حقيقت ۾ مان خدا آهيان ۽ مون کان سواءِ ٻيو ڪو خدا ڪونهي." منهنجو شان ڪيڏو نہ اعليٰ آهي.

سندن قول آهي تہ عشق، عاشق ۽ معشوق ٽئي هڪ آهن.

صوفي مسلڪ وارا روحاني زندگي کي "سفر" چوندا آهن حق جا طالب روح کي "سالڪ" چوندا آهن. هنن جي منزل مقصود "معرفت" آهي ۽ رستي جو نالو "طريقت" آهي. سالڪ مختلف احوالن ۽ هنڌن مان لنگهي "فنا في الحقيقت" تيڻ گهرندو آهي.

امام غزالي پنهنجي ڪتاب "مشڪواة الانوار" ۾ لکن ٿا تہ خدا تعاليٰ تاريڪي ۽ روشني جي ستر هزار حجابن ۾ مخفي آهي جن مان اندروني پردا نور جا آهن ۽ ٻاهريان پردا تاريڪيءَ جا آهن. وصل جي لاءِ آرزومند روح کي ستن منزلن مان لنگهڻو پوندو آهي ۽ هر منزل جي ختم ٿيڻ سان ڏھ هزار پردا هٽي ويندا آهن. نيٺ جڏهن روح پڇاڙي واري آخري منزل تي پهچندو آهي تہ حجاب جا سڀ پردا هٽي

ويندا آهن. ۽ طالب مطلوب جي روبرو هوندو آهي پر انهن ستن منزلن جي باري ۾ صوفين ۾ اختلاف آهي انهن جو چوڻ آهي ته برابر منزلون ست آهن. جيڪي در اصل هيئن آهن.

(1) عبوديت (2) عشق (3) زهد (4) طريقت (5) وجد (6) معرفت (7) حقيقت.

عشق ناهي راند جو ڪيڏن ٻيرو
جيءُ جُسي جان جي ڀِجي هيڪاند
سسي نيزي پاند اُڇل اڏ ٽئي
(شاهه)

ڪن صوفين جو چوڻ آهي ته فقط چار منزلون آهن. (1) شريعت (2) طريقت (3) معرفت (4) حقيقت.

صوفين جي خيال مطابق ته علم حواس ۽ عقل سان حاصل نه ٿو ٿئي علم حاصل ڪرڻ جو طريقو اهو آهي ته پنهنجي ذات جي باري ۾ علم حاصل ڪيو وڃي. امام غزالي رحمة الله تعالیٰ علیه نه صرف صوفي فلسفي مان متاثر هئا پر ان صوفي فلسفي کي پروان به چاڙهيو. صوفين ۾ اهو خيال موجود آهي ته انسان ۾ هڪ منفي نفس موجود آهي جنهن کي "اهي نفس اماره" جي نالي سان سڏيندا آهن. جنهن نفس جي ڪميٽائپ جي سبب انسان ۾ وحشت، جذباتيت لالچ ۽ برائي واريون خواهشون جنم وٺنديون آهن. انهن خواهشن کي ختم ڪرڻ اوس ضروري هوندو آهي. امام غزالي رحمة الله تعالیٰ علیه جي چوڻ مطابق ته انسان ۾ اها قوت ارادي آهي ته اهو نفس اماره کي نفس مطمئنه ۾ تبديل ڪري سگهي ٿو. امام غزالي رحمة الله تعالیٰ علیه جي

مطابق تہ انسان پنهنجي غلطين جي معافي وٺي دنياوي زندگيءَ کان پنهنجو پاڻ کي الڳ ڪري ڇڏي تہ جيئن هو پنهنجي نفس ڏانهن توجهہ ڏئي سگهي. امام غزالي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ ان عمل جي لاءِ هيٺيان درجا ٻڌائي ٿو.

(1) پنهنجي نفس کي صحيح ڪرڻ جو ذمو پنهنجي نفس جي ذمي ڪرڻ. (مشاورت)

(2) پنهنجي نفس جي رکوالي ڪرڻ (مراقبو)

(3) نفس جو تنقيدي جائزو وٺڻ (محاسبو).

(4) نفس کي سزا ڏيڻ (معاقبو)

(5) نفس جو اظهار ڪرڻ (مجاهدو)

(6) نفس جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ (معاتبو)

سنگر ایسا پریم لگایا ہے
پریم لگتے اکھیاں کھلیاں، ہر جا درسن پایا ہے
سنگر ایسی کھولی، وسر گئی ہے بی سبھ بولی
ہر جا 'ہو ہو" پایا ہے
سنگر ایسی کنجی پھیری، وسر گئی تیری میری،
ہکو "نام" سمایا ہے
سنگر ایسی کنجی لائی، "نام" بنا گئی وسر سبھائی
ہر ھند حق سمایا ہے
"قطب" لا کیتا جگ سارا، باقی رہ گیا "نام" نیارا
اہا سنگر رمز رلائی ہے
(قطب شاہ)

# سلوڪ جي سبق لاءِ ڪجهہ ڳالهيون

ظاهري علم پرائڻ لاءِ جيئن اُستاد جا، مدرسي جا يا ڪنهن به اسڪول ۽ ڪاليج جا ڪجهہ آداب (Manners) هوندا آهن، ائين ئي باطني علم پرائڻ لاءِ به مرشد جا ڪجهہ آداب هوندا آهن. جيڪڏهن نئين مان ڪنهن به پير جي دستِ بيعت ٿيڻ جو ارادو ڪيو وڃي تہ پهريان ان جي مڪمل معلومات حاصل ڪئي وڃي. اهو ضرور معلوم ڪرڻ گهرجي تہ ان جي عام شهرت ڪيئن آهي؟ ڇا اهو روحاني فيض ڏيڻ جي قابل آهي يا نہ؟ اهو ڪنهن خاص سلسلي سان تعصب تہ ناهي رکندو؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ ڪجهہ ڪمي ۽ ڪوتاهي آهي ڇوتہ درويشي ۽ فقيريءَ ۾ تعصب رکڻ جي گنجائش ئي نہ هوندي آهي.

سڀ سلسلا حضرت محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جي گلشن جا پوٽا آهن. سڀني جو مرشد اها ئي محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي ذات آهي. سڀني جي منزل مديني منوره جي گهٽين ۾ ڪُتي ٿي. ائين سيئي سلسلا مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جن جي در جا گدا آهن.

جيڪڏهن دست بيعت ٿيڻ لاءِ پختو ارادو جُڙي چڪو آهي تہ پوءِ ماٺهو مرشد جي سامهون جيئن ئي بيعت لاءِ پهچي تہ ان کي اهو تصور ڪرڻ کپي تہ مان هاڻي دنيا جي تختي تان ڪِري چڪو آهيان. منهنجا پير ڌرتيءَ کان گهٽو مٿي آهن، منهنجي جسم جي سنڌَ سنڌَ مان، منهنجي شرير جي رڳ رڳ مان گناهہ ختم ٿي رهيا آهن ۽

منهنجو جسم اڃو اُجرو ٽيڻ جي طرف وڃي رهيو آهي. مان پنهنجي مرشد جي نظرداريءَ ۾ آئنده هر گناهہ ڪرڻ کان الله تعاليٰ جي در تي سچي نيت سان توبهہ ڪريان ٿو.

جيڪڏهن پراڻي مريد کي ڪو پيرُ پاڻ طرف ڇڪڻ لاءِ باطني طور تي ان ڏانهن محبت وارو توجهہ ڏئي رهيو آهي تہ جيئن هو ان کي پنهنجو مشتاق بنائي وٺي ۽ هو پنهنجي مرشد کي ڇڏي، ان پير کي مرشد تسليم ڪري وٺي تہ اهو طريقت جي راهہ ۾ چوري ڪرڻ جي برابر آهي. اهڙي پير کان هر سلوڪ جي طالب کي ڪوهين ڏور ڀڄڻ گهرجي.

اڳ ۾ سلوڪ جون سوين هزارين منزلون هونديون هيون، جيڪي سموريون آهستي آهستي سلوڪ جي طالب کي طئي ڪرايون وينديون هيون. مگر هينئر پڇاڙيءَ جي ميلي وانگر. جڏهن آخري ڌمال هوندي آهي ۽ ميلو ڊهڻ شروع ٿيندو آهي تہ پوءِ هر شيءِ ڏوڪڙ ڏوڪڙ ٿي پوندي آهي. هينئر ميلو ٽٽڻ وارو آهي، قيامت قريب ٿي چڪي آهي تہ مشائخ سڳورن بہ پنهنجي فيض کي سستو ڪري وڌو آهي. چونڪاري جي نسخي کي آسان ڪري وڌو آهي. جوتہ هينئر برائي پنهنجي عروج تي آهي، ان برائيءَ کي ٻنجو ڏيڻ ضروري آهي تہ چڱائي کي بہ معراج تي پهچايو وڃي ۽ چڱائيءَ کي معراج تي ڪٺي وڃڻ لاءِ ضروري هيو تہ سلوڪ جي منزلن کي مختصر ڪيو وڃي. اڳ ۾ سوين منزلن مان صرف هڪ درجن جوڙيون ويون هيون ليڪن هاڻي اڌ درجن تائين منزلون پهتيون آهن اڳ ۾ منزلون طئي ڪرائڻ لاءِ وڏا مجاهدات ڪيا ويندا هئا

ڪشالا ڪٽيا ويندا هئا، ماڻهن جون عمريون ڪم ٽي وينديون هيون. هينئر سلوڪ ۾ ايڏو تيز ٿي ويو جيئن ڪا هوائي جهاز جي تيز رفتار سواري هجي. هينئر سلوڪ جي پانڌيئڙن لاءِ اها خوشخبري آهي خاص طور تي سنڌ وارن لاءِ ته هتي پير مٺا سائين رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ جا فيض ڀجيل ڪوهه موجود آهن، جن مان اجان چند ڪوهن جا منهن ئي مس کليا آهن، باقي سوين ڪوهه اجان ڀجيل آهن.

محبت هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا ماڻهوءَ کي جلدي فنائيت جي سرحدن تي رسائيندي آهي. نيڪ نيتيءَ سان اگر محبت جي وٽيءَ مان ۾ ڏڪ ڪنهن ۾ ساقيءَ جي هٿارون پيتا ٿا وڃن ته پوءِ سالڪ کي منزلون طئي ڪرڻ ۾ دير نه ٿي لڳي.

عشق جي پهرئين منزل "فنا في الشيخ" واري آهي. پهريان پهرئين منزل جي صحيح نموني سان مشق ڪئي وڃي، پهرئين منزل کي ڇڏي ٻئي منزل جي پويان ڊوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته نه پهرئين منزل هٿ اچي سگهندي ۽ نه وري ٻئي منزل تائين رسائي آسان ٿي سگهندي. انسان ٽڪيل ئي رهجي ويندو. هڪ روايت آهي ته هڪ ڀيري حضرت جنيد بغدادي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ پنهنجي مريد سان گڏ درياءَ جي ڪناري تي آيا. درياءَ جي ٻئي پر وڃڻ لاءِ ڪا ٻيڙي وغيره ڪونه هئي. حضرت جنيد بغدادي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ پنهنجي مريد کي چيو ته اچ مصلو پاڻيءَ تي وڇائي ان ڪان ٻيڙيءَ جو ڪم وٺئون ٿا. مصلو وڇائي ان تي ٻئي ڄڻا چڙهئون ٿا پر مان الله الله ڪندو هلندم ۽ تون جنيد جنيد ڪندو هلجانءِ.

پئي ڇٽا مصلي تي چڙهي ويٺا ۽ مصلو درياءَ ۾ ٻيڙيءَ وانگر هلڻ لڳو. حضرت جنيد بغدادي رَحْمَةُاللهِ تعالىٰ عَلَيْه الله الله الله ڪندو پئي ويو ۽ سندس مريد جنيد جنيد جنيد ڪندو پئي ويو. مريد جي نيت خراب ٿي ، ان سمجهيو ته شيخ صاحب الله عَزَّوَجَلَّ جو نالو ٿو وٺي ۽ مان جنيد جنيد جنيد ٿو چوان. مان به ڇو نه الله الله جو ذڪر ڪريان. مريد جيئن الله الله جو ذڪر ڪيو ته مصلو ٻڏڻ لڳو ۽ مريد ٻڏڻ لڳو. تنهن تي مريد توبهه تائب ٿي وري جنيد جنيد چوڻ لڳو ته مصلو ٻيڙيءَ وانگر ڊوڙڻ لڳو. حضرت جنيد رَحْمَةُاللهِ تعالىٰ عَلَيْه مريد کان پڇيو ته ڇا ماجرا هئي؟ مريد سچي حقيقت ٻڌائي تنهن تي حضرت جنيد رَحْمَةُاللهِ تعالىٰ عَلَيْه ڪيس چيو ته تون اڃان پهتو جنيد تائين به ناهين ۽ ڳالهيون الله جون ٿو ڪرين.

ٻئي منزل ”فنا في الرسول صَلَّى اللهُ تعالىٰ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم “ ۽ ٽئين منزل آهي فنا في الله. پنهنجي معاملن کي پهريان تصورِ شيخ سان طئي ڪرڻ گهرجي، مراقبي ۾ ويهي پنهنجي شيخ جي تصور کي پچائي پنهنجا ديني معاملات طئي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ان کان پوءِ ٻئي منزل تي تصورِ رسول پُچائڻ آهي ۽ ٽئين منزل تي اسم ذات جو تصور پچائڻ آهي.

تصور کي گهڻا دوست غلط سمجهندا آهن ليڪن اڄ ڪلهه انهن منطقي دوستن جي لاءِ انگريزيءَ جي ٽيلي پيٿي” “Telepethy واري علم آساني ڪري وڌي آهي، جنهن علم جي مشق ڪرڻ کان پوءِ ڪنهن به ماڻهوءَ کي صرف تصوراتي علم

تحت پاڻ وٽ گهرائي سگهجي ٿو. تصوراتي علم طور تي ان کان
ڪا به شيءِ گهرائي سگهجي ٿي، عام طور تي ٻهراڙيءَ ۾ هينئر تائين
به اها ڪهاوت مشهور آهي ته جيڪڏهن ڪي ٻه ٻه ڄڻا ڪنهن
ٽئي شخص جو ذڪر ڇيڙيون ويٺا هوندا آهن ته اوچتو اهو به مجلس
۾ اچي ويندو آهي ۽ پوءِ ان کي چيو ويندو آهي ته يار! توکي هاڻي ياد
پئي ڪيوسين. ڪا وڏي عمر اٿئي جو هوڏانهن ياد ڪيوسين ۽
هيڏانهن تون اچي وئين، اها آهي " Telepethy ".

جيڪي صحيح نموني سان شيخ جو تصور پچائيندا آهن ته اهي
يقيني طور تي ايترو ڪمال حاصل ڪري وٺندا آهن جڏهن
پنهنجي جسم جي طرف نگاهه رکندا آهن ته پنهنجي مرشد جو
جسم ڏسندا آهن، تصورِ مرشد ۾ جلال به آهي ۽ جمال به آهي.
جڏهن ته سڌي اسم ذات جي تصور ڪري جلال انتها درجي جو
حاصل ٿي ويندو آهي ۽ ڪيترائي طالب مجذوبيت جي درجي تي
پهچي ويندا آهن.

مراقبو روزانو باقاعدگيءَ سان ڪرڻ گهرجي ۽ مراقبي ۾ پنهنجي
مرشد جو تصور اهڙي طريقي سان ڪرڻ کپي جو ان جي وجود کان
سواءِ پنهنجي وجود جي خبرچار ئي نه رهي. تصور ۾ ايترو ڪمال
هجي جو اهو ماڻهو ڪلاشنڪوف جو برسٽ به ٻڌي نه سگهي. اهو
بس پاڻ کي مرشد جي عڪس ۾ گم ڪري ويهي. جنهن وقت
مرشد جي تصور ڪرڻ ۾ عبور حاصل ٿيندو ته ان وقت شروع
شروع ۾ جسم ۾ بجلي جي ڪرنٽ وانگر شديد جهٽڪا لڳڻ
شروع ٿيندا. انهن جهٽڪن جو شروع ۾ وقت صرف چند

سيڪندڻ تائين محدود هوندو آهي ليڪن جنهن وقت لڳندا آهن ته ماٺهو ائين محسوس ڪندو آهي ته سندس سڄي جسم ۾ بجليءَ جو ڪرنٽ ڏڪي رهيو آهي ۽ انهن جهٽڪن سان ڪڏهن ڪڏهن ذڪر ۾ ترقي ٿيندي ويندي آهي انهن جهٽڪن سبب دل تڙپي تڙپي ۽ ڦڙڪي ڦڙڪي اٿندي آهي ان شيءِ جي لذت مشاهدي ۾ ته اچي سگهي ٿي ليڪن بيان ۾ ممڪن ڪونهي. انسان جي جسم ۾ ايتري ته خوشي حاصل ٿيندي جو اهو سمجهندو ته بس مون کي دنيا جي هر شيءِ حاصل ٿي وئي آهي. جيڪڏهن فقير پنهنجي ذڪر تي استقامت برقرار رکي ته پوءِ اهي جهٽڪا تڪڙا تڪڙا لڳڻ شروع ٿيندا آهن. ان وقت هڪ لمحو اهڙو به هوندو آهي، جنهن وقت فقير ۾ هڪ اهڙو شوق پيدا ٿيندو آهي ته اهو پنهنجي هر شيءِ ايستائين جو پنهنجي جان به مرشد جي راهن ۾ نڇاور ڪري ڇڏي.

تصور هڪ اهڙي عجيب ۽ غريب ڪيفيت آهي جنهن تي اگر عبور حاصل ڪيو وڃي ته پلي تصور ڪرڻ وقت ذڪر جي لات دل تي موجود نه به هجي ليڪن جنهن وقت مريد پنهنجي مرشد جي تصور ۾ ڪوئجي ويندو ته پوءِ اتان ڪان دل ذڪر جون لاتون خودبخود لنوڻ شروع ڪنديون. ٿورو به مرشد جي باري ۾ شڪ شبهو يا بدگمان پيدا ٿيو ته ان سان مريد وري ساڳيو وڃي ڍير تي ڪرندو آهي شرط اهو آهي ته مرشد ڪامل هجي.

ڪنهن وقت ۾ ائين به ٿيندو آهي ته تنهنجي نفس کي مارڻ خاطر پريءَ محفل ۾ مرشد تنهنجو امتحان وٺڻ لاءِ تنهنجي بي عزتي ڪرڻ شروع ڪندو آهي تنهنجي نفس کي ذليل ۽ خوار خراب

ڪرڻ جا جتن ڪندو آهي ائين نہ ٿئي تہ تنهنجي نفس کي غيرت اچي وڃي ۽ توکي ورغلائي تہ هيءُ ڪهڙو مرشد آٿئي جيڪو هيترن معزز ماڻهن جي سامهون تنهنجي پٽڪي لاهہ ڪري توکي سيني جي سامهون منهن نہ ڪڻ جهڙو بنائي ڇڏيو آهي. تنهنجي اندر ۾ جيڪڏهن بدمزگي پيدا ٿئي تہ پوءِ ان سان تنهنجو سچو روحاني ڍانچو ڊهي ويندو.

جڏهن اجان تنهنجي دماغ ۾ خلفشار پيدا نہ ٿيو تہ پوءِ گهر ويندين تہ تنهنجا دوست! جيڪي محفل ۾ موجود هوندا. شيطان انهن کي ڪٺي اچي تنهنجي سامهون بيهاريندو ۽ اهي اچي توکي طعنا ۽ مهڻا ڏيندا تہ پٽا! تون تہ سائين سائين ڪري ڍاپندو نہ هئين ۽ هوڏانهن سائين تنهنجي چڱي بي عزتي ڪئي آهي.

اي طالب! جيئن توکي طعنا، مهڻا، ذلالت، بدنامي، چٽرون پلئہ پون تيئن توکي جهومڻ ۽ نچڻ کپي تہ اڄ توتي ايتري گهڻي مهرباني ٿي آهي!! ٿورڙو بہ تنهنجو پير ترڪيو تہ وري پنهنجي جاءِ تي پهچي نہ سگهندين.

اڪ ۾ ڪيترن ماڻهن کي نفس کي مارڻ لاءِ ڪستو ڏنو ويندو آهي تہ اهي وڃي پنن يا انهن کي ڪهاڙو ڏنو ويندو آهي تہ اهي وڃي ڪاٺيون ڪن، يا انهن کي ڪوڏر چنبڙائي ويندي آهي تہ اهي وڃي مرشد جي زمين ۾ ڪاٽي ڪٽن. مرشد کي انهن جي ڪمن جي ضرورت ناهي هوندي بلڪہ اها مرشد جي خاص نظرِ ڪرم هوندي آهي جو اهو طالب جي نفس کي مارڻ لاءِ ان تي اهڙيون تڪليفون ڍالي ٿو. نفس ورغلائيندو تہ تون انجنيئر ماڻهو، تون

ڊاڪٽر ماڻهو، تون وڪيل ماڻهو، تون پنهنجي شهر جو چڱو مڙس
ڪڏهن تو لکڻ پڙهڻ نه ڪيو آهي، اڄ تون ڪوڏر هڻندين
ليڪن جيئن نفس اهڙي ڳالهه ذهن ۾ وجهي ته تيئن ڪميٽي
نفس کي اجان وڌيڪ تڪليف ۾ وجهجي. اي طالب! جيڪڏهن
نفس جي پوئلڳي ڪري ويٺين ته پوءِ سمجهي ڇڏ ته مري وئين!
نفس لوامه کي جيستائين نفس مطمئنه بنائڻ ۾ مرشد محنت
ڪندو رهندو، تيستائين گز گز تي، گام گام تي تنهنجو نفس
اعتراض ۽ رڙيون ڪندو رهندو، جيئن رڙي تيئن ڪيس چاڪيءَ جي
گهاٽي وانگر وڌيڪ پيڙينس. نيٺ هڪ ڏينهن اهڙو اچي ويندو آهي
جو تڪليف ۾ به زبان شڪر ڪرڻ لڳندي آهي ۽ عقل پنهنجي
حد ۾ اچي ويندو آهي ۽ ان کان پوءِ عقل پنهنجون حدون اورانگهڻ
جي ڪوشش هرگز نه ڪندو آهي.

اي سالڪ! جڏهن خاص طور تي تون پنهنجي مرشد جي درگاهه
تي حاضر هجين ته ان وقت تون اها ڳالهه تصور ۾ ويهاري ڇڏ ته هن
پريءَ محفل ۾ توکان وڌيڪ ڪوبه عاجز، جهڪو، نماڻو، بي سهارم
ڏتڙيل، ذليل، ڪميڻو، گناهگار، خطاڪار ڪونهي، ان وقت تون
مرشد جي درگاهه تي هر ايندڙ ماڻهوءَ جو پاڻ کي غلام سمجهندو
ڪر. مرشد پلي تو کان دور هجي پر ائين سمجهه ته ان جي تنهنجي
هر حال جي مٿان نظر آهي ۽ اهو تنهنجي سامهون آهي ۽ ان کي
خوش رکڻ لاءِ توکي ان جي مهمانن جي خدمت ڪرڻي آهي. ماڻهن
جون اونديون جتيون سڌيون ڪندو رهه، ماڻهن جون مٽيءَ هاڻيون
جتيون صاف ڪندو رهه. بلڪ منهنجي ذاتي طور تي دل چوندي

آهي تہ مان مرشد جي درگاھہ تي ٽوڪن ٺاهي، ماڻهن جي جتين تي
ويهي رهان. انهن کي ٽوڪن ڏيان ۽ ماڻهن جون جُتيون سنڀاليندو
رهان. بيت الخلاء جا ڪوئنرا پرينڊو رهان.

مرشد جي صحبت ۾ ويهڻ لاءِ بهتر آهي تہ جسم ۾ آساني پيدا
ڪئي وڃي، جيڪڏهن جسم ويهڪ جي دوران يڪسوئي ۾ نہ
هوندو تہ پوءِ صحبت جو فائدو حاصل نہ ٿيندو.

مرشد جي صحبت ۾ وڃڻ لاءِ اي سالڪ! تو وٽ هڪ خاص
ڪپڙن جو جوڙو هجي جنهن کي ڌوئاري صاف سٿرو ڪري ان تي
خوشبوءِ لڳائي، اهو پائي وڃڻ گهرجي ۽ رستي ۾ اهڙي انداز ۾ تصور
پچائيندو وڃجي تہ جيئن مرشد ڪريم پنهنجي مسند شريف تي
تشريف فرما آهن ۽ اهي توکي هٿ جي اشاري سان پاڻ ڏانهن گهرائي
رهيا آهن.

اي طالب! هونئن بہ خوشبوءِ تنهنجي لاءِ بهترين عمل آهي.
مراقبي دوران ۽ ذڪر فڪر دوران بہ تنهنجي ڪپڙن کي خوشبوءِ
لازمي لڳل هجي، جيڪو تنهنجو تسبيح خانو هجي، ان جي
پاڪيزگي ۽ صفائي سٿرائي بهترين انداز ۾ رکيل هجي. ان ۾ ذڪر
وفڪر دوران اگربتيون ٻارڻ کپن. چوتہ ذڪر جي وقت ملائڪن
سڳورن جو نزول ٿيندو آهي، جيڪي ذڪر جون محفلون نوٽ
ڪرڻ ايندا آهن. اها وڏي لطيف مخلوق آهي، جنهن کي خوشبوءِ
تمام گهڻي پسند ايندي آهي. خوشبوءِ مان انهن کي راحت ملندي
آهي ۽ اهي خوش ٿيندا آهن. ملائڪ ايتري لطيف مخلوق آهي جو
ان جي جسم مان آرٿون پار آسانيءَ سان ڏسي سگهجي ٿو.

مرشد جي محفل جو خاص خيال رکيو وڃي، بهتر آهي ته اي طالب! تنهنجي جڳهه پڇاڙيءَ واري صف هجي. جنهن صف ۾ گهڻ ۾ گهڻ رش هوندي آهي ۽ ڪشادگي هجڻ ڪري ڪنهن جو به حق تلف نه ٿيندو آهي، نه ڪنهن کي ٺونٺ لڳندي آهي ، نه ڪنهن سان پاسو ٽڪرائبو آهي، نه ڪنهن کي ذڪر و فڪر مان ڊسٽرب ٿيڻو پوندو آهي ۽ نه وري ڪو ٽپو ٽپائڻو پوندو آهي. ان کان علاوه مرشد جا ڪجهه خاص خليفا هوندا آهن جن کي حڪم هوندو آهي ته اهي اڳتي وهن. انهن منظورِ نظر ماڻهن جي ويهڻ تي تون هرگز ارهو نه ٿجانءِ ۽ نه وري دل ۾ وهم گمان ڪجانءِ ته مون کي ڪا اهميت ڪانهي. توکي ايتري گهڻي اهميت آهي ۽ مرشد جي نظر آهي جو ان تنهنجي نفس کي سزا ۾ رکڻ لاءِ توکي اس ۾ ويهاريو آهي يا توکي پوئين قطار ۾ آڻي ويهاريو آهي.

مرشد سان گڏ اسٽيج تي ويهڻ ۽ حاضرين جي پنڊال کي سامهون تڪڻ مان تنهنجي نفس ۾ غرور پيدا ٿيڻ جو خطرو آهي. تون هيٺين ماڻهن کي باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوندو آهين ته ڏسو! منهنجو مقام ڪيڏو اوچو آهي. اها ابليس جي پيروي جنهن کان جڏهن الله تعالىٰ پڇيو هيو ته اي ابليس! ڇا سبب هيو جو تو آدم کي سجدو نه ڪيو؟ تنهن تي ان چيو هيو ته منهنجي خلقت باهه جي آهي ۽ هن جي خلقت مٽيءَ جي آهي. مان هن کي ڪيئن سجدو ڪريان ها اي رب!!!

اي سالڪ! تون قرآن پاڪ جي تلاوت کان ڪڏهن به دور نه رهجانء هتي ختم شريفن جو مقابلو ڪونهي جو هر حال ۾ توکي ڪلام پاڪ هفتي ۾ پورو ڪرڻو آهي. ان پڙهڻ مان ڪو فائدو ڪونهي. هميشه سنڌي ترجمي وارو قرآن شريف موجود هجي. اهو ترجمو به مسلڪ اهل سنت والجماعت جي طرفان ٿيل هجي تلاوت جا روزانو هڪ ٻه رڪوع ئي چونه ڪرڻ کپن پر اهي معنىٰ ۽ پروڙ سان هجن. انهن تي غور ڪجي ته الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهي تائين ڪهڙو پيغام موڪليو آهي؟

مرشد جي درگاهه ۾ ڪجهه اهڙا به طالبو ڪٺي ٿيندا آهن، جن کي ذڪر فڪر سان ڪوبه سروڪار ناهي هوندو بلڪ اهي صرف دنياوي مقصد حاصل ڪرڻ لاء اچي ڪٺي ٿيندا آهن انهن جون مختلف مرادون هونديون آهن. ڪي گهرو مسئلن جي پريشانين کي حل ڪرائڻ لاء پهچندا آهن، ڪي دولت مند ٿيڻ لاء پهچندا آهن. مقصد ته اهي ڪنهن روحاني ڪمپنيء کان پنهنجي مال ملڪيت جي انشورنس ڪرائڻ ايندا آهن. اهي مرشد جي محفل ۾ ويهندا به وڏي ادب ۽ تعظيم سان آهن ليڪن انهن جي ڪري سڄي محفل ۾ خرابي پيدا ٿيندي آهي جيئن هڪ ٻلو سڄي صاف شفاف کوهه کي خراب ڪري ڇڏيندو آهي تيئن انهن جي خرابيء جو اثر سڄي محفل تي رهندو آهي، ۽ پوء جيئن ئي انهن جو مقصد حاصل ٿي ويندو آهي ته پوء جوڳي نه ڪنهنجا مٺ! اهي ائين غائب ٿي ويندا آهن جو وري ڪٿان به هٿ اچي نه سگهندا آهن.

الله وارن مان ڪنهن تي بہ تنقيد نہ ڪرڻ گهرجي ۽ نہ وري ٻڌڻ گهرجي. هميشہ ڏٺو ويو آهي تہ هڪ شيخ جا مريد ٻئي شيخ جي مريدن سان ٺهندا ناهن ۽ پوءِ ”پير مقابلو“ شروع ٿي ويندو آهي. هڪٻئي جي پير تي مختلف ڳالهيون ۽ مختلف محاورا ۽ پهاڪا جوڙيا ويندا آهن. تنقيد جا تير اڇلايا ويندا آهن. اي طالب! تون پنهنجي انهيءَ عمل جي ڪري ٿلهو رهجي ويندي. تون اها شڪايت ۽ گلا دراصل ڪنهن ٻئي جي پير جي نہ ڪري رهيو آهين، بلڪ پنهنجي ئي پير جي ڪري رهيو آهين ڇوتہ تون انهن جي پير تي تنقيد جا تير وسائي، تون انهن کي موقعو جوڙي ٿو ڏين تہ اهي بہ تنهنجي پير لاءِ اهڙي ئي زبان استعمال ڪن.

ڪي سالڪ هڪ شيخ جو هٿ وٺڻ کان پوءِ ان جي صحبت مان ڪجهہ ڳالهيون حاصل ڪري پوءِ ڀٽڻ شروع ڪندا آهن وري ڪنهن ٻئي خانقاهہ تي ويندا اتي ڪا شيءِ ڏسي چوندا تہ يار! هيءَ ڳالهہ تہ هن پير جي بهتر آهي. اها ڳالهہ منهنجي پير ۾ ڪونهي. وري ڪنهن ٽئين شيخ وٽ ايندا تہ چوندا يار! هيءَ ڳالهہ مان هن شيخ ۾ ستي نہ ڏٺي اها ڳالهہ تہ ٻنهي سان اسان جي پير ۾ بهتر آهي.

اهو ماڻهو ٻٽڪيل ئي رهندو ۽ ان کي روحاني فيض جي حوالي سان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو.

هر بزرگ کي اکين جو نور تصور ڪرڻ کپي ۽ هر بزرگ وٽ وڃڻ کپي ، ان جون محفلون اٽيند ڪرڻ کپن پر پنهنجي پير کانسواءِ باقي ٻئي هنڌان ڪٿان بہ ڪو فيض ملي وڃي تہ پنهنجي مرشد

جي ئي طرفان سمجهڻ گهرجي. اهي ماڻهو جيڪي ائين سمجهندا آهن، وڏا بهترين ماڻهو هوندا آهن ۽ انهن جو خاص قدر ڪرڻ گهرجي.

ڪيترائي ماڻهو اڻ گهڙيا، ضدي ۽ وڏا حجتي هوندا آهن جيڪي خواه مخواه علمي بحث ڇيڙيندا آهن، مگر انهن جو مقصد نيڪي ڦهلائڻ لاءِ نہ هوندو آهي بلڪ برائي ڦهلائڻ لاءِ هوندو آهي. جيڪي ماڻهو اهڙا شيطاني خيال ڪٺي بزرگن سان پري محفل ۾ بحث ڇيڙيندا آهن ، اهي جلدي پنهنجي انجام تي پهچي ويندا آهن.

مزارن تي حاضري ڏيڻ تمام وڏي فائديمند شيءِ آهي اتان فيض بہ ملندو آهي مگر ياد رکو! پنهنجي شيخ جي اجازت کان سواءِ ماڻهو خود بخود هِتي هُتي مزارن تي چلا ڪاٽيندو رهيو تہ اهو سندس لاءِ فائدي جي بجاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو. جڏهن مريد ان جي قابل ٿي ويندو تہ پوءِ مرشد خودبخود ان کي اجازت بہ ڏيندو ۽ ان مٿان پنهنجي خاص نظر بہ رکندو تہ جيئن اجان بہ وڌيڪ ان مٿان فيض جي پالوٽ ٿئي.

ذڪر جي دوران جيڪڏهن ڪو فقير محسوس ڪري تہ ذڪر ڪرڻ سان انا ۽ خودپرستي زور پڪڙي رهي آهي تہ سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ اهو سڀ ڪجهہ شيطان جو مڪر آهي ۽ اها نفساني خواهش آهي ۽ ذڪر روحاني جي طرفان ناهي، ان لاءِ جلديءَ ۾ لاحول ولاقوة الا بالله پڙهڻ گهرجي ۽ پنهنجي پير ڏانهن رجوع ڪري.

فقير کي تقريبًا روزانو هڪ پيرو ڪوشش ڪري حبسِ دم جي مشق ڪرڻ گهرجي. حبسِ دم اهڙي مشق آهي جنهن کي جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي نعمت سڏجي ته واڌاءُ ڪونهي. هن مشق ڪرڻ سان شيطان پڄي ويندو آهي اها مشق ماڻهوءَ کي ڪجهه دير تائين وقفي وقفي سان ڪرڻ گهرجي. هن مشق سان نفساني خواهش کي مات ملندي آهي. هن مشق تحت ڪجهه وقت لاءِ ساهه کي بند ڪري رکبو آهي.

تهجد جي نماز ۾ پختگي لازمي عمل آهي. جيستائين تهجد جي نماز ۾ مضبوطي پيدا نه ڪئي ويندي، تيستائين ولايت ملڻ بلڪل مشڪل آهي.

خدمتِ خلق واري شيوي کان باز رهڻ نه گهرجي ان ۾ اڃان به اضافو ڪرڻ گهرجي. ايستائين جو جانورن سان به پيار ۽ محبت جو اظهار ڪرڻ گهرجي انهن کي مصيبت ۽ تڪليف مان ڪڍڻ گهرجي. انهن جي تڪليفن کي پنهنجي تڪليف سمجهڻ گهرجي. ڪيترائي اهڙا بزرگ به پنهنجي بزرگيءَ جي ڪمال تي پهچي ويا جن جي ٻئي ڪا به ڪئي ڪمائي ڪونه هئي. بس صرف انسانيت جي خدمت جي ڪنهن ادا ڪري انهن کي عروج پهچي ويو.

جڏهن شيخ محنت ڪري، ڪنهن ماڻهوءَ کي اعليٰ درجي تي پهچائي ته پوءِ ان کي پنهنجي شيخ جي نمڪ حرامي ڪرڻ نه کپي. چوته هو جنهن قابل هينئر بنيو آهي اهو سڀ ڪجهه شيخ جي مهرباني ڪري آهي جو اڄ اهو ماڻهن جي اکين جو تارو بنيو ويٺو آهي. سيني کي سڻو لڳڻ شروع ٿيو آهي. ڪائنس سمورا پيار ۽ محبت

ڪرڻ لڳا آهن. جنهن وقت هو ڪنهن به قابل نه هيو ته ان وقت ڪير به هن کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ تيار نه هيو ته ڪيس شيخ ئي ياڪر ۾ ڪري ورتو هيو.

مراقبو تصوف جو هڪ "هيرو لعل جواهر" آهي جيستائين. مراقبو صحيح نموني سان سرانجام نه ڏبو، تيستائين اصلي رمزون حاصل ٿي نه سگهنديون ۽ ماڻهو الله تعالىٰ جي ذڪر ۾ ترقي نه ڪري سگهندو. مراقبي ۾ جڏهن ڪمال حاصل ٿيندو آهي ته پوءِ سڀ دنياوي مشغوليون ختم ٿي وينديون آهن ۽ ماڻهو عشق جي منزلن جو عروج پڪڙيندو آهي. "علم اليقين" کان نڪري "عين اليقين" جي منزل تي ۽ عين اليقين کان نڪري حق اليقين جي منزل جو راهي ٿيندو آهي.

علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين جو مثال بزرگن اهڙي طرح سان ڏنو آهي ته جيڪڏهن هڪ شخص ٻڌندو اچي ته هڪ درياءَ آهي ۽ ان ۾ تمام گهڻو پاڻي آهي ته اهو "علم اليقين" واري منزل تي آهي پر جيڪڏهن اهو شخص پوءِ اچي درياءَ جي ڪناري تي بيهي ۽ ان کي پنهنجي اکين سان ملاحظو ڪري ته واقعي درياءَ ۾ پاڻي آهي ۽ پاڻيءَ ۾ لهرون آهن ته اهو "عين اليقين" جي منزل تي آهي پر جيڪڏهن اهو شخص ڪپڙا لاهي درياءَ ۾ گهڙي پوي ۽ ٽٻيون هڻي هڻي ٻاهر نڪري ته ان مان معلوم ٿيو ته اهو حق اليقين جي منزل تي آهي.



# صوفين جون خاصيتون

تصوف جو روح يا ائين ڪٿي چئجي ته جيڪو پاڻ کي صوفي سڏائي ته ان جون خاصيتون ڪهڙيون هئڻ گهرجن؟ ڪهڙيون خوبيون ڪنهن صحيح صوفيءَ ۾ موجود هجڻ کپن؟ يا ڪنهن به صوفيءَ کي پرجهڻ ۽ پرکڻ لاءِ ڪهڙي ڪسوٽي هجڻ کپي، جنهن تي عام ماڻهو به ان کي پروڙي ۽ سندس پوئلڳي اختيار ڪري سگهي. ائين ته ڏندي ڪوندي وارا به پاڻ کي صوفي سڏائي مريدن جي فوج پويان لڳايون وتن ٿا. ايئن ته طوطي باز جيڪي پنهنجي من گهڙت خانقاهه تي طوطن کي ويهاري ماڻهن جا نصيب به ڏاهي ۽ ٺاهي رهيا آهن انهن کي غيب جون خبرون ٻڌائي نه صرف پنهي هٿن سان ڦري ۽ لٽي رهيا آهن بلڪ انهن کي پنهنجو گرويده بڻائي رسو ڳچيءَ ۾ وجهي پنهنجي مريد کي ڪنهن جانور وانگر هتان هُت گهمائيندا ڦيرائيندا رهندا آهن. ڪيترا ته خدا جا ٻانها اهڙا به آهن جن کي صحيح وضو ڪرڻ، غسل ڪرڻ يا استنجا ڪرڻ جو ڏيو به نه ٿو پوي ليڪن سندن پويان ماڻهن جي فوج هوندي آهي. سوين جتيون ڪٽڻ وارا جُتي ڪٽڻ جي چڪر ۾ هوندا آهن ته من وارو ملي ۽ تبرڪات لاءِ بزرگن جي جُتي کڻون. اهڙا به بزرگ ڏٺا آهن جن کي نمازن جي رڪعتن جي خبر ناهي هوندي، جن جون ڏاڙهيون سِڪن وانگر ڊگهيون ٿي ويندريون آهن، انهن جي ڏاڙهين ۾ ڪِڪن ۽ سنگهن جون غلاظتون پريون پيون هونديون آهن جيڪي ڏينهن جا ڏينهن برش يا ڏندڻ نه ڪندا آهن. اهڙن هٺ ٺوڪين بزرگن کان الله تعالىٰ معافي ڏئي!!!

صوفي بزرگن تصوف لاءِ به ڪجهه parameters جوڙيا آهن ۽ اهي parameters ئي آهن جيڪي سامهون رکي ڪنهن به شخصيت کي پرکي سگهجي ٿو ته هيءُ واقعي به صوفي آهي يا نه؟

(1) توڪل (2) فقيري (3) توبه (4) تقويٰ (5) اخلاص (6) صبر (7) فتوت.

**﴿1﴾ توڪل** : تصوف ۾ سڀ کان اهم مقام توڪل کي حاصل هوندو آهي بلڪه ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته توڪل ئي اصل ۾ تصوف جو ٻيو نالو آهي. توڪل هڪ اها صفت آهي جيڪا انسان جي اندر خود اعتمادي ۽ ڪم ڪرڻ جي قوت پيدا ڪندي آهي. توڪل کان وڌيڪ ڪوبه اهڙو مٺو ميوو ڪونهي جيڪو ايترا انبار مٺاس جا نڇاور ڪندو هجي.

ان لاءِ پاڻهو پنهنجي تمام محنت، مشقت، جدوجهد، ڪوشش ۽ ڪاوش کان پوءِ نتيجا الله تعالىٰ تي ڇڏي ڏيندو آهي ۽ الله تعالىٰ ان جي وهم گمان کان به وڌيڪ پنهنجي ٻانهي کي عطا ڪري ڇڏيندو آهي. موه کان ٽارو ڪرڻ ۽ ڏن دولت جي ڦاهي سان پنهنجو ڪنڌ ڦاسائڻ کان پڇي وڃڻ ئي اصل ۾ انسان جي ڪاميابي آهي. پاڻ ۾ ڪجهه به نه هئڻ هڪ مجبوري ٿي سگهي ٿي، پر ڪجهه حاصل نه ڪرڻ جي مورڳو خواهش ئي نه رکڻ فقيريءَ جو معراج آهي.

خدا تعالىٰ جو ارشاد آهي ته "وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى اللهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ" (جنهن الله تعالىٰ تي ڀروسو ڪيو ته پوءِ بس اهو ئي ان لاءِ ڪافي آهي) حضرت

محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته جيڪو چاهي ٿو ته ماڻهن ۾ سيني کان وڌيڪ طاقتور رهي ته ان کي گهرجي ته اهو الله تعالىٰ تي ڀروسو رکي.

"نزهة المجالس" جي جلد 1 صفحي نمبر 499 تي آيل آهي ته : " ڪتاب الحقائق" ۾ مان ڏنو آهي ته ڪنهن شخص کي هڪ عارف گهوڙي تي خرامان ويندي ڏٺو. ان عارف حال احوال ورتو ان چيو ته مان بادشاهه جو غلام آهيان. عارف پڇيس ته پوءِ پنهنجي بادشاهه سان قربت جي ڪيفيت بڌاءِ تنهن تي ان وراڻيو ته جڏهن بادشاهه تنها ويهندو آهي ته مان ان جو انيس (وروهه ۽ ڪچهري ڪندڙ) هوندو آهيان. جڏهن اهو سمهندو آهي ته مان مٺس پهرو ڏيندو آهيان. جڏهن بڪارو هوندو آهي ته مان ان کي ڪارائيندو آهيان جڏهن اجارو هوندو آهي ته مان ان کي پاڻي پياريندو آهيان ۽ بادشاهه روزانو مون تي ٽي ڀيرا نظر ڪندو آهي. عارف پڇيس ته ڀلا جڏهن تون بي پرواهي ڪندو آهين ته تو سان ڪهڙو رويو اپنائيندو آهي؟ غلام وراڻيو ته پوءِ مون کي ماريندو آهي. عارف پڇيس ته ۽ جڏهن تون ڪوبہ ڏوهه ڪندو آهين ته پوءِ بادشاهه جو رويو ڪيئن هوندو آهي؟ غلام وراڻيو ته پوءِ اهو مون کي ماريندو آهي ۽ خوب کان خوب سزائون ڏيندو آهي شيخ عارف وراڻيو ته اي بادشاهه جا غلام! پوءِ منهنجو مالڪ ته تنهنجي مالڪ کان هزار ڀيرا بهتر آهي. مون کي ته پنهنجي مالڪ تي سؤ ڀيرا فخر ڪرڻ گهرجي ڇوته منهنجو مالڪ مون کي ڪارائيندو پيئاريندو آهي ۽ تنهائي ۾ منهنجو هم نشين هوندو آهي. جڏهن مان سمهندو آهيان ته منهنجي حفاظت

ڪندو آهي جڏهن مان گناهه ڪندو آهيان ته اهو مون کي بخشي ڇڏيندو آهي ۽ اگر تنهنجو مالڪ تو مٿان روزانو ٽي ڀيرا نظر ڦيرائيندو آهي ته منهنجو مالڪ مون مٿان 360 ڀيرا نظر ڦيرائيندو آهي. ان شخص وراڻيو ته واقعي بزرگ تون سچ بيان ڪري رهيو آهين پوءِ اهو گهوڙي تان لٿو، پنهنجا ريشمي ڪپڙا لاهي ڦٽي ڪيائين، بادشاهه جي دربار کي ٺوڪر هنيائين ۽ فقير بنجي ويو.

ماڻهن ۾ جڏهن دين ۽ مذهب کي سمجهڻ جو شوق نصيب ٿيندو ته پوءِ ئي اهي توڪل واري نسخي کي سمجهي سگهندا.

هڪ ڀيري وتايو فقير بک کان بي حال ٿي رستي تان ويندي ويندي ڪري پيو ۽ بيهوش ٿي ويو. ماڻهو رونشي ڪوڏيا اچي سندس چوڌاري حلقا ٺاهڻ شروع ڪيائون. ڏٺائون ته وتايي ته پرلوڪ پڌاريو آهي.

مسلمانن چيو ته واڻيو هيو، ان ڪري سندس ڪريا ڪرم ڪري مساڻ ۾ ڪٽي ڪيس باهه جو ڪاڄ بڻايو وڃي، واڻين انڪار ڪيو انهن چيو ته جائو ته وتايو مل ٿي هيو پر پوءِ مسلمان ٿي صوفي فقير بنجي ويو هيو انهيءَ ڪري ڪيس دفن ڪيو وڃي. ماڻهن جي گوڙ تي وتايي اک پٽي، بوڇڻ ڇنڊي اٿيو. چيائين ته هاڻي مرڻ مان ڇا فائدو، جڏهن ته ماڻهن ۾ سچاٽپ ئي ڪونهي، هينئر ئي ماڻهو هندو مسلمان جي ڦڏي ۾ اچي ويا آهن. منهنجي مرڻ کان پوءِ ته ڏينگا ڏيري ڪري ڇڏيندا.

سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٹيجي،
وچ ميدان محبت والي، دم قدم ڏريجي،
اها تڪبير "فنا في" دا، سولي سر چڙهيجي،
اندر ٻاهر هڪو هويون، "موتوا قبل" مريجي،
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تا نہ اڙيجي،
"سبحاني ما اعظم وشاني" سچل سر سٽيجي
(سچل)

وتايو فقير توڪل جو هڪ جيئرو جاڳندو مثال هيو. ان سڄي عمر توڪل تي گذاري. ڏٺائين تہ پکي پکڻ ڪان ويندي جانورن تائين ڪنهن بہ سڀاڻي لاءِ ثمر جمع نہ ڪيو آهي. انسان ڪهڙو جانور هيو، جنهن جو مالڪ جي رازقيءَ تي ڀروسو گهٽ هيو. حالانڪ هن وڏي هام هڻئين ٿي. وتايو تہ رات جو ڀاڻيءَ جو گهڙو بہ هاري ڀوءِ سمهندو هيو، تہ صبح جو سائين، جڏهن پکين پکڻن کي اڃ ۾ تو ڏئي جن کي نہ ڏاند آهي ۽ نہ ٻج آهي تہ ڀوءِ آءُ ڇا لاءِ ويٺو وسوسا ڪيان، جو ڪجهہ ڪيس ملندو هيو، اهو بہ ٻين حوالي ڪري ڇڏيندو هيو. هڪ دفعي ڪنهن ماڻهوءَ هڪ روڪ روپيو ڏنس جو وٺي ڦاٽو. ڪڏهن ڀهرياڻ جي پلوَ ۾ تي ٻڌائين. ڪڏهن ورَ ۾ تي وڌائين. آخر ڪک تي رستي جي هڪ سڪي وڻ جي پاڙ ۾ پوري ڇڏيائين ڪنهن ماڻهوءَ ڪيس ڏسي ورتو. وتائي اڃان پٺي مس ڏني تہ هن ڀاهوڙا کڻي اچي کوٽائي شروع ڪئي ڀهرئين ئي لپي ۾ روپيو مليس، سمجهيائين تہ خزانو تہ اڃان هيٺ هوندو. ڀوءِ وڻ پاڙئون پٽي ساهہ ڪنيائين. وتايو شام ٽاڻي اچي ڏسي تہ وڻ جڙ کان

اڪرڙيو پيو هيو. ٺهڪ ڏني پاڻ کي چيائين ته "ڏنئي" جي روپيو
ڪجهه وقت اجان به هجي ها ته ان وڻ جيان اوندو ٿيل هجين ها.
(جام جاموٽ جامڙا)

وتايو انهن سيلاني درويشن مان هڪ هيو، جيڪي دنيا جي
ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انسانيت کي آٿت ۽ ڏڍ ڏيڻ لاءِ وقت به وقت پئي
ايندا رهيا آهن. جيئن يونان جو ڊايوجينس، ترڪيءَ جو ملان
نصيرالدين ۽ ايران جو شيخ چلي. اهو سلسلو صدين کان هلندو ٿو
اچي. دنيا جي هر دور ۾ ڪونه ڪو درويش اهو ورثو سنڀاليندو ۽
رکندو رهي ٿو. پير ڳوٺ وارو آندو فقير ۽ خيرپور جو فولاد فقير به
ساڳئي زنجير جون ڪڙيون ٿيون ڏسجن. هن قسم جي درويشن جي
انت ۽ بحر جي ڪا ڪل ئي ڪونهي. هو هر دم پنهنجي حال ۽
قال ۾ مست و مست رهن ٿا ۽ توڪل جو هڪ مجسمو آهن.

ملا جي محبت جي وني هڪ پئين،
چڏي مڪتب معرڪو، سوريءَ سر ڏنين،
ڪيئن ٿو تون جيئن ، ريءَ سڪ "صاحبڏنو" چوي.
(صاحبڏنو فقير)

ري سڪ "صاحبڏنو" چوي ڪوڙئين پڙهن ڪتاب
پڇن غير گناهه ڪان سوين ڪرن ثواب،
سٽي دهشت دوزخ جي اڪين پرن آب،
اٿئي سڀ حجاب ريءَ سڪ"صاحبڏنه" چوي
(صاحبڏنو فقير)

توڪل جو نہ صرف اسلام ۽ ايمان سان چولي دامن جو رابطو آهي بلڪہ نبين سڳورن عليهم السلام جي تعليم جو بہ اهو ئي خلاصو آهي. نبين سڳورن عليهم السلام جنهن جڳهہ تي پنهنجي لاءِ توڪل کي ضروري سمجهيو، بلڪہ انهن پنهنجي امت کي بہ اها تعليم ڏني. حضرت نوح علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام پنهنجي قوم کي چيو تہ "پوءِ مان الله تعاليٰ تي توڪل ڪئي".

حضرت شعيب علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام فرمايو هيو تہ "اسان الله تعاليٰ تي ئي ڀروسو رکندا آهيون".

حضرت موسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام پنهنجي قوم کي توڪل جي تعليم ڏيندي چئي ٿو تہ " اي منهنجي قوم! جيڪڏهن توهان الله تعاليٰ تي ايمان رکو ٿا تہ پوءِ ان تي توڪل ڪريو".

پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن تہ توڪل جا پتلا هئا. قال ۽ حال ٻنهي تي توڪل جو رنگ سمايل هو، ڪٿي ڪين الله تعاليٰ تي توڪل ڪرڻ جو حڪم صادر ڪيو پئي ويو تہ ڪٿي سندن زبان سان الله تعاليٰ تي توڪل ڪرڻ جو اظهار ڪرايو پئي ويو. هڪ جڳهہ خدا تعاليٰ جو فرمان آهي تہ "۽ پنهنجي خدا قادر رحيم تي توڪل ڪندو ڪر." ٻئي هنڌ اچي ٿو تہ "توهان فرمايو تہ اهو منهنجو رب آهي، ان کان سواءِ ڪوبہ عبادت جي لائق ناهي. مان ان تي توڪل ڪئي ۽ ان ڏانهن وڃڻو آهي".

هاڻي اسان کي اهو ڏسڻو آهي تہ توڪل جو مفهوم ڪهڙو آهي؟ قرآن ۽ حديث توڪل جي باري ۾ ڪهڙي رهنمائي ڪن ٿا؟ ڇا تصوف ۾ توڪل جي تعليم قرآن ۽ سنت جي عين مطابق آهي؟

سڀ کان ڀھريان تہ ذھن کي انھيءَ جي باري ۾ يڪسو ھجڻ گھرجي تہ توڪل اپاھج بنجي رھڻ، ڪم چوري، سُستي، ڪاھلي، دنيا جي معاملن کان فراريت ۽ معاشرتي ذميدارين کان بيزاري جو نالو ھرگز ناھي، بلڪ مختصر لفظن ۾ توڪل سمورن ذريعن ۽ وسيلن کي استعمال ۾ آڻي زندگي گذارڻ جي معاملي ۾ پوري دلچسپي وٺندي مڪمل طور تي توجھ سان ڪم ڪرڻ جو نالو آھي ۽ ان کان پوءِ نتيجن کي الله عزوجل جي حوالي ڪري ڇڏڻ جو نالو توڪل آھي ۽ اھو يقين ۽ ايمان پنھنجي اندر پيدا ڪرڻ تہ اھي سڀ محض وسيلا آھن ۽ حقيقي نتيجو الله تعالىٰ جي ھٿ ۾ آھي. توڪل ٻن حالتن کان ڪڏھن بہ خالي نہ ھوندي آھي. ھڪ صبر ۽ ٻيو شڪر.

جيڪڏھن محنت جا نتيجا ماڻھوءَ جي منشا مطابق اچن تہ شڪر جو مقام آھي ۽ جيڪڏھن اھڙا ڪامياب نتيجا برآمد نہ ٿين تہ صبر ڪرڻ گھرجي.

جڏھن اسان صوفين جي سيرت جو مطالعو ڪندا آھيون تہ معلوم ٿيندو آھي تہ انھن جي روحن ۾ توڪل رچيل بسيل ھوندي آھي جيئن رڳن ۾ خون ھوندو آھي اھو ئي سبب ھوندو آھي تہ اھي ماڻھو ھر حال ۾ خوش ۽ خرم رھندا آھن. مصيبتن ۽ تڪليفن جون انڌيريون بہ انھن کي متزلزل نہ ڪري سگھنديون آھن خدا تي اعتماد ۽ توڪل جو ئي نتيجو ھيو تہ زندگي ڀر انھن جي پشيماني ڪنھن امير جي دروازي جي آلودگي سان سرشار ٿي نہ سگھي. ڪنھن بادشاھہ جي احسان ۾ دٻجي نہ سگھيا. اھي جوَن جي اڻ ڇٽيل اٽي جي مانيءَ مان مرغي ۽ گوشت جي خوشبوءِ محسوس ڪرڻ لڳا.

هڪ ئي قتيل پراڻي ڪمبل کي پنهنجو بسترو ۽ ڪل ڪائنات سمجهندڙ انهيءَ مان نرم ۽ گرم بسترن ۽ فومن جو لطف حاصل ڪندڙ رهيا. هن جڳهه تي ڪجهه صوفين سڳورن جا توڪل جي باري ۾ ڪجهه رايا هيٺ لکي رهيو آهيان.

﴿1﴾ الله جي سامهون ائين ٿي وڃڻ جو جاڏانهن اهو گهلي وڃي. اوڏانهن ماٺهو هليو وڃي ته ان کي توڪل چيو ويندو آهي.

(حضرت سهل بن عبدالله تستري رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿2﴾ توڪل اها آهي ته الله تعالیٰ کان سواءِ ٻين کان پناهه وٺڻ ڇڏي ڏيو. (حضرت ابو عبدالله قريشي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿3﴾ توڪل عمدي قسم جي گداگري آهي.

(حضرت ابوبڪر شبلي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿4﴾ توڪل ڪندڙ جا ٽي قسم هوندا آهن نه ڪنهن کان گهري نه رد ڪري ۽ نه جمع ڪري. (حضرت سهل بن عبدالله تستري رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿5﴾ خدا کان سواءِ هر شيءِ کان تعلق ختم ڪري ڇڏڻ جو نالو توڪل آهي. (حضرت امام ابو عمر رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿6﴾ جيڪڏهن تون پنهنجو پاڻ کي الله تعالیٰ جي حوالي ڪري ڇڏين ته اهو تنهنجي حال ۽ خواهش مطابق توکي روزي ڏيندو جيئن هڪ طبيب ۽ حاذق مريض کي پنهنجي حال مطابق دوا جي غذا ڏيندو آهي. (حضرت عبدالقادر جيلاني رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿7﴾ هڪ شخص حضرت ابوبڪر شبلي رحمة الله تعالیٰ عليه وٽ آيو ۽ اولاد جي گهڻي هجڻ جي شڪايت ڪيائين، تنهن تي حضرت جن فرمايو

تہ تون انهن ماڻهن کي گهر مان ڪڍي ڇڏ، جن جي رزق جو ذمو الله تعالیٰ ناهي ڪنيو.

﴿8﴾ جيڪڏهن آسمان لوھ جو ۽ ڌرتي ٽامي جي بڻجي وڃي يعني اتي ڪجھ بہ پيدا نہ ٿئي ۽ ان حالت ۾ جيڪڏهن مون کي روزيءَ جو غم ايذائي تہ مان مشرڪ ٿي وڃان. (با يزيد بسطامي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿9﴾ حضرت بايزيد بسطامي رحمة الله تعالیٰ عليه ڪنهن امام جي پٺيان نماز پڙهي، واندي ٿيڻ کان پوءِ امام حضرت جن کان پڇيو تہ حضرت توهان ڪنهن کان گهرندا بہ ڪونہ آهيو ۽ ڪندا بہ ڪجھ ڪونہ آهيو تہ پوءِ توهان جو گذر سفر ڪيئن ٿيندو آهي؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ ترس تہ مان پنهنجي نماز ٻيهر پڙهان ڇوتہ جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي رازق تي شڪ هجي تہ ان جي پويان نماز پڙهڻ ناجائز آهي.

﴿10﴾ حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله تعالیٰ عليه هڪ راهب کان پڇيو تہ ڪٿان کائيندو آهين؟ جواب مليو تہ ان کان پڇو جيڪو کائڻ لاءِ ڪجھ ڏيندو آهي تہ اهو مون کي ڪٿان ٿو ڏئي؟ باقي مون کي ڪهڙي خبر؟ " حضرت فضيل بن عياض رحمة الله تعالیٰ عليه جو آخري وقت آيو تہ انهن پنهنجي گهرواريءَ کي وصيت ڪئي تہ جڏهن توهان مون کي دفن ڪرڻ طرف ڪٺي وڃو تہ تون ڇوڪرين کي وٺي ڪوهِ ابوقبيس تي چڙهي وڃجانءِ اتي آسمان جي طرف منهن ڪري چئجانءِ تہ اي الله! فضل مون کي وصيت ڪئي آهي تہ جيستائين مان جيئرو هيس تہ انهن ٻنهي ڇوڪرين جي پرورش ۽ نگهداشت پنهنجي بساط جي مطابق ڪندو رهيم هاڻي تہ تو مون

ڪي قبر جي قيد خاني ۾ قيد ڪري ڇڏيو آهي ته مان هي يتيم ڇوڪريون تنهنجي حوالي ڪريان ٿو. حضرت فضيل بن عياض رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي تدفين کان پوءِ ان جي اهليه پنهي ڇوڪرين کي ساڻ ڪري بوقبيس جبل تي وئي ۽ وصيت جي مطابق دير تائين دعا گهرندي رهي ۽ زاروقطار روئندي رهي. اتفاق سان ان وقت يمن جو هڪ امير اچي سندن پر مان لنگهيو. ان شخص هن عورت جو روئڻ ٻڌو ته هن طرف هليو آيو ۽ روئڻ جو سبب پڇيائين. ان عورت حضرت فضيل جي وفات ۽ وصيت جو سربستو ذڪر ٻڌايو. امير چيو ته بيبي فڪر نه ڪريو. اهي ٻئي ڇوڪريون مون کي ڏيو. مان انهن جو نڪاح پنهنجي پٽن سان ٿو ڪرايان. حضرت فضيل بن عياض رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي گهرواري چيو ته مان راضي آهيان. امير چيو ته هاڻي توهان مون سان گڏجي هلو. اهڙي نموني اهو ٻنهي ڇوڪرين ۽ سندن والده محترمه کي نهايت عزت ۽ تعظيم سان پنهنجي ملڪ يمن وٺي آيو ۽ بزرگن کي گڏ ڪري پنهنجي پٽن جو نڪاح حضرت فضيل رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي صاحبزادين سان ڪرايائين.

**﴿2﴾ فقيري** : فقيري فقر مان نڪتل آهي ۽ فقر جا ٻه قسم آهن :

(1) فقر اختياري (2) فقر اضطراري.

**﴿1﴾ فقر اختياري** : فقر اختياري قابلِ فخر آهي ۽ فقر اضطراري خدا تعالیٰ جي عذاب جي هڪ شڪل هوندي آهي فقر اختياري جو مطلب اهو آهي ته انسان عيش عشرت، تڪلف، آرائش وغيره جي سمورين سهولتن جي هوندي به درويشاڻي زندگي بسر ڪري. دولت جمع ڪرڻ تي ايثار ۽ قرباني کي اوليت ڏني وڃي. ان سلسلي ۾ اسان

وٽ آقا صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جي حياتي مبارڪ اسان جي آڏو هڪ عظيم مثال آهي. مديني واري زندگي جي آخري دور ۾ فتحن حاصل ٿيڻ ڪري غنيمت جو تمام گهڻو مال ۽ ڍلن جي وافر رقم وٽن پهچي رهي هئي مگر انهن جي هوندي سندن زندگي درويشياڻي ۽ فقيراڻي هوندي هئي.

جيتوڻيڪ پاڻ عرب ۽ عجم جا بادشاهه هئا، مگر اهو ئي گاهه جو جهوپڙو، اهي ئي پيوند لڳل ڪپڙا، اهو ئي رکو سکو کاڌو ۽ اهو ئي درويشياڻو زندگيءَ جو انداز.

ظاهر آهي ته جيڪڏهن اهي شيون خود ئي مٿي ڪان مسلط ٿي وڃن ته هڪ عذاب آهي مگر انهن کي سڀ شيءِ تي قادر هوندي به اختيار ڪيو وڃي ته سراسر سڪون ۽ اطمينان جو ثمر هوندو. پاڻ ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم پنهنجي قول ۽ فعل ۾ فقيري کي اختيار ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي.

پاڻ سڳورن صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جو اهو عالم هوندو هيو جو هفتي هفتي تائين چلهو ٿڌو رهندو هيو. سندن پياري نياڻي حضرت بيبي فاطمه زهرا رضی اللہ تعالیٰ عنہا جي گهڻي ڪم ڪار ڪرڻ جي ڪري سندن هٿن ۾ لڦون پئجي ويندڙيون هيون مگر غلام جنگ بدر ۾ شهيد ٿيندڙن جي يتيمن کي عطا ڪيا ويا، سندن ڪوشش رهي ته ڪوبه سائل دروازي تان خالي واپس نه وڃي ۽ پاڻ فاقي جي ڪشمڪش ۾ رهيا. حضور اڪرم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جي نقشِ قدم تي هلندي اصحاب سڳورن جي زندگي به فقيريءَ جو انوکو مثال هئي ۽ پنهنجين ضرورتن کي ٻين جي ضرورتن تي مغلوب رکڻ جي

ڪوشش ۾ سرگردان رهندا هئا. سڄو ڏينهن روزي سان رهيا مگر افطار جي وقت، جڏهن چند گرهه وات ۾ وجهڻ جو وقت ايندو هيو ته ڪنهن سائل جي صدا لڳندي هئي ۽ گرهه نڙيءَ ۾ ڪنهن ڪنڊي جيان اٽڪي پوندو هيو ۽ پنهنجي آڏو رکيل سادو سودو کاڌو به ڪٽي سائل کي ڏيندا هئا. ٻئي ڏينهن ڪنهن يتيم جي ضرورت کي اهميت ڏنائون ته ٽئين ڏينهن تي ڪنهن قيديءَ جي ضرورت پوري ڪرڻ جو ارادو ڪري ورتائون. اهي سمورا واقعا فقيري اختيار ڪرڻ جا ساراهه جوڳا مثال آهن. تصوف ۾ فقيري کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. صوفي سڳورن پنهنجي پوري زندگيءَ ۾ هميشه عيش عشرت تي فقيري کي ترجيح ڏني آهي مگر اها غلط فهمي به ذهن مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي ته فقيري صرف ملڪيت کي خيرآباد چوڻ جو نالو آهي ۽ پنهنجي نفس کي خواهمخواه تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ رکڻ جو مقصد آهي. مگر فقيري در اصل دل جي شاهوڪاريءَ جو نالو آهي.

حقيقي فقير تڏهن بنجي سگهجي ٿو جڏهن ان جي لاءِ دنيا ۽ دنيا جا اسباب هجڻ يا نه هجڻ برابر هجن ان جي صحت تي ڪوبه اثر پئجي نه سگهي. حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه جو هڪ فرمان آهي ته "فقير جو اصل سامان دنيا کي ترڪ ڪرڻ ۽ ان کان عليحدگي ناهي بلڪ دل کي دنيا جي محبت کان خالي ۽ بي نياز ڪرڻ ئي فقيريءَ جو نالو آهي ان وٽ خواهه ڪجهه به سري کان موجود ئي نه هجي يا ان وٽ دنيا جي سموري سهولت موجود هجي ليڪن ٻنهي صورتن ۾ سندس صحت تي ڪوبه فرق نه اچي ۽

نہ ان کي ڪابہ پريشاني ٿئي“.

اهڙي ئي نموني مٿين سمورن مثالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ فقيري ڪجھ ملڻ تي شڪر ۽ ڪجھ نہ ملڻ تي صبر ڪرڻ جو نالو آهي.

حضرت شيخ علي هجويري رحمۃ اللّٰہ تعالیٰ علیہ فرمائن ٿا تہ الله تعالىٰ حضرت ايوب على نبينا وعليه الصلوٰة والسلام کي فقيري ۽ مصيبت جي حالت ۾ صبر جي انتها جي پرواز تي پهچايو ۽ ان کي ”نعم العبد“ (يعني چڱو ٻانهو) قرار ڏنو ۽ حضرت سليمان على نبينا وعليه الصلوٰة والسلام کي شڪر ڪرڻ سبب ”نعم العبد“ جو خطاب ڏنو، صبرِ ايوب ۽ شڪرِ سليمان ٻئي بارگاهِ الاهي ۾ برابر آهن.

حضرت شيخ ضياءُ الدين سهروردي رحمۃ اللّٰہ تعالیٰ علیہ جي راءِ آهي تہ فقيري فاقي ڪرڻ، بکون ڪاٽڻ ۽ ڪجھ نہ رکڻ جو نالو ڪونهي بلڪ ”فقيري محمود“ اها آهي تہ خدا تعالىٰ تي ڀروسو رکجي ۽ جو ڪجھ خدا ڏئي تہ ان تي راضي رهجي.

حضرت شيخ ابوبڪر ڪتابي رحمۃ اللّٰہ تعالیٰ علیہ فرمائن ٿا تہ جڏهن انسان حقيقي طور تي خدا تعالىٰ جو محتاج ٿيندو آهي تہ اهو حقيقي طور تي شاهوڪار سڏائيندو آهي.

خواجہ شيخ ابوبڪر وراق رحمۃ اللّٰہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي تہ ”دنيا ۽ آخرت يعني ٻنهي جهانن ۾ فقير جي لاءِ خوشخبري هوندي آهي. ماڻهن سبب پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ ”جيئن دنيا ۾ ڪوبہ بادشاهہ ان کان ڍل وٺندو آهي ۽ اهڙي طريقي سان آخرت ۾ خدا تعالىٰ بہ حساب ناهي وٺندو.“

فقيري هڪ اهڙي قيمتي شيءِ آهي جنهن ۾ خدا تعالىٰ ۽ ٻانهي جي وچ ۾ ڪوبہ خلل واقع ناهي هوندو ۽ خدا تعالىٰ جي قربت ۾ برابر جيترو اضافو ٿيندو رهندو آهي، ڇوتہ بہ شيون ئي اهڙيون آهن جو انهن جي ويجهي وڃڻ سبب زندگي ۾ خلل پئجي ويندو آهي. هڪ آهي نعمت ملي وڃڻ تي غرور ڪرڻ ۽ کسجي وڃڻ تي شڪايتن جا ڍير لڳائي ڇڏڻ. فقير وٽ انهن ٻنهي شين جي ڪابہ اهميت نہ هوندي آهي. ڪجهہ نہ ملي تہ ان کي سڪون هوندو آهي، ملي وڃي تہ اهو پنهنجي دل کي ٿَٿولي ڏسندو آهي تہ ان کي دل جي ڪنهن بہ ڪنڊ ۾ غير معمولي خوشي ۽ خدا تعالىٰ کان غفلت جي جهلڪ تہ نہ ٿي اچي ۽ پر جيڪڏهن ان جي بدن جا ڪپڙا بہ کسيا وڃن تہ پنهنجو چهرو گهوري گهوري ڏسندو آهي مگر ان تي بي چيني ۽ شڪايت جو تاثر پري پري تائين موجود ناهي هوندو. حضرت خواجہ داتا گنج بخش علي هجويري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ شيخ ابوالقاسم قشيري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جي باري ۾ لکيو آهي تہ منهنجي استاد قشيري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو تہ جيڪڏهن خدا تعالىٰ شاهوڪار ڪري تہ مان غافل ٿيڻ بجاءِ ان جو شڪر ادا ڪندس ۽ جيڪڏهن اهو مون کي فقير بنائي ڇڏي تہ مان حرص ۾ منهن ڦيرڻ بجاءِ صبر ڪندس" حضرت شيخ ابوبڪر شبلي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي تہ "فقيريءَ جي هڪ ادنىٰ نشاني اها آهي تہ جيڪڏهن ان وٽ سڄي دنيا اچي وڃي ۽ پوءِ اهو سڄي دنيا کي هڪ ڏينهن ۾ خرچ ڪري ڇڏي ۽ ان کان پوءِ سندس دل ۾ خيال پيدا ٿئي تہ اهو هڪ ڏينهن جي جيڪر خوراڪ رکي وٺي ها تہ بهتر هجي ها تہ ان کي فقير نہ

تو چٿي سگهجي.“

اهو هڪ عجيب اتفاق آهي ته جنهن دنيا کان منهن موڙيو، ان جي قدمن تي دنيا ڍير ٿي وئي جنهن ماڻهن کان الڳ ٿلڳ رهڻ جو سوچيو ته ماڻهن جا هزارين هجوم ان جي طرف ڊوڙيا. جنهن فقيري کي تونگري تي ترجيح ڏني ته تونگري ان جي قدمن کي چميون ڏيڻ لڳي.

حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه ان ڪري فرمايو آهي ته ”دنيا ڪنهن پاڇي وانگر آهي، پٺي ڏئي اڳتي نڪرندؤ ته خودبخود پويان ڪنهن ٻانهي وانگر لڳندي.“

حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله تعالىٰ عليه فرمايو آهي ته : ”اسان فقيري گهري ته شاهوڪاريءَ اسان جو استقبال ڪيو. ماڻهن شاهوڪاري گهري ته فقيريءَ انهن جو استقبال ڪيو.“

اها پوئين فقيري جيڪا دنيا جي غلامن کي عطا ٿئي ٿي، اهڙي فقيري خدا ڪنهن دشمن کي به نه ڏئي چوته اها فقيري اضطراري آهي.

ان بحث مان بخوبي معلوم ٿئي ٿو ته فقير جڏهن گودڙي پائي ويهندو آهي ته اهو پنهنجو پاڻ کي فرشتن کان به اعلىٰ مقام تي محسوس ڪندو آهي. فقير دنيا سان شاهوڪار بنجي مٽيءَ جي فرش تي ويهندو آهي ته اهو پاڻ کي ”سدرة المنتهىٰ “ جو مسند نشين سمجهندو آهي خالي هٿين هجڻ جي باوجود دنيا کي پيرن جي ٺوڪرن ۾ سمجهندو آهي ان جي اک خوشين سان ڀريل، ان جو ذهن مطمئن ۽ ان جي نظر شاهوڪار هوندي آهي. فاقن تي فاقا

هجن، تڏهن ٻه ساهه خدا تعالىٰ جي ذڪر کان غافل ناهي هوندو. سون ۽ چانديون قدمن تي نڇاور ڪيون وڃن ته ٻه دل جي ڌڙڪن ڪڏهن ٻه تيز نه ٿيندي آهي.

حقيقت اها آهي ته اهي خرقه پوش، زرد چهرن وارا ۽ وکريل وارن وارا دراصل ملڪن جا بادشاهه بي پرواهه هوندا آهن. جڏهن گوڏڙي پائي وتندا آهن ته سندن ڪاپي پاسي دنيا ۽ ساڄي پاسي آخرت بغل ۾ هوندي آهي. ائين ڀلا ڇونه هجي؟ جڏهن اهي ماڻهو خدا تعالىٰ جا فقير هجن، ماڻهو بي مثال هجن ۽ مردِ ڪمال هجن.

حضرت شيخ ابو القاسم قشيري رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه لکن ٿا ته "شيخ ابو علي دقاق رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه وٽ هڪ فقير آيو جنهن کي ڪرتو ۽ ٽاٽ جي ٽوپي پاتل هئي. سائين مان هڪ تفريحي انداز ۾ چيو ته اهو ٽاٽ جو ڪُرتو ڪيتري ۾ خريد ڪيو آهي؟ فقير جواب ڏنو ته "دنيا ڏئي خريد ڪيو آهي" ۽ وڪڻندڙ مون کي چيو ته ان کي مون وٽ وڪڻو ۽ آخرت وٺو، مگر مان نه وڪڻيو."

ملاحظو ڪريو ته ٽاٽ جو ڪرتو ۽ ٽوپيءَ جي قيمت ڇا هئي؟

شيخ امام ابوبڪر اسحاق ڪلاباذي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه لکن ٿا ته "شيخ ابوالحسين دراج رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه سرمي داني جي تلاش ۾ پنهنجي استاد جي ٽيڙن کي ڦلولڻ لڳو ته انهن ۾ چانديءَ جو هڪ ٽڪرو لڌائين. فرمائن ٿا ته مون کي ان تي سخت حيرت ٿي جڏهن استاد آيو ته مون عرض ڪيو ته توهان جي ٽيڙن ۾ مون کي چانديءَ جو هڪ ٽڪرو مليو آهي پاڻ فرمايائون ته تو ڏسي ورتو آهي؟ هاڻي ان کي ساڳئي جاءِ تي رکي ڇڏ. پوءِ چيائين ته ان کي تون کڻ ۽ ان مان

ڪجهه خريد ڪري وٺ. ان تي مون چيو ته توهان کي پنهنجي خدا جو قسم! مون کي ٻڌايو ته چانديءَ جي پويان ڪهڙو قصو آهي؟ فرمايائين ته الله تعاليٰ ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه مون کي چانديءَ ۽ سون جو ٽڪرو ڪونه ڏنو هيو. تڏهن مون چاهيو پئي ته مان وصيت ڪريان ته منهنجي مرڻ کان پوءِ ان ٽڪري کي منهنجي ڪفن ۾ وجهو وڃي ته جيئن مان اهو الله تعاليٰ کي واپس ڪري ڇڏيان.

﴿3﴾ **توبهه** : الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي ته "يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا تُوْبُوْا اِلَى اللّٰهِ تَوْبَةً نَّصُوْحًا" اي ايمان وارؤ! الله تعاليٰ ڏي توبهه لاءِ رجوع ڪيو پر توبهه نصوح جهڙي هجي.)

حضرت حسن بصري رَحْمَةُ اللهِ تَعَالىٰ عَلَيْه فرمايو آهي ته توبة نصوح دلي ندامت ۽ زبان سان استغفار ۽ هٿن پيرن کان ان گناهه واري فعل کي ترڪ ڪري ڇڏڻ جو نالو آهي. حضرت نبي اڪرم صَلَّى اللهُ تَعَالىٰ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو آهي ته جيتري اجاري کي ٿڌي پاڻي پيئڻ ۾ آساني ٿيندي آهي ان کان به وڌيڪ توبهه ڪرڻ واري کي موت جي وقت آساني ٿيندي آهي" حضور ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالىٰ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّم جن ارشاد فرمايو آهي ته جڏهن ٻانهو گناهن کان توبهه ڪندو آهي ته خدا ان جي محافظ فرشتن کان ان جي گناهن کي فراموش ڪرائي ڇڏيندو آهي ته جيئن قيامت ۾ خدا تعاليٰ سان اهو اهڙي حال ۾ ملي جو ان جي گناهن جو ڪوبه شاهد نه رهي.

حضرت سهل رَضِيَ اللهُ تَعَالىٰ عَنْه فرمايو آهي ته جڏهن ٻانهو نيڪي ڪري چوندو آهي ته اي رب! توئي مون کي نيڪيءَ جي توفيق ڏني آهي ۽ توئي منهنجي مدد ڪئي آهي ته خدا تعاليٰ ارشاد فرمائيندو آهي ته

تون فرمانبردار رهه تو منهنجو قرب حاصل ڪيو آهي ۽ اگر صرف چوندو آهي ته خدايا! مان عمل ڪيو آهي ته الله تعالىٰ فرمائيندو آهي ته مان ئي ته توکي عمل ڪرڻ تي قدرت ڏني آهي ۽ پوءِ الله تعالىٰ ان بندي کان منهن ڦيري وٺندو آهي ۽ جڏهن پانهو ڪو برو ڪم ڪندو آهي ۽ چوندو آهي ته توئي ته نافرماني ڪرائي آهي ۽ توئي برو ڪرايو آهي ۽ جيڪڏهن چوندو آهي ته اي منهنجا رب! مان پنهنجي جان تي ظلم ڪيو آهي. مان برو ڪيو آهي مان قصوروار آهيان ته خدا تعالىٰ جو ارشاد ٿيندو آهي ته مان توکي بخشي ڇڏيو ۽ تنهنجي پرده پوشي ڪري ورتي. (نزهة المجالس ج 2 ص 88)

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته حضرت موسىٰ على نبينا وعليه الصلواة والسلام فرمايو ته اي رب! تون پروردگار آهين. باعظمت آهين، جيڪڏهن تون چاهين ها ته تنهنجي سؤ سيڪڙو اطاعت ٿئي ها ۽ جيڪڏهن تون چاهين ها ته تنهنجي نافرماني ڪرڻ جو نالو به موجود نه هجي ها. اي رب! ڪهڙي ڳالهه آهي؟ ان جي ڇا ماجرا آهي؟ خدا تعالىٰ حضرت موسىٰ على نبينا وعليه الصلواة والسلام ڏانهن وحي موڪليو ته جو ڪجهه مان ڪندو آهيان مون کان ان جي باري ۾ ڪوبه پڇاڻو ڪرڻ وارو ڪونهي ۽ انهن سڀني کان باز پرس ٿيندي. (نزهة المجالس ج 2 ص 88)

صوفين توبهه جي باقاعدي تلقين به ڪئي آهي ۽ تعليم به ڏني آهي. حضرت شيخ عبدالله انصاري رحمة الله تعالىٰ عليه لکن ٿا ته "توبهه رستي جو نشان آهي ۽ محبوب جي وصال جي هڪ رمز آهي ان سان دعا جي قبوليت ٿيندي آهي."

قرآن شريف جي مطالعي مان جيڪو توبهه جو هڪ خاڪو اڀري ٿو. اهو ڪجهه اهڙي نموني آهي ته انسان جهالت ۽ ناداني جي

بنياد تي جيڪي گناهه ڪري ٿو ويهي. پوءِ ان ڪي پنهنجي گناهن جو شديد احساس ٿئي ٿو ته هو پنهنجي گناهن جي خدا تعالىٰ جي آڏو شرمندگيءَ جو اظهار ڪري ٿو ۽ پوءِ اڳتي گناهه ڪرڻ کان پرهيز ڪرڻ جو خدا تعالىٰ سان هڪ انجام ڪري ٿو. جنهن کي توبهه چيو ويندو آهي. قرآن شريف ۾ هڪ هنڌ آيل آهي ته پوءِ توهان جو رب اهڙن ماڻهن جي لاءِ جن جهالت سبب برا ڪم ڪيا پوءِ توبهه ڪري ورتائون ۽ (آئنده لاءِ) پنهنجا عمل صحيح بڻائي ورتائون ته تنهنجو رب ان کان پوءِ ڪين بخش ڪرڻ وارو ۽ وڏي رحمت ڪرڻ وارو آهي." (سورة النحل)

حضرت انس رضي الله تعالىٰ عنه کان روايت آهي ته رسول الله صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهن جي توبهه ڪرڻ مان تمام گهڻو خوش ٿيندو آهي، جيڪڏهن توهان مان ڪنهن شخص جي سواري گم ٿي وڃي ڪنهن صحرا ۾ جنهن تي توهان جو کاڌو پيتو به رکيل هجي ۽ اهو نا اميد ٿي وڃي ۽ پوءِ صحرا ۾ ڪنهن وڻ جي هيٺان مايوس ٿي موت جو انتظار ڪري رهيو هجي. ۽ اهو اوچتو پنهنجي سواري کي ڏسي وٺي، جيڪا سندس ويجهو اچي بيهي ته انهيءَ (شخص) جي ڇا ڪيفيت هوندي؟ (۽ اهو ٿڌا ساهه ڀريندي چوندو آهي ته) اي الاهي! مان تنهنجو ٻانهو آهيان ۽ مان تنهنجو رب آهيان!!! (خوشي جي سبب ڪري آداب ئي وساري ويهندو آهي.)

"پراڻو دوست سڀ کان بهتر آئينو آهي."

(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

**اڄو تہ صوفين جي موقف تي پرکيون تہ اهي توبہ جي باري ۾ ڇا چئي رهيا آهن.**

﴿1﴾ توبہ جا ٽي رڪن هوندا آهن. دل ۾ پشيماني ٿيڻ، زبان تي پڇتاءُ ٿيڻ ۽ برائين کان پرهيز ڪرڻ. (شيخ عبدالله انصاري)

﴿2﴾ گناهہ جي ذلت کي پنهنجي دل مان ائين ڪڍي ڇڏجي جو ڄڻ ان جو نالو نشان بہ تنهنجي دل ۾ نہ رهي. (شيخ ابوبڪر بن ابو اسحاق ڪلاباذي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿3﴾ توکي الله تعاليٰ جو ڊپ ۽ خوف ان ڪري رهي جو اهو توتي قادر آهي ۽ توکي الله تعاليٰ جو خوف ۽ ڊپ ان لاءِ رهي جو اهو تنهنجي ويجهو آهي ۽ ان جي ڏسڻ جي شرم کان گناهن کان پاسو ڪرين. (شيخ مغازلي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿4﴾ دل جو گناهہ کان پاڪ ٿي وڃڻ توبہ آهي. (امام غزالي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿5﴾ توبہ اها آهي تہ جهڙي طرح تون پهريان الله تعاليٰ کي پٺي ڏيون بيٺو هئين ۽ ان طرف توجهہ نہ پئي ڪيئي، هاڻي ان طرف همہ تن مائل ٿي وڃ، متوجهہ ٿي وڃ ۽ ان کي پٺي ڏيڻ جي ڪوشش نہ ڪر. (شيخ ابوبڪر بن ابو اسحاق ڪلاباذي رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿6﴾ زمين ايتري ڪشادي هوندَي، تو مٿان تنگ ٿي وڃي ۽ توکي ڪٿي بہ چين آرام ميسر نہ اچي بلڪ تنهنجو نفسُ توتي تنگ اچي وڃي ۽ تون توبہ ڪري وڃهين. (حضرتؒ ذوالنون مصري رحمة الله تعالیٰ عليه)

﴿7﴾ جڏهن تون گناهہ جو ذڪر ڪرين ۽ ان ذڪر ڪرڻ سان توکي گناهہ جو مٺاڻ محسوس نہ ٿئي تہ اها توبہ آهي. (شيخ بوشجني رحمة الله تعالیٰ عليه)

# تقويٰ

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ته ۽ بهرحال جيڪو پنهنجي رب جي سامهون پيش ٿيڻ کان ڊڄي ۽ پنهنجي نفس کي خواهش نفساني کان باز رکي ته بيشڪ جنت ئي (ان جو) ٺڪاڻو آهي.“

حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو آهي ته حضرت نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جيڪو شخص خدا تعاليٰ کان ڊڄندو آهي ته اهو قوي حالت ۾ زندگي بسر ڪندو آهي ۽ خدا تعاليٰ جي ملڪ ۾ امن سان گهمندو آهي. حضرت لقمان رضي الله تعاليٰ عنه کان ان جي پٽ دريافت ڪيو ته ڪهڙي خصلت بهتر آهي؟ لقمان وراڻيو ته دينداري. پوءِ پڇيائين ته جيڪڏهن ٻه خصلتون هجن ته؟ حضرت لقمان رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته دينداري ۽ مال. پڇيائين ته جيڪڏهن ٽي هجن ته پوءِ؟ حضرت لقمان رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته دينداري، مال ۽ شرم. وري پڇيائين ته جيڪڏهن چار خصلتون هجن ته پوءِ؟ حضرت لقمان رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته خوش خلقي. وري پڇيائين ته جيڪڏهن پنج خصلتون هجن ته پوءِ؟ ته ان فرمايو ته سخاوت. وري پڇيائين ته بابا، جيڪڏهن ڇهه هجن ته پوءِ؟ حضرت لقمان رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته اي پيارا پٽ! اگر اهي پنج خصلتون ڪنهن ۾ ٻه گڏ موجود ٿي وڃن ته پوءِ اهو شخص متقي سڏرائيندو ۽ پوءِ اهو شخص خدا تعاليٰ جو دوست ۽ شيطان جو دشمن آهي.

هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ علي نبينا و عليه الصلوٰة والسلام پنهنجون ٻڪريون چاريندي نڪتو ۽ هڪ وڏي ميدان ۾ وڃي پهتو، جتي

تمام گهٽا بگهڙ هئا. حضرت موسیٰ علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام کي نند جو غلبو صادر ٿيو ۽ اهو ان سوچ ۾ حيران هيو تہ جيڪڏهن ٻڪرين جي نگهباني ۾ مشغول ٿو ٿيان تہ نند جو غلبو بيوس بڻائي ڇڏي ٿو ۽ جيڪڏهن سمهان ٿو تہ بگهڙ رڍن کي کائي چيري ڦاڙي ختم ڪري ڇڏيندا. انهيءَ خيال ۾ حضرت موسیٰ علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام آسمان جي طرف ڏٺو ۽ هيءَ دعا پڙهي "اِحَاطَهٗ عِلۡمُكَ نَفَذَتۡ اِرَادَتُكَ وَ سَبَقَ تَقۡدِيۡرُكَ" ان کان پوءِ سمهي پيو. جڏهن بيدار ٿيو تہ ڏٺائين تہ سبحان الله! هڪ بگهڙ آهي جنهن جي ڪلهي تي حضرت موسیٰ علیٰ نبینا وعلیہ الصلواة والسلام جي لٺ رکيل آهي ۽ اهو ٻڪرين جي نگهباني ڪري رهيو آهي. انهيءَ تي حضرت موسیٰ علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام کي وڏو تعجب ٿيو. خدا تعالیٰ سندن ڏانهن وحي موڪلي تہ اي موسیٰ علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام توهان منهنجي لاءِ ائين ٿي ويؤ، جيئن مان چاهيان پيو تہ پوءِ مان توهان جي لاءِ ائين ٿي ويم، جيئن توهان چاهيو. (نزهة المجالس ج اول ص 193)

نافرماني کان بچڻ ۽ خدا تعالیٰ جي حڪمن جي حفاظت ۽ پيروي ڪرڻ کي "تقویٰ" چئبو آهي. اسلام ۾ اول کان آخر تائين جنهن شيءِ تي زياده زور ڏنو ويو آهي. اها تقویٰ ئي آهي. هدايت کي حاصل ڪرڻ، اعمال جي قبوليت ٿيڻ، خدا تعالیٰ جي محبت حاصل ڪرڻ، دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي جي طلب رکڻ جهڙيون سموريون ڳالهيون تقویٰ جي زمري ۾ اچن ٿيون. شينهن گاهہ ناهي کائيندو ۽ ٻڪري گوشت ناهي کائيندي. دراصل اها ئي تقویٰ آهي ڪوڙي ۽

مٿي سمنڊن جو پاڻ ۾ ٽڪرائجڻ مگر پاڻ ۾ نہ ملڻ، پنهنجي الڳ الڳ حيثيت. قائم ۽ برقرار رکڻ واري شيء ئي تقويٰ آهي. ماءُ سان ۽ زال سان رشتن ۾ فرق ئي اصل تقويٰ آهي. پيءُ ۽ پٽ سان ڳالهائڻ جي طريقہ ڪار تي آداب ئي اصل ۾ تقويٰ آهي.

تقويٰ ٽن شين ڪي جنم ڏيندي آهي.

﴿1﴾ خدا تعاليٰ جي موجودگي جو احساس.

﴿2﴾ خدا تعاليٰ جي حضور ۾ حاضر ٿيڻ جو خوف.

﴿3﴾ رب تعاليٰ جي غضبناڪ هجڻ جو ڊپ.

اهي ٽئي شيون انسان جي سيرت ۾ لازمي هونديون آهن.

حضرت شيخ ابو عثمان مغربي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمائن ٿا تہ "تقويٰ اها آهي تہ ٻانهو پنهنجي حدن ۾ رهي ۽ ڪابہ ڪوتاهي نہ ڪري نہ پنهنجي حد اورانگهي.

حضرت شيخ بهاؤالدين نقشبند رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمائن ٿا تہ "مان زندگيءَ ۾ ٻہ ڀيرا تمام گهڻو حيران ٿيم. هڪ شخص ڪي مون ڪعبة الله جي طواف وقت خدا تعاليٰ کان غافل ڏٺم تہ ڏاڍو گهڻو حيران ٿيم، مگر ان حيرت کان ٻہ وڌيڪ حيرت مون کي ان وقت ٿي جڏهن بخارا جي واپاري کي ڪپڙو وڪڻندي خدا تعاليٰ جي ياد ۾ مصروف ڏٺم."

صوفي، وردن ۽ وظيفن سان ناهي ٿيندو بلڪہ واردات سان ٿيندو آهي." (حضرت ابوالحسن سيرواني رحمۃ اللہ علیہ)

ان مان صاف ظاهر آهي تہ تقويٰ ئي صوفيءَ جو ثمر آهي.

حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما کان تقويٰ جي باري ۾ پڇيو ويو ته پاڻ فرمايائون ته ”جيڪڏهن تون اهڙي واٽ تان گذري رهيو آهين، جنهن جي ڪاپي ساڄي خاردار تارون آهن ته ڪيئن گذرندين؟ ته جنهن شخص کان سوال فرمايائون ته ان وراڻيو ته قبله! مان پنهنجا ڪپڙا ويڙهي هٿ ۾ رکندس ته متان ڪنهن تار ۾ ڦٻجي ڪو منهنجو ڪپڙو ڦاٽي نه پوي. حضرت عبدالله بن عمر رضي الله تعالىٰ عنهما فرمايو ته اها ئي اصل تقويٰ آهي.

حضرت شيخ ذوالنون مصري رحمة الله تعالىٰ عليه جن کان پڇيو ويو ته ”بندي جي لاءِ خوف جي راهه ڪڏهن آسان ٿيندي آهي؟ فرمايائون جڏهن اهو پنهنجو پاڻ کي بيمار سمجهي ۽ ان ڊپ کان ته ڪٿي بيماري طول نه پڪڙي اهو هر شيءِ کان پرهيز ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.“

صوفين سڀني پنهنجي پوئلڳن ۾ زياده کان زياده خدا تعالىٰ جو خوف پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اگر اها شيءِ پيدا ٿي وڃي ته انسان سمورن گناهن کان آجو ٿي سگهي ٿو. ڇوته گناهه ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا اهڙا گناهه هوندا آهن جن جي ڪرڻ سان اسلام ۾ حد يا تعزير لاڳو ٿيندو آهي. مثال طور تي حسد، بغض، ڪينو، رياءُ وغيره. اهڙن گناهن تي اسان صرف ۽ صرف پنهنجي دل ۾ خدا تعالىٰ جو خوف ئي پيدا ڪري ڪنٽرول ڪري سگهون ٿا.

جيڪڏهن ڪو شخص گناهه ڪرڻ کان ان لاءِ باز اچي وڃي ٿو ته خدا هر هنڌ موجود آهي، ان جي موجودگي ۾ ان جي نافرماني ڪرڻ هڪ سنگين جرم آهي ته اها ئي ”تقويٰ“ آهي. اگر ڪنهن

گناهہ کان ان لاءِ بچڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هيءَ ڊرتي تہ خدا جي آهي، مون کي تہ اتي وڃي گناهہ ڪرڻ گهرجي جيڪا زمين خدا جي نہ هجي ۽ اهو گناهہ ڪرڻ کان پري ٿي ويو تہ اهو ئي "تقويٰ" جو عروج آهي. مان گناهہ ڪيئن ڪريان؟ قيامت جي ڏينهن ان جي پڇاڻي کان نہ بچي سگهندس ۽ اهڙي خيال جو نالو ئي "تقويٰ" آهي.

صوفين وٽ اها ئي ڳالهہ پروان چڙهيل آهي تہ خدا تعالىٰ جو خوف ئي اهڙي شيءِ آهي جيڪا انسان کي جهنم جي باهہ کان پري رکي سگهي ٿو تہ حضرت خواجہ حسن بصري رحمة الله تعالىٰ عليه کان پڇيو ويو تہ " انهن ماڻهن جي مجلس جي باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي جيڪي مجلسون ڏيڃاري ڏمڪائي اسان جي دلين کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندي آهن. پاڻ فرمايائون تہ اهڙن ماڻهن جي صحبت اختيار ڪيو، جيڪي اڄ توهان کي ڏيڃاري سڀاڻي جي خوف کان ڇوٽڪارو ڏيارين. اها صحبت انهن ماڻهن جي صحبت کان بهتر آهي جيڪي اڄ توهان کي بي خوفيءَ جو سبق ڏئي، سڀاڻي توهان کي دردناڪ خوف ۾ مبتلا ڪن. (ڪيمياء سعادت امام غزالي رحمة الله عليه)

صوفي سڳورن وٽ ڪنهن جڳهہ تي بہ خدا تعالىٰ کان بي خوفي ۽ لاپرواهي جو سبق ڏنل ڪونهي، اهي هر وقت خود احتسابي جو سبق ڏيڻ ۾ مشغول رهندا آهن هميشہ الرٽ رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ ٻئي کي بہ تلقين ڪندا آهن. انهن وٽ ڪوئي شخص، ڪوئي مقام ۽ ڪوئي عمل اهڙو نہ هوندو آهي جنهن کي سرانجام ڏئي، انسان اهو محسوس ڪري تہ مان هاڻي نافرماني ۽ گناهہ ڪرڻ کان بلڪل محفوظ ٿي ويو آهيان.

بلڪ انسان ڪي سبق ڏنو اٿائون ته اهو خوف ۾ مبتلا رهندو اچي. ۽ جنهن تي خدا جو خوف حاوي هوندو آهي ته ان کي دنيا جو ۽ دنيا جي مصيبتن جو ڪوبه خوف ناهي هوندو. صوفين کي هميشه اهو ئي خوف هوندو آهي ته خدا نه ڪري ڪو پير ترڪي وڃي ۽ ماڻهوءَ جي سڄي زندگي واري ڪئي ڪمائي مٽيءَ ۾ ملي وڃي. حضرت حاتم اصم رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہ فرمائن ٿا ته ڪنهن هڪ جڳهه تي ٺوڪو کائڻ جو ته جنت کان وڌيڪ ڪا به نيڪ جڳهه ناهي هوندي پوءِ به ان ۾ حضرت آدم علیٰ نبینا و علیہ الصلوٰۃ والسلام تي جيڪا گذري سا گذري. نه گهڻي عبادت تي غرور ڪر ڇو ته ابليس سان جيڪو ڪجهه ٿيو، اهو به اهڙيءَ طرح گهڻي عبادت کان پوءِ ٿيو. صالحن جي صحبت ۽ ديدار تي به ڀروسو نه ڪر ڇو ته حضور ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تعالیٰ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن کان وڌيڪ ڪنهن جو شان ٿي سگهي ٿو؟ مگر سندن رشتيدار به سندن ديدار مان فائدو حاصل نه ڪري سگهيا.

(رسالہ قشيريہ)

خوف ۽ تقويٰ اختيار ڪرڻ ۾ نه صرف شيطان تي نظر رکڻ ڪافي آهي ته ڪٿي ڪو وهم گمان يا تڪبر غرور پيدا ڪري ڪنهن اوجهڙ ۾ وجهي، پر ان کان وڌيڪ پنهنجي نفس جي نگراني تمام ضروري آهي جيڪو هٿين خالي هوندي انسان سان لڙندو آهي. تي خارجي دشمن کان اهو داخلي دشمن تمام گهڻو زياده خطرناڪ آهي. اندر مان پيدا ٿيندڙ بيماري ٻاهرين لڳل زخمن کان زياده خطرناڪ هوندي آهي ان ڪري حضرت ابو عمرو دمشقي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہ متقي ۽ خدا جي خاص ٻانهي جي باري ۾ فرمائي ٿو

تہ ”خائف“ اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي نفس کان پنهنجي دشمن (شيطان) جي بنسبت زياده خوف کائيندو هجي.

(تعارف ابو اسحاق ڪلاباذي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه)

خوف ۽ تقوىٰ جا قسم بيان ڪندي امام غزالي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا تہ ” شهوت کان باز رهڻ عفت، حرام کان دور رهڻ ورع ۽ شڪ ۽ شبهي واري حلال کائڻ کان بہ روڪڻ کي ”تقوىٰ“ سڏيو ويندو آهي.

(ڪيمياء سعادت)

حضرت ابو القاسم قشيري رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه لکن ٿا تہ ”خائف ان کي نہ چيو ويندو آهي جيڪو هميشہ روئندو هجي ۽ پنهنجون اکيون اگهندو رهي پر خائف تہ ان کي چيو ويندو آهي جيڪو ان شيءِ کي ڇڏي ڏئي، جنهن کان ڪيس عذاب جو ڊپ هجي.

حضرت احنف بن قيس رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جو چوڻ آهي تہ منهنجي دل ۾ گناهہ جو خيال ايريو مان پنهنجي آڱر ٻرندڙ ڏيئي تي رکي ڇڏي ۽ چيو تہ نفس تہ هڪ ڏيئي جي باهہ نہ ٿو سهي سگهي اهو جهنم کي ڪيئن برداشت ڪندو ۽ اهڙي طرح منهنجي ذهن مان گناهہ جو خيال يڪدم ختم ٿي ويو. انهن جو ٻيو واقعو آهي تہ ويٺي ويٺي خبر ناهي الائي ڪهڙو خيال آيو جو مون پنهنجي عمر جو اندازو لڳايو تہ سٺ سال نڪتي ۽ ايڪيهہ هزار پنج ڏينهن ٿيا ۽ هڪ ڏينهن ۾ هڪ گناهہ ليکو ڪيم جيڪو گهٽ ۾ گهٽ ايڪيهہ هزار پنج گناهہ ٿيا اهو سوچيندي غش ٿي ويم ۽ بيهوش ٿي ويم.“

حضرت شيخ جنيد بغدادي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جو حقيقي مامون ۽ مرشد شيخ سري سقطي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا تہ ”مان روزانو پنهنجي ڇهري تي

نظر ڦيرائي ڏسندو آهيان ته ڪٿي منهن سياهه ته نه ٿي ويو آهي.“
(ڪيمياءِ سعادت)

حقيقت آهي ته خدا جو خوف هجي ته ڪوبه پَلُ غفلت ۾ نه ٿو گذري سگهي ۽ حقيقت اها آهي ته جيڪڏهن دل ۾ خدا تعالىٰ جو خوف هجي ته وڏي ۾ وڏن حملا آورن کي به انهيءَ قلعي ۾ محفوظ رهي ناڪام موٽائي سگهجي ٿو. تيز ۽ خطرناڪ هٿيار کي به انهيءَ ڍال سان منڍو ڪري سگهجي ٿو ۽ مهلڪ کان مهلڪ زهر کي به ترياق ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو. جيئن شيخ عبدالله انصاري رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه فرمائن ٿا ته ”خوفِ الاهي ايمان جو قلعو، حرص ۽ هوس جي لاءِ ترياق ۽ مومن جو هٿيار آهي. (صدِ ميدان)



”جاهلن جي صحبت کان پرهيز ڪريو. انهن کان پري رهو ۽ انهن کي پاڻ کان به پري رکو ڇوته ڪافي جاهلن عقلمندن کي تباهه ڪيو آهي.“ (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# اخلاص

اسلام ۾ سمورن عملن جو دارومدار اخلاص تي آهي. سنڌيءَ ۾ اخلاص جي معنىٰ خلوص جي حساب سان ورتي ويندي آهي جنهن جي معنىٰ آهي سچائي!! اهو عمل، عمل ئي ناهي جنهن ۾ اخلاص جي بوءِ موجود نہ هجي. زندگي ڀر جي عبادت بيڪار بنجي ويندي آهي، جڏهن ان ۾ اخلاص موجود نہ رهي. انسانن جا تعلقات جيڪڏهن اخلاص تي ٻڌل هجن تہ پائيدار رهندا آهن تہ پوءِ انسان جو پنهنجي خدا سان تعلق اخلاص کان سواءِ ڪيئن قائم رهي سگهندو. سمورن نبين پنهنجي ڪم جي شروعات ۾ ماڻهن جي مٿان اهو واضح ڪيو تہ "مان توهان کان ڪنهن بہ خدمت جو حق نہ ٿو گهران، منهنجو اجر تہ الله تعالىٰ وٽ ئي محفوظ آهي. قرآن مجيد رياءَ ڪاري واري عمل کي منافقن جو فعل قرار ڏني ٿو. ڪوبہ شخص جيڪڏهن ڏيکاءَ لاءِ مال خرچ ڪري تہ اهو ڪنهن اجر ۽ ثواب جو مستحق ناهي هوندو. قرآن مجيد ان غلط فعل جي وضاحت انهن لفظن ۾ ڪئي آهي تہ "جيڪو پنهنجو مال محض ماڻهن جي ڏيکارڻ واسطي خرچ ڪندو آهي ۽ الله تي ۽ آخرت تي ايمان نہ رکندو آهي تہ ان جي خرچ ڪرڻ جو مثال ائين آهي جيئن هڪ ٽڪري هئي. جنهن تي مٽيءَ جو تهہ جميل هيو. ان تي جڏهن زور جي برسات پئي تہ ساري مٽي ڦهلجي ويئي ۽ ٽڪري صاف رهجي ويئي. (سورة البقره)

حديث ۾ آيل آهي تہ جيڪو شخص ڏيکاءَ لاءِ نماز پڙهي تہ اهو مشرڪ آهي ۽ جو شخص ڏيکاءَ لاءِ روزا رکي تہ اهو بہ شرڪ جو مرتڪب ٿئي ٿو ۽ جنهن ماڻهن کي ڏيکاءَ لاءِ صدقو ۽ خيرات ڏني تہ

اهو بہ مشرڪ آهي. (مشكواة باب الصدقة)

دين خلوص ۽ اخلاص جو ٻيو نالو آهي جنهن ۾ اخلاص ناهي ان ۾ دين ناهي، نماز، وضو، حج يا زڪواة هجي يا صدقو ۽ جهاد هجي انهن سڀني جو بنياد جيڪڏهن اخلاص تي ناهي تہ ڪجهہ بہ ناهي. شيطان جي پهرئين اوليت اها آهي تہ انسان کي رحمٰن جي معاملي ۾ اخلاص کان محروم ڪيو وڃي ۽ نتيجي جي طور تي نماز محض ڊيوٽي بڻجي رهجي وڃي، حج صرف سفر جي تڪليفن تائين محدود رهجي وڃي. جهاد بهادري جي صرف علامت بڻجي وڃي ۽ صدقو صرف شهرت جو وسيلو برقرار رهي.

تجربو گواهہ آهي تہ اهو ٻوٽو هرگز ڦٽي نہ ٿو سگهي جيستائين ان کي پاڻي نہ ملي. حضرت علي ڪرم الله تعالىٰ وجهہ الڪريم فرمائن ٿا تہ "يا الاهي! مان جهنم جي خوف يا جنت جي لالچ ۾ تنهنجي عبادت نہ ٿو ڪريان بلڪہ مان عبادت ان لاءِ ڪندو آهيان جو تون ان جو مستحق آهين."

صوفين سڳورن بہ هميشہ اهڙي اخلاص کي عام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، تصوف جڏهن پنهنجي ڪم جو آغاز ڪيو هيو تہ بہ ائين نہ هيو تہ نماز پڙهڻ ۽ روزي رکڻ وارا ماڻهو نہ هئا. سڀ ڪجهہ هيو ليڪن محض رسمي هوندو هيو. جنهن ۾ اخلاص نہ هوندو هيو ۽ صوفين ڪوششون وٺي اخلاص پيدا ڪيو.

شيخ عبدالله انصاري الهروي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ اخلاص جي موضوع تي بحث ڪندي لکن ٿا تہ "اخلاص جا ٽي قسم آهن.

(1) اخلاصِ شهادت : اها اسلام ۾ آهي.

(2) اخلاصِ خدمت : اها ايمان ۾ آهي.
(3) اخلاصِ معرفت : اها حقيقت ۾ آهي.
اخلاصِ شهادت جا ٽي گواهہ آهن.
(1) الله تعالىٰ جي عبادت ۾ مخلوق کي نہ ڏسڻ.
(2) نبي ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جي سنت جي پاسداري ڪرڻ.
(3) الله تعالىٰ جي اطاعت ۾ پاڻ کي گم ڪرڻ.
اخلاصِ معرفت جا بہ ٽي گواهہ آهن.
(1) اهو خوف جيڪو گناهن کان روڪڻ وارو هجي.
(2) اها اميد جيڪا اطاعت تي ثابت قدم رکي.
(3) اها محبت جيڪا حڪمِ الاهي سان موافقت رکندڙ هجي."

(صدِ ميدان)

ابو محمد رويم بغدادي رحمة الله تعالى عليه فرمائن ٿا تہ " اخلاص اهو آهي تہ پنهنجي عمل کي ڏسڻ ڇڏي ڏجي."

انسانيت جي نرڙ تي بدترين داغ اهو آهي تہ انسان جي ظاهر ۽ باطن ۾ مطابقت نہ هجي.

زباني عشق جي دعوىٰ مگر دل ۾ "فسق" پريل هجي. نرڙ تي بظاهر عبادت جي باعث ڪاري رنگ جو محراب نُهيل هجي ليڪن دل تي ان کان بہ وڏيڪ داغ موجود هجي.

انسان جي جلوتِ رحماني مگر خلوتِ شيطاني هجي، ڏسڻ ۾ انسان ۽ پرکڻ ۾ حيوان ثابت ٿئي. ڏينهن خشڪيءَ تي گذرن ۽ راتيون آليون هجن. انهيءَ غلط ڪاريءَ کي صوفين هم آهنگي ۽ يڪسانيت ۾ بدلائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي.

حضرت حذيفہ مرعشي رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ فرمائن ٿا تہ "اخلاص اهو آهي تہ ٻانهي کي ظاهر ۽ باطن ۾ يڪسانيت ميسر هجي." (رسالہ قشيريہ)

حضرت ذوالنون مصري رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ اخلاص جون نشانيون بيان ڪندي فرمائن ٿا تہ : "اخلاص جون ٽي نشانيون آهن. عوام جي تعريف يا مذمت ٻانهي جي نظر ۾ برابر هجي، اعمال ۾ پنهنجي عملن کي ڏسي ويساري ڇڏي، آخرت ۾ پنهنجي صِلي جو بي قراري سان منتظر نہ هجي." (رسالہ قشيريہ)

حضرت ابو يعقوب سوسي رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ فرمايو تہ خالص عمل اُهو آهي ، جنهن جو فرشتن کي بہ پتو نہ پوي جو ڪجهہ لکي سگهن ۽ نہ شيطان کي ئي خبر پوي جو بگاڙي سگهي ۽ نہ ئي نفس کي علم هجي جو ان تي فخر ڪري سگهي. (تعارف ابو اسحاق ڪلاباذي رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ )

حضرت سهل بن عبدالله تستري رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ فرمائن ٿا تہ "دريافت ڪيو ويو تہ نفس تي ڪهڙي شيءِ ڏکي لڳندي آهي؟ فرمايائون تہ اخلاص! ڇوتہ ان ۾ نفس جو ڪوبہ حصو ناهي هوندو. (رسالہء قشيريہ)

منهنجا مولا! جيڪڏهن تون اهو ڄاڻين ٿو تہ مان تنهنجي عبادت تنهنجي ڏاهيل جهنم جي خوف ڪان ڪيان ٿو تہ مون کي ان جو ٻارڻ بڻائي ڇڏ. اگر تون ڄاڻين ٿو تہ مان تنهنجي عبادت جنت جي لالچ ۾ ڪندو آهيان تہ مون کي ان کان بلڪل محروم ڪري ڇڏ ۽ جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تہ منهنجي عبادت تنهنجي ديدار جي شوق ۾ آهي تہ پوءِ تنهنجو جيڪو جيءُ گهري اهو مون سان سلوڪ ڪر." (حضرت علي بن الموفق رَحمَۃُاللہِ تعالیٰ عَلَيْہِ)

هڪ ڀيري امير بن عمرو بن ليث سخت بيمار ٿي پيو. سمورن حاذق حڪيمن کان علاج ڪرايائين مگر

مرض بڑھتا گیا جوں جوں دوا کی!!!

اميرن ۽ وزيرن بادشاهه سلامت جي طبيعت ڏينهوڏينهن بگڙجندي ڏسي .کيس مشورو ڏنو ته هاڻي دوائون ڪو به ڪم ڏيکاري نه سگهيون آهن، ان ڪري دعائن جو سهارو وٺجي؟ تنهن تي ڪين بادشاهه اجازت ڏني ۽ ان وقت وزير حضرت سهل بن عبدالله تستري رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جن وٽ پهتا. جن جون دعائون الله تعالیٰ قبول فرمائيندو هيو. حضرت سهل بن عبدالله تستري رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه کي بادشاهه وٽ وٺي آيا. حضرت سهل بادشاهه جي پاسي ۾ ويهي رهيا ۽ فرمايائون ته دعا ان شخص جي باري ۾ منهنجي قبول ٿيندي آهي، جيڪو توبهه ڪري الله تعالیٰ جي طرف لاڙو ڪائيندو آهي.

هن وقت تنهنجي قيدخاني ۾ ڪيترائي بي گناهه قيد آهن. جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته منهنجي دعا تنهنجي حق ۾ قبول ٿئي ته پهريان انهن سڀني کي آزاد ڪر ۽ پوءِ خلوص ۽ اخلاص سان الله تعالیٰ جي بارگاهه ۾ توبهه ڪر.

بادشاهه سمورن قيدين کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ پوءِ دل جي سچائيءَ سان توبهه تائب ٿيو ان کان پوءِ حضرت سهل رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه دعا جي لاءِ هٿڙا کنيا ۽ فرمايائين ته الاهي! جهڙي طرح تو هن کي گناهن جي ذلت ڏيکاري آهي اهڙي طرح کيس اطاعت جي عزت ڏيکاريس ۽ هن کي ظاهر ۾ صحت عطا فرماءِ جيئن جيئن پاڻ دعا گهرندا ويا، بادشاهه ٺيڪ ٿيندو ويو.

ان سهل بن عبدالله تستري رحمة الله تعالیٰ علیہ جن جي قدمن تي بيشمار هيرن ۽ جواهرن جا ڍير لڳائي ڇڏيا. ليڪن پاڻ انهن کي ٺوڪر هڻي فرمايائون ته مون کي هنن شين جي ڪابه ضرورت ناهي. جڏهن گهر لاءِ واپس ٿي رهيا هئا ته رستي ۾ هڪ مريد عرض ڪين ته قبله! ڪجهه قبول ڪرڻ فرمايو ها ته گهٽ ۾ گهٽ قرض پڪو ته لهي پئي ها. پاڻ فرمايائون ته يعني توهان کي مال ۽ سون گهرجي!!!

ٿورڙو سامهون ڏس!! مريد سامهون واري سڄي ميدان ۾ ڏٺو ته جواهرن جا ڍير لڳا پيا هئا. مريد ششدر رهجي ويو ۽ پاڻ فرمايائون ته "جنهن کي الله تعالیٰ سڀ ڪجهه عطا ڪري ڇڏيو هجي ته اهو ڀلا مخلوق کان ڇا گهرندو؟!!!

هڪ ڀيري حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله تعالیٰ علیہ حج بيت الله جي لاءِ تشريف فرما ٿي ويا ماڻهن ڪين ڏٺو ته پاڻ حرمِ ڪعبه جي اندر سجدو ڪري هيءَ دعا گهري رهيا هئا ته "اي الله! مون کي بخشي ڇڏ ۽ جيڪڏهن مان سزا جو حقدار هجان ته قيامت جي ڏينهن مون کي انڌو ڪري اٿارجانءِ ته جيئن نيڪن جي سامهون مون کي شرمسار ٿيڻو نه پوي.

"جڏهن ڪنهن جي احسان جو بدلو ادا ڪرڻ کان توهان جا هٿ قاصر آهن ته زبان سان ان جو شڪريو ضرور ادا ڪريو."
(حضرت علي المرتضیٰ رضی اللہ عنہ)

# صبر

خدا تعاليٰ جو ارشاد آهي ته "اِنَّمَا يُوَفَّى الصَّابِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ ○

(يعني صابرن کي انهن جي (صبر جو) بي حساب اجر ملندو.)

حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ارشاد فرمايو آهي ته جڏهن منهنجن پانهن مان ڪنهن پانهي جي مٿان مصيبت اچي، ان جي بدن، مال ۾ يا اولاد ۾ ڪا مصيبت اچي ته اهو صبر جميل سان ان جو استقبال ڪري جيئن قيامت جي ڏينهن مون کي ان کان شرم نه اچي جو مان ان جي لاءِ اعمالنامي واري تارازي سڌي ڪريان يا مان ان جو اعمال نامو ڦهلائي ڏسان. (نزهة المجالس ج اول ص 132)

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما کان روايت آهي ته. حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته جيڪو خدا تعاليٰ جي فرض ادا ڪرڻ تي صبر ڪندو آهي ۽ ثابتِ قدم رهندو آهي ته ان کي ٽي سؤ درجا ملندا آهن ۽ جيڪو خدا تعاليٰ جي ممنوعات کان بچڻ تي صبر ڪندو آهي ۽ ثابت قدم رهندو آهي ته انِ کي ڇهه سؤ درجا ملندا آهن ۽ جيڪو مصيبت تي صبر ڪندو آهي ته ان کي نوَ سؤ درجا ملندا آهن. (نزهة المجالس ج اول ص 132)

ڪنهن عارف جو قول آهي ته صبر جا ٽي درجا آهن.

﴿1﴾ شڪايت کي ڇڏي ڏيڻ اهو صبرِ جميل آهي ۽ اهو تابعين جو درجو آهي.

﴿2﴾ تقدير تي راضي رهڻ ۽ اهو زاهدين جو درجو آهي.

﴿3﴾ جو ڪجهه خدا تعاليٰ ڪري ان سان محبت ڪرڻ ۽ اهو صديقين جو درجو آهي.

حضرت عبدالله بن سلام رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته جڏهن قيامت ٿيندي ته هڪ مُنادي ندا ڪندو ته صبر ڪرڻ وارا بيهي رهو. ڪجهه ماڻهو بيهي رهندا. انهن کي حڪم ڪيو ويندو ته جنت ۾ وڃو. اهي فرشتن کان پڇندا ته ڪاڏي هلئون. فرشتو چوندو ته جنت ۾ هلو. اهي پڇندا ته حساب کان اڳ ۾ ئي جنت ۾ هلئون؟ فرشتو چوندو ته ها. اهي چوندا اسان پنهنجي جيءُ کي خدا تعاليٰ جي عبادت تي روڪي رکيو هو ۽ خدا تعاليٰ جي گناهن کان به پنهنجي جيءُ کي روڪي رکيو هو ۽ دنيا ۾ مصيبت ۽ تڪليف کي برداشت ڪندا هئاسين. فرشتو انهن کي چوندو ته توهان صبر ڪيو آهي. توهان تي سلام هجي. عقبيٰ جو گهر توهان لاءِ بهتر آهي. (نزهة المجالس ج اول ص 132)

حضور نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم فرمايو آهي ته جنهن ڏينهن چهرا سياهه ٿي ويندا ته ان ڏينهن مصيبت کي برداشت ڪندڙن جا چهرا صبر جي سبب چمڪڻ لڳندا. ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته مسلمان مرد هجي يا عورت پنهنجي جان ۾ مال ۾ ۽ اولاد ۾ مصيبت کي جهيڙيندو آهي. ايستائين جو خدا تعاليٰ سان ملندو آهي ۽ ان تي باقي ڪوبه گناهه نه رهندو آهي. آقا صلي الله تعاليٰ عليه واله وسلم فرمايو آهي ته مسلمان کي ڪابه تڪليف، مرض، فڪر، غم والم اهڙو ناهي پهچندو ايستائين جو ڪنڊي جو چڀڻ چونه هجي. جنهن کي خدا تعاليٰ ان جي خطائن جو ڪفارو نه بنائي ڇڏيندو هجي. هن کي صحيح بخاري روايت ڪيو آهي.

(نزهة المجالس ج اول ص 134)

حضور نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو آهي ته جيڪو پنهنجي ڪنهن مسلمان ڀاءُ جي حاجت لاءِ ويندو آهي (ته ان جو مسئلو حل ٿئي) ته خدا تعاليٰ جي حڪم سان پنجهتر ملائڪ ان جي مٿان سايو ڪندا آهن، ان لاءِ دعائون گهرندا رهندا آهن ۽ اهو برابر رحمت ۾ هلندو رهندو آهي، ايستائين جو فارغ ٿئي ۽ جڏهن اهو پنهنجي ڪم مان فارغ ٿيندو آهي ته ان لاءِ هڪ حج ۽ هڪ عمري جو ثواب لکيو ويندو آهي. انهيءَ کي طبراني روايت ڪيو آهي.

هڪ ڀيري حضرت نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم حضرت علي رضی اللہ تعالیٰ عنہ وٽ عيادت ڪرڻ جي لاءِ تشريف وٺي ويا ته پاڻ سڳورن صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم ان کي هن دعا پڙهڻ جو ارشاد فرمايو :

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ تَعْجِيْلَ عَافِيَتِكَ اَوْصَبْرًا عَلٰى بَلِيَّتِكَ اَوْ خُرُوْجًا مِنَ الدُّنْيَا اِلٰى سَعَةِ رَحْمَتِكَ فَاِنَّكَ تُعْطِيْ اِحْدَاهُنَّ○

يعني اي منهنجا الله ! منهنجي درخواست آهي ته يا ته جلدي آرام عنايت فرماءِ يا پنهنجي موڪليل مصيبت تي صبر عطا فرماءِ يا دنيا کان ڪڍي پنهنجي وسيع رحمت ۾ پهچائي ڇڏ ڇوته انهن ٽن شين مان ڪانه ڪا مون کي عنايت فرماءِ.

حضرت محمد مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم فرمايو آهي ته مريض جون دانهون ڪرڻ تسبيح آهي ۽ ان جو چيخڻ ۽ ڪِنجهڻ ڪلمو پڙهڻ آهي ۽ ان جو ساهه کڻڻ صدقو آهي ۽ ان جو بستري تي سمهڻ عبادت آهي ۽ ان جو پاسو بدلائڻ ائين آهي جو ڄڻ ته خدا تعاليٰ جي راهه ۾ دشمن سان مقابلو ڪري رهيو آهي. (نزهة المجالس ج اول ص 136)

جڏهن حضرت عباس رضي الله تعالىٰ عنه جو انتقال ٿيو ته ان جا صاحبزادا حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما (تڏي تي) ويهي رهيا ۽ ماڻهو ان جي لاءِ تعزيت ڪرڻ لڳا. ان دوران وٽن هڪ اعرابي آيو ۽ پنهنجو هٿ حضرت عبدالله بن عباس رضي الله تعالىٰ عنهما جي هٿ ۾ ڏئي چوڻ لڳو:

اِصْبِرْ نَكُنْ بِكَ صَابِرِيْنَ فَاِنَّمَا

صَبْرُ الرَّعِيَةِ بَعدَ صَبْرِ الرَّاسِ

خَيْرٌ مِنَ الْعَبَاسِ اَجْرَكَ بَعْدَهٗ

وَاللّٰهُ خَيْرٌ مِّنْكَ لِلْعَبَّاسِ

(يعني توهان صبر ڪيو ته اسان ڪي به توهان جي ڪري صبر ايندو، ڇوته سردار جي صبر کان پوءِ رعيت کي صبر ايندو آهي. عباس رضي الله تعالىٰ عنه کان توهان جي لاءِ اهو اجر بهتر آهي جيڪو ان جي وفات کان پوءِ توهان کي ملندو ۽ عباس رضي الله تعالىٰ عنه جي لاءِ توهان کان بهتر خدا تعالىٰ آهي.)

صبر آزمائش جو پيو نالو آهي، الله تعالىٰ پنهنجي قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي ته مسلمانو! توهان کي مال ۽ جان ٻنهي جي آزمائش سامهون ايندي ۽ توهان اهلِ ڪتاب ۽ مشرڪن کان تمام گهڻيون تڪليف ده ڳالهيون ٻڌندؤ. اگر انهن سمورين حالتن ۾ توهان صبر ۽ خدا ترسيءَ تي قائم رهندؤ ته اهو وڏي حوصلي جو ڪم آهي"
(سورة آل عمران آيت)

تنگي، مصيبت ۽ جنگ جي وقت قرآن مجيد جو حڪم آهي ته "تنگي ۽ مصيبت جي وقت ۾ ۽ حق باطل جي جنگ ۾ صبر ڪريو اهي ئي سچار ماڻهو ۽ اهي ئي متقي ۽ پرهيزگار ماڻهو آهن. (البقره آيت)

حق و باطل جي ڪشمش ۾ صبر جي اهميت قرآن مجيد جي روشني ۾ آهي ته : ڇا تو اهو سمجهي رکيو آهي ته ائين ئي جنت ۾ هليو ويندين حالانڪه هاڻي الله تعاليٰ هيءُ ڏٺو ئي ناهي ته توهان ۾ اهي ڪهڙا ماڻهو آهن جيڪي ان جي راهه ۾ جانيون قربان ڪرڻ وارا ۽ ان جي خاطر صبر ڪرڻ وارا آهن." (سورة آل عمران آيت)

صوفي سڳورن به پنهنجي تعليم ۾ صبر کي واضح جڳهه ڏني آهي ائين چيو وڃي ته شايد غلط نه هوندو ته صوفين سڳورن جي زندگيءَ ۾ جيڪا توڪل، استقلال، ايثار، جفاڪشي، سادگي ۽ شگفتگي ملي ٿي اهي صبر جون ئي مختلف صورتون آهن ڇوته سمورا معاملا خوشيءَ سان الله تعاليٰ جي حوالي ڪرڻ ئي صبر جو اصلي معراج آهي.

حضرت ابوبڪر محمد بن اسحاق ڪلابازي رحمة الله تعالیٰ عليه صبر جي باري ۾ لکن ٿا ته صبر اهو آهي ته صبر جي اندر به صبر ڪري. ان جو مطلب اهو آهي ته صبر ڪندي بار بار اهو نه ڏسي ته مصيبت ڪڏهن ٿي ٽري ۽ ڪڏهن ٿو آرام ملي؟!!!!!

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله تعالیٰ عليه کان پڇيو ويو ته صبر ڇا کي چيو ويندو آهي؟ فرمايائون ته "ناسن کي بند ڪرڻ کان سواءِ تمام گهٽي ڪوڙي شيءِ به پي وڃجي ته ان کي صبر سڏيو ويندو آهي."

حضرت امام ابو القاسم القشيري رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه حضرت ابراهيم بن ادهم رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي حوالي سان لکن ٿا تہ ”ڪتاب ۽ سنت جي حڪمن تي ثابت قدم رهڻ صبر آهي.“

حضرت خواجہ فريد الدين عطار رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي خانقاهہ تي ظالم تاتاري فوجون وٺي ڪاهہ ڪري آيا. ان وقت پاڻ سترهن درويشن سان گڏجي عبادتِ الاهي ۾ مشغول هئا. تاتارين بي گناهہ درويشن کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو. خواجا صاحب جي دل اهڙي ظلم تي تڙپي پئي ۽ پاڻ تاتارين کي بد دعا ڏنائون. تنهن تي تاتاري حضرت جن جي طرف وڌيا تہ پاڻ مسڪرائيندي فرمايائون تہ ”سبحان الله! هيءُ ڪيڏو نہ وڏو ڪرم ۽ احسان آهي.“ اهو چوندي تلوار جي هيٺيان پنهنجي سر کي پيش ڪيائون ۽ شهيد ٿي ويا. ان وقت سندن عمر هڪ سؤ چوڏهن سال هئي.

هڪ ڀيري هڪ شخص حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جن کي قتل ڪرڻ لاءِ آيو. حضرت خواجہ صاحب ان شخص جي ارادي کي سمجهي ورتو.

جڏهن اهو سندن قريب آيو تہ پاڻ ان سان نهايت فراخدليءَ سان مليا ۽ وڏي نرميءَ سان فرمايائون تہ تون جنهن ارادي کي دل ۾ رکي آيو آهين. اهو پنهنجو ڪم آسانيءَ سان ڪري وڃ مان تنهنجي سامهون موجود آهيان“ اهو ٻڌي ان شخص تي خوف طاري ٿي ويو ۽ اهو سندن قدمن تي ڪري پيو ۽ پوءِ ٻڌائڻ لڳو تہ مون کي پيسا ڏئي توهان کي قتل ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو هيو ۽ ان مقصد لاءِ مان ڇُري پنهنجي بغل ۾ لڪائي آيو هيم. هاڻي منهنجي خواهش آهي

۽ توهان هن ئي ڇُريءَ سان منهنجو خاتمو ڪري ڇڏيو ۽ جيئن مون کي نيت جي خرابيءَ جي صحيح سزا ملي سگهي. خواجہ صاحب فرمايو ته اهو اسان درويشن جو شيوو ناهي. اسان جو شيوو هوندو آهي ته جيڪو اسان سان بدي ڪندو آهي اسان ان سان چڱائي ڪندا آهيون. تو مون سان ڪابہ بدي ناهي ڪئي. اهو فرمائيندي ان کي ڳلي سان لڳائي ورتائون ۽ ان جي حق ۾ دعا فرمايائون. ان شخص تي سندن بلند اخلاق جو اثر ايترو ته پيو جو هو سائين جن جي هٿ مبارڪ تي بيعت ڪري مريد بنجي ويو ۽ ڏينهن رات سندن خدمت ۾ رهڻ لڳو ۽ ان شخص پنجيتاليهہ حج بيت الله ڪيا ۽ آخر ۾ حجاز مقدس ۾ ئي وصال ڪيو.



"باشعور ۽ باضمير ماڻهن جي وچ ۾ دوستي جو رشتو رت جي رشتن کان ڪافي وڌيڪ ويجهو، کهرو ۽ مضبوط ٿيندو آهي."

(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه)

# فتوت

فتوت جي معنيٰ آهي تہ پنهنجين ضرورتن کي پوئتي ڪري ٻين ماڻهن جي ضرورتن کي پورو ڪيو وڃي، خود بکايل رهي ٻين کي کاڌو کارائجي، خود تڪليف ڪري ٻين کي آرام پهچائجي.

اڄوڪي مادي پرستي ۽ خود غرضي واري ماحول ۾ جيترو بہ انهيءَ قرباني واري تعليم کي عام ڪرڻ جو موقعو ملي تہ اهو هٿان نہ وڃائڻ گهرجي. اڄڪلهہ حرص ۽ هوس جو دور آهي، مان تون جو پاڻ ۾ جهيڙو آهي، مفادن جو چرچو آهي، منهنجو حق، "منهنجو مال" ۽ "منهنجو ڪاروبار" جون صدائون آهن ۽ ڪجهہ وٺو ۽ ڪجهہ ڏيو جا سودا جاري آهن.

انسان روٽي، پيٽ، نفس، مال، سون، ڌن، دولت، مفادن ۽ خواهش جو غلام بڻجي ويو آهي، دل ۾ اهڙين شين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ اچي ئي نہ ٿو سگهي.

زبان تي اهڙين ڳالهين کان سواءِ ٻيو ورد وظيفو ئي ڪونهي. ڪن اهڙي ڳالهين کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ٻڌڻ جي طاقت ئي نہ ٿا رکن. اک آهي جيڪا اهڙين شين کان علاوه ٻيو ڪجهہ ڏسڻ جي جسارت ئي ناهي ڪندي. قيامت کان اڳ ۾ قيامت جو منظر ۽ حشر کان پهريان حشر جو ميدان سجائجي ويو آهي. ايثار قرباني، فتوت، ترجيح ۽ سخاوت تہ ماضيءَ جي قبرن ۾ دفن ٿي وئي آهي پر هاڻي تہ عدل، انصاف، مساوات ۽ برابري وغيره بہ غير موجود آهي. هر پاسي "مان ۽ مان" ۽ "منهنجو ئي منهنجو" جو شور شرابو آهي ان "سڀ ڪجهہ

منهنجو” واري فلسفي سبب ئي پاڙيسرين جي حقن کي ڦٻايو ٿو وڃي، ڪنهن جي بيوه جي مٽي جي پوتي لاهڻ ۾ دير ئي نہ ٿي ڪئي وڃي، ڪنهن يتيم جي آخري سهاري کسڻ ۾ بہ ويرم نہ ٿي ٿئي. ايمان ۽ ضمير جا سودا وڏي واڪ ٿي رهيا آهن، قانون کي پائمال ڪيو ٿو وڃي. انصاف کي روپين جي ڏيتي ليتي سان خريد ڪيو ٿو وڃي. انسانيت کي ڪچليو ٿو وڃي، خون وهايو ٿو وڃي، اسان جي دل مان رحم ۽ اکين مان حياءَ واري شيءِ بلڪل ختم ٿي وئي آهي. اسلام حق طلبيءَ تي فرض شناسيءَ کي ترجيح ڏني آهي، اسلام انسان کي سوداگر ، تاجر يا پيشہ ور نہ بلڪہ حضرت انسان جي روپ ۾ ڏسڻ جو خواهشمند آهي، جنهن جي پاسي ۾ پٿر نہ بلڪہ ڌڙڪندڙ دل هجي. دل ۾ جذبن جو سمنڊ وهندڙ هجي، اکين ۾ مروت جون لڪيرون هجن.

حضور اڪرم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي پوري زندگي ٻين کي آرام پهچائڻ ۾ گذري، برابر جيترو حق وصول ڪرڻ ڪهڙي وڏي ڪمال جي ڳالهہ آهي، ٻين جي لاءِ پنهنجي حق تان دستبردار ٿي وڃڻ اصلي انسانيت جو معراج آهي. گلاب جي بدلي گلاب ڏيڻ تہ دنيا جي رسم آهي پر پٿرن ۽ ڪنڊن جي بدلي ۾ گلاب وسائڻ کي اصل ۾ انسانيت چيو ويندو آهي. ڀلائي ڪر ڀلائي ٿيندي تہ فقيرن جي صدا آهي ليڪن خدا جا مرد سيني جي ڀلائي گهرندا آهن.

حضور اڪرم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جنهن رستي تان لنگهندا هئا، ان تي هڪ پوڙهي عورت ڪنڊا ۽ ڍنگر ڦٽو ڪندي هئي تہ جيئن پاڻ ڪريمن صلى الله تعالى عليه وآله وسلم کي لڳن، پر جڏهن پاڻ سڳورن صلى الله تعالى عليه وآله وسلم

حسبِ دستور هڪ ڏينهن رستي کي صاف ڏٺو ته پاڻ استفسار فرمايائون ته اڄ هن رستي تي ڪنديا ڪونهن، لڳي ٿو پوڙهي عورت بيمار آهي صحابين فرمايو ته ها يا رسول الله ! پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ان پوڙهيءَ عورت کان طبيعت پرسيءَ لاءِ سندس گهر هلي ويا.

تصوف جو سڄو دارومدار پاڻ کي پوئتي ڪٽي ڪرڻ ۾ آهي صوفي سڳورا وٽڻ جي مفهوم کان واقف ٿي ناهن بلڪ هي ڏيڻ جا عادي هوندا آهي، انهن کي مخدوم نه بلڪ خادم بنجي خوشي ٿيندي آهي، انهن کي حقيقي راحت ٻين کي راحت پهچائڻ ۾ ٿيندي آهي. سرمائيداري جي بي رحم نظام جي ناڪامي کان پوءِ سوشلزم ۽ ڪميونزم جهڙا بي جوڙ ۽ غير فطري نظام به پنهنجي موت پاڻ مري رهيا آهن، جيڪڏهن اهڙن نظامن جو اگر مقابلو ڪري سگهجي ٿو ته اهو فتوت ۽ ايثار جي تعليم کي عام ڪرڻ سان ئي ڪري سگهجي ٿو. اعلىٰ همتي، جوانمردي، بلند ظرفي، درياء دلي ۽ حوصلي جي بلندي جو تعلق ، فتوت ۽ ايثار سان آهي.

صوفين سڳورن فتوت کي ڪيتري اهميت ڏني آهي اها هيٺ ملاحظو ڪندا.

﴿1﴾ فتوت دراصل اهو آهي ته انسان هميشه ٻين جي ڪمن ۾ لڳو رهي. (امام ابوالقاسم قشيري رحمة الله تعالىٰ عليه)

﴿2﴾ فتوت اهڙو ڪمال آهي جيڪو آقا صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي حاصل آهي. قيامت ۾ هر شخص نفسي نفسي پيو ڪندو ۽ پاڻ ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم "امتي امتي" پيا پڪاريندا." (ابو علي دقاق رحمة الله تعالىٰ عليه)

﴿3﴾ هڪ شخص ابو علي دقاق رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جن کان پڇيو ويو ته فتوت ڇا آهي؟
تنهن تي پاڻ فرمايائون ته انسان ان ڳالهه ۾ هرگز فرق نه ڪري ته ان وٽ ڪو ولي الله ڪاڌو کائي رهيو آهي يا ڪو ڪافر آهي؟
يعني انسان فيض رساني ۾ ڪابه فرق جي گنجائش نه رکي ته هيءُ منهنجو آهي هيءُ پرائو آهي.
هڪبئي جاءِ تي شيخ ابو علي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمائن ٿا " فتوت" اهو آهي ته ڏهن ماڻهن کي دعوت ڏجي ته نو يا يارهن ماڻهو اچي وڃن ته تو ۾ ناراضگي پيدا نه ٿئي. (رسالہ قشيريہ)
حضرت شيخ بلخي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه حضرت امام جعفر صادق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْه کان پڇيو ته فتوت ڇاکي چيو ويندو آهي؟
پاڻ فرمايائون ته تنهنجو ڇا خيال آهي؟ تنهن تي حضرت شفيق بلخي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه فرمايو ته جيڪڏهن ڪجهه ملي ويندو آهي ته شڪر ڪندا آهيون ۽ جيڪڏهن ڪجهه به نه ملندو آهي ته صبر ڪندا آهيون."
حضرت جعفر صادق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْه فرمايو ته اسان وٽ مديني ۾ ڪتن جو اهو شيوو هوندو آهي، جيڪڏهن ڪجهه ملندو اٿن ته کائيندا آهن ۽ نه ملندو اٿن ته چُپ رهندا آهن.
حضرت شفيق بلخي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه پڇيو ته توهان فتوت جي باري ۾ ڇا چوندؤ؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون ته "جيڪڏهن ڪجهه به ناهي ملندو ته شڪر ڪندا آهيون ۽ جيڪڏهن ملندو آهي ته قربان ڪندا آهيون. (رسالہ قشيره)

حضرت محمد بن فضل رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَیۡه فرمايو تہ ” زاهد ان وقت قرباني ۽ ايثار ڪندو آهي، جڏهن شاهوڪار هوندو آهي ۽ جوانمردن جو ايثار اهو آهي تہ جڏهن هو خود بہ حاجتمند هجن پر جيڪڏهن ڪجهہ هٿ ۾ اچي ويندو آهي تہ ايثار ڪري ڇڏيندا آهن.



”ماڻهن سان ياد نہ ڪرڻ جي شڪايت ڪڏهن بہ نہ ڪريو ڇو تہ جيڪو انسان پنهنجي رب کي وساري سگهي ٿو ان لاءِ ٻين کي وسارڻ ڪا معنيٰ نہ ٿو رکي.“ (حضرت علي المرتضىٰ رضی اللہ تعالیٰ عنہ)

# ڪجهہ فضيلتون پيريون ٻالهيون

**﴿1﴾ اخلاص جي فضيلت :** الله تعاليٰ ارشاد فرمايو آهي تہ جيڪو شخص پنهنجي رب سان ملڻ جو اميدوار هجي تہ ان کي گهرجي تہ اهو نيڪ عمل ڪري ۽ پنهنجي رب جي عبادت ۾ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪري.

نبي اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو تہ اعمال جو دارومدار نيتن تي آهي ۽ هر شخص لاءِ اهو ئي آهي جيڪو ان جي نيت ۾ هوندو.

حضرت معروف ڪرخي رحمة الله تعالىٰ عليه فرمايو تہ جيڪو ثواب جي لاءِ عمل ڪندو آهي. اهو واپاري آهي ۽ جيڪو دوزخ کان ڏڄي يا بهشت جي اميد ڪري عمل ڪندو آهي تہ اهو ٻندو آهي ۽ جيڪو خدا جي لاءِ عمل ڪندو آهي اهو آزاد آهي ۽ اهو ئي سڀ کان وڏو درجو آهي.

حضرت اويس قرني رحمة الله تعالىٰ عليه فرمايو آهي تہ ڪنهن جي پٺيان (غير موجودگي) ۾ دعا ڪرڻ ان جي زيارت ۽ ملاقات کان افضل آهي ڇوتہ ان ۾ رياءَ جو عمل دخل ناهي هوندو. (خير المجالس)

حضرت ابو حامد رحمة الله تعالىٰ عليه "احياءُ العلوم" ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ هڪ عابد کي اها خبر پهتي تہ ڪجهہ ماڻهو هڪ وڻ جي عبادت ڪندا آهن تہ اهو وڻ کي ڪاٽڻ لاءِ نڪري پيو. ابليس ان کي چوڻ لڳو تہ اگر تون ان کي ڪاٽيندين تہ هي ماڻهو ڪنهن ٻئي وڻ جي عبادت ڪرڻ ۾ لڳي ويندا. تون وڃي پنهنجي عبادت ۾

لڳ. عابد چيو ته مان وڻ کي ضرور ڪائيندم. پوءِ پنهي ۾ لڙائي تي وئي ۽ عابد شيطان کي ڪيرائي وڌو. تڏهن شيطان عابد کي چيو ته تون فقير آهين. وڃ پنهنجي عبادت ۾ لڳي پئه ۽ مان هر رات تي تنهنجي لاءِ وهاڻي هيٺان ٻه اشرفيون رکندم ۽ تون روزانو وهاڻي هيٺان ڪڍجانءِ.

اگر خدا تعالىٰ کي هن جو ڪاٽڻ منظور هجي ها ته ضرور ڪنهن رسول کي موڪلي ها، جيڪو هن کي ڪٽي ڇڏي ها اگر تون خود هن وڻ جي عبادت نه ٿو ڪرين ته پوءِ توکي ڪهڙي پرواهه آهي.

عابد فقير موٽي ويو. جڏهن صبح ٿيو ته ان کي ٻه اشرفيون وهاڻي هيٺان مليون پوءِ ٻئي ڏينهن تي ٻه مليون ۽ ٽئين ڏينهن وهاڻي هيٺان اشرفيون نه مليس. ان ڪان پوءِ وري اهو عابد وڻ کي ڪٽڻ جي لاءِ نڪتو ۽ سندس مقابلو هڪ ڀيرو ٻيهر شيطان سان ٿي ويو. هن ڀيري شيطان عابد کي ڪيرائي وڌو. ان تي غالب ٿي ويو ان تي عابد شيطان کي چيو ته ڇا سبب آهي جو پهريان مان غالب رهيس ۽ اڄ تون مون مٿان غالب ٿي ويو آهين؟ تنهن تي شيطان جواب ڏنو ته اهو ان ڪري ٿيو آهي جو پهريان تنهنجي ڪاوڙ خدا ڪارڻ هئي. ۽ هاڻي تنهنجي ڪاوڙ ٻن اشرفين لاءِ آهي.

"خيرالمجالس" ۾ مذڪور آهي ته هڪ شخص جهاد جي لاءِ نڪتو ان هڪ ٽانوَ خريد ڪري ورتو هيو ته جيئن ان مان نفعو حاصل ڪيو وڃي. انهيءَ شخص خواب ۾ ٻه فرشتا ڏٺا ته هڪ فرشتو ٻئي کي چئي رهيو آهي ته فلاڻي جو مجاهدن جي لسٽ ۾ نالو

لکو. فلاڻي کي پارسائن جي لسٽ ۾ فلاڻي کي رياء ڪارن جي لسٽ ۾ لکو ليڪن جڏهن هن جو وارو آيو ته هن طرف ڏسي چيائين ته هنکي واپارين جي لسٽ ۾ لکو. هيءُ شخص ڏکي پيو ۽ پڇيائين ته مان الله تعالیٰ جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ نڪتو هيم، پوءِ منهنجو نالو واپارين جي لسٽ ۾ ڇو آهي؟ فرشتي جواب ڏنو ته تو ڪالهه هڪ ٿانوَ خريد ڪيو هيو ته جيئن رستي ۾ ڪجهه نفعو حاصل ڪري سگهين. تنهن تي اهو شخص روئي پيو. تنهن تي هڪ فرشتي ٻئي کي چيو ته ٺيڪ آهي ڀلا هن کي مجاهد لکي ڇڏيو.

حضرت آدم علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جڏهن زمين تي لاٿو ويو ته جنگل جا سمورا وحشي جانور حاضري ڀري کين سلام ڪندا هئا ۽ زيارت سان مشرف ٿيندا هئا. پاڻ هر جنس کي سندن لاءِ دعا ڏيندا هئا. ايستائين جو هرڻن جي هڪ جماعت آئي. پاڻ انهن کي به دعا ڏنائون ۽ سندس پٺيءَ تي هٿ گهمايائون ان هٿ گهمائڻ جي ڪري هرڻن جي دُن ۾ مشڪ پيدا ٿي پيو.

جانورن جي ٻئي جماعت ان جو سبب هرڻن کان پڇيو ته انهن چيو ته اسان حضرت آدم علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي زيارت ڪرڻ ويا هئاسين. انهن اسان کي دعا ڏني هئي ۽ اسان جي پٺيءَ تي هٿ گهمايو هيو ان ڪري اسان جي دن ۾ مشڪ پيدا ٿي پيو آهي. انهيءَ ڳالهه سبب انهن جانورن جو ٽولو به حضرت آدم علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام وٽ ويو. حضرت آدم علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام انهن کي به دعا ڏني ۽ پٺيءَ تي هٿ گهمايو ليڪن انهن کي ڪجهه به نه مليو، تڏهن اهي چوڻ لڳا ته اسان به توهان وانگر ئي ڪيو ليڪن اسان کي ڪجهه

ٻہ حاصل نہ ٿيو. تنھن تي انھن جواب ڏنو تہ اسان خدا جي واسطي ان جي زيارت ڪئي ھئي ۽ توھان مشڪ جي واسطي ان جي زيارت ڪئي. ان لاءِ اسان ڪامياب ٿياسين ۽ اوھان محروم رھيؤ.

(علامہ ميري رحمة الله عليه حيوة الحيوان)

حضرت ذوالنون مصري رحمة الله تعالىٰ عليه فرمايو آھي تہ اخلاص جي ھڪ علامت اھا ٻہ آھي تہ ان شخص لاءِ تعريف ۽ برائي ٻئي برابر ٿي وڃن. نہ ڪنھن جي تعريف ڪرڻ تي اھو شخص خوش ٿئي ۽ نہ ڪنھن جي برائي ڪرڻ تي اھو شخص رنج ٿئي. بشارت آھي ان شخص لاءِ جنھن جو ھڪ قدم ٻہ خالص خدا تعالىٰ جي خوشنوديءَ لاءِ کڻيو ھجي.

(حضرت ابوسليمان داراني رحمة الله عليه)

ماڻھن جي خوشيءَ جي خيال سان عمل جو ترڪ ڪرڻ ۽ انھن جي خوشنوديءَ جي خيال سان عمل ڪرڻ ٻئي عمل شرڪ آھن. خدا تعالىٰ انھن ٻنھي ڳالھين کان پاڪ رکي. (نفيل بن عباس رحمة الله عليه)

ڪنھن چيو تہ اگر مون کي خدا دنيا ۾ ڪجھ ڏيندو تہ مان فقيرن کي ڏئي ڇڏيندم. پوءِ ھڪ شخص کيس ھڪ اشرفي ڏني، ان وقت پنھنجي دل ۾ چوڻ لڳو تہ شايد مون کي انھيءَ اشرفيءَ جي ڪڏھن ضرورت پوي ۽ ائين سوچي ان شخص اشرفي پاڻ وٽ رکي ڇڏي. ان کان پوءِ سندس ڏاڙ ۾ سور پيدا ٿي پيو. ۽ کيس بي چين ڪري وڌائين. ان کان پوءِ کيس ھڪ غيبي آواز آيو تہ جيڪڏھن تون اھا اشرفي فقيرن کي نہ ڏيندين تہ تنھنجي وات ۾ ھڪ ٻہ ڏند باقي نہ رھندو.

(رسالہ قشيريہ)

بني اسرائيل جي قوم ۾ هڪ عابد جبل تي ببيهي چوڻ لڳو ته اگر هيءُ سڄو جبل اٽو بڻجي وڃي ۽ مان انهيءَ جو مالڪ بڻجي وڃان ته هوند مان اهو سڀ بني اسرائيل قوم جي فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيان. اها ڳالهه خدا تعالىٰ کي پسند اچي وئي ۽ الله تعالىٰ بني اسرائيل قوم جي نبيءَ وٽ وحي موڪليو ته فلاڻي کي چئي ڇڏيو ته خدا تعالىٰ توکي انهيءَ جبل جي اٽي جيترو ڏئي ڇڏيو، جيترو اگر اٽو تو وٽ هجي ها ته تون ان کي خيرات ڪرين ها ۽ توکي ثواب ملي ها. (احياء العلوم)

هڪ بادشاهه پنهنجي سلطنت ۾ سير ڪرڻ ۽ حال احوال وٺڻ لاءِ نڪتو ان ڏٺو ته هڪ ماڻهوءَ وٽ ڳئون آهي انهيءَ ڳئونءَ جو کير ڏٺو ته اهو کير ٽيهن ڳئن جيترو نڪتو. بادشاهه کي تمام وڏو تعجب ٿيو ۽ اها ڳئون خريد ڪرڻ جو ارادو ڪيائين پوءِ جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو ته بادشاهه وري ڏهڻ جي وقت تي اتي پهتو ۽ ڏٺائين ته انهيءَ ڳئونءَ جو کير اڌ رهجي ويو آهي. بادشاهه مالڪ کان پڇيو ته انهيءَ ڳئونءَ جو کير کهٽ ڪيئن ٿي ويو آهي؟ ڇا ڪالهوڪي زمين ۾ هن ڳئونءَ کي چاريو نه آئي جو اڄ کير کهٽ ڏنو اٿئين؟ مالڪ چيو ته بادشاهه سلامت چاريو ته ساڳئي جڳهه تي هيو ليڪن معلوم ٿئي ٿو ته شايد بادشاهه سلامت ظلم جو ارادو ڪيو آهي.

بادشاهه پنهنجو ارادو ختم ڪيو ته ڳئونءَ جو کير وري اوترو ٿي ويو. (حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما نزهة المجالس ج 1)

# ﴿2﴾ موت جو ذڪر

حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله تعالیٰ عنها هڪ ڀيري حضرت رسول ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن کي عرض ڪيو ته يا رسول الله صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم .! ڇا اهڙا ماڻهو به هوندا جيڪي قيامت جي ڏينهن شهيدن سان گڏ اٿندا؟ حضور اڪرم صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم جن ارشاد فرمايو ته : "هائو انهن جو موت شهيدن جي موت جهڙو ٿيندو جيڪي ڏينهن رات ۾ ويهه ڀيرا موت کي ياد ڪندا رهندا آهن."

هڪ حديثِ مبارڪ ۾ آهي ته حضور اڪرم صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم ارشاد فرمايو ته اي علي! جيڪو روزانو "اَللّٰهُمَّ بَارِكْ لِيْ فِي الْمَوْتِ وَ فِيْمَا بَعْدَ الْمَوْتِ" (ترجمو : اي الله منهنجي موت ۾ ۽ منهنجي موت کان پوءِ واري حالت ۾ برڪت فرماءِ)
پڙهندو رهندو ته خدا تعالیٰ جيڪي به نعمتون ان کي دنيا ۾ ڏنيون هونديون ڪانئس انهن جو حساب ڪتاب نه وٺندو.

هڪ ٻي حديث شريف ۾ حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله تعالیٰ عنها فرمائن ٿيون ته حضرت نبي ڪريم صلى الله تعالیٰ عليه واٰله وسلم فرمايو ته جڏهن مومن فرشتن کي ڏسندو آهي ته فرشتا کيس چوندا آهن ته اسان توکي واپس دنيا ۾ وٺي ٿا هلون، تنهن تي اهو مومن وراڻيندو آهي ته اها دنيا ته غم ۽ الم جو گهر آهي ليڪن (مون کي وٺي ٿا هلو) ته خدا عزوجل جي طرف وٺي هلو. (نزهة المجالس ج اول ص 120)

حضرت ڪعب احبار رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته جنهن موت ڪي سڃاتي ورتو آهي ته صرف ان تي دنيا جون مصيبتون ۽ فڪر آسان ٿي ويا.
(نزهة المجالس ج اول ص 121)

هڪ حديث شريف ۾ اچي ٿو ته جڏهن ڪنهن ٻانهي سان خدا تعالیٰ راضي ٿيندو آهي ته ملڪ الموت کي حڪم فرمائيندو آهي ته فلاڻي ٻانهي وٽ وڃ ۽ ان جو روح ڪڍي مون وٽ آڻ ته جيئن (وڏيڪ) عمل ڪرڻ جي تڪليف کان ان کي آرام ڏيان. مان ان جو امتحانُ ڪري ورتو. جيئن مان چاهيو هيو. تيئن ئي مون ان کي لڌو. پوءِ ملڪ الموت جو نزول ٿيندو آهي. ان جو نزول اهڙي طرح سان ٿيندو آهي جو گڏ پنج فرشتا هوندا آهن جن جي هٿن ۾ گلِ ريحان جون ٽاريون ۽ زعفران جون پاڙون هونديون آهن هر هڪ فرشتو تازي تازي بشارت ڏيندو آهي ان جي روح جي استقبال لاءِ (ڪيترائي) فرشتا ٻنهي طرفن کان صفون ٻڌي بيهندا آهن ۽ انهن جي هٿن ۾ گلِ ريحان هوندو آهي. جڏهن شيطان (اهڙي منظر کي) ڏسندو آهي ته پنهنجو منهن مٿو پٽيندو آهي ۽ رڙيون ڪندو آهي. ان وقت (شيطان) جي لشڪر جا ماڻهو (وڏي شيطان) کي چوندا آهن ته گرو صاحب! خير ته آهي ڇا ٿيو آهي؟ اهو جواب ڏيندو آهي ته ڇا توهان نه ٿا ڏسو ته هن بندي کي ڇا ته ڪرامت ۽ بزرگي عنايت ڪئي وئي آهي. توهان ڪٿي گم هيئو؟ جو هن ٻانهي کي هيتري ڪرامت ۽ بزرگي ملي وئي آهي. توهان ڪٿي رهجي ويا هئا؟ جو اوهان هن کي خراب نه ڪيو. اهي چوندا ته اسان تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ليڪن پوءِ به اهو بچيل رهيو. (نزهة المجالس ج اول ص 121)

علائي رَحْمَةُاللّٰهِ تعالٰی عَلَيْهِ پنهنجي تفسير ۾ لکيو آهي ملڪ الموت جي نرڙ تي "لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ" لکيل هوندو آهي. جڏهن اهو ڪنهن به مومن بندي جو ساهه ڪڍڻ ايندو آهي ته مومن جيئن ئي ملڪ الموت جي مٿان نظر وجهندو آهي ته سِڌي نظر سندس پيشاني تي هلي ويندي آهي ۽ اهو ڪلمو پڙهي خاتمو بالخير حاصل ڪري وٺندو آهي.

حضور اڪرم صَلَّی اللّٰهُ تعالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمان آهي ته جيڪڏهن چوپاين کي پنهنجي موت جو علم توهان وانگر هجي ها ته انهن مان ڪوبه ٿلهو متارو جانور توهان کي کائڻ لاءِ نه ملي سگهي ها.

هڪ شخص جي مٿان حضرت عيسىٰ علٰی نبينا و عليه الصلٰوة والسلام جو گذر ٿيو ته اهو اٽ چاري رهيو هيو، ان هڪ ٿلهو اُٺ ڏٺو جيڪو وڏو خوش ٿي رهيو هيو ۽ اهو ڳاهه کي وڏي شوق سان ڪاٽي ڪاٽي ڪائي رهيو هيو. حضرت عيسىٰ علٰی نبينا و عليه الصلٰوة والسلام ان جو ڪن پڪڙي چيو ته تون ته مرڻ وارو آهين. پوءِ ڪجهه ڏينهن کان پوءِ وري حضرت عيسىٰ علٰی نبينا و عليه الصلٰوة والسلام جو انهيءَ شخص وٽان گذر ٿيو، جيڪو بدستور اٺ چاري رهيو هيو ۽ حضرت عيسىٰ علٰی نبينا و عليه الصلٰوة والسلام انهيءَ اٺ کي ڏٺو جيڪو صفا ڏٻرو ۽ هيٺو ٿي ويو هيو. ۽ اهو سيني اٺن کان الڳ ڪنڌائتو بيٺو هيو. کائڻ پيئڻ ختم ٿي چڪو هيس. حضرت عيسىٰ علٰی نبينا و عليه الصلٰوة والسلام ڌنار کان حال احوال ورتو ته ان وراڻيو ته اي روح الله! مون کي وڌيڪ ته معلوم ڪونهي باقي ايتري خبر آهي ته ڪجهه ڏينهن اڳ هڪ شخص هن اٺ کي

ڪنُ پڪڙي ڪا ڳالهہ ڪنَ ۾ چئي ويو هيو ۽ ان ڪان پوءِ اٺ بلڪل ائين ويران ۽ ضعيف ٿي ويو آهي. (نزهة المجالس ج اول ص 122)

جڏهن ٻانهي جو موت ويجهو اچي ويندو آهي تہ آسمان مان چار فرشتا لهندا آهن. پهريون چوندو آهي تہ اي خدا تعالىٰ جا ٻانها! توکي خدا تعالىٰ جي سلامتي هجي. مان مشرق کان مغرب تائين سموري زمين هٿي هنڌ ڪئي آهي ليڪن مون کي تنهنجي لاءِ هتي زمين تي رهائش واسطي ڪٿي بہ گنجائش ناهي ملي.

ٻيو فرشتو چوندو تہ اي خدا تعالىٰ جا ٻانها توتي خدا تعالىٰ جي سلامتي هجي. مان سڄي دنيا جا درياءَ هٿي هنڌ ڪيا آهن ليڪن مون کي ڪٿي بہ تنهنجي لاءِ هڪ پاڻيءَ جو ڍُڪ ناهي مليو.

پوءِ ٽيون فرشتو چوندو تہ اي خدا تعالىٰ جا ٻانها توتي سلامتي هجي. مان مشرق کان وٺي مغرب تائين زمين هٿي هنڌ ڪئي آهي ليڪن ڪنهن جاءِ تي مان اناج جو هڪ داڻو بہ اهڙو ناهي ڏٺو، جيڪو تنهنجي نصيب ۾ لکيل هجي. چوٿون فرشتو چوندو تہ اي خدا تعالىٰ جا ٻانها. توتي سلامتي هجي. مون مشرق کان وٺي مغرب تائين زمين هٿي هنڌ ڪئي آهي. فضا کي کولي ڏٺو آهي ليڪن فضا ۾ ڪٿي بہ هڪ ساهہ کڻڻ جيتري تنهنجي لاءِ آڪسيجن نہ بچي آهي.

(زهره الرياض)

حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي تہ ڪوبہ اهڙو ٻانهو ڪونهي. جيڪو اگر ڪنهن مومن جي قبر تي هيءَ دعا پڙهي ۽ پوءِ بہ خدا تعالىٰ انهيءَ مُردي کي بخشي نہ ڇڏي. دعا هي آهي.

"اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ لَا يَبْقٰى اِلَّا وَجْهَهٗ وَلَا يَدُوْمُ اِلَّا مُلْكُهٗ وَاَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ اِلَّا وَاحِدًا صَمَدًا وَلَمْ يَتَّخِذْ صَاحِبَةً وَّلَا وَلَدًا وَّلَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُوْلَدْ وَلَمْ يَكُنْ لَّهٗ كُفُوًا اَحَدٌ وَاَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَرَسُوْلُهٗ جَزَى اللّٰهُ مُحَمَّدَنِ النَّبِىِّ الْاُمِّىِّ مَا هُوَ اَهْلُهٗ"

**ترجمو :** سڀ تعريفون ان جي لاءِ آهن جنهن جو نالو الله آهي سواءِ ان جي وجه ڪريم جي ڪنهن ڪي به بقا ۽ دوام ڪونهي. سواءِ ان جي ملڪ جي بقا کان پيو ڪنهن جي به ملڪ کي دوام ڪونهي ۽ مان انهيءَ امر جي شاهدي ڏيان ٿو ته خدا تعالیٰ معبود آهي، يڪتا آهي، بي نياز آهي ۽ اڪيلو آهي ڪوبه عبادت جي قابل ناهي سواءِ ان الله جي، نه ان جي زال آهي ۽ نه ان جا ٻار آهن نه ان مان ڪو پيدا ٿيو آهي ۽ نه اهو ڪنهن مان پيدا ٿيو آهي نه ان جو ڪوبه مٽ ثاني آهي. حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ان جا ٻانها ۽ رسول آهن. خدا تعالیٰ محمد نبي امين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم کي ايتري گهٽي جزاءِ خير عطا ڪري جو سندس شان آهي.

(نزهة المجالس ج اول ص 121، 122)

حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته پهرئين رات کان وڌيڪ مڙدي جي مٿان سخت مصيبت ڪونه ايندي آهي. پوءِ خيرات ڏئي پنهنجي مردن تي رحم ڪيو، ۽ جنهن وٽ ڪجهه به نه هجي ته پوءِ اهو به رڪعتون نماز ادا ڪري ۽ ان ۾ سورهء فاتحه، آية الڪرسي، الهٰكمُ التَّكاثرِ ۽ قل هو الله احد يارهن يارهن ڀيرا پڙهي ۽ چوي

ته اي الله! مان جنهن نيت سان هيءَ نماز پڙهي آهي. توکي خوب معلوم آهي. اي الله! هن جو ثواب فلاڻي پٽ فلاڻي جي قبر تائين پهچاءِ! ته الله تعالىٰ انهيءَ وقت ئي ان جي قبر جي طرف هڪ هزار فرشتا روانا فرمائيندو آهي ۽ هر هڪ فرشتي سان گڏ وظيفا ۽ تحفا هوندا آهن ۽ پوءِ اهي فرشتا صور ڦوڪجڻ تائين ان شخص جو جيءُ بهلائيندا رهندا آهن ۽ نماز پڙهڻ واري کي بارگاهِ خداوندي مان ايتريون نيڪيون ملنديون آهن، جيتريون سڄي دنيا ۾ اهي شيون موجود آهن، جن تي سج جي روشني پوندي آهي ۽ ان جا چاليهه هزار درجا بلند ڪيا ويندا آهن ۽ چاليهه هزار حجن ۽ عمرن جو ثواب ملندو اٿس ۽ جنت ۾ ان جي لاءِ هڪ هزار شهر وسايا ويندا آهن، هزار شهيدن جو ثواب ملندو اٿس ۽ ان کي هڪ هزار (جنتي) وڳا پارايا ويندا. (ڪتاب المختار ۽ مطالع الانوار)

حضرت انس رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي ته حضور اڪرم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جن ارشاد فرمايو ته جيڪو شخص جنازو ڏسي هي الفاظ پڙهي ته الله تعالىٰ پڙهڻ جي ڏينهن کان وٺي قيامت تائين روزانو ان شخص لاءِ ويهه نيڪيون لکرائيندو آهي. الفاظ هي آهن:

” اَللّٰهُ اَكْبَرُ صَدَقَ اللّٰهُ هٰذَا مَا وَعَدَ اللّٰهُ وَرَسُوْلُهٗ اَللّٰهُمَّ زِدْنَا اِيْمَانًا وَّ تَسْلِيْمًا ○

**ترجمو:** الله تعالىٰ سڀني کان وڏو آهي، الله تعالىٰ سچو آهي اهو خدا ۽ رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جو واعدو آهي. اي الله! اسان جي ايمان ۽ سلامتي کي وڌائي ڇڏ. (نزهة المجالس)

حضرت عثمان بن عفان رضي الله تعالیٰ عنه کي جڏهن قبر جي ياد ايندي هئي ته روئي پوندا هئا ليڪن جهنم جي ذڪر سان نه روئندا هئا. ماڻهن ان جو سبب پڇيو ته پاڻ فرمايائين ته مان حضرت نبي ڪريم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته قبر آخرت جي پهرئين منزل آهي. اگر اتان ڇوٽڪارو ملي ويو ته ان کان پوءِ بلڪل آساني آهي ۽ اگر اتان نجات نه ملي ته ان کان پوءِ اڃان به وڌيڪ سختين کي منهن ڏيڻو پئجي ويندو. (نزهة المجالس)

"انسان کي سُٺي نيت تي اهي انعام ملندا آهن جيڪي سٺي اعمال تي به ناهن ملندا ڇوته نيت ۾ ڏيکاءُ ناهي هوندو."
(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه )

# هوس جو بيان

خدا تعاليٰ پنهنجي قرآن ڪريم ۾ ارشاد فرمايو آهي ته :

” ذَرْهُمْ يَأْكُلُوا وَيَتَمَتَّعُوا وَيُلْهِهِمُ الْأَمَلُ فَسَوْفَ يَعْلَمُونَ○ “

ترجمو : انهن کي ڇڏي ڏيو ته اهي کائين ۽ سامان ڪڏ ڪري وٺن ۽ هوس انهن کي غفلت ۾ رکيون ايندي. پوءِ اڳتي هلي انهن کي سڄي خبر پئجي ويندي.

۽ ٻئي جڳهه تي آهي ته ” فَطَالَ عَلَيْهِمُ الْأَمَدُ فَقَسَتْ قُلُوبُهُمْ○ “

ترجمو : انهن تي ڊگهو عرصو گذري چڪو ان لاءِ انهن جون دليون سخت ٿي ويون.

حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن ارشاد فرمايو ته توهان مان ڪير جنت ۾ وڃڻ چاهي ٿو؟ ماڻهن چيو ته يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم اسين سڀ چاهيون ٿا. پاڻ فرمايائون ته پوءِ هوس کي گهٽ ڪريو ۽ پنهنجي اکين جي سامهون موت کي رکو ۽ خدا کان شرمائڻ جو جيترو حق آهي اوترو شرمايو.

ماڻهن عرض ڪيو ته يا رسول الله صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم! خدا تعاليٰ کان ته اسان شرم رکندا آهيون. پاڻ فرمايائون ته اهو نه بلڪ جيترو خدا تعاليٰ کان شرمائڻ جو حق آهي، ايترو شرمائڻ گهرجي. ماڻهوءَ کي گهرجي ته دماغ ۽ جيڪو ڪجهه دماغ ۾ آهي، پيٽ ۽ جيڪو ڪجهه پيٽ ۾ آهي سڀ جي حفاظت ڪري. موت کي ياد رکي ڇو ته جيڪو آخرت کي چاهيندو آهي ته دنيا جي زينت کي ترڪ

ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جنهن اهو ڪيو تہ ڇڻ ان خدا تعالىٰ ڪان شرمائڻ جو پورو حق ادا ڪري ڇڏيو. (نزهة المجالس ج اول ص 131).

حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جو گذر هڪ جبل ڪان ٿيو، جتي هڪ پوڙهو ماڻهو ڪُهپيءَ سان زمين کوٽي رهيو هيو. حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام خدا تعالىٰ سان مخاطب ٿيندي عرض گذار ٿيو تہ اي خدا! هيءُ ايترو پوڙهو آهي ۽ تنهن باوجود بہ پنهنجي هوس نہ ٿو ڇڏي. اي خدا عزوجل هن جي هوس کي دور فرماءِ. حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جو خدا تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ اهو چوڻ ۽ پوڙهي جو ڪهپيءَ کي اڇلائي ليٽي آرام ڪرڻ. حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام وري خدا تعالىٰ ڪان دعا گهري تہ اي الله! هن کي پنهنجي هوس موٽائي ڏي. جيئن دعا گهريائين، تيئن پوڙهو وري آرام مان اٿي پيو ۽ ڪهپي کڻي وري کوٽائي ڪرڻ لڳو. حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام پڇيس تہ تو آرام ڪيو ۽ ڪهپي ڦٽو ڪري ڇڏئي ۽ وري تون اٿي کوٽائي ڪرڻ لڳو آهين. ڇا ماجرا آهي؟ پوڙهي چيو تہ جنهن وقت ڪهپي ڦٽي ڪري آرام ڪرڻ لڳم تہ ان وقت مون کي اهو خيال آيو هيو تہ هاڻي تون ايترو پوڙهو ٿي ويو آهين، اڃان بہ تون پنهنجي هوس نہ ٿو ڇڏين، هاڻي توکي ڪم نہ بلڪ آرام ڪرڻ کپي. ليڪن ڪجهہ گهڙيءَ کان پوءِ خيال آيو تہ نہ! اڃان تنهنجي زندگي باقي آهي ۽ توکي زندگي گذارڻ لاءِ ڪم ڪار ڪرڻو آهي.

(نزهة المجالس ج اول ص 131)

هڪ ڀيري حضرت عيسىٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جبل جي هڪ ٽڪريءَ تان گذريا، اتي هڪ پوڙهي کي ڏٺائون، جنهن وٽ ڪوبہ

اجهو ڪونہ هيو. اونهاري جي ڏرتتي اُس ۽ سياري جي سرد هوائن ۾ هو ڪليل آسمان جي هيٺان مصلو وڇائي خدا تعالىٰ جي عبادت ۾ مشغول آهي. حضرت عيسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام ڪانئس پڇيو تہ اي جهونا! آخر تون پنهنجي لاءِ ايترو اجهو بہ بنائي نہ ٿو سگهين؟ پوڙهي وراڻيو! تہ اي روح الله ! مان تنهنجي اڳين نبين کان ٻڌو آهي تہ منهنجي عمر صرف ست سؤ سال آهي. هاڻي ست سؤ سال بہ ڪو عرصو آهي جو ان مختصر عرصي لاءِ مان ويٺو گهر ٺاهيان. بس ويندو ڪجهہ اس ۾ ڪجهہ ڇانو ۾ گذري. حضرت عيسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام ٽڏو ساهہ ڀري فرمايو تہ پوئين دور ۾ تہ اهڙا ماڻهو ايندا، جن جون عمريون سؤ سال کان بہ وڌيڪ نہ ٿينديون ليڪن اهي پنهنجي لاءِ وڏا محل ۽ ماڙيون جوڙائيندا رهندا. (روضة الاذڪار ص 55)



"آخرت جي ياد دوا بہ آهي تہ شفا بہ آهي ۽ دنيا جي ياد سيني بيمارين کان وڏي بيماري آهي." (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# صوفي صاف ڪيو، توئي ورق وجود جو!

انسان جي زندگي هيءَ ظاهري زندگي جنهن جي ڪلاڪ ۾ سٺ منٽ، جنهن جي ڏينهن رات ۾ چوويهه ڪلاڪ ۽ جنهن جي سال ۾ 360 ڏينهن وڌ ۾ وڌ، جنهن زندگيءَ ۾ ستر سال هوندا آهن، جيڪا ابدي ڪونهي، فاني آهي، بقا ڪونهي بي باقي آهي. اها زندگي صرف هڪ پُل جو ڪردار ٿي ادا ڪري هڪ ٻئي ابدي زندگيءَ ڏانهن ڪراس ڪرڻ لاءِ.

دنيا هڪ اجهاڳ برائين جو درياءُ آهي ۽ زندگي ان مٿان پُل آهي. ماڻهو ان پُل تان ڪراس ڪري ٻئي پار پُجڻو آهي. جاودان واري زندگيءَ طرف ماڻهو کي ڪوشش ڪرڻ کپي ته مان پهچي وڃان. ان لاءِ پُل جي مضبوطي تمام ضروري آهي ته جيئن ڪراس ڪرڻ وقت پُل ٽٽي نه پوي، ماڻهو جي اصلي زندگي تباهه نه ٿي وڃي، ماڻهو انهيءَ گند ڪچري واري اجهاڳ درياءَ ۾ ڪري نه پوي. جيڪڏهن ماڻهو براين جي درياءَ ۾ ڪري پيو ته پوءِ ڇا بچندو؟ نه اها ظاهر واري زندگي رهندي ۽ نه وري جاودان واري اڳين زندگي ئي باقي رهندي. انسان جو گوشت ۽ پوست انهن براين، فريبن، ڪوڙائين، ٺڳين، وياج خورين، رشوت خورين، زناخورين، زناڪارين، شراب خورين، جواگيرين، ۽ بي راهه روين ۾ ديجي ڳري سڙي ختم ٿي ويندو.

اهو زندگيءَ جو نُسو انسان جي وات ۽ نڪ ۾ داخل ٿي سندس دم کي گهٽيندو ۽ سندس ساهه ٻُوسانجي ويندو. ان تيزابيت جهڙي گناهن واري پاڻيءَ جي پوڻ ڪري انسان جا ڦڦڙ انسان جي دل،

انسان جا آنڊا، انسان جون ساهہ واريون نليون، انسان جون ٻڪيون وغيره ائين ڳري سڙي وينديون، جيئن باهہ لڳڻ کان پوءِ ڪنهن بہ شيءِ جو وجود نہ رهندو آهي صرف ۽ صرف ڪيري (يعني خاڪ) رهجي ويندي آهي.

ان لاءِ پل جي اڏاوت ۾ مضبوطي رکني آهي، جيتريون پل ۾ وڏيڪ سيخون، لوهي سريا، سيمينٽ ۽ اوچي ٻولهڙي واري مشهور ريتي ملائي ويندي، اوتري پل مضبوط ٿيندي ۽ جيتري پل مضبوط ٿيندي تہ اوترو انسان آسانيءَ سان پار پئجي پنهنجي اصلي ۽ حقيقي زندگيءَ جي جهوليءَ ۾ ائين ڪرندو، جيئن روئنهارڪي ٻار ڪي سندس پالڻ واري دائي بس نہ ڪرڻ تي ڪني ماءُ جي جهولي ۾ ڦٽو ڪندي آهي تہ ماءُ جي جهولي ٻار لاءِ دنيا جي وڏي ۾ وڏي آسائش ثابت ٿيندي آهي. ٻار ائين چپ هٽندو آهي ڄڻ تہ ان کي دنيا جي وڏي ۾ وڏي نعمت ملي ويندي آهي.

پل جي اڏاوت لاءِ سريا تنهنجون ڄنگهون ٻانهون، ڪرنگهي ۽ سيني جون هڏيون آهن. انهن هڏين کي الله تعالیٰ جي ذڪر ۽ فڪر سان اهڙي طرح سان جوڙي ڇڏ جو انهن هڏين جي هڪ هڪ چرپر مان الله تعالیٰ جي ذڪر ۽ فڪر جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي. ڪنهن بہ عضوي کي اڳتي ڪريو تہ "الله"، پوئتي ڪريو تہ "الله"، کاٻي ڪريو تہ "الله" ۽ ساڄي ڪريو تہ "الله" ئي ٻڌڻ ۾ اچي.

ڪرنگهي جي هڏي اهڙي بنائي ڇڏيو جو اها سڌي مٿي تہ تنهنجو قيام هجي، اُلٽي ٿئي تہ تنهنجو رڪوع هجي، صفا ٻيٺي ٿي وڃي تہ تنهنجو سجدو ٿئي، مقصد تہ هڏيءَ جي انگ انگ مان "الله تعالیٰ" جو

رنگ جهلڪيون ڪائيندو هجي. ان پل ۾ تنهنجو سيمينٽ تنهنجي جسم جو گوشت آهي. تنهنجي زبان، تنهنجي دل، تنهنجون ٻڪيون، تنهنجا ڦڦڙ ۽ تنهنجي جسم جا ٻيا سمورا عضوا اهو روحاني سيمينٽ آهي، جنهن جي ملائڻ سان سريا مضبوطي پڪڙيندا ۽ پوءِ دل ناقابلِ شڪست بڻجي ويندي. پنهنجي هٿن کي اهڙو بڻائي ڇڏ جو اهي حق حلال جي روزي ۽ محبوب جي تنوار واري تسبي ٻڌڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪم ڪار نه ڪن. پنهنجن قدمن کي اهڙو بڻائي ڇڏ جو اهي هميشه تنهنجي محبوب جا پنڌ ۽ پيچرا پڇائيندا رهن. انهن کي پنهونءَ جي پڇاڻ ڪانسواءِ باقي ٻيو ڪوبه مشغلو نه هجي. پنهنجي اکين کي اهڙو آئينو بڻائي ڇڏجو جو اُن مان تون ڀلي ڪنهن به ”الف“ يا ”بي“ کي ڏسين پر ان آئيني ۾ توکي عڪس صرف پنهنجي محبوب سائين جو ئي نظر اچي.

پنهنجي سيني جي ڌڙڪڻ جي واڳ سڄڻ سائين سان ئي ڳنڍيي ڇڏ. تنهنجي جسم جو رت پاڻيءَ جي برابر آهي جيڪو مصالحي ڳاهڻ لاءِ ڪتب ايندو. تنهنجي شريان مان رت جو ڦڙو ڦڙو به نڪري ته اهو الله تعالىٰ جو نالو ٻنجي وڃي. تنهنجي زبان ان مالڪِ حقيقيءَ جي ذڪر سان اهڙيءَ طرح جڙيل هجي، جيئن ننڍڙو ٻار ماءُ جي سيني سان جُڙيل هوندو آهي يا جيئن هر اولاد جو نالو سندن پيءُ جي نالي سان جُڙيل هوندو آهي. تنهنجو دماغ ريتي بجريءَ جو ڪم ڏيندو آهي ڇوته دماغ ۾ عقل هوندو آهي ۽ عقل پٿرن کان گهٽ نه هوندو آهي. عقل تمام سخت هوندو آهي. عقل فرعون هوندو آهي. عقل هامان هوندو آهي. عقل قارون هوندو آهي، عقل شداد هوندو نه آهي ۽ عقل شيطان هوندو آهي.

ان لاءِ عقل نهوڙڻو پوندو، عقل جي وجود کي ڪم ڪرڻو پوندو، عقل جي نالي نشان کي ئي مٽائڻو پوندو، جڏهن ٻه مصالحو جڙندو آهي ته ڇا ان ۾ ريتي ۽ بجري ظاهر ٿيندي آهي؟ نه ڪڏهن به نه. جيڪڏهن ڪنهن به عمارت ۾ بجري ۽ ريتي ظاهر ٿيندي ته اها عمارت ناقص ڄاڻبي. اها عمارت ڪمزور تصور ڪئي ويندي. اها عمارت ويهڻ جي قابل نه ٿيندي. ان عمارت جي اندر سوين خطرات لاحِق ٿيندا.

اهڙي ئي نموني سان عقل کي مار ڏيڻ لاءِ ضروري آهي ته انکي دل جي سيمنٽ ۽ رت جي پاڻيءَ ۾ اهڙي طريقي سان گڏايو وڃي جو عقل جو وجود ئي نه رهي. بس سموري حڪمراني دل جي ئي بڻجي پوي. جڏهن دل جي حڪمراني حاصل ٿي ويندي ته پوءِ اها پُل مضبوط ليکي ويندي. هاڻي اي طالب! تون آسانيءَ سان ڪراس ڪري پنهنجي اصلي منزل جي طرف پهچي سگهين ٿو.

انسان کي جهڙي نموني سان ڪجهه ظاهري عضوا عطا ڪيا ويا آهن، اهڙي نموني سان باطني عضوا به آهن، ظاهري هٿ، پير، اکيون، پيٽ، پُٺي، نڪ، ڪن وغيره آهن. اهو مڪمل انسان ڪونهي. اهو مڪمل ساهدار ڪونهي. جيڪڏهن هڪ مردو آهي ته اسان چئون ته بابا! هيءُ ساهدار آهي ته توهان سڀ انڪار ڪندؤ. اڙي بابا! هن ۾ ساهه وري ڪٿي آهي هيءُ ته مڙدو آهي. اڙي بابا! ساهدار وري ڪيئن ناهي. هن کي ڏسو ته ڪنَ آهن. هن کي ڏسو ته هٿ آهن. هن کي ڏسو ته پير آهن. هن کي ڏسو نڪ آهي، پوءِ ساهدار ڪيئن ناهي؟ توهان چوندؤ ته سائين! واقعي ته هٿ ۽ ته

پير آهن پر انهن ۾ چرپر ڪونهي، نه ڪن آهن پر انهن ۾ سماعت ڪونهي، نه اکيون آهن پر انهن ۾ ڏسڻ واري شڪتي (vision) ڪونهي. ته پوءِ هن کي اسان ساهدار نه ٿا چئي سگهون، ڇوته هن ۾ ساهه موجود ئي ڪونهي. هيءُ مڙدو آهي. هيءُ ڪجهه ڪلاڪن کان پوءِ ڌپ ڪرڻ شروع ڪندو. هن جي جسم ۾ اهڙي ڌپ ٿيندي جو اهڙي ڌپ ڪنهن به ٻئي ڍوند ۾ ڪونهي هوندي.

افسوس آهي اي انسان! هيءُ ته تنهنجو پٽ آهي. هن کي ته تو لاڏ ڪوڏ سان پاليو آهي. هن کي ته تو سونن ڇمڇن سان کارايو آهي، هن کي ته تو پاڻ کي بکون ۽ تڪليفون ڏئي پڙهايو آهي. هيءُ تنهنجي سامهون ايندو هيو ته تنهنجو سڄو وجود ٻهڪي پوندو هيو. تون هن کي دنيا جي حسين ترين مخلوق سمجهندو هئين. تون هن جي ڪجلين اکين جي تعريف ڪندو هئين، تون هن جي موتي داڻن جهڙن ڏندن جي شان ۾ منقبتون لکندو هئين، تون هن جي ڊگهي قد کي صنوبر جي وڻ سان مشابهت ڏيندو هئين. تون هن جي اکين جي روشنيءَ ۾ پنهنجو ساهه پيل پائيندو هئين. تون هن جي مسڪراهٽ تي دنيا جون ڪروڙين خوشيون قربان ڪري ويهندو هئين. اڄ تون هن کي نفرت سان پيو ڏسين. ڇوين ٿو ته ڪٿوس دير نه ڪريو، اڄ تون هن تي پنهنجي گهر جا دروازا بند ٿو ڪرين.

حيف آهي توتي اي انسان! تون اڄ پنهنجو رويو مٽائي وئين. هيءُ اهو ساڳيو ته پنج فٽ 6 انچن وارو تنهنجو پٽ آهي، هينئر به ته هن جون اکيون، هن جي اکين جا globe اهي ساڳيا آهن. هن جي ڪنن جي سائيز ساڳي آهي. هن جو جسم هينئر به پشم جهڙو آهي هينئر

ٻہ هن جي لبڙن جي لالي لٿي ناهي تہ پوءِ تون ايترو خفا ڇو ٿي ويو آهين؟

جي سائين! هن ۾ ساهہ ڪونهي. ساهہ ڇا هوندو آهي. اندر ۾ ڦڦڙ ٻہ آهن، اندر ۾ دل ٻہ آهي ، اندر ۾ جگر ٻہ آهي، اندر ۾ بُڪيون ٻہ آهن، اندر ۾ آنڊا ٻہ آهن، پوءِ باقي ڪهڙي شيءِ هن ڪان کسجي وئي آهي، جنهن جي ڪري تو ۾ نفرت پيدا ٿي وئي آهي. اي سائين! هن ۾ ساهہ ڪونهي، هن ۾ روح ڪونهي. اصل ڳالهہ هوندي آهي روح جي.

دنيا ۾ چوريون ڪيئي هنن هٿن پيرن ۽ پيٽ لاءِ . دنيا ۾ ارهہ زوريون ڪيئي هنن هٿن پيرن ۽ پيٽ لاءِ، دنيا ۾ وياج خوريون ڪيئي، هنن هٿن پيرن ۽ پيٽ لاءِ پنهنجي مالڪ جي نافرماني ڪيئي هن سرڪش نفس جي آسائش ۽ سڪون لاءِ، نماز نہ پڙهيئي تہ جيئن نفس خوش ٿئي، روزو نہ رکيئي تہ جيئن نفس سرڪش خوش ٿئي، ذڪر نہ ڪيئي تہ جيئن تنهنجو نفس سرڪش خوش ٿئي. اڄ ان نفس سرڪش ڪان ايترو بيزار آهين. نفس ڪي تو ٻئي هٿ وزير ڪري ڏنا. نفس ڪي تو دماغ صلاحڪار ڪري ڏنو. نفس ڪي تو ٻئي پير آفيسر ڪري ڏنا. اڄ توڪي خبر پئي تہ هيءُ سڀ ڪجهہ ٻہ ڪجهہ ڪونهي. جيڪڏهن سڀ ڪجهہ آهي تہ اهو روح آهي جيڪو هن پڃري مان نڪري چڪو آهي. پوءِ ٻڌاءِ! اصلي شيءِ ڪي. اصلي مغز ڪي تو ائين رائيگان ڪري وڃائي ڇڏيو ۽ نقلي شين جو تو ساٿ ڏنو، هينئر انهن ڪوٺين ۽ نقلي شين ڪي تنهنجو ياءُ پنهنجو ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي. تنهنجي ماءُ ڳلي لڳائڻ

لاءِ تيار ناهي. تنهنجو پيءُ چمي ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. تنهنجو گهر ٺڪاڻي ڏيڻ لاءِ تيار ناهي. اوڙي پاڙي جو ماڻهو مهمان بنائي سمهارڻ لاءِ تيار ناهي. صرف اها مٽي آهي ويچاري جيڪا پنهنجون ٻانهون کولي ان کي پنهنجي سيني ۾ بند ڪري پاڻ جهڙو بنائي ڇڏي ٿي. هاڻي نالو نشان ئي نہ رهيو پر جيڪڏهن نالو نشان رهيو تہ اهو روح جو رهيو اهو اصليت جو رهيو. هاڻي روح جي غذا ڪهڙي آهي؟ تو پنهنجي جسم جي غذا تہ سچي زندگي ڪئي؟ حرام جو هجي يا حلال جو هجي بس جسم کي راحت ڏيڻي آهي. هٿ کس ڪرڻي پوي يا ڏاڙو ۽ ڦر ڪرڻي پوي پر جسم کي قرار ڏيڻو آهي. گوشت مرغيون، چڪنايون، مرغن خوراڪون، ايئرڪنڊيشنون ،محلات، بنگلا، ڪارون وغيره بہ ڏارٽيون آهن. اهو سڀ ڪجهہ صرف اڪ ڇنڀ جيتري عرصي وڌ ۾ وڌ ستر سالن جيتري زندگيءَ لاءِ آهي. پر اها زندگي جيڪا اڻ کٽ آهي، جنهن جي انت جي خبر ناهي، لکين سالن تي محيط آهي يا ڪروڙين سالن تي انحصار ٿي ڪري يا اربين سالن جي محور تي مشتمل آهي. خدا ئي ٿو ڄاڻي منهنجو! ان زندگيءَ لاءِ پورو ڪلمو پڙهڻ بہ ڪونہ ٿو اچي، ان زندگيءَ لاءِ پورا وضوءَ جا فرض بہ ڄاڻي نہ ٿا سگهئون. ان زندگيءَ لاءِ پورا وقت نماز بہ پڙهي نہ ٿا سگهئون. ان زندگيءَ لاءِ پورا روزا بہ رکي نہ ٿا سگهئون.

اي انسان سڳورا! تون پنهنجي دل جي ڪارنهن کي دور ڪري ڇڏ.
اي انسان سڳورا! تون دل جي ڪس ۽ ڪارنهن کي الاهي تجليات سان روشن ڪري ڇڏ!

انهيءَ جو حصول عطا سان هوندو آهي، مجاهدي سان ناهي هوندو. مجاهدو ته تنهنجو ڪسب هوندو آهي.

اي انسان سڳورا! تون پنهنجي دل جي آئيني جي ڏوڙ ۽ ڌزيءَ کي صاف ڪر. جيڪڏهن خود صاف نه ٿو ڪري سگهين ته پوءِ آئينہءَ گر وٽ کڻي وڃ. اهو آئينہءَ گر مردِ حق هوندو آهي. ان وٽ پنهنجي انا، پنهنجي تڪبر، پنهنجي غرور، پنهنجي وڏائيءَ کي ڪٽي نه ويجانءِ. ان وٽ وڃين ته بلڪل پنهنجي دل کي ننگو ڪري ويجانءِ. سراپا عاجزي، انڪساري سان وڃي گوڏا ٽيڪجانءِ، جڏهن نفس شرمندو ٿيندو مرده ٿيندو ويندو آهي ته اتان کان دل زندهہ ٿيڻ شروع ڪندي آهي ان لاءِ نفس کي ٽوڙي مروڙي گهڻا ڏئي قتل ڪري وجهينس، نفس جي قتل سان تنهنجي دل جي زندگي آهي پر جيڪڏهن نفس کي ڪاجا پستا ۽ بادام ڪارائيندو ان کي ٿلهو متارو بنائيندو ايندين ته تنهنجي دل سڪتي ۾ هوندي آهستي آهستي پوين پساهن واري موم بتيءَ وانگر تنهنجي دل جهوٽا کائي ختم ٿي ويندي. اي انسان سڳورا! دل سمورن عضون جو بادشاهہ آهي ۽ باقي سڀ عضوا ان جي رعيت آهن. هاڻي جيڪڏهن بادشاهہ ئي غافل هجي. بادشاهہ ئي اگهور ننڊ ۾ هجي ته رعيت جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ جيڪڏهن دل سجاڳ هوندي آهي ته پوءِ باقي عضوا به سجاڳ بنجي ويندا آهن. اهي دل جا محافظ بنجي ويندا آهن. ڪو چوبدار ته ڪو صوبيدار ٿي ويندو آهي پوءِ بادشاهہ جون سلاميون ٿينديون آهن. سلاميون اهي باطني لطائف هوندا آهن جيڪي انساني جسم جي مختلف عضون ۾ ڇهه ڇهه رکيا ويا آهن. هر لطيفو پنهنجو مخصوص ذڪر ڪرڻ شروع ڪندو آهي.

اي انسان سڳورا! مالڪِ حقيقي جو ذڪر نفس جو موت ثابت ٿيندو آهي نفس جي موت سان تنهنجي غرور جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي عاجزي اچي ويهندي آهي، تنهنجي وڏائي جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي نهٽائي اچي ويهندي آهي. رياء ڪاري ۽ ڏيکاءَ جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي ڳجهائي اچي ويهندي آهي، جهالت جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي اچي علم ويهندو آهي. فرصت جو موت هوندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي مصروفيتِ الاهي اچي ويهندي آهي، جهالت جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي اچي سخاوت ويهندي آهي. نفس پروريءَ جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي اچي نفس ڪشي ويهندي آهي حتاڪ ايستائين جو تنهنجي وجود مان شيطان جو موت ٿيندو آهي ۽ ان جي جاءِ تي اچي رحمان ويهندو آهي، اي انسان سڳورا! جيڪڏهن تون الله تعالیٰ سان سچي محبت ڪرين ٿو تہ پوءِ غير الله کي ڪڍي ڇڏ.

تون پنهنجي پٽ سان محبت ٿو ڪرين ، اهو تنهنجي لاءِ غير الله آهي، تون پنهنجي مال سان محبت ٿو ڪرين، اهو تنهنجي لاءِ غير الله آهي، تون پنهنجي عيال سان محبت ٿو ڪرين اهو تنهن جي لاءِ غير الله آهي، تون پنهنجي جسم جي عضوي عضوي سان محبت ٿو ڪرين ان کي خوراڪ مهيا ڪري ڏين ٿو، ان کي سهڻا سهڻا، مهانگا مهانگا ڪپڙا ڍڪين ٿو ،ان کي عطر ۽ عنبير لڳائين ٿو ان جسم مٿان جيڪڏهن ٿورڙي بہ گرد و غبار چڙهي ٿي وڃي تہ تون ان کي سؤ سؤ ڀيرا ڇنڊين ڦوڪين ٿو، ان کي ڏينهن ۾ ٽي ٽي ڀيرا غسل ڪرائين ٿو. اها تنهنجي محبت غير الله سان آهي، پر جڏهن

تون الله جو ٽيندو ويندين تہ پوءِ غير الله خودبخود خدا تعاليٰ جي حڪم سان توکان پري ٿيندو ويندو. پوءِ آزمائش شروع ٿيندي. الله تعاليٰ ڏسندو تہ واقعي بہ تون غير الله کان دور آهين. تنهنجي ملڪيت مال کسجي ويندو. الله تعاليٰ ڏسندو تہ واقعي بہ تون غير الله کان دور آهين، تنهنجو اولاد ۽ عيال کسجي ويندو. الله تعاليٰ ڏسندو تہ واقعي بہ تون غير الله کان دور آهين، تنهنجا محل ۽ ماڙيون کسجي ويندا. الله تعاليٰ ڏسندو تہ واقعي بہ تو وٽ غير الله جو خوف ڪونهي، الله تعاليٰ جي خوف کان سواءِ، تو ۾ موت اچي لاٻارو وڃهندا الله تعاليٰ ڏسندو تہ واقعي تون غير الله کي ڇڏي الله تعاليٰ جي پويان لڳو آهين. پوءِ تنهنجا هٿ تنهنجا نہ رهندا، پوءِ تنهنجا پير تنهنجا نہ رهندا، پوءِ تنهنجون اکيون تنهنجون نہ رهنديون، پوءِ تنهنجا ڪنَ تنهنجا نہ رهندا. هر شيءِ ۾ الله تعاليٰ جي ذات سمائجي ويندي مالن ۽ عيالن جو نقصان، هڪ قسم جي خدا تعاليٰ جي ذات جي تنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائڻ جي مترادف آهي تہ مبادا تنهنجي ڊانچي جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ شيطان تہ ناهي ويٺو. جڏهن شيطان پنهنجا سمورا ٽپڙ کڻي ڪوچ ڪري ويندو آهي تہ پوءِ الله تعاليٰ جي ذات تنهنجي رڳ رڳ ۾ گهر ڪندي آهي.

اي انسان سڳورا! تون جيڪڏهن روحاني بيماريءَ ۾ مبتلا آهين. جيڪڏهن تنهنجي بيماري هڪ روڳ ۾ تبديل ٿي وئي آهي تہ پوءِ ڪنهن سٺي طبيب ڏي وڃ جيڪو پنهنجي فن جو ماهر هجي. جيڪڏهن طبيب ڄاڻو نہ هوندو تہ تنهنجي بيماي وڌيڪ خراب ٿي ويندي.

تون جيڪڏهن سچو سالڪ آهين ته توکي ثواب جي لالچ ۽ عذاب جو خوف نه هجي. جيڪڏهن ثواب جي لالچ ۽ عذاب جي خوف ۾ تو ذڪر ڪيو ته اهو ذڪر تنهنجي ڪم جو ناهي.

اي انسان سڳورا! لڪين ذڪر جا قسم آهن هر هڪ کي پنهن جو پنهنجو ذڪر عطا ڪيو ويو آهي. حيوانات جو پنهنجو ذڪر آهي، بحر جو پنهنجو ذڪر آهي، پٿر جو پنهنجو ذڪر آهي، سمنڊ جو پنهنجو ذڪر آهي، ايستائين جو پکي، دروازي، مشين وغيره جو پنهنجو پنهنجو ذڪر آهي، نالو سڀ "الله تعالىٰ" جو وٺندا آهن ليڪن سوز، سرور، ردم ۽ انداز پنهنجو پنهنجو آهي.

هڪ هڏن جو ذڪر هوندو آهي ته هڪ گوشت جو ذڪر هوندو آهي. هڏن جو ذڪر ته ڪير مخدوم بلال کان پڇي ۽ گوشت جو ذڪر ته حسين بن منصور حلاج کان پڇي. حضرت حسين بن منصور حلاج کي ڪُٺو ويو ته ان جي رت جو جيڪو به ڦڙو زمين تي ڪري رهيو هيو ته ان ڦڙي سان الله تعالىٰ جو نالو لکجي پئي ويو. ايستائين جو هٿن کي ڪٽي جدا ڦٽو ڪيو ويو ته انهن ۾ ردم ۽ تنوار اچي وئي، انهن به ذڪر شروع ڪيو. پيرن کي ڪٽي الڳ ڪيو ويو ته انهن ۾ هڪ نئين جوت پيدا ٿي ۽ انهن به ذڪر شروع ڪيو. ايستائين جو جڏهن حضرت منصور جي جسم کي ساڙيو پئي ويو ته ساڙيندڙن جي زبان تي به ذڪر هيو ته سڙندڙن جي زبان تي به ذڪر هيو ۽ جيڪا باهه ساڙي رهي هئي ته ان جي زبان تي به ذڪر هيو. جيڪا خاڪ حضرت منصور جي ميڙي درياءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ کڻي ويئي ته ان خاڪ ۾ به ذڪر هيو ته جڏهن اها

خاڪ دجلا درياءَ ۾ ڦٽي ڪئي ويئي ته اهو به جوش ۾ اچي ذڪر ڪرڻ لڳو. جنهن ذڪر ڪري درياءَ جي اندر به هڪ هيبت پيدا ٿي وئي ته ان خاڪ جي ذڪر جي هيبت کان دجلا درياءَ جي اندر هڪ هيبت پيدا ٿي وئي ۽ اهو جوش ۾ اچي ذڪر ڪرڻ لڳو. جنهن ذڪر ڪري درياءَ ايڏو عوج ۽ عروج پڪڙيو جو بغداد جي شهر کي ٻڏڻ جو خطرو ٿي ويو. جيڪڏهن حضرت ابن منصور جو خرقو ڪٺي درياءَ کي ان جو واسطو نه وڌو وڃي ها ته شايد هاڻي وارو سڄو عراق دجله درياءَ ٻوڙي ڇڏي ها.

## حضرت مخدوم بلال جي هڏين جي ذڪر جي ڪمال جي هڪ جهلڪ

چام لڌو سنڌ جو حڪمران ٿي گذريو آهي. سندس حڪومت تقريبًا 50 سالن تي محيط هئي جيڪا سنڌ مٿان رهي. سندس دور امن ۽ خوشحالي جي دور رهيو. سندس وقت ۾ شاهه بيگ ارغون سنڌ تي هلان ڪري آيو. حضرت مخدوم بلال جا پوئلڳ ظالم شاهه بيگ ارغون جا مخالف هئا. شاهه بيگ ارغون قاضي قاضن کي مخدوم بلال ڏانهن موڪليو هيو ته هو ڪيس اچي پيش پوي پر حضرت مخدوم بلال ناحق جي ساٿ ڏيڻ کان نابري واري.

شاهه بيگ ارغون جي اشاري تي دنيا جي پوڄاري ملن مولوين طرفان هڪ منصوبو رٿيو ويو جنهن تحت هڪ موچيءَ کي گهرائي ڪيس چيو ويو ته هڪ اهڙي جُتي تيار ڪري، جنهن جي تري ۾ قرآن پاڪ جا ورق وجهي ڇڏي ، پوءِ اها جتي ڪٺي، حضرت مخدوم بلال رحمة الله تعالىٰ عليه کي باغبان ۾ تحفي طور موچيءَ جي طرفان ڏني وڃي.

موچيءَ شروعات ۾ اهڙي غلط ڪم ڪرڻ کان انڪار ڪيو پر پوءِ حياتيءَ جي خوف کان ڊڄي هن ڳالهہ تي راضي ٿيو ۽ ڏسيل طريقي موجب جُتي تيار ڪيائين ۽ حضرت مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ جن کي باغبان ۾ اچي ڏنائين. شاهہ بيگ ارغون ۽ ان جي حوارين پڪوپهہ ڪري ورتو هيو تہ ڪهڙي بہ طريقي سان مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ کي مارائي ڇڏجي نہ تہ هيءُ اڳتي هلي پنهنجي مريدي خادميءَ سبب سندن حڪمرانيءَ کي ڪاپاري ڌڪ رسائيندو آخر موچي چند ڏينهن ۾ جُتي تيار ڪري اچي مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ کي پيش ڪئي. مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ جُتي ڏسي موچيءَ کان معلوم ڪيو تہ ابا هيءَ جُتي آهي؟ موچيءَ هٻڪندي وراڻيو تہ ها سائين هيءَ جُتي آهي!!!

مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ پرده پوشيءَ وارو پهلو استعمال ڪندي ڳوٺ جي موچيءَ کان اوزار گهرائي جُتي کي لاهي منجهائنس ٽوپي جوڙائي ۽ پنهنجي خليفي مخدوم ساهڙ جي مٿي تي وڌائين. (قلمي نسخي مطابق) موچيءَ موٽي اچي سڄي اکين ڏٺي ماجرا ميران شاهہ کي ٻڌائي، جيڪو شاهہ بيگ ارغون جو چمچو هيو، ميران شاهہ جو غصو ويتر چوٽ چڙهي ويو. موچيءَ کان زبردستي ڪوڙي فرياد قاضيءَ وٽ ڪرايائين تہ مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ جُتيءَ ۾ قرآن پاڪ جا ورق وجهي پيرن ۾ پائي گهمندو وتي ٿو. انهيءَ گواهيءَ لاءِ مٿس ڪوڙا شاهد بہ بيهاريا ويا.

ڪورٽ قائم ٿي مخدوم بلال رَحمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَليهِ کي آڏيءَ پڇا لاءِ آندو ويو.

مخدوم صاحب سڄي ماجرا سڻي موچيءَ کان صرف ايترو پڇيو ته ابا تنهنجي ٿاهيل جُتي مان پيرن ۾ پاتي هئي؟!! موچيءَ هيڪندي مجبورن شرم وچان ها ڪئي. انهيءَ تي مخدوم بلال رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه ٿڌو ساهه ڀريندي قاضيءَ کي مخاطب ٿي چيو ته آءُ پنهنجي صفائيءَ ۾ ٻيو ڪجھه چوڻ نه ٿو چاهيان... ۽ خدا تعالیٰ جي رضا تي راضي آهيان. بس توهان پنهنجو ارادو پورو ڪريو. قاضي جيڪو مخدوم بلال رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه تي آيو ئي ڏوهه ثابت ڪرڻ هيو. تنهن ٿهه پهه مٿس ڪفر ۽ الحاد جي فتوىٰ ڏيندي وراڻيو ته انهيءَ ڏوهه عيوض مخدوم بلال رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه کي شرعًا جيئري لوهي گهاڻي ۾ جيئري پيڙهايو وڃي. مخدوم بلال رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه صبر سان سر تسليم خم ڪيو.

(قلمي نسخو ، مخدوم بلال باغباني رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه)

مخدوم بلال رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه کي لوهي گهاڻي ۾ وڌو ويو. پهريائين سندس پير پيڙيا ويا. مخدوم صاحب جي هڏين جون ذرڙيون ڇڻ ته تسبي جا مڻيا ٻڌجي ويا ۽ اُهي هڪٻئي ۾ ائين لڳي رهيون هيون ڄڻ ته بلال باغباني رَحْمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيْه مراقبي ۾ خدا تعالیٰ جي ذڪر جي مستيءَ ۾ مست آهي. ڙڪاٽ ڙڪاٽ ڙڪاٽ ڙڪاٽ اهڙي ته لازوال ڏن تي تي رهيا هئا جو خدا تعالیٰ جا ملائڪ به شايد هيءَ قربانيءَ ڏسڻ لاءِ آسمان تان زمين تي لهي چڪا هئا ۽ سرٻاٽ ۾ ڄڻ هڪٻئي کان پڇي رهيا هجن ته هيءَ قرباني ڪنهن ڪئي آهي؟

جڏهن چيلهه کان مٿي پيڙهجڻ لڳو ته سندس زبان تي الحمدلله جا الفاظ نڪتا ۽ فرمايائون ته اڄ مون کي شهادت نصيب ٿي آهي ۽ مان مظلوم آهيان ۽ سچ پچ مان ڏسي رهيو آهيان ته خداوند ڪريم منهنجن وڏن لاءِ بخشش جا دروازا ڪشادا ڪري رهيو آهي.

اي انسان سڳورا! جيڪڏهن توکي انهن لکين ڪروڙين ذڪر جي قسمن مان پنهنجي شيخ جي معرفت هڪ ذڪر به هٿ اچي وڃي ته ان جو نور ئي تنهنجي لاءِ ڪافي آهي انهيءَ ذڪر جي سوجهري تي تون آخرت جون اڪيچار منزلون طئي ڪري سگهين ٿو. خدا تعاليٰ جو قرب صفاتي ذڪر سان به حاصل ٿيندو آهي پر جيڪا چاشني ذاتي ذڪر ۾ حاصل ٿيندي آهي ان جو رتبو ئي اعليٰ آهي. انهيءَ چاشني ۾ "من وتُو" ٻئي ختم ٿي ويندا آهن. صرف "تون ئي تون" هوندو آهي يا صرف "مان ئي مان" هوندو آهي. مان به تمام وڏو ارفع مقام آهي ، جيڪو صرف چند مشائخ عظام مان ٻه ڪو هڪ ٻه ماڻي سگهيا آهن باقي "تون" جي مقام تي تمام گهڻن مشائخ عظام جي مشق ٿيل آهي. ٿورڙي عبادت ۾ تسلسل ۽ ربط هوندو آهي، جڏهن ته گهڻي عبادت ڪرڻ ۾ شروع شروع ۾ ته مزو ايندو آهي ليڪن ڏٺو ويو آهي ته اهڙا ماڻهو اڪثر هلي آهستي آهستي گهڻجي گهڻجي غفلت جو شڪار ٿي ويا.

اي انسان سڳورا! سڀ کان پهريان تون پنهنجي ساهه کي درست ڪر. ساهه جي درستگيءَ کان سواءِ تنهنجو ذڪر هرگز بهتر نه ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ذڪر صحيح نه هوندو ته صحيح فيض نه ملي سگهندو. ذڪر جي وقت نڪ جي ٻنهي ناسن مان هڪ ئي رفتار ۽ چڪ ۾ تنهنجو ساهه گهرائي تائين اندر وڃي ۽ اهڙي طرح گهرائيءَ سان ٻاهر اچي. پوءِ تنهنجي لاءِ ضروري آهي ته انهيءَ ساهه کي الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ نه اندر وڃڻ ڏي ۽ نه ٻاهر اچڻ ڏي. اهڙي طريقي سان ڪيترن ئي مشائخ جو چوڻ آهي ته نفس کي تمام

سخت تڪليف پهچندي ۽ هڪ نه ڏينهن ان کي شڪست ملندي جڏهن ذڪر صحيح ٿي ويندو ته پوءِ ذاڪر جو جسم ذڪر ۾ ترقي حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ نرم ٿيندو ويندو، جڏهن "سلطان الاذڪار" جو عهدو ملندو ته پوءِ جسم ڪپهه جي ننيڙي تندُ جهڙو نرم بنجي ويندو. جڏهن ان منزل ۾ استقامت پيدا ٿي ويندي ته پوءِ ذاڪر الله تعالىٰ جي فضل سان پنهنجي روح کي جسم مان ٻاهر ڪڍڻ جي طاقت به حاصل ڪري وٺندو. جڏهن ان مقام ۾ ترقي حاصل ٿيندي ته پوءِ کين کي مرشد ڪامل حضور ڪريم صلى الله تعالى عليه وآله وسلم جن جي باطني دربار ۾ پيش ڪري رتبي حاصل ڪرڻ جو عرض رکندو. ان ڪان پوءِ پرواز جي اجازت ملندي ۽ ذاڪر انهيءَ پرواز سان ڪيترائي الاهي اسرار حاصل ڪندو. جيڪو به ماڻهو انهن اسرارن کي ظاهر ڪندو ته اهو دوست جي محفل مان ذليل و خوار ٿي ڪڍيو ويندو پر جيڪڏهن خاموشيءَ ۾ اڃان به وڌيڪ حاصل ڪرڻ لاءِ "هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ" جو نعرو لڳائيندو رهندو ته اڃان به کيس کي گهڻو ڪجهه عطا ٿيندو ويندو.

خدا تعالىٰ صدقي پنهنجن سيني طالبن ۽ فقيرن جي مون کي به عشق جي ذرڙي عطا فرمائي، مون کي به مرشد ڪريمن جي قربت عطا فرمائي. (آمين)

اي منهنجا رهبر !!

اي منهنجا مرشد ڪريم !!!

اي منهنجي دردن جي دوا !!!

اي منهنجي آزارن جي شڪتي !!!

هيءُ غلام،
صرف ۽ صرف تنهنجي ئي در جو غلام آهي !!
اي سچڻ پير!
شيطان ۽ نفس پاڻ ۾،
ملي ڪري،
منهنجي مٿان بمن بارودن سان،
تابڙ توڙ حملا ڪري رهيا آهن،
ليڪن مان تنهنجي محبت ۾،
ايترو تہ ديوانو آهيان،
ايترو تہ مستانو آهيان،
منهنجي جبين نياز،
تنهنجي پاءِ ناز تي آهي،
منهنجي عقيده ڪشائي،
۽
مشڪل ڪشائي ڪندو رهہ،
منهنجي نظرن جو مرڪز،
تنهنجو رُخ اقدس آهي!
مون لاءِ ڪا فيض جي پالوٽ ڪر،
پنهنجي انوارن مان،
ڪجھ نہ ڪجھ حصو،
مون گنهگار لاءِ مختص ڪر،
اي سچڻ پير !!! اي سچڻ پير !!!

# الله جي مستانن جون ڪجهه حقيقتون

الله تعالیٰ قرآن ڪريم جي اندر ارشاد فرمايو آهي ته ”خبردار بيشڪ الله تعالیٰ جا جيڪي ولي آهن، انهن کي نه ڪو خوف آهي ۽ نه ڪو غم آهي. (سورة البقره)

ٻئي آيت سڳوريءَ ۾ الله تعالیٰ فرمايو آهي ته ”اي جهان وارؤ! خبردار جيڪو منهنجن پيارن ٻانهن جي ويجهو آهي ان کي منهنجي ويجهڙائي حاصل آهي.“

هنن آيت سڳورين مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪي نيڪوڪار ۽ پرهيزگار آهن انهن ۾ الله تعالیٰ جو خوف اهڙي نموني سان رچي سمائجي ويو آهي جو هاڻي انهن کي پنهنجي مالڪِ حقيقي کان سواءِ باقي ڪنهن به بني بشر جو خوف ناهي رهيو.

هڪ حديث پاڪ آهي ته الله تعالیٰ فرمايو آهي ته ”جنهن شخص منهنجي ولين سان دشمني رکي آهي ته مان ان سان اعلانِ جنگ ڪريان ٿو.“ (مشڪواة شريف ص 197)

هاڻي انهيءَ حديث مبارڪ مان اندازو فرمايو ته اولياءِ ڪرام ڪئين نه بي خوف هجن، جڏهن الله تعالیٰ انهن کي پنهنجو دوست سمجهندو هجي ۽ انهن سان دشمني رکڻ واري کي پنهنجو دشمن سمجهندو هجي. الله تعالیٰ جي ولين سڳورن کي خدا تعالیٰ جي ذات جو ڪيترو قرب حاصل آهي ان متعلق حضرت محمد مصطفیٰ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته جڏهن ڪوبه شخص گهڻي تعداد ۾ نفل نمازون پڙهندو آهي ته اهو منهنجي قريب ٿي ويندو آهي. (مشڪوة شريف ص 197،صحيح بخاري ص 963)

نہ تخت و تاج نہ لشکر و سپاہ میں ہے۔
جو بات مرد قلندر کی بارگاہ میں ہے

الله تعالىٰ جي نيڪوڪارن جي غلامي ڪرڻ جو حڪم خود الله تعالىٰ ڏني ڇڏيو آهي. پر هاڻي هڪ ٻيو مشڪل مسئلو آهي اهو هڪ وڏو خطرناڪ مسئلو آهي تہ اڄڪلهہ هر شيءِ بناوٽي ۽ بناسپتي آهي. ايستائين جو نبوت جا بہ بناوٽي دعويدار بڻجي چڪا آهن. (نعوذ بالله) اهڙين حالتن ۾ خالص خدائي مستانن ۽ مخلصن کي تلاش ڪرڻ بہ گهڻو مشڪل بڻجي ويو آهي. اڄڪلهہ ڪيترائي جاهل ۽ بي دين ماڻهو بہ ولايت جي دعوىٰ ڪري رهيا آهن. مصنوعي مست الست، ننگا ننگ ۽ پير درويش جي روپ ۾ ڪيترائي ماڻهو سادن ماڻهن کي ڦرڻ لٽڻ جي ڌنڌي ۾ مشغول آهن. جڳهہ جڳهہ تي اهڙن نام نهاد فقيرن ۽ جعلي پيرن پنهنجا اڏا قائم ڪري ڇڏيا آهن. سوڙي شاهہ، تنبوري شاهہ، ڏنڊي والا بابا، ڦوڪ والا بابا، خاڪ والا بابا، پڪوڙي بابا، جاڳا پير وغيره وغيره مصنوعي نالا ڏئي ماڻهن کي ٻنهي هٿن سان ڦري لٽي رهيا آهن.

ڪنهن پير ڳلي ۾ زنجيرون وجهي هونگون ڪرڻ شروع ڪيون آهن تہ ڪنهن جي ڪنڌ ۾ ڪنڌلا پاتا پيا آهن. ڪنهن جي هٿن ۾ ڪنگڻ پاتل آهن تہ ڪنهن جي پيرن ۾ زنجير پهريل آهي. اهڙا بہ پير آهن جن سالن تائين پنهنجي حجامت بہ ناهي ڪرائي. جيڪي منهن ڌوئڻ جي بہ تڪليف نہ ڪندا آهن. جيڪي ڳالهائيندي مريدن جي منهن ۾ پيا ٿوڪيندا آهن، جن کي

هفتن تائين ڏنڊن کي برش به ڪيل ناهي هوندو. جيڪي وات کي مٺخانو ٺاهيون ويٺل هوندا آهن. جن جون ڏکيون ڏکيون مڇون، بي حساب ڏاڙهي جڙ سک پيا لڳندا آهن. ڪو چرس پيئندو آهي، ڪو ڀنگ پيو گهوٽيندو آهي، نه وضو آهي، نه مصلو آهي، نه نماز آهي، نه روزو آهي نه حج آ نه زڪواة نه فرض آ، نه نفل، نه عبادت آ، نه رياضت، نه شريعت آ، نه حقيقت، نه ذڪر آ ۽ نه فڪر آهي. ساليانو ميلو ٿيندو آهي جنهن ۾ جاهل ۽ عياشي ماڻهو ڪڏ ٿيندا آهن، ڀنگڙا پوندا آهن، مُجرا ٿيندا آهن ۽ آتش بازي ٿيندي آهي، جوابازي ۽ ڪُتن جون ويڙهون ڪرايون وينديون آهن. اهو سڀ ڪرڻ جي باوجود به پير صاحب جي پيري فقيري ۾ ڪوبه فرق ناهي ايندو.

مولانا رومي رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ فرمائي ٿو ته :

کار شیطان می کند نامش ولی
گر ولی این است لعنت بر ولی
(مثنوی رومی)

جيڪي ڪم شيطاني ڪري رهيا هجن ۽ انهن کي ولي سڏيو وڃي، جيڪڏهن اهڙا ولي آهن ته پوءِ اهڙن ولين تي لعنت آهي.

رات پوے تے بے درداں نوں نیند پیاری آوے
درد منداں نوں یاد سجن دی ستیاں آن جگاوے

الله تعاليٰ جي مستانن جي هڪ سڃاڻپ اها به آهي ته اهي ساري رات الله تعاليٰ جي عبادت ۾ گذاريندا آهن. جيئن حضرت غوث

اعظم عبدالقادر جيلاني رحمة الله تعاليٰ عليه چاليهن سالن تائين عشاء جي وضوءِ سان فجر جي نماز ادا فرمائي. حضرت امام اعظم ابو حنيفه رحمة الله تعاليٰ عليه رمضان شريف ۾ ايڪهٺ پيرا قرآن مجيد جو ختمو شريف ڪيندا هئا. هڪ ختمو شريف ڏينهن ۾ ۽ هڪ رات ۾ ڪرڻ فرمائيندا هئا ۽ هڪ ختمو اهو ٿيندو هيو جيڪو نماز تراويح ۾ پيش امامت ڪرائيندي ڪيندا هئا.

اٹھ فریدا ستیا توں جھاڑو دے مست
توں ستا رب جاگدا تیری ڈاڈے نال پریت
اٹھ فرید ستیا توں میلا ویکھن جا
مت کوئی مل جائے بخشیا تو وے بخشیا جا
(بابا فرید شکر گنج)

"علم جو هڪ قطرو جهالت جي سمنڊ کان بهتر آهي ۽ عمل جو هڪ قطرو علم جي سمنڊ کان بهتر آهي."
(حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه)

## حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ

حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جن جي شهر ۾ هڪ بدڪردار عورت اچي وئي ۽ بدڪاريءَ جو سلسلو شروع ڪيائين، جنهن جي ڪري شهر جو ماحول تمام گهڻو خراب ٿي ويو. آخرڪار ڪجهه ماڻهو حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جن وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون ته قبله توهان جي هوندي شهر ۾ بدڪاري ٿئي ته پوءِ ڪيڏو نه برو آهي. پاڻ فرمايائون ته فڪر جي ڳالهه ناهي، ان بدڪاريءَ کي روڪڻ جو بندوبست ٿي ويندو. پاڻ شام جي وقت پنهنجو لوٽو ۽ مصلو کڻي ان بدڪار عورت جي گهر ٻاهران ويهي رهيا. خدا تعالىٰ جي ذڪر ۾ مصروف ٿي ويا.

هاڻي جيڪو شخص بدڪاريءَ جي نيت لاءِ پئي آيو ته ان درويش کي اتي ويٺي ڏٺو ۽ شرم کان واپس پئي ويو. جڏهن رات جو ڪجهه حصو گذريو ته بدڪار عورت کي خيال آيو ته اڄ ڪو به منهنجي بستري تي نه آيو آهي. آخر ان جو سبب ڇا آهي؟ پنهنجي نوڪر کي ٻاهر موڪليائين ته جاچ ڪري اچ. ان ڏٺو ته ٻاهر دروازي تي حضرت بايزيد بسطامي رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جن ويٺا آهن. ماڻهو اچن ٿا ۽ بزرگ کي ڏسي واپس هليا وڃن ٿا. نوڪر سڄو قصو بدڪار عورت کي ٻڌايو. عورت نوڪر کي چيو ته تون وڃي ان خدا جي ٻانهي کي عرض ڪر ته جيڪڏهن توکي الله الله ڪرڻ جو ايڏو وڏو شوق آهي ته ڪنهن مسجد جي دروازي تي ويهه. هيءُ ته بدڪار عورت جو دروازو آهي. فقيرن ۽ درويشن جو انهيءَ دروازي

سان ڪوبہ واسطو ناهي هوندو. نوڪر اها سموري ڳالهہ وڃي حضرت بايزيد بسطامي رَحْمَةُاللهِ تعالیٰ عَلَیْه سان ڪئي. حضرت جن فرمايو تہ مان تہ اُن عورت سان ملڻ لاءِ آيو آهيان. نوڪر چيو تہ اها وڏي عورت آهي. ٻہ سؤ درهمن کان گهٽ پيسن تي تہ ڳالهائيندي بہ ناهي. پاڻ فرمايائون تہ مون کي منظور آهي. پاڻ اندر تشريف فرما ٿيا ۽ ٻہ سؤ درهم ادا ڪرڻ کان پوءِ بدڪار عورت کي فرمايائون تہ اڄ تون اسان جي ٿي وئين. مان جيڪو چوندم اهو توکي مڃڻو پوندو. عورت جواب ڏنو تہ قبول آهي. حضرت سائين فرمايو تہ پهريان غسل ڪر. ڪپڙا تبديل ڪر. پوءِ وضو ڪر ۽ هڪ مصلو کڻي اچ. عورت غسل ڪيو. ڪپڙا تبديل ڪيا. پوءِ وضو ڪيو ۽ مصلو کڻي حضرت بابا جي خدمت ۾ حاضر ٿي وئي. پاڻ حضرت بابا مصلو وڇايو ۽ عورت کي فرمايائون تہ هاڻي انهيءَ تي بيهہ ۽ ٻہ رڪعتون نماز ادا ڪر. جڏهن عورت نماز شروع ڪئي ۽ سجدو ڪيائين تہ حضرت بابا پنهنجا هٿڙا ٻہ خدا ڏي کنيان تہ اي منهنجا مولا! تنهنجي بارگاهہ ۾ هن کي جهڪائڻ منهنجو ڪم هيو ۽ دل ۾ ڦيرو آڻڻ تنهنجو ڪم آهي ۽ پوءِ اها عورت بہ هڪ ڪامل وليہ بڻجي وئي. (تذڪرة الاولياء)

ڪشي چيلهہ ڪشا، ڏيل ڪيائون ڏٻرا
لاهوتي لطيف چئي، تن کي ڏين تسا،
گروءَ جي گسا، پاسي ڪن نہ پاڻ کي
(شاهہ)



بک وڏائون بکرئين، جوڳي ڪندا جج
طلب نہ رکن طعام جي، اوتيون پين اڄ
سنياسين سيد چوي، من ماري ڪيو منج
سامي جهاڳي سُڄَ، وڃي وسئون ڪي ويجها ٿيا.
(شاهہ)



ڏاڍا ڏونگر ڏيهہ جا، پنهنجا هٽيا هڏ،
پنتي ، موٽَ ميار آ، اڪتي اونهي کڏ،
سوريءَ مي سڏ، پر جي ٻڌي سنڌڙي،
(شيخ اياز)



سوريءَ متي سنڌڙا، ڏاڍا ڪالهہ ڪيام،
سوچي سمجهي سنڌڙيءَ ٻوڙي ڪن ٻڌام،
آڏيءَ رات اڄهام ، ڏيئا منهنجي ڏات جا،
(شيخ اياز)

"جيڪو ظلم جي ذريعي عزت چاهي ٿو، الله عزوجل ان کي انصاف جي ذريعي ذليل ڪندو."
(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه )

# حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ

حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ هڪ ڀيري پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ ويٺا هئا ته هندن جي ڄڃ جهوپڙيءَ جي ويجهو آئي. اهي رستو ڀلجي ويا هئا. انهن ڏٺو ته هڪ فقير ويٺو آهي. اهي هندو حضرت داتا رَحْمَةُ اللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْهِ وٽ آيا ۽ عرض ڪيائون ته اي فقير! اسان رستو ڀلجي ويا آهيون. اسان کي رستو ٻڌاءِ. حضرت فرمايو ته بابا ! مان توهان کي رستو ٻڌايان يا رستو ڏيکاريان؟ انهن چيو ته ڏيکار !! داتا صاحب توجهه فرمائي ته انهن کي نبي ڪريم صَلَّى اللّٰهُ تعالىٰ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو روضو مبارڪ نظر اچي ويو ۽ سمورا ڪلمو پڙهي مسلمان ٿي ويا.

سکندر خوش نہیں ہے لوٹ کر دولت زمانے کی
قلندر دونوں ہاتھوں سے لٹاکر رقص کرتا ہے

"تڪبر شيطاني صفت آهي جيڪڏهن توهان پنهنجي تڪبر کي ختم ڪرڻ چاهيو ٿا ته ڪنهن غريب ۽ مفلس کي سلام ڪندا ڪيو." (حضرت علي المرتضىٰ رضي اللّٰه تعالىٰ عنه)

# حضرت ڳولڙہ شريف

حضرت پير مهر علي شاهہ ڳولڙهہ شريف وارا بزرگ هڪ ڏينهن ٽيپهري جي نماز کان پوءِ شهر کان ٻاهر نڪتا. ڏٺائون تہ ٻہ شخص وڃي رهيا آهن. پاڻ پڇيائون تہ ڪاڏي وڃي رهيا آهيو؟ انهن عرض ڪيو تہ قبلہ! مديني پيا وڃون. (جيڪو گجرات جي ويجهو هڪ شهر آهي) پاڻ فرمايائون تہ توهان مديني شريف ڇونہ ٿا وڃو جيڪو جنت کان بہ ڀلو آهي هنن عرض ڪيو تہ قبلہ! اسان غريب ماڻهو آهيون اسان کي ايتري طاقت ڪونهي. ڪين جلال اچي ويو ۽ فرمايائون تہ هو ڏسو سامهون ڇا آهي؟ انهن سامهون نگاهہ ڪئي تہ روضو مبارڪ نظر اچي ويو. (مقامات اولياء ص 967)

هلو تہ هلون ڪورئين، جتي نازڪ نيهن،
ڪَندين سارو ڏينهن، چنڻ مور نہ سگهيا
(شاهہ)

سر ڏيونديان، ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڏيونديان سر ناهہ،
هٿ ڪرايون آڳريون، ويا ڪيچي ڪانہ،
وحدت جي وهانءِ جي وياسي وڍيا
(شاهہ)

"نفرت گناهہ کان ڪيو گناهہ ڪرڻ واري کان نہ ڪيو شايد توهان جي محبت ۾ اچي هو گناهہ ڪرڻ ڇڏي ڏي."
(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله تعالیٰ عنه)

# سيد آعظم شاهہ

بجوارڙهہ شريف جو هڪ قطب هيو. سندس دروازي تي هميشہ عقيدتمندن جو هجوم رهندو هيو. هڪ دفعي هڪ غير مسلم سنياسي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. ان سندن فقيراڻي لباس مان اندازو لڳايو تہ حضرت جي مالي پوزيشن تمام گهڻي ڪمزور هوندي. سنياسي جيڪو ماڻهن جو حڪيم هيو، اهو روحاني حڪيم جي حقيقت کي سمجهي نہ سگهيو.

ان همدردي ڪندي هڪ ٻوٽي حضرت جن جي خدمت ۾ پيش ڪئي ۽ عرض ڪيائين تہ قبله! هن ٻوٽيءَ کي ٽامي سان رڳڙايوس. پوءِ ان کي گرم ڪندؤ تہ سون بڻجي ويندو. پاڻ فرمايائون تہ انهيءَ ٻوٽيءَ کي مٽي پڇنيءَ ۾ رکي ڇڏ. سنياسي اها ٻوٽي مٽي رکي هليو ويو. تقريبن هڪ سال کان پوءِ ٻيو ڀيرو حضرت جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. ڏٺائين تہ سندن حالت اها ئي فقيري واري هئي. دل ئي دل ۾ سوچيندو رهيو تہ جيڪو نسخو سائين جن کي مون ڏنو هيو، اگر سائين چاهي ها تہ ان سان محل ۽ محلاتون ٺهرائي ڇڏي ها. ٿي سگهي ٿو تہ بزرگ سون ٺاهيندا هجن مگر خرچ نہ ڪندا هجن. اڃان سنياسي ڪجهہ عرض ڪرڻ تي هيو تہ حضرت جن اتان اٿيا، پيشاب جي لاءِ ٻاهر نڪري ويا. جڏهن واپس آيا تہ اهو سنياسي رستي ۾ ويٺو هيو. حضرت جن پيشاب ڪري جنهن پٿر سان پاڪائي ڪئي هئي. پاڻ اهو پٿر زمين تي هنيائون ۽ فرمايائون اي سنياسي ! هاڻي ٿورڙي زمين تي نظر ڪر. سنياسي ڏٺو تہ سڄي زمين سون ئي سون نظر آئي. پوءِ فرمايائون تہ تون سوچي رهيو هئين

تہ فقير بخيل ۽ ڪنجوس آهي. سون ٽاهي ٽو پر خرچ نہ ٽو ڪري. اسان کي تنهنجي ٻوٽيءَ جي ڪابہ ضرورت ڪونهي. جنهن ٻچڙيءَ تي تو ٻوٽي رکي هئي. اهو اتان ئي ڪٽ. اگر اسان کي دنيا جي مال جي ضرورت هجي ها تہ اها تنهنجي ٻوٽيءَ کان سواءِ بہ حاصل ڪري سگهئون ها. مگر جنهن کي يار جي در جي ڪيري هٿ اچي تہ اها دنيا جي هر شهنشائيءَ کان هزار ڀيرا بهتر آهي. پوءِ حضرت سائين جن جي مست نگاهہ سنياسيءَ تي پئجي وئي تہ ان جي دل جي دنيا ئي مٽجي وئي ۽ قدمن تي ڪري ڪلمو شريف پڙهي مسلمان ٿي ويو.

ڦيريون ڦيريون،
لفظ خدا جو ”ڪن فيڪون“
شاعر، موسيقار، مصور،
سڀ ۾ ساڳيو جوش جنون.
ڪُن فيڪون!
ذات خزانو آهي،
پل نہ وراهي،
موتي هيرا،
نيلم نيرا،
پل تہ ڪري سينگار صدين جا!
روڪ نہ تن کي،
ٽوڪ نہ تن کي،
هي جي سرجڻهار صدين جا (شيخ اياز)

# الله وارن جو پاور ڪيترو آهي؟

الله تعاليٰ پنهنجي مقبول ٻانهن کي هن دنيا ۾ بلڪل عاجز ۽ بيڪار ڪري ناهي موڪليو. اهي پنهنجي خدا کان ڪجهه اختيار حاصل ڪري آيا آهن. اڄڪلهه جي فتني ۽ فساد واري دور ۾ هڪ فتنو اهو به آهي ته ڪيترا عقل جا انڌا ماڻهو، دهل ڳچيءَ ۾ وجهي اهو پڙهو ڏيندي نه ٿڪبا آهن ته نعوذ بالله نبي اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ۽ ولين سڳورن کي عاجز، نعوذ بالله ناڪاره ۽ بي اختيار ڪري خدا تعاليٰ موڪليو آهي. انهن جي هٿن ۾ ڪجهه به ڪونهي.

جڏهن ته حقيقتون ۽ عقلي دليل انهن ڳالهين جو انڪار ڪندا آهن. ٿورو غور ڪريو!

هڪڙو دنياوي پيءُ پنهنجي پٽ کي ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ موڪليندو ته ان کي به ٻه هزار ڏئي موڪليندو آهي ته متان ان کي ڪا تڪليف ٿئي، ته انصاف ڪريو ته ڇا الله تعاليٰ پنهنجي محبوب پاڪ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم کي ايتري وڏي ڪائنات ۾ ساري ڪائنات جو رسول بنائي موڪليو ته ڇا ان پنهنجي محبوب کي ائين خالي هٿين موڪلي ڇڏيو؟ ان کي ڪجهه به پاور نه ڏنائين.

اهو ڪڏهن به نه ٿو ٿي سگهي ته حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن کي دنيا ۾ موڪليو وڃي ۽ ان کي ڪجهه به اختيار نه هجي.

سورهءِ ڪوثر ۾ الله تعاليٰ ٿو فرمائي ته ”انا اعطينٰك الكوثر“ (تحقيق اسان توکي گهڻو ڪجهه ڏنو آهي) غور ڪريو ته جنهن محبوب کي الله

تعالىٰ ”گهٽي ڪجهه“ ڏيڻ جو اعلان ڪري، پوءِ اها ڪهڙي نعمت آهي جيڪا ”گهٽي ڪجهه“ کان ٻاهر هجي ۽ حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن وٽ موجود نه هجي.

هڪ رئيس ماڻهو ڪنهن شخص تي احسان ڪندو آهي ته ان کي مالا مال ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پنهنجي پوزيشن جي مطابق احسان ڪندو آهي. ڇا ڪڏهن ڪنهن اهو ٻڌو آهي ته ڪوبه لکاپتي ڪنهن محتاج کي هڪ ٽيڊي پيسو ڏئي، جتائي ته مان هن کي ٽيڊي پيسو ڏنو آهي ۽ اهو منهنجو سندس مٿان وڏو احسان آهي، جو ته اهو جتائڻ خود ان لکاپتي ماڻهوءَ جي پنهنجي توهين آهي.

ايثار، قرباني، احسان ۽ سخاوت ته سخيءَ جي پنهنجي حيثيت جي مطابق ٿيندي آهي. سوَن جو مالڪ خيرات ڪندو ته اها روپين ۾ يعني سؤ پنجاهه ۾ هوندي. هزارين روپين جو مالڪ خيرات ڪندو ته اها سؤ ٻن سون جي شڪل ۾ هوندي. لکاپتي خيرات ڪندو ته اها هزارن ۾ هوندي ۽ ڪروڙپتي خيرات ڪندو آهي ته اهو مسافرخانا ٺهرائيندو آهي. ماڻهن جي کاڌي خوراڪ جو بندوبست ڪندو آهي، اسڪول کولرائيندو آهي، کوهه کوٽائيندو آهي.

خدا تعالىٰ ته سيني سخين ۽ محسنن جو رب ۽ مالڪ آهي. ڇا اهو پنهنجن ٻانهن تي خرچ ڪرڻ تي اچي، احسان ڪرڻ تي اچي، سخاوت ڪرڻ تي اچي، نفعي ۽ فائدي ڏيڻ تي اچي ته ڇا اهڙو رسول ڪري موڪليندو جنهن کي ڪوبه اختيار نه هجي. هڪ بي اختيار وزير به رهڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي، جيستائين ان کي پاور نه ملندو آهي.

الله تعالىٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو تہ ”تحقيق مان مؤمنن مٿان احسان ڪيو آهي جو انهن ڏي انهن مان رسول بنائي موڪليو آهي.“

تہ ڇا جيڪڏهن چند سيڪنڊن لاءِ اهو چوڻ ميڻون تہ نبي ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم ڪنهن بہ پاور ۽ اختيار جو مالڪ ناهي تہ پوءِ جيڪو نبي ڪنهن مشڪل ۽ مصيبت دور فرمائڻ وارو نہ هجي تہ پانهن مٿان الله تعالىٰ جو ڪهڙو احسان چئبو ؟؟!!

الله تعالىٰ جي شان ۽ شوڪت وٽان احسان پانهن مٿان اهو ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن الله تعالىٰ پنهنجي نبي ڪريمؐ صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم کي مڪمل اختيار ۽ پاور ڏئي موڪليو هجي. ڪنهن شاعر لکيو آهي

آپ ہی آپ' آپ سب کچھ نہیں
اور ہیں اور' اور کچھ بھی نہیں

الله تعالىٰ حضرت سليمان على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام لاءِ فرمائي ٿو تہ : ”اسان هوا کي ان جي اختيار ۾ ڏئي ڇڏيو تہ جيئن ان جي حڪم سان نرم نرم گهلي ۽ ديو ڀوت ان جي وس ۾ ڪري ڇڏيا، رازا ۽ غوطا خور ۽ پيرڙين ۾ جڪڙيل ماڻهو بہ اسان ان جي وس ۾ ڪري ڇڏيا. اها اسان جي عطا آهي. هاڻي تنهنجي مرضي آهي چاهين تہ احسان ڪر ۽ چاهين تہ روڪي رکين. توتي ڪجهہ بہ حساب ناهي.“ (پارو 23 رڪوع 12)

هوا کي خود حضرت سليمان على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي هٿ ۾ ڏنو ويو، جاڏي چاهي، هوا کي حڪم فرمائين ۽ هوا ان طرف سندن تخت کي کڻي ويندي هئي.

الله تعاليٰ قرآن پاڪ ۾ حضرت عيسيٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام لاءِ فرمائي ٿو ته حضرت عيسيٰ (علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام) پنهنجي قوم کي چيو ته "بيشڪ مان توهان جي لاءِ مٽيءَ مان پکيءَ جي صورت ٺاهيندو آهيان، پوءِ ان کي ڦوڪ ڏيندو آهيان پيءُ ماءُ جي پيٽان ڄاول انڌي کي ۽ ڪوڙهه واري شخص کي شفا ڏيندو آهيان ۽ مان الله تعاليٰ جي حڪم سان مئلن کي جيارينندو آهيان ۽ توهان کي ٻڌائيندو آهيان جيڪو توهان کائو ٿا ۽ جيڪو ڪجهه توهان گهرن ۾ جمع رکو ٿا. (القرآن)

حضرت عيسيٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جو اهڙو ڪمال ۽ اختيار خدا تعاليٰ جي حڪم سان ۽ ان جي رضا سان هيو. اسان به اهو ٿا مڃئون ته الله تعاليٰ جي پيارن کي جيڪو اختيار، جيڪو پاور ۽ جيڪا طاقت عطا ڪئي وئي آهي اها خدا تعاليٰ جي طرفان آهي.

ان ڳالهه جا انڪاري چوندا آهن ته سڀ پيغمبر ۽ ولي ملي هڪ مک جو پَرُ به نه ٿا ٺاهي سگهن، مگر هتي ته ڳالهه انهن جي چوڻ جي ابتڙ آهي. هتي ته هڪ الله جو نبي سڄو سارو پکي ٺاهي ان ۾ ساهه وجهي ۽ ان کي اڏائي سگهي ٿو.

*نگاہ مرد مومن سے بدل جاتی ہیں تقدیریں*

"معاشرو برائيءَ سان ته قائم رهي ٿو پر عدل ۽ انصاف کان سواءِ قائم نه ٿو رهي سگهي." (حضرت علي المرتضيٰ رضي الله تعاليٰ عنه)

# الله تعاليٰ جي ولي جي طاقت

الله تعاليٰ جي پيغمبرن جي پاور ۽ اختيارن جي جهلڪ پسڻ کان پوءِ هاڻي هڪ عڪس الله وارن جي جهلڪ جو به محسوس ڪريو.

**حضرت سليمان** علیٰ نبینا وعلیه الصلوٰة والسلام **جو هڪ ولي ۽ هڪ امتي**

ٻن مهينن جي پنڌ جي مفاصلي تي يعني جيڪڏهن حضرت بيبي بلقيس جو تخت پنڌ اچي ته حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام تائين پهچڻ ۾ ٻه مهينا لڳي وڃن ها. حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام پنهنجي درٻار ۾ اعلان فرمائي ٿو ته :

”توهان مان ڪير آهي؟ جيڪو سڀ کان اڳ ۾ بلقيس جو تخت هتي کڻي اچي؟“ حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جو هڪ غلام جيڪو جنُ هيو. اهو اٿيو ۽ چوڻ لڳو ته توهان جي ڪڇهري ختم ٿيڻ کان اڳ ۾ اڳ ۾ مان ان جو تخت آڻي اوهان جي خدمت ۾ حاضر ڪندس.“ بلقيس جو تخت تمام وڏو هيو. مفسرن لکيو آهي ته ”اهو تخت 80 گز ڊگهو، چاليهه گز ويڪرو ۽ ٽيهه گز اوچو هيو. ايترو وڏو وزني تخت ۽ تخت جي جڳهه ۽ حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جي درٻار جو درمياني مفاصلو ٻن مهينن جي راهه جو هيو. ايتري دوريءَ لاءِ مگر حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جو هڪ غلام ٿو چوي ته مان ان کي توهان جي درٻار برخواست ٿيڻ کان اڳ ۾ توهان جي مجلس ۾ آڻي ڏيندم.

ڇا اهو اختيار تصرف ۽ پاور ناهي ڪنهن الله جي نيڪوڪار ٻانهي جو؟ پر حضرت سليمان علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام ان ڳالهه تي اڪتفا

نہ ڪئي بلڪ فرمايو تہ مان چاهيان ٿو تہ تخت ايتري عرصي کان بہ جلدي ۾ هتي پهچڻ گهرجي پوءِ هڪ مقبول عالم اٿيو ۽ چوڻ لڳو :

حضور قبله! مان اهو تخت توهان رکو اک ڇنڀي ڇنڀيندؤ تہ توهان جي خدمت ۾ پيش ڪري وٺندس الله واري صرف ايترو چيو ئي مس هيو تہ پل ۾ ايترو وزني تخت ايتري دوريءَ کان اچي حاضر ٿيو ۽ حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي سامهون اهو تخت موجود هيو. حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام پنهنجي هڪ ننڍڙي سپاهيءَ جو ايڏو اختيار ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.

ايترو دور دراز کان، ايڏو وڏو وزني تخت الله پاڪ جو هڪ مقبول ولي پل جهپڙ ۾ ڪٿي آيو ان زماني ۾ نہ ڪوئي هوائي جهاز هيو ۽ نہ ڪا ريل يا ٽرڪ جي سهولت هئي. پوءِ اهو تخت ڪي ڪهڙي حساب سان ڪٿي آيو؟ ۽ وڏي ڳالهہ تہ اهو نہ حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي دربار مان اٿيو نہ غائب ٿيو ۽ باوجود ان جي ويو ۽ تخت ڪٿي آيو، وڃي بہ ٿو، اچي بہ ٿو ۽ پاڻ سان گڏ تخت بہ آڻي ٿو ۽ مزي جي ڳالهہ تہ دربار کان غائب بہ نہ ٿو ٿئي. اهو واقعو تہ حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي هڪ امتي ۽ ولي الله جو هيو. ۽ ظاهر آهي تہ حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي مان ۽ شان کان اسان جي آقا صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جو شان وڏو آهي ۽ اهڙي ئي نموني حضرت سليمان علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي امت جي اولياء کان وڌيڪ شان، مانُ ۽ مرتبو حضرت آقا صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم جن جي اولياء جو آهي.

# حضور غوث اعظم رضی اللہ تعالیٰ عنہ

حضور غوثِ اعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي تہ "جيڪڏهن منهنجي مريد جي اوگهڙ اوپر ۾ کلي پوي، ننگو ٿي وڃي ۽ مان اولهہ ۾ هجان تہ مان ان کي ڍڪي ڇڏيندم." (بهجة الاسرار ص 99)

هڪ سوداگر جو نالو ابو المظفر هيو. حضرت شيخ حماد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو: چيائين تہ قافلو تيار آهي. مان شام ملڪ وڃي رهيو آهيان. سؤ اشرفيون بہ پاڻ سان گڏ ڪنيو ٿو وڃان ۽ ايتري قيمت جيترو مون وٽ سامان بہ آهي. دعا ڪريو تہ ڪامياب ٿي موٽان. حضرت شيخ حماد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ چيو تہ پنهنجو سفر ختم ڪري ڇڏ، ورنہ زبردست نقصان ٿيندئي ڌاڙيل تنهنجو مال لٽي ويندا ۽ توکي قتل بہ ڪري ڇڏيندا."

سوداگر اها ڳالهہ ٻڌي پريشان ٿيو ۽ پريشانيءَ مان واپس اچي رهيو هيو تہ رستي ۾ کيس حضرت غوث الاعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ ملي ويا. انهن پڇيو تہ سوداگر ڇو پريشان آهين؟ سوداگر سڄو قصو ٻڌايو. پاڻ فرمايائون تہ پريشان ٿيڻ جي ڪابہ ڳالهہ ناهي. تون شوق سان شام ملڪ ۾ وڃي سگهين ٿو. انشاءَالله توکي ڪوبہ نقصان نہ پهچندو ۽ تون ڪاميابي ۽ خيريت سان واپس موٽندين. پوءِ سوداگر شام هليو ويو. شام ۾ واپار دوران ان کي تمام گهڻو نفعو ٿيو ۽ اهو هڪ هزار اشرفين جي ٿيلهي کڻي ملڪ حلب ۾ پهتو ۽ اتفاق سان اها ٿيلهي ڪنهن جڳهہ تي رکيائين، جتي وسري ويس، ان فڪر ۽ سوچ ۾ کيس ننڊ غالب اچي وئي ۽ گهري ننڊ ۾ هليو ويو. خواب ۾ ڏٺائين

تہ ڪجھ ڌاڙيلن ان جي قافلي تي حملو ڪري ڏنو آهي ۽ سندس سڄو سامان لٽي ڇڏيو آهي ۽ کيس قتل ڪيو ويو آهي. سوداگر خواب مان اٿيو تہ ڏٺائين تہ ڪجھ بہ نہ هيو. مگر اُنھن سان کيس ياد آيو تہ اشرفين جي ٿيلهي، مان فلاڻي جڳھ تي رکي آهي ۽ جهٽ پٽ ۾ اتي ويو تہ ٿيلهي ملي وئي ۽ خوشيءَ خوشيءَ مان واپس بغداد آيو.

هاڻي سوچڻ لڳو تہ پهريان شيخ حماد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ سان ملان يا غوث اعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ سان ملان. اتفاقي طور تي کيس بازار ۾ شيخ حماد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ ملي ويو ۽ سوداگر کي ڏسي فرمائڻ لڳو تہ پهريان وڃي غوثِ اعظم سان ملُ، ڇوتہ ان جي دعا جي برڪت جي ڪري تون قتل ٿيڻ ۽ ڦرجڻ کان بچي ويو آهين. ۽ ان جي ڪري تنهنجي تقدير بدلجي وئي آهي توکي قتل ٿيڻو هيو، مگر غوث اعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جي دعا سان توسان پيش ايندڙ واقعو حقيقت مان خواب ۾ تبديل ٿي ويو آهي. پوءِ اهو سوداگر غوث اعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ وٽ آيو. ان کي ڏسندي حضرت غوثِ اعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو تہ مان تنهنجي لاءِ ستر ڀيرا دعا ڪئي هئي ۽ تنهنجي تقدير بدلائي ڇڏيم.

(بهجة الاسرار ص 29)

جلا دیتی ہے شمع مردہ کی موجِ نفس ان کی!
الٰہی کیا بھرا ہوتا ہے اہلِ دل کے سینے میں

"ڪاوڙ جي وقت برداشت جو هڪ لمحو توهان کي هزار ڀيرا شرمندو ٿيڻ کان بچائي سگهي ٿو." (حضرت علي المرتضیٰ رضی اللہ عنہ)

## خدا تعاليٰ جي راهہ ۾ لڏارڻ جو نالو آهي زندگي!!

ڪڏهن آسمان واري جي مهربانين تي غور ڪيو اٿوَ؟ ڪڏهن منهن مُونن ۾ ڏئي ان جي ڪروڙين ڪرمن ۽ نوازشن تي سوچيو اٿوَ؟ تہ هو مهربان رب ۽ هيءُ نافرمان بندو. هو عطا جو بلند عَلم کنيون آواز ڏئي رهيو آهي تہ بازآ بازآ، هرچہ ڪردي بازآ. ۽ هيءُ عَلم کنيون ان جي نافرماني جو ٺيڪو ڪنيون ويٺو آهي. هو هميشہ ان خيال ۾ آهي تہ پنهنجي پياري ٻانهڙي کي ڪيئن نوازيان. هو صرف هڪ پيرو منهنجي راهہ تي اچي وڃي ۽ پوءِ مان هزار پيرا ان جي مٿان پنهنجي رحمت جون بارشون ڪري وجهان. بندي کي سهڻي صورت ڏئي ان صورت جي پنهنجي پياري ڪلام پاڪ جي اندر تعريف ڪري ورتائين تہ مبادا ٻئي مخلوق کي ڪو شڪ شبهو پوي تہ شايد اسان کي انسان کان وڌيڪ خوبصورت ڪري بنايو ويو آهي. رب ڪريم عزوجل قرآن پاڪ جي اندر فرمايو تہ

"لَقَدْ خَلَقْنَا الْاِنْسَانَ فِيْٓ اَحْسَنِ تَقْوِيْمٍ ○ (مون انسان کي تمام گهڻي خوبصورت شڪل ۾ پيدا ڪيو آهي.)

اي انسان! تو گناهہ ڪيو آهي!!
تو زنا ڪئي آهي!!
تو حرامخوري ڪئي آهي!!
تو وياج خوري ڪئي آهي!!
تو رشوت خوري ڪئي آهي!!
تو سياهہ ڪاري ڪئي آهي!!

تو بدڪاري ڪئي آهي!!
تو رياء ڪاري ڪئي آهي!!

ٺيڪ آهي ماضيءَ ۾ جيڪو ڪجهه ٿي گذريو، سو ٿي ويو، جيڪي ماضيءَ جون غلط ڪاريون ٿي چڪيون سي ٿي چڪيون، هاڻي پنهنجي جيءَ جي جهروڪي ۾ جهاتي پاءِ، هاڻي پنهنجي هڏائين پڃري جي اندر صرف هڪ ڀيرو نظر ڦيراءِ ۽ توبهه تائب ٿي، منهنجي دروازي تي دستڪ ڏي، هيءُ دروازو دنيا جي ڪنهن صدر، وزيراعظم، رئيس، ڪاموري ڪڙي يا وڏيري جو دروازو ڪونهي جيڪو توکي هر وقت بند ملي ۽ توکي مايوسي پلئه پوي پر هيءُ دروازو ان الرحم الراحمين جو دروازو آهي جيڪو توکي هر صورت ۾ کليل ملندو ۽ ان گهر ۾ ڪنهن شيءِ جي کوٽ به ڪونهي. هيءُ گهر ڪو "ايرو غيرو نٿو خيرو" جو گهر ڪونهي، جنهن ۾ بجيٽ جي کوٽ سبب ڪاڏ خوارڪ جو سيڌوسامان ڪڏهن کٽي وڃي، ڪڏهن گهر جي اندر پٽانو بصر به نه ملي ۽ تون مهمان ٿي وڃين ته بکارو مايوس ٿي واپس موٽين بلڪه هيءُ گهر ته ان رازق رب جو گهر آهي جنهن وٽ ڪنهن به شيءِ جي کوٽ ڪونهي، جتي هر وکر توکي تمام سستي دامن تي ملندو، جتي توکي دنيا به ملندي ته آخرت به ملندي. جتي توکي دنيا جي عزت ۽ شهرت به ملندي ته آخرت جو چين ۽ قرار به ملندو. جتي ڪابه تارازي رکيل ناهي هوندي. جنهن تارازي ۾ تنهنجو رب تنهنجي ثواب کي توري توکي اوتري مقدار ۾ پنهنجي رحمت، پنهنجو ڪرم، پنهنجو احسان ۽ پنهنجي نوازش عطا ڪري. هڪ طرف تون آهين اي بندا ناشڪرا.

جنهن جي گناهن جي ڪابہ حد حساب نہ ڪونهي ۽ ٻئي پاسي اهو رب آهي جنهن جي رحمت ۽ بخشيش جو ڪو حساب نہ ڪونهي.

"حقيقة المحبة قيامك مع محبوبك بخلع اوصافك والاتصاف باتصافه"

يعني محبت جي حقيقت تہ اها آهي تہ تون پنهنجون سموريون وصفون، سموريون خصلتون سموريون عادتون ڇڏي پنهنجي محبوب سان بيهي رهہ ۽ انهن جي وصفن ۾ پاڻ کي گم ڪري ڇڏ. (حضرت حسين بن منصور حلاج لوڻي ما سينون جو مقالو)

جڏهن بندو پنهنجي رب جي قريب ٿو وڃي ۽ اهو بندي کي پنهنجون نوازشون عطا فرمائي ٿو تہ پوءِ جيڪا بندي جي ڪيفيت ٿئي ٿي، ان جو ذڪر حضرت حسين بن منصور حلاج رَحْمَةُاللّٰهِ تَعالٰی عَلَيْهِ پنهنجي لفظن ۾ ڪجهہ هن طرح سان ڪرڻ فرمائين ٿا.

لوالقى مماقى قلبى ذرة على جبال الارض لذابت

(يعني جيڪڏهن مان پنهنجي دل مان هڪ ذرڙو بہ ڪنهن پهاڙ تي ڦٽو ڪري وجهان تہ هوند اهو پهاڙ بہ عشق جي تاب سبب پگهرجي ذرڙا ذرڙا ٿي ويندو. (حضرت حسين بن منصور حلاج لوڻي ماسينيون جو مقالو)

صوفياءِ ڪرام حق تعالیٰ جي ذات کي هڪ بحر بي پايان سان مشابهت ڏني آهي ۽ ماڻهن کي ان درياءَ جي موجن ۽ لهرن جيان ٻڌايو آهي. موجن جو اختلاف صور سان هوندو آهي ۽ صور حادث هوندو آهي. جڏهن صور پنهنجي هستي وڃائي چڪو هوندو آهي تہ موجون ٻيهر درياءَ جي تلاطم ۾ گم ۽ فنا ٿي وينديون آهن.

عشرت قطرہ ہے دریاء میں فنا ہوجانا

جبلت روحك في روحي كما ..... يجبل العنبر بالمسك الفتق

(حسين بن منصور حلاج)

(يعني "تنهنجي ذات منهنجي ذات ۾ اهڙي طرح ته سمائجي ويئي آهي جهڙي طرح عنبر مشڪ هرڻيءَ جي دن ۾ سمائجي ويندو آهي."

ميان عاشق و معشوق هيچ حائل نيست
تو خود حجاب خودي حافظ از ميان برخيز
(حافظ شيرازي رحمة الله عليه)

يعني "عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ ٻئي ڪابه شيءِ حائل ڪونهي. تون بس پنهنجي خودي واري حجاب ۾ موجود آهين ۽ حافظ اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان آهي."

هرکس که دور ماند از اصل خويش
باز جويد روزگار وصلِ خويشن
(مولانا رومي رحمة الله عليه)

(عاشق جي خوراڪ محبوب جي وصال ۾ آهي. جيڪڏهن محبوب جي ملاقات جو ماحول جُڙي وڃو ته عاشق جو معراج ٿي ويو.)

یہ کائنات ابھی نا تمام ہے شاید
کہ آرہی ہے دما دم صدائے کن فیکون
(اقبال)

گفت فرعوني اناالحق گشت پست ....گفت منصوري اناالحق و برست
آن انا، را لعنة الله درعقب .... وين انا را رحمة الله اي محب
(مولانا رومي رحمة الله عليه)

(يعني فرعون "انا الحق" چئي خدا تعالىٰ جو منڪر بڻجي ويهي رهيو، جنهن سبب ان کي رسوائي ۽ ذلالت ملي ۽ منصور حلاج پنهنجي ذات جو انڪار ڪري ان ۾ خدا تعالىٰ جي تجليات جو مشاهدو ڪري ورتو ۽ اهو نجات حاصل ڪري ويو.)

يا اهل الاسلام اعينونى من الله فليس يتركنى بنفس فآنس بها وليس يا خذنى من نفسى فاستريح منها هذا دلال لا اطيقه

ترجمو : اي مسلمانو! خدا تعالىٰ کان مون کي فيصلو وٺي ڏيو اهو نه مون کي ڇڏي ٿو ته مان پنهنجي دل کي اطمينان ڏيڻ لا ان سان لڪي ڪري محبت جو اظهار ڪريان ۽ نه مون کي پڇري مان جدا ٿو ڪري ته مان آزاد ٿي وڃان. هيءَ اهڙي تڪليف آهي جنهن کي برداشت ڪرڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. (حسين بن منصور حلاج رحمة الله تعالىٰ عليه)

ڪنهن ڪنهن وقت حضرت منصور رحمة الله تعالىٰ عليه کي عشق جي باهه ايترو ستائيندي هئي جو هو محسوس ڪندو هيو ته بس هاڻي اجهو منهنجي دل اڏمو ڏئي وات مان نڪري ٻاهر ڪرندي ۽ پوءِ اهڙي آتش ۽ ڪرمائش ۾ هو رڙيون ڪري ماڻهن کي چوندو هيو ته :

اعلموا ان الله اباح لكم دمى فاقتلونى توجروا واستريح.

ترجمو : اي ماڻهو! توهان دير ڇا ۾ ڪئي آهي؟ الله تعالىٰ منهنجو خون توهان تي مباح ڪيو آهي. اچو مون کي قتل ڪريو. مون کي قتل ڪرڻ سان توهان کي ثواب ملندو ۽ منهنجو پنهنجي مالڪِ حقيقي سان وصال ٿيندو ۽ منهنجي لاءِ عيد جو نويد ٿيندو.

(حضرت حسين بن منصور حلاج رحمة الله تعالىٰ عليه)

حضرت حسين بن منصور حلاج رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَيْه اڪثر ڪري پنهنجو هي شعر زبان تي اچاريندو رهندو هيو ته :

اقتلونى يا ثقاتى لائما
ان فى قتلى حياتى دائما
ان موتى فى حياتى يا فتى
كم افارق موطنى حتى متى

**ترجمو** : اي معزز شخصو! مون کي قتل ڪري ڇڏيو. منهنجي ابدي زندگي ته قتل ٿي وڃڻ ۾ آهي. اي جوان منهنجو موت ته دراصل منهنجي زندگي آهي. مان آخر پنهنجي اصلي وطن کان ڪيترو دور رهندم.

واجهائي وطن کي، آءُ جي هت مياس
ته گور منهنجو سومرا ڪج پنهوارن پاس
(شاهه لطيف رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَيْه)

فها انا فى حبس الحياة ممنع
عن الانس فاقبضنى اليك من الحبس

(**ترجمو** : ٻڌي وٺو. مان زندگيءَ جي زندان ۾ آهيان ۽ خدا تعالیٰ سان انس ۽ وروه ممڪن ڪونهي. پوءِ تون اي خدا! مون کي هن قيد ۽ زندان مان پناهه ڏي.)

عاد الروح الى ارباب........فبقى الهيكل ترب رميم

**ترجمو** : ماڻهو روح سان ڪڏ خدا تعالیٰ جي دربار ۾ حاضري ڀريندو آهي ۽ ماڻهوءَ جو ظاهري بدن ڳري سڙي مٽيءَ ۾ ملي ويندو آهي.
(حضرت حسين بن منصور حلاج رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَيْه)

الٰهی اذا تتود الیٰ من یوذیك فكیف لم تتود الیٰ من یوذیك فیك

**ترجمو** : اي اله العالمين جڏهن تون ان شخص کي به دوست ٿو رکين جيڪو توکي ڏک ۽ تڪليف ٿو پهچائي ته پوءِ ڪهڙي طرح تون ان کي دوست نه رکندين؟ جيڪو تنهنجي راهه ۾ ڏک جا پهاڙ برداشت ڪري ٿو. (حضرت حسين بن منصور حلاج رحمة الله عليه)

بینی و بینك "انیٰ" ینازعنی

فارفع بینك "انیٰ" من البین

**ترجمو** : اي خدا رب العزت! منهنجو من منهنجي ۽ تنهنجي وچ ۾ پردو بنجي ويو آهي، پوءِ منهنجي من کان پنهنجي من جو پردو ڪٽي وٺ ۽ محبوب مون کي ڏِءُ ڪراءِ ديدار عنايت فرماءِ.

تومن شدي من توشدم، توتن شدي من جان شدم
تاکس نه گويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري
(امير خسرو)

**ترجمو** : تون مان ٿي ويم ۽ مان تون ٿي وئين. تون بدن ٿي وئين ته مان ان ۾ ساهه ٿي ويم. ايترو ٻئي هڪٻئي کي ويجهو ٿي وياسين جو ڪنهن کي اهو چوڻ جي جرئت ئي نه رهي ته مان ٻيو آهيان ۽ تون ٻيو آهين.)

اریدك لا اریدك للثواب....ولكنی اریدك للعقاب

**ترجمو** : اي منهنجا خدا ! مان توکي ثواب حاصل ڪرڻ لاءِ چاهيان ڪونه ٿو، بلڪه مان توکي ان ڪري پسند ٿو ڪريان ته تون محبوب! مون کي درد ڏئين ٿو. تنهنجي درد ڏيڻ واري خاصيت سان منهنجي تمام گهڻي محبت آهي. (حسين بن منصور حلاج رحمة الله عليه)

مرجتُ روحُكَ فی روحی کما
تمزج الخمرة بالماء الزلال
فـــاذا مسّك شیءٌ مسّنی
فــاذا انت انا فی کلِّ حـــال

ترجمو : اي منهنجا مولا! تنهنجي ذات منهنجي ذات ۾ ائين ملي وڃي ٿي ،جيئن شراب پاڻيءَ ۾ مکس ٿي ويندو آهي. پوءِ جڏهن ڪابہ شيءِ توکي ڇهندي آهي تہ اها مون کي ڇُهي وٺندي آهي. ان وقت هر حال ۾ "تون" "مان" ٻئي ويندو آهيان. (حسين بن منصور حلاج : لوئي ماسينيون)

هڪ هنڌ تي حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي تہ

"رکعتان فی العشق لایصح وضوءُهما الا بالدم"

(يعني عشق جي نماز جون ٻہ رڪعتون هونديون آهن، جن جو وضو رت سان ڪيو ويندو آهي.)

واهہ! وا! قبلہ سائين منصورالحق تنهنجي موج ۽ مستي!

"اها عشق جي نماز ڪڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ حضرت امام حسين رضی اللہ تعالیٰ عنہ پڻ ادا ڪئي، جنهن کي وضوءَ لاءِ پاڻيءَ جي لپ بہ موجود ڪونہ هئي ۽ ان عشق کي اعلىٰ رکڻ لاءِ پنهنجي مقدس رت جي قرباني ڪري وضو جوڙي نماز پڙهي ورتي. اها عشق جي نماز حضرت عمر فاروق رضی اللہ تعالیٰ عنہ پڙهي، اها عشق جي نماز حضرت عثمان غني رضی اللہ تعالیٰ عنہ پڙهي، اها عشق جي نماز حضرت علي رضی اللہ تعالیٰ عنہ پڙهي ۽ اها ئي نماز حضرت حسين بن منصور الحق پڙهي.

سراسرى ترق حتى، تخفى
على وهم كل حيى
وظاهرا باطنا تجلى
فى كل شئ لكل شئ
ان عتذارى اليك جهل
وعظيم شكى وفرط عنّى
يا جملة الكل لست غير
فما اعتذارى اذا الىّ
(حضرت منصور حلاج)

تمام وڏو باريڪ آهي راز. اي رازدان! تون مون کان راز پڇڻ جي ڪوشش نہ ڪر. تنهنجي ئي ذات آهي جيڪا هر زندهہ تي پنهنجي مخفي نموني سان دسترس رکي ٿي. هر هڪ شيءِ ۾ ۽ هر هڪ شيءِ کان زيادهہ ڳجهي ۽ ظاهر نموني ۾. هر شيءِ ۽ هر شيءِ جي نس نس ۾ تون ئي تون آهين. تو کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونهي.

انا بما وجدت من روايح من روايح نسيم حبك وعواطر قربك استحقر الراسيات واستخفف الارضين والسمٰوات وبحقك لو بعت من الجنة من وقتى او بطرفة من آخر انفاس لما اشتريتها ولو عرضت على النار بما فيها من الوان عذابك لاتتهر تنها فى مقابلة ما انا فيه من حال استبتارك منى، فاعف عن الخلق ولا تعف عنى وارحمهم ولا ترحمنى فلا اخاصمك لنفسى ولا اسالك بحقى.

ترجمو : مون کي تنهنجي محبت ۽ قربت جي چاشني چکڻ کان پوءِ ائين ٿو محسوس ٿئي اي منهنجا مولا رب ڪريم! تہ تنهنجا پهاڙ

بلڪل ڪمزور ۽ ناچيز آهن. تنهنجي زمين ۽ آسمان بلڪل حقير ۽ ڪمتر آهن. مون کي تنهنجي حقيقت جو قسم آهي ته پنهنجي تو ۾ گمشدگي واري هڪ لحظي تي مان هميشه کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ۽ پنهنجي عشق واري باهه جي هڪ جي بدلي جيڪڏهن تون مون کي بهشت، حورون ۽ غلمان عطا ڪري وجهين ته به اهي منهنجي لاءِ ڪابه حيثيت ڪونه ٿا رکن.

جيڪڏهن تون مون کي مشيتِ تنهائي ۾ اڪيلو ڪري ڦٽي ڪري ڇڏيندين ته مان تنهنجي جدائي ۽ فراق ۾ خبر ناهي ڪهڙي حالت ۾ رهي سگهندس. مون وٽ ايتري باهه سمايل آهي جو جيڪڏهن مان پنهنجي ان اندر واري باهه جو هڪ شعلو به دوزخ ۾ ڦٽو ڪري وجهان ته شايد دوزخ جي باهه به ان مون واري باهه کان شرمائجي وڃي. پوءِ تون پلي سيني کي معاف ڪري ڇڏ ليڪن مون کي معاف نه ڪجانءِ. سيني تي مهربان ٿي وڃ ليڪن مون تي مهربان نه ٿجانءِ. ڇوته مان ته پنهنجي جان جي سبب ڪري تو سان لاڳاپيل آهيان ۽ نه ئي توکان مان پنهنجا حق گهري رهيو آهيان.

(حضرت حسين بن منصور رحمة الله تعالى عليه لوئي ماسينيون جو تحقيقي مقالو)

حضرت خواجا فريد الدين عطار رحمة الله تعالى عليه حضرت منصور کي پنهنجي لاءِ طريق نجات ۽ پنهنجو مرشد ڄاڻائيندي فرمائن ٿا ته :

چوں زباں او ہمی نہ شنا ختند..... چار دست پائے او ندا ختند
زرد شد چوں خوں برفت ازوے بسی... سرخ کے ماند دریں حالت کسی
زرد در مالید آں خورشید راہ...... دست بریدہ بہ ری ہمچو ماہ
گفت چوں گلگونہء مرداست خوں...... روئے خود گلگونہ تر گردم کنوہ
(منطق الطیر)

ماڻهو منصور جي راز کان واقف ڪار نہ هئا. ان لاءِ منصور جا هٿ ۽ پير ڪٽي ورتائون. جڏهن خون وهي ويو تہ منصور جو چهرو زرد ٿي ويو آخر اهڙي حالت ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جو چهرو سرخ بہ رهي تہ ڪيئن رهي، جڏهن ان جي جسم ۾ رت جو هڪ ٽيپو بہ موجود نہ هجي. منصور پنهنجي ڪٽيل هٿن سان پنهنجو خون منهن تي مکي ورتو. ۽ چيائين تہ مرد جو غازيپڻو خون ۾ آهي. ان کان پوءِ منصور جي زبان ڪاٽي وئي. اهو شام جو مغرب واري نماز جو وقت هيو، جڏهن منصور جو سر ڪاٽجي رهيو هيو تہ اهو مرڪيو ۽ ان (پنهنجي محبوبِ ازلي) جي وصال تي خوشيءَ جو اظهار ڪندي، پنهنجي جان ڏئي ڇڏي. ماڻهن نعرو هنيون تہ حسين بن منصور حلاج رضاءِ الاهي واري ميدان ۾ سيني کان گوءِ کٽي ويو ۽ ان جي هڪ هڪ عضوي مان "انا الحق، اناالحق، انا الحق" جو آواز اچي رهيو هيو، ۽ قتل ٿيڻ کان پوءِ هڪ هڪ خون جو ڦڙو جيڪو بہ زمين تي پئي ڪريو تہ ان جي خون جي قطري مان قدرتي طور الله تعالىٰ جو نالو لکجي پئي ويو.

حسين بن منصور حلاج رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ پنهنجي خادم کي چئي رهيا هئا تہ جڏهن مون کي قتل ڪري، منهنجا عضوا ٽڪرا ٽڪرا ڪري پوءِ مون کي باهہ ۾ وجهي ساڙيو ويندو، ۽ اها خاڪ کڻي دجلي درياءِ ۾ اڇلائي ويندي تہ ان خاڪ جي سبب ڪري درياءِ ۾ بہ گرمي پيدا ٿيندي ۽ اهو منهنجي گرمائش واري خاڪ کي برداشت نہ ڪندي جوش ۾ اچي ويندو. دجلا ايڏو خطرناڪ جوش پڪڙيندو جو ان سان بغداد شهر جي ٻڏي وڃڻ جو خطرو پيدا ٿي

وينڊو. ان وقت اي غلام! تون منهنجي ڳوڏڙي ڪٽي درياءَ جي طرف ميڙ ڪري وڃجانءِ ۽ درياءَ کي چئجانءِ ته هن مظلوم جي خرقي جي صدقي! پنهنجي جوش ۽ وجداني ڪيفيت ۾ رڪاوٽ پيدا ڪر.
ٽئين ڏينهن تي اها منصور کي جلائڻ ڪان پوءِ واري خاڪ ڪٺي درياءَ ۾ ڦٽي ڪئي وئي ته درياءَ عروج پڪڙڻ لڳو. درياءَ جون گجگوڙون ۽ گجوراڙيون شروع ٿي ويون. بغداد وارا اچي پريشان ٿيا ته هيءُ پاڻي ڪٿان آيو آهي؟ جيڪو بغداد ته ڇا پر سڄي عراق ۽ پسگردائي جو ڪم لاهي ڇڏيندو. حضرت منصور جي جسم واري خاڪ مان به ”اناالحق“ جو آواز اچي رهيو هيو ته ان خاڪ سبب دجلا درياءَ جي جيڪا هڪ هڪ لهر پئي پيدا ٿي. جيڪا هڪ هڪ ڇولي پئي پيدا ٿي ته ان ڇوليءَ ۽ لهر لهر مان ”انا الحق“ جا آواز گونجي رهيا هئا.
اي منهنجا پروردگار!
بيشڪ تون ئي دنيا ۽ آخرت جو مالڪ آهين!
بيشڪ تون ئي منهنجو محبوب رب آهين!
بيشڪ تون ئي جامد ۽ ساڪت سمنڊ ۾ شوروغل پيدا ڪرڻ وارو رب آهين!!
بيشڪ تون ئي سمنڊ جي اندران ٻاڦ پيدا ڪندو آهين!!
بيشڪ تون ئي ان ٻاڦ کي وڏن وڏن جبلن سان هوا جي دوش ذريعي ٽڪرائيندو آهين.
بيشڪ اها ٻاڦ دونهين جي شڪل وٺي آسمان جي طرف ڊوڙندي آهي؟
بيشڪ ان ٻاڦ کي ڪڪرن جي شڪل به تون ئي محبوب رب

عطا ڪندو آهين!
بيشڪ تون انهن ڪڪرن ڪيِ بارش جي شڪل ۾ وسائيندو آهين!
بيشڪ تون ئي سمنڊ جي ڪوڙي ۽ ڇهري پاڻيءَ ڪي برسات ذريعي مٺو بڻائي وجهندو آهين؟
ان بارش ڪي گليشئرن ڪي ڄمائڻ جو ڪم اي منهنجا رب ڪريم! تون ئي سرانجام ڏيندو آهين!
ان برف ڪي سج جي گرمي ۾ تون ئي پهچائي پگهرائيندو آهين!
اهو مٺو پاڻي، اهو ماکيءَ جهڙو شيرين پاڻي، اهو برف جهڙو شفاف پاڻي! منهنجا مولا! تون ندين نالن ۽ دريائن ۾ ڪيرائيندو آهين!
اهي نالا ۽ درياء وهي ڪروڙين اربين ايڪڙ بنجر ۽ خشڪ ٺوٺ سڪل زمينون آباد ڪندا آهن، اهو پاڻي مختلف هنڌان ٿيندو ٿيندو، مختلف زمين ڪي آباد ۽ سيراب ڪندو ڪندو آخر ۾ سمنڊ ۾ اچي ڪرندو آهي!
يا خدا!!
يا خدا!!
يا خدا!!
اهو ئي تنهنجو پاڻي ٻڪريءَ جي ٿڻن مان کير،
هرڻ جي دن مان مشڪ،
ماکيءَ جي مک مان ماکي مٺي مٺي،
نانگ مان زهر،
سِپَ جي منهن مان نگينو،

۽ انسان جي لاءِ زندگيءَ جو وسيلو بڻجي ويندو آهي!!
اهو ئي پاڻي آهي اي منهنجا مولا!
جيڪو وڻن مان انب، صوف، ناريل، ڪيلا، ڏاڙهون پيدا ڪندو آهي،
اي منهنجا قادر! جس آهي تنهنجي قدرت کي،
هر وڻ جي هر ميوي جو پنهنجو پنهنجو ذائقو هوندو آهي.
پنهنجي پنهنجي خوشبوءِ هوندي آهي،
پنهنجو تاثير هوندو آهي!!
اي خدا! اهي سڀ عجائبات تو صرف پاڻيءَ جي اندر رکي ڇڏيا آهن.
اي انسان! پوءِ پنهنجي خدا جي ڪهڙي نعمت کي ڪوڙو قرار ڏيندين؟!!!!!

"مرد جو ڪمال استقلال ۾ آهي ۽ استقلال جو ثبوت حقوق العباد ۽ فرائض جي انجام ڏيڻ ۾ آهي."
(حضرت علی المرتضیٰ رضی اللہ تعالیٰ عنہ)

# منهنجون رڳون رباب!!!

◆ هر شخص اهو ئي دارون چاهيندو آهي، جنهن مان ان جي تڪليف ختم ٿي وڃي ۽ جو شخص پنهنجي دل ۾ درد رکندو آهي ته اهو ان درد جي موافق علاج گهرندو آهي. جنهن جو علاج حقير ترين شين مان ٿي سگهيَ ته ان کي شيشابين، سچا موتي ۽ مرجان وغيره ڏيڻ جي ضرورت نه هوندي آهي. (تصوف مرجان آهي، جنهن جي راز کي ڪوڪو سجاڻيندو) (حضرت داتا علي بن عثمان هجويري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ)

◆ جاهل عالمن مشائخ جي ڪتابن سان ڪجهه اهڙو حشر ڪيو آهي جو الله عزوجل جي راز جا جيڪي به خزانا انهن کي هٿ اچي ويا ته هنن کي انهن جي معنائن جي ڄاڻ پئجي نه سگهي ۽ هنن جاهل عالمن انهن ڪتابي خزانن جون التيون معنائون ڪيون.

(حضرت داتا علي بن عثمان هجويري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ)

◆ هي جاهل عالم ان ظالم پوڙهيءَ جي مثل آهن، جيڪا ڪنهن بادشاهي باز کي، جڏهن اهو باز بادشاهه جي هٿ کان پرواز ڪري ڪنهن ظالم ۽ جاهل پوڙهي عورت جي يت تي ويهندو آهي ته اها ان باز کي مروڙي ان جا پر پٽي وجهندي آهي.

(حضرت داتا علي بن عثمان هجويري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ)

◆ مون کي الله تعاليٰ اهڙي زماني ۾ پيدا ڪرڻ فرمايو آهي، جنهن زماني جي ماڻهن نفساني خواهشن جو نالو شريعت رکيو آهي ۽ مرتبي ۽ عزت جي طلب ۽ تڪبر جو نالو عزت ۽ علم رکيو آهي ۽ ڏيکارڻ ۽ رياءِ ڪاري واري عبادت جو نالو خوفِ خدا رکيو آهي.

(حضرت داتا علي بن عثمان هجويري رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ)

◆ اسان کي اهڙو زمانو ڏئي آزمائش ۾ وڌو ويو آهي، جنهن زماني ۾ نہ ڪي اسلام جا آداب آهن ۽ نہ ئي جاهليت جون عادتون آهن ۽ نہ وري مروت جون ڪي خصلتون آهن. (ابوبڪر واسطي رحمة الله عليه)

◆ هڪ پيري مون هڪ پٿر کي رستي ۾ ڏٺو، جيڪو ماٺهن جي ٺوڪرن جي زور تي اولهہ اوپر طرف ٿي رهيو هيو. مان اهو پٿر کنيو ۽ ان کي "التائي پلٽائي ڏٺو تہ ان تي لکيل هيو تہ

"انت لاتعمل بما تعمل فكيف تطلب مالا تعلم"

(ترجمو : تون معلوم شيءِ تي عمل نہ ٿو ڪرين تہ پوءِ نامعلوم شيءِ تي عمل ڪيئن ڪندين؟ (حضرت ابراهيم بن ادهم رحمة الله عليه)

◆ عالمن جو ڪم غور و فڪر ڪرڻ آهي ۽ جاهلن جو ڪم صرف ٻڌي ٻڌايل ڳالهہ تي ڳت ڏئي بيهي وڃڻ آهي.
(حضرت امام مالڪ رحمة الله عليه)

◆ خدا تعالىٰ فرمائي ٿو تہ اي مون سان محبت ڪرڻ وارؤ! منهنجو نالو وٺڻ وارؤ ! منهنجي سامهون جهڪڻ وارؤ ! منهنجي لاءِ پنهنجي گهرن کي ڇڏڻ وارؤ! ڇا توهان کي پتو آهي؟ يا توهان کي علم آهي؟ تہ مان توهان کان دور ناهيان. مان توهان جي اندر موجود آهيان. توهان سان گڏ آهيان. توهان جي دل ۽ روح ۾ وسي رهيو آهيان. تنهنجي سامهون آهيان ۽ تون شڪايت ٿو ڪرين تہ مون کي وصال ڪڏهن ٿيندو؟ (حضرت خواجہ سچڻ سائين خطبہ 25 نومبر 2007)

◆ هيڏي هوڏي ڳولڻ وارا! هيڏي هوڏي هٿوراڙيون هڻڻ وارا! هيڏي هوڏي تلاش ڪرڻ وارا! اسان کي مرشد سيکاريو آهي تہ دوست جو ديرو تنهنجي دل آهي دوست توکان هڪ گرانٽ جي برابر بہ دور

ڪونهي. تون ٻين کي پنهنجي قريب سمجهي رهيو آهين. تون پنهنجي دنياوي ليڊرن کي قريب سمجهي رهيو آهين، تنهنجي سوچ تي سؤ ڀيرا افسوس! احڪم الحاڪمين چئي رهيو آهي ته مان تنهنجي اندر آهيان ۽ تون چوين ٿو ته منهنجو دوست ته دنيا وارو فلاڻو ليڊر آهي انهيءَ کان وڏيڪ محرومي باقي ڪهڙي هوندي.

(حضرت خواجه سچڻ سائين خطبو 25 ڊسمبر 2007)

◆ حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالٰی عَلَیْہِ جن جو هڪ واقعو آهي ته اهي هڪ گهٽيءَ کان لنگهي رهيا هئا، گهٽيءَ ۾ هڪ ڪتو ويٺل هيو. حضرت جن پنهنجن ڪپڙن کي پليديءَ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪتي کي زبان حال ملي وئي ۽ اهو چوڻ لڳو ته اي سلطان العارفين! تون پنهنجن ڪپڙن کي ناپاڪ ٿيڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪرين ٿو ليڪن جيڪو تنهنجي دل جي اندر احساس برتريءَ جو مادو پيدا ٿيو آهي، جيڪو تنهنجي دل ۾ وڏائيءَ وارو احساس ۽ ٻين جي حقارت وارو احساس پيدا ٿيو آهي. اها ته تنهنجي دل ۾ ايڏي وڏي خرابي پيدا ٿي وئي آهي جيڪا ستن سمنڊن جي پاڻيءَ سان به ڌوئجي ته به دور نه ٿي سگهندي. اي بايزيد! مان هڪ ڪتو هوندي به الله تعالیٰ تي توڪل رکندو آهيان ۽ جيڪا هڏي روز ملي ويندي آهي ان تي پيٽ گذر ڪري وٺندو آهيان. سڀاڻي لاءِ بچائي ناهيان رکندو، اي سلطان العارفين! تو گهر ۾ ڪڻڪ جو ذخيرو ڪري رکيو آهي. ڇا توکي الله تعالیٰ تي ڀروسو ڪونهي؟!! حضرت با يزيد بسطامي رَحْمَۃُاللّٰہِ تعالٰی عَلَیْہِ جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.

(حضرت سچڻ سائين خطبه 25 ڊسمبر 2007)

◆ الله تعالىٰ جل شانہ تي اعتراض ڪرڻ موت آهي، دين جو موت توحيد جو موت، توڪل ۽ اخلاص جو موت، ايمان واري دل! لفظ "ڇو" "ڇا لاءِ" "ڇاڪاڻ" ۽ "پر" کي ناهي سڃاڻيندي.
ايمان واري دل جو قول "ها" هوندو آهي. "جي" هوندو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمۃ اللہ علیہ فتح رباني)

◆ حضرت ابراهيم علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام پنهنجي نفس کان ٻاهر نڪري ويا هئا. ۽ سندن ڏانچي ۾ بلاخواهش وارو نفس رهجي ويو هيو ۽ سندن دل صاحبِ سڪون بنجي وئي هئي. نمرودي باهہ ۾ ڪرڻ وقت ونن طرح طرح جي مخلوق آئي ۽ انهن سندن مدد ڪرڻ جي لاءِ پنهنجن پنهنجن نفسن کي پيش ڪيو ليڪن پاڻ انهن سمورن آڇن کي ٺڪرائي ڇڏي رهيا هئا تہ "مون کي توهانجي ڪنهن بہ مدد جي درڪار ڪونهي، اهو مالڪ ڪريم منهنجي حال کان واقف آهي ۽ ان لاءِ مون کي سوال جي بہ حاجت ناهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمۃ اللہ علیہ فتح رباني)

◆ جڏهن حضرت ابراهيم علىٰ نبينا وعليه الصلوٰة والسلام جي توڪل جو شان ان لائق سمجهيو ويو تہ باهہ کي حڪم ڏنو ويو تہ "ڪوني بردا وسلاما○ تي وڃ ٺڌي ۽ سلامتي واري ابراهيم تي."

◆ جو شخص حق تعالىٰ سان ان جي قدرت تي راضي بنجي صبر ڪندو آهي تہ الله تعالىٰ ان جي دنيا ۾ بيشمار مدد ڪندو آهي ۽ آخرت ۾ بيشمار نعمتون عطا فرمائيندو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمۃ اللہ علیہ فتح رباني)

◆ الله تعالىٰ لاءِ بيدار رهو ان سان ملڻ کان اڳي بيدار رهو، پنهنجي غير اختياري بيداري کان اڳ ۾ بيدار بنجو، ائين نہ ٿئي تہ سياڻي پشيمان رهجي وڃو. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ الله تعالىٰ جا ٿي وڃو، جيئن توهان کان اڳيان نيڪ ماڻهو ان جا ٿي ويا هئا پوءِ الله تعالىٰ توهان جو ٿي ويندو جيئن اڳين ماڻهن جو الله تعالىٰ ٿي ويو هيو. جيڪو اڳين جو ڪم هيو اهو انهن ڪري ڇڏيو اهي پنهنجن نفسن جا نافرمان رهيا، ۽ الله تعالىٰ جا فرمانبردار رهيا. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ " يَا ابْنِ اٰدَمَ خَيْرِیْ اِلَيْكَ نَازِلٌ وَ شَرُّكَ اِلَیَّ صَاعِدٌ

○" (ترجمو : اي ابن آدم منهنجي طرفان خير ۽ چڱائي تنهنجي مٿان، ڪنهن بارش وانگر لهندي آهي۽ تنهنجي طرفان منهنجي مٿان برائي صادر ڪئي ويندي آهي. افسوس! آهي توتي، تون آهين الله تعالىٰ جو ٻانهو ۽ غلامي وري غيرن جي ڪري رهيو آهين.)

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ صاحبزاده ! صبر جي وِهاڻي کي مٿي هيٺان ڏي، موافقت ۽ فرمانبرداري جو ٽڪو ٻڌ، ان جي راضي ٿيڻ جي غرض سان عبادت ڪندو وڃ ۽ پوءِ تقدير جي چادر ويڙهي سمهي پئہ، جڏهن تون اهڙو ٿي ويندين تہ مالڪِ تقدير! پنهنجي فضل ۽ انعامن جي بارش تو مٿان وسائي ڇڏيندو.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◈ الله تعالیٰ جي نعمتن کي انهيءَ طرفان ئي سمجهو ڇوته الله تعالیٰ فرمائي ٿو "وَمَا بِكُمْ مِّنْ نِّعْمَةٍ فَمِنَ اللهِ ۝" يعني جيڪي به نعمتون، زندگيءَ ۾ تنهنجون ساٿي آهن، اهي سڀ الله تعالیٰ جي ئي طرفان آهن."

اي خدا جي نعمتن ۾ جيوڙا ڪيڻ وارا! تنهنجي شڪر گذاري ڪاڏي وئي؟ تون اهو شخص آهين! جيڪو خدا تعالیٰ جي عنايتن ۽ نعمتن کي غير جي طرفان سمجهندو آهي. توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ الله تعالیٰ جو پاڻ کي حقدار سمجهي انهن نعمتن جو انتظار ڪندو رهندو آهين جيڪي تو وٽ نه هونديون آهن.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالى عليه فتح رباني)

◈ زاهد ۽ عابد ان دعوت واري مقام جي دروازي تي بيٺل هوندا آهن. جتان اهي مخلوق کي الله تعالیٰ جي معرفت جي طرفان منادي ڏئي گهرائين اهي هميشه دلين کي پڪاريندا ۽ چوندا رهندا آهن ته اي دليون! اي ارواحو! اي انسانو! اي جنو! اي بادشاهه جا طلبگارو! هلو بادشاهي دروازي جي طرف هلو. چنبڙي پئو ان کي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالى عليه فتح رباني)

◈ الله تعالیٰ ڪيندو آهي زندهن کي مڙدن مان ۽ ڪيندو آهي مڙدن کي زندهن مان. ابراهيم علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام کي پيدا فرمايائين ان جي والدين مان، جيڪي مڙده هئا، ڪفر جي سبب ڪري. مومن زنده هوندا آهن ۽ ڪافر مڙده هوندا آهن، توحيد وارو زنده هوندو آهي ۽ شرڪ وارو مڙده هوندو آهي، ان لاءِ الله تعالیٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي ته " اَوَّلَ مَنْ مَّاتَ مِنْ خَلْقِيْ اِبْلِيْسُ۝" سڀ کان پهريون

شخص جيڪو منهنجي مخلوق ۾ مردو ٿيو اهوا ابليس آهي،)
هيءُ آخري زمانو آهي هينئر نفاق ۽ ڪوڙ جي بازار گرم آهي. هرگز نه ويهو منافقن، ڪوڙن، ۽ دجالن سان گڏ.

افسوس آهي توتي! تنهنجو نفس منافق آهي. تنهنجو نفس ڪوڙو آهي، تنهنجو نفس دجال آهي، فاجر آهي مشرڪ آهي تون ان سان گڏ ڪيئن ويٺو آهين؟ ان جي مخالفت ڪر، ان جي حمايت نه ڪر، ان کي سزا ڏي ان کي قيد ڪر ان کي آزاد هرگز نه ڇڏ، ان کي جيل ۾ بند ڪر ۽ ان جو حق، جنهن کي ادا ڪرڻ ضروري هوندو آهي، اهو حق ان کي پهچائيندو رهه ان کي مجاهدن سان ڪٽينس ۽ جنهن جو نالو خواهش آهي ان تي سوار ٿي وڃ ۽ ان کي هرگز نه ڇڏجانء ڇوته اها نا سمجهه ننيڙي ٻار جيان آهي؟ رهيو شيطان . اهو ته دشمن آهي تنهنجو ۽ تنهنجي پيءُ آدم علیٰ نبینا و علیه الصلوٰۃ والسلام جو. دشمن سان ياري رکبي آهي ڇا؟ پوء تون ان جي ڳالهه ڇو ٿو ميڃين؟ حالانڪ تنهنجي ۽ ان جي وچ ۾ خوني دشمني آهي. تون ان کان هرگز نه ڊڄ، اهو قاتل آهي تنهنجي پيءُ آدم علیٰ نبینا و علیه الصلوٰۃ والسلام ۽ تنهنجي ماءُ حوا رضی اللہ تعالیٰ عنہا جو. پوء جڏهن توتي قبضو ڪري وٺندو ته توکي به قتل ڪري وجهندو. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فتح رباني)

صاحبزادہ! هرگز ساٿ نه ڏجانء نفس جو ۽ نه خواهش جو، نه دنيا جو ۽ آخرت جو، جي صرف هڪ جو ٿي رهين ته الله جو بنجي رهه، پوء اهڙو خوف ملندئي جيڪو ڪڏهن به فنا نه ٿيندو. الله تعالیٰ جي طرفان تنهنجي لاء هدايت ايندي، جنهن کان، پوء تون ڪڏهن به گمراهه نه رهندين. توبهه ڪري وٺ پنهنجن گناهن کان بچ، پنهنجي

مولا عزوجل جي طرف. جڏهن تون توبهه ڪري وٺين ته پوءِ تنهنجي ظاهر ڪي به توبهه ڪرڻ کپي ته تنهنجي باطن کي به.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالیٰ عليه فتح رباني)

◈ صاحبزاده! تنهنجو اهو فڪر نه هجڻ کپي ته ڇا کائيندس؟ ڇا پيئندس؟ ڪنهن سان نڪاح ڪندس؟ ڪٿي آرام ڪندس ۽ ڇا جمع ڪندس؟ اهو سڀ ڪجهه پنهنجي نفس لاءِ فڪر آهي پوءِ ڪٿي آهي دل ۽ باطن جو فڪر؟ ڪٿي آهي حق سبحانه وتعالیٰ جي طلب؟ پوءِ بهتر آهي ته تنهنجو فڪر تنهنجي رب لاءِ هجي ۽ هر ان شيءِ لاءِ هجي، جيڪا تنهنجي رب وٽ آهي. دنيا جو بدل به آخرت جي روپ ۾ موجود آهي ۽ مخلوق جي بدل ۾ به خالق تعالیٰ جي ذات موجود آهي پوءِ دنيا ۾ جنهن به شيءِ کي تون ڇڏيندين ته آخرت ۾ ان جو عيوض توکي ملندو. (هيءُ قرض آهي، دنيا ۾ ڏيندو وڃ ۽ آخرت ۾ پنهنجي رب کان وٺندو وڃ.)

ائين سمجهه! ته هيءُ تنهنجي عمر جو آخري ڏينهن آهي پوءِ آخرت جي لاءِ تيار ٿي وڃ ۽ ملڪ الموت جو نشانو بنجي پئه. دنيا ماڻهن جي ماني پچائڻ واري ڀانهيءَ جي برابر آهي ۽ آخرت ماڻهن جي آباد ٿيڻ جو اصلي مقام آهي.

اي ڪوڙا! تون نعمت جي حالت ۾ خدا تعالیٰ کي محبوب سمجهندو آهين ليڪن مصيبت ۽ تڪليف ايندي آهي ته ڀڄي ويندو آهين، ڇڻ ته الله تعالیٰ تنهنجو محبوب هيو ئي ڪونه! بندو ته آزمائش جي وقت ئي ظاهر ٿيندو آهي. جڏهن ته الله تعالیٰ جي طرفان مصيبتون اچن ۽ تون ثابت قدم رهين ته بيشڪ تون سچو محب

آهين، پر جيڪڏهن ان وقت تون شڪايتن جا پنبار ڪولي وجهين ته پوءِ تون ڪوڙو محبت جو دعويدار هوندين.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالیٰ عليه فتح رباني)

◆ حضور اڪرم صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن جي خدمت ۾ هڪ شخص آيو چيائين ته يا رسول الله صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم مان الله تعالیٰ کي محبوب سمجهندو آهيان تنهن تي پاڻ فرمايائون ته "مصيبتن کي چادر بنائي جڏ." (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالیٰ عليه فتح رباني)

صاحبزادا! تون دنيا ۾ رهڻ ۽ ان جا مزا حاصل ڪرڻ لاءِ ناهين آيو. حق تعالیٰ جي جن ناراضگين جو بار تون پنهنجن ڪلهن تي ڪنيون گهمائيندو ٿو وتين. خدا تعاليٰ جي ناراضگيءَ کي ان جي فرمانبرداري واري هٿيار سان راضپي ۾ تبديل ڪر. تو صرف "لااله الا الله محمد رسول الله" چوڻ تي قناعت ڪري ورتي آهي. حالانڪ جيستائين ان سان گڏ تون عمل کي نه ملائيندين، اهي سموريون شيون تنهنجي لاءِ نفعي واريون ثابت نه ٿينديون.

جيڪڏهن نماز، روزو، صدقو ۽ نيڪوڪاريون ڇڏي ڏيندين ته وحدانيت ۽ رسالت جي محض گواهي ڏيڻ توکي ڪوبه نفعو نه پهچائيندي. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله تعالیٰ عليه فتح رباني)

◆ صاحبزادا! کهرا ۽ ٿلها ڪپڙا پائڻ ۽ رُکي سُکي کائڻ ۾ شان ناهي. شان تنهنجي دل جي زهد ڪرڻ ۾ مشغول رکڻ واري عمل ۾ آهي. لباس ۾ سچار صوفي پنهنجي ظاهري جسم تي صوف يا اوني ڪپڙو يا پشم جو ڪپڙو پائڻ کان اڳ ۾ پنهنجي باطن تي صوف جو لباس ڍڪيندو آهي. ان کان پوءِ باطن جو اثر ظاهر تي پوندو آهي

ڏهن ان کي شفقت، احسان ۽ رحمت هڻ ايندي آهي پوءِ خدا تعالىٰ ان صوفيءَ جي اندر ۾ تبديلي آڻيندو آهي ان جي اندر جي ڪارڻ ڪپڙن کي لاهيندو آهي ۽ خوشيءَ جا ڪپڙا پهرائي ڇڏيندو آهي. تڪليف کي راحت ۾ تبديل ڪندو آهي، خرابيءَ کي فرحت ۾ تبديل ڪندو آهي، خوف کي امن ۾ تبديل ڪندو آهي ۽ فقيريءَ کي تونگريءَ ۾ مٽائي ڇڏيندو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ صاحبزاده! طرح طرح جا لذيذ کاڌا کائيندو ڪر مگر زهد جي هٿ سان کائيندو ڪر. رغبت جي هٿ سان هڪ گرهه به نه کائجانءِ جيڪو شخص کاڌو کائيندو ۽ روئندو آهي اهو ان جي برابر ناهي ٿي سگهندو جيڪو کائيندو ۽ کلندو آهي. جيتوڻيڪ کائڻ ۾ ٻئي برابر آهن مگر دنيا جي کائڻ جو انجام روئڻ آهي ۽ زُهد جي کائڻ جو انجام کلڻ آهن. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ هڪ ساعت جو فڪر يا تفڪر سڄي رات جي شب بيداريءَ کان بهتر آهي. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ الله تعالىٰ جو شڪر ڪريو ته ان توهان کان اڳين امتن بنسبت توهان جي ٿوري عمل تي اڪتفا ڪئي آهي. توهان دنيا ۾ وجود جي اعتبار کان سڀ کان آخري آهيو ۽ مرتبي جي اعتبار کان اول آهيو. قيامت جي ڏينهن، جو شخص توهان مان تندرست هوندو ته ان جهڙو ڪامياب ڪوبه نه هوندو. توهان سردار هوندؤ ۽ توهان کان سواءِ سڀ امتون رعيتون هونديون، جيستائين تون پنهنجي نفس پنهنجي خواهش ۽ پنهنجي طبيعت جي گهر ۾ ويٺو رهندين،

تندرست نہ بنجي سگھندين، جيستائين توھان پنھنجي طبيعت جي
ڪوڙن ۾ ويٺا رھندؤ تہ تندرست بنجي نہ سگھندؤ، جيستائين توھان
مخلوق سان لڙندا رھندؤ، مال متاع جي رغبت، رياء ڪاري ۽ نفاق
جي طرفداري ڪندا رھندؤ تہ توھان تندرست نہ ليکبؤ.
اي الله! تون اسان کي صحت عطا فرماءِ پنھنجي ويجھو رکي ڪري ۽
اسان کي دنيا ۽ آخرت ۾ ڀلائي عطا فرماءِ!!!

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

تڪبر وارو ڪڏھن نہ ٿجانءِ ورنہ الله تعالىٰ توکي ٽوڙي ٽڪرا
ٽڪرا ڪري ڇڏيندو. پنھنجي جواني، پنھنجي قوت ۽ پنھنجي مال
جي گھمنڊ ۾ الله تعالىٰ ۽ ان جي مخلوق تي تڪبر ھرگز نہ ڪر.
ورنہ اھو توکي گرفتار ڪري وٺندو ۽ پڪڙيندو، ان جي پڪڙڻ
جھڙو ڪوبہ پڪڙڻ وارو ڪونھي ان جي پڪڙ تمام گھڻي
دردناڪ آھي.

توتي افسوس آھي جو تنھنجي زبان صرف مسلمان آھي مگر
تنھنجي دل مسلمان ناھي. تنھنجو قول مسلمان آھي، مگر فعل
مسلمان ناھي، تون پنھنجي جلوت ۾ مسلمان آھين مگر خلوت ۾
مسلمان ناھين. ڇا توکي معلوم ناھي تہ جڏھن تون نماز پڙھندين،
روزو بہ رکندين ۽ سڀ نيڪ ڪم بہ ڪندين، مگر انھن عملن
باوجود تون ڪان الله تعالىٰ جي ذات کي نہ سمجھندين تہ تون پڪو
منافق آھين.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ تنهنجو علم توکي پڪاري رهيو آهي ته مان توتي حجت آهيان جيڪڏهن تو مون تي عمل نه ڪيو مان تنهنجي مٿان واعده معاف گواهه بنجي ويندس. مان تنهنجي لاءِ حجت آهيان جيڪڏهن تو مون تي عمل ڪيو ته مان تنهنجي لاءِ وڪيلِ صفائي بنجي بيهي رهندم. جناب رسول ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن فرمايو آهي ته علم پڪاريندو آهي عمل کي پوءِ جيڪڏهن عمل اچي ويندو آهي ته علم ترسي پوندو آهي ورنه موڪلائي هليو ويندو آهي." علم جي موڪلائي وڃڻ مان مراد اها آهي ته علم جي برڪت موڪلائي ويندي آهي ۽ صرف محنت رهجي ويندي آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله تعالىٰ عنه فتح رباني)

◆ ڪائيندو رهه پنهنجي ڪمائي جي ذريعي سان ۽ نه کاءُ پنهنجي دين جي ذريعي سان، دين کي وڪڻي روزي ڪمائڻ حرام آهي. ڪماءِ ۽ کاءُ ۽ ان مان ٻين جي به غمخواري ڪر.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله تعالىٰ عنه فتح رباني)

◆ اولياء الله مخلوق جي اعتبار کان گونگا ۽ انڌا هوندا آهن ان ڪري ئي انهن جون دليون الله جي قريب هونديون آهن ان ڪري اهي غير جي ڳالهه ناهن ٻڌندا، غير کي اکين سان ناهن ڏسندا ۽ الله تعالىٰ جي ڳالهه کان سواءِ غير جي ڳالهه ناهن ٻڌندا، قربِ خداوندي انهن کي متوالو بنائي رکيندو آهي، هيبت انهن تي ڇانئيل رهندي آهي ۽ محبت انهن کي پنهنجي محبوب وٽ قيد ڪري رکندي آهي. اُهي نه کاٻي پاسي جُهڪندا آهن ۽ نه سڄي پاسي جهڪندا آهن انهن وٽ صرف هڪ ئي طرف سامهون وارو هوندو آهي پوءِ انسان، جنات ۽ فرشتا ۽ انهن کان علاوه قسمن قسمن جي مخلوق انهن جي خادم بنجي ويندي آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله تعالىٰ عنه فتح رباني)

◆ صاحبزادہ! خالق جي شڪايت مخلوق سان هرگز نہ ڪندو ڪر، بلڪ جيڪڏهن شڪايت ڪرڻي اٿئي تہ اها انهيءَ سان ئي ڪر جيڪو ان شيءِ تي قادر آهي. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ راز کي لڪايو، مصيبتن، بيمارين ۽ خيراتن کي ڳجهو رکو، پنهنجي سڄي هٿ سان خيرات ڏيندا ڪريو تہ ڪوشش اها هجي تہ توهان جي کٻي هٿ کي بہ ان جي خبر نہ پوي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ اي ڇوڪرا! دنيا حاصل ڪرڻ ۾ اهڙو حبشي نہ بڻجي وڃ. جيئن رات جي وقت ۾ ڪاٺيون ڪرڻ وارو هوندو آهي. ان کي خبر ناهي هوندي تہ سندس هٿن ۾ ڇا ٿو اچي؟ اها ڪاٺي آهي يا نانگ آهي؟ مان توکي ڏسان ٿو تہ تون پنهنجي ڪاروبار ۾ اهڙو آهين جيئن ڪاٺين ڪرڻ وارو سخت انڌيري رات ۾ڪاٺيون ڪندو آهي، ان جي ساٿ ۾ نہ چنڊ جي روشني آهي ۽ نہ ڪنهن ٻئي روشني جو بندوبست آهي ۽ پڻ اهو اهڙي ريگستان ۾ موجود آهي جتي سوين هزارين ڪيڙا ماڪوڙا بہ موجود آهن پوءِ بلڪل ان کي خطرو آهي تہ ڪيس کي ڪونہ ڪو ڪيڙو ڪاٽي ماري وجهندو. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رضي الله عنه فتح رباني)

◆ اي ڇوڪرا! هتي ڪير بہ ڪونهي، الله تعالیٰ جي ذات کان سواءِ، جيڪڏهن تون خالق ۽ مالڪ خدا تعالیٰ جي ذات سان گڏ رهندين تہ پوءِ ٻانئبو تہ تون واقعي ان جو ٻانهو آهين. (ٻانهو پنهنجي مالڪ سان گڏ رهندو آهي) ۽ جيڪڏهن مخلوق سان گڏ رهندين تہ پوءِ تون ان جو ٻانهو ليکيو ويندين. (الفتح الرباني)

◆ شرمايو خدا تعالیٰ جي ذات کان جنهن کان شرمائڻ جو حق آهي غفلت ۾ پيل نہ رهو. توهان جو وقت بيڪار وڃي رهيو آهي توهان اهڙين شين ۾ مشغول ٿي ويا آهيو، جيڪي توهان جي لاءِ لاپائنتيون نہ رهنديون. توهان اهڙيون شيون حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ۾ آهيو، جن کي هرگز حاصل نہ ڪري سگهندؤ. توهان اهڙا گهر تعمير ڪرائي رهيا آهيو، جن ۾ رهي نہ سگهندؤ. اهي سموريون شيون توهان کي الله تعالیٰ جي ذات کان دور ڪنديون وينديون.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ اي غافلو! پنهنجي غفلتن کان بيدار ٿي وڃو. تنهنجي دل جيڪڏهن الله تعالیٰ جي طرف هڪ قدم وڌي ٿي وڃي تہ ان جي محبت تنهنجي طرف ڪيترائي قدم اڳتي هلي ايندي آهي. اهو ئي پنهنجي عاشقن سان ملڻ جو عاشقن کان وڌيڪ مشتاق هوندو آهي. جڏهن ٻانهو ڪنهن بہ ڪم جو ارادو ڪندو آهي تہ حق تعالیٰ ان جي لاءِ سامان ميڙڻ شروع ڪندو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ اي حضرت! مان چاهيان نہ ٿو تہ گونگائپ تنهنجي عادت بنجي وڃي، گمنامي تنهنجو لباس بنجي وڃي ۽ مخلوق کان ڀڄڻ تنهنجو خاص دلي مقصد هجي. اگر تو کان ٿي سگهي تہ زمين ۾ سرنگهہ کوٽي ان ۾ اندر گهڙي ويهي رهہ تہ جيئن تون ماڻهن جي نظرن کان اوجهل رهين اها عادت تنهنجي ان وقت تائين رهي جيستائين تنهنجو ايمان جوان ۽ بالغ ٿي وڃي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ مومن سخا ڪندو آهي الله تعالىٰ جي واسطي ۽ منافق سخا ڪندو آهي شيطان جي واسطي.(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ جنهن جي نظر ۾ الله تعالىٰ جو دروازو ننڍو هوندو آهي ته اهو مخلوق جي دروازن تي ٺوڪرون کائيندو رهندو آهي ۽ جنهن جي نظر ۾ خدا تعالىٰ جو دروازو ڪشادو هوندو آهي ته پوءِ خدا تعالىٰ ان بندي لاءِ مخلوق جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو آهي ان لاءِ مخلوق جي عطا کي روڪي ڇڏيندو آهي ان کي پنهنجي طرف ڇڪي وٺندو آهي ان کي حوض کان هٽائي سمنڊ جي ڪناري تي ويهاري وٺندو آهي. ان کي لاشيءِ مان ڪنهن شيءِ جي طرف آڻيندو آهي.

توتي افسوس آهي اي انسان! تون سرديءَ جي موسم ۾ حوض جي ڪنارن تي پنهنجي آماجگاهه بنائي ويٺو آهين، ڇا توکي خبر ناهي؟ ته جلدي گرمين جي موسم ايندي ۽ سج جي تنهن اس حوض جو پاڻي خشڪ ڪري ڇڏيندي پوءِ تون اُڃَ ۾ مري ويندين. سمنڊ ڪناري تي ويهه جنهن جو پاڻي ڪيترين به گرمين ۾ خشڪ نه ٿيندو آهي. (حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ مان الله تعالىٰ جي الٽائڻ پلٽائڻ واري هٿ ۾ آهيان، ڪڏهن اهو مون کي پهاڙ بنائي ڇڏيندو آهي ته ڪڏهن ذرڙو بنائي ڇڏيندو آهي ڪڏهن اهو مون کي سمنڊ ڪري ڇڏيندو آهي ته ڪڏهن قطرو. ڪڏهن اهو مون کي آفتاب بنائي ڇڏيندو آهي ته ڪڏهن چمڪ ۽ صرف جهلڪ تائين محدود رکندو آهي جيئن رات ۽ ڏينهن کي الٽائيندو پلٽائيندو رهندو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ اي ٻاءُ! جيڪڏهن تون رضاءِ قلب جو خواهشمند آهين ته مخلوق جي ڳالهين تي ڌيان نه ڏي ڇا توکي معلوم ناهي ته اهي ماڻهو پنهنجي خالق مان ئي خوش ناهن پوءِ توکان خوش ڪيئن رهندا؟ !!!

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ الله تعاليٰ دوا ۽ بيماري ٻئي شيون پيدا ڪيون آهن. مصيبتون بيماريون آهن ۽ اطاعت دوا آهي ظلم بيماري آهي ۽ عمل دوا آهي. خطا بيماري آهي ۽ سڌو رستو دوا آهي. الله تعاليٰ جي مخالفت بيماري آهي ۽ گناهن جي نشي کان توبهه دوا آهي. توتي دوا جو پورو اثر ان وقت ٿيندو، جڏهن مخلوق کي پنهنجي دل کان جدا ڪري وٺندين ۽ دل کي پنهنجي رب سان ملائيندين.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ اي نوجوان! توبهه ڪريو. ڇا توهان نه ٿا ڏسو ته الله تعاليٰ توهان کي مصيبتن ۽ تڪليفن ۾ مبتلا ڪندو آهي ته جيئن توهان توبهه ڪري وٺو، پر تنهن هوندي به توهان توبهه نه ٿا ڪريو. توهان حق تعاليٰ جي مصيبت کي جهيڙيندا رهو ٿا پر توبهه نه ٿا ڪريو. آخرڪار توهان حق تعاليٰ سان ڪيترو جهيڙو ڪندا؟ ان جهيڙي ۾ شڪست فاش ته توهان جي ئي ٿيڻي آهي ان کان اڳ ۾ جو توهان جو ڪنو منهن بنجي پوي، توهان توبهه ڪري وٺو.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ آخرت کي دنيا تي مقدم سمجهو ته دنيا ۽ آخرت ۾ فائدو حاصل ڪندؤ پر جيڪڏهن دنيا کي آخرت تي مقدم سمجهندؤ ته ٻنهي يعني دنيا ۽ آخرت ۾ توهان جو نقصان ٿيندو.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ تون ڪجهه به ناهين نه تنهنجو اسلام نئي صحيح آهي جيڪو بنياد هوندو آهي ۽ هر تعمير پنهنجي بنياد تي ٽڪيندي آهي نه تنهنجي شهادت نئي صحيح (توحيد ۽ رسالت) آهي.

تون چوين ٿو ته ڪوبه معبود ڪونهي، الله تعالىٰ جي ذات کانسواءِ مگر ڪوڙ ٿو ڳالهائين ڇوته معبودن جو هڪ وڏو گروهه تنهنجي سيني يا دل جي اندر گهر ٺاهيون ويٺو آهي. پنهنجي بادشاهه کان ڊڄين ٿو، پنهنجي محلي جي چڱي مڙس کان ڊڄين ٿو پنهنجي وڏيري ۽ سردار کان ڊڄين ٿو. پنهنجي آفيسر کان ڊڄين ٿو ايستائين جو تنهنجي ڪمائي، تنهنجو نفعو، تنهنجي طاقت، تنهنجي سماعت، تنهنجي بصارت وغيره سمورا تنهنجا معبود بڻيل آهن تنهنجو نفعو ۽ نقصان ۽ عطا تنهنجا معبود بڻيل آهن.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ لا اله ڪُلي طور تي نفي آهي ۽ الا الله ڪُلي طور تي اثبات آهي، ته ڪُلي طور تي معبوديت صرف الله تعالىٰ جي ذات لاءِ ئي آهي ڪنهن به غير لاءِ ناهي، ته پوءِ جنهن وقت به تنهنجي دل الله عزوجل کان سواءِ ڪنهن شيءِ تي اعتماد ڪيو ته اها ڇڻ تنهنجي معبود بنجي وئي. ظاهر جو ڪوبه اعتبار نه هوندو آهي زباني ڪلمو ته منافق به پڙهندا هئا. دل ئي آهي جنهن سان ايمان جو لاڳاپو آهي.

(حضرت سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه فتح رباني)

◆ انسان پنهنجون اکيون بند ڪري ۽ پنهنجي جسم کي وساري ڇڏي ۽ زمين ۽ آسمان ۾ هر اها شيءِ جا اکين سان ڏسي سگهي ٿو. سا ڪٿي فراموش ڪري ته به هو پنهنجي هستيءَ کي سچائي ۽

سمجهي وڃي ٿو. (ڪيمياءِ سعادت)

◆ دل کي پيدا ئي ان لاءِ ڪيو ويو آهي ته سعادت جي تلاش ڪري ۽ سعادت الله تعاليٰ جي معرفت ۾ ئي سمايل آهي. (ڪيمياءِ سعادت)

◆ ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته آدميءَ کي کائڻ، پيئڻ، جماع ڪرڻ موت ماڻڻ يا ٻين تي غلبي حاصل ڪرڻ لاءِ خلقيو ويو آهي، پر اهي غلط آهن. ڪاڏو ته اُٺ به ماڻهوءَ کان گهڻو ٿو کائي ۽ نفساني خواهش جهرڪن توڙي ٻين حيوانن ۾ انسان کان به وڌيڪ آهي ٻين تي غلبي حاصل ڪرڻ جي طاقت درندن کي به ڏني وئي آهي مطلب ته جو ڪجهه چوپاين کي ڏنو ويو آهي سو ماڻهوءَ کي پڻ ڏنو ويو آهي. پوءِ ڪهڙيءَ طرح چئجي ته انسان حيوانن کان اشرف ۽ اعليٰ آهي؟ (ڪيمياءِ سعادت)

◆ جيڪڏهن ڪنهن عقلمند کان پڇيو وڃي ته "ٻه" "هڪ" کان وڌيڪ آهن ته اهو هائو ۾ ورندي ڏيندو. پوءِ ڪٿي ان اهو منطق ڪتان به سمجهيو نه هجي ۽ نه زبان سان ئي ڪڏهن چيو هجي، مگر هن جو اندر مڪمل طور تي تصديق سان ڀريل رهندو ته "ٻه" "هڪ" کان وڌيڪ آهن. ڇوته اها فطرتي ڳالهه آهي. جهڙيءَ طرح اها فطرتي ڳالهه آهي، تهڙيءَ طرح سان الله تعاليٰ جي معرفت به هر انسان ۾ فطرتي طور موجود آهي. (ڪيمياءِ سعادت)

تو صوفين کان ٻڌو هوندو ته سلوڪ جي واٽ ۾ علم حجاب ۽ رڪاوٽ آهي غالبًا تو ان جو انڪار ڪيو هوندو. سو تون انڪار نه ڪر، ڇالاءِ جو هيءَ ڳالهه بلڪل صحيح آهي اهو هن ڪري آهي جو محسوسات ۾ اهو سڀ علم جيڪو محسوسات جي ذريعي

حاصل ٿئي ٿو، تنهن ۾ جيستائين تون مشغول رهندين، تيستائين هيءُ الاهي حال توکان پوشيده ئي رهندو. (ڪيمياء سعادت)

◆ جو شخص پنهنجي عقيدي جي ڪاميابيءَ لاءِ يا ان کي صحيح ثابت ڪرڻ خاطر مناظري جو طريقو سکي ٿو، تنهن اڳيان ڪابہ حقيقت ڪلي ظاهر نہ ٿيندي، ڇا لاءِ جو هو ڄاڻي ٿو تہ جو ڪجهہ هو ڄاڻي ٿو سوئي حق آهي. ان جو اهڙو خيال ئي سندس لاءِ رڪاوٽ ٿيو پوي. (ڪيمياء سعادت)

◆ آدميءَ جو بدن باوجود مختصر هجڻ جي سڄي جهان جي مثال وانگر آهي، ڇالاءِ تہ جو ڪجهہ جهان ۾ پيدا ڪيو ويو آهي، تنهن جو نمونو ان ۾ موجود آهي هڏا پهاڙ آهن، پگهر بارش آهي، وار وڻن جي مثال آهن، دماغ آسمان جي طرح آهي ۽ حواس ستارن وانگر آهن. (ڪيمياء سعادت)

◆ زبان حق تعالىٰ جي ڪاريگرن مان هڪ آهي، جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ هوءَ هڪ گوشت جو ٽڪرو آهي پر حقيقت ۾ دنيا جي هر شيءِ ۾ سندس تصرف آهي ۽ سندس تصرف کان عدم بہ خالي ناهي. (ڪيمياء سعادت)

◆ لعنت ڪرڻ بہ هڪ وڏي آفت آهي، جنهن کان زبان کي روڪڻ گهرجي. چاهي اها ڪنهن آدميءَ يا جانور متعلق هجي. (ڪيمياء سعادت)

◆ ڪوڙيون ڳالهيون ڪرڻ ۽ ڪوڙا قسم کڻڻ بہ زبردست گناهہ آهي حضور ڪريم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي تہ "بندو ڪوڙ پٺيان ڪوڙ ڳالهائيندو رهي ٿو، تانجو الله تعالىٰ جي نزديڪ انهيءَ جو نالو ڪوڙن جي فهرست ۾ لکيو وڃي ٿو. (ڪيمياء سعادت)

◆ موجود جي معنيٰ آهي "لذل" ۽ "معدوم" جي معنيٰ آهي "اڻ لذل". جو ڪجهه تون خواب ۾ ڏسين ٿو، اهو تنهنجي حق ۾ موجود آهي، پوءِ ڀلي ان کي ڏسي سگهين ۽ جو ڪجهه تون نه ٿو ڏسين اگرچه ٻيا سڀ ماڻهو ڀلي ڏسن، سو ڳويا تو لاءِ "اڻ لذل" يا معدوم آهي. جنهن صورت ۾ عذاب ۽ ان جو سبب ٻئي مئل يا ستل لاءِ موجود آهن، تنهن صورت ۾ جيڪڏهن ٻيا ڏسي نه سگهن ته ڪهڙو حرج. فرق صرف ايترو آهي، جو ستل جلدي جاڳي پوي ٿو ۽ عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو، جنهن ڪري ماڻهو ان کي خيالي چون ٿا پر مئل انهيءَ حالت ۾ مبتلا رهي ٿو، ڇا لاءِ جو موت جي ڪا پڇاڙي ڪونهي انهيءَ ڪري اهو رنج ۽ عذاب ان سان ڪڏ دائمي رهي ٿو. (ڪيمياء سعادت)

◆ حضرت محمد بن واسع رحمة الله تعالىٰ عليه جن جي عادت هئي ته اهي خشڪ يا ٽوڙ سڪل مانيءَ کي پاڻيءَ ۾ پسائيندا هئا ۽ پوءِ اها پاڻيءَ سان گڏ وجهندا ڍڪ ڀريندا چٻاڙيندا کائيندا ويندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته جيڪو انهيءَ مقدار تي قناعت ڪندو انهيءَ کي ڪنهن به قسم جي محتاجي پيش نه ايندي. (مڪاشفة القلوب)

◆ حضرت ابن سميط بن عجلان رحمة الله تعالىٰ عليه فرمائن ٿا ته اي انسان! تنهنجو پيٽ گرانٺ برابر آهي ڪٿي اها گرانٺ توکي جهنم ۾ نه وٺي وڃي. (مڪاشفة القلوب)

◆ ڪنهن داناءَ کان سوال ڪيو ويو ته تنهنجو مال ڪهڙو آهي" ان جواب ڏنو ته ظاهر ۾ پاڪيزگي، باطن ۾ نيڪي ۽ ماڻهن کان نا اميدي. (مڪاشفة القلوب)

◆ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعالیٰ عنه جو قول آهي ته جڏهن تون ڪاٻه حاجت طلب ڪرين ته ٿورڙي طلب ڪر ايترو نه کھر جو پين تي مصيبت بنجي وڃين. ڇوته جيڪو تنهنجي تقدير ۾ لکيل آهي، اهو توکي ضرور ملندو. (مڪاشفة القلوب)

◆ بني اميه جي هڪ حاڪم حضرت ابو حازم رحمة الله تعالیٰ عليه سان اصرار ڪندي کيس لکيو ته تون مون کي پنهنجون ضرورتون لک، انهن جواب ڏنو ته مان پنهنجون ضرورتون پنهنجي رب جي سامهون پيش ڪيون آهن. ان جيڪو عطا ڪيو، مان قبول ڪري ورتو ۽ جيڪو روڪي ڇڏيائين مان ان تي قناعت ڪري ورتي.

(مڪاشفة القلوب)

◆ اميد تنهنجي دل ۾ هڪ ڦندي وانگر آهي ۽ اميدون پيرن جون بيڙيون هونديون آهن. ان لاءِ اميدن کي پنهنجي دل مان ڪڍي ڇڏ ته جيئن دل ۽ پير آزاد ٿي وڃن. (ابن سماڪ رحمة الله تعالیٰ عليه)

◆ حضرت عبدالله بن سلام رضي الله تعالیٰ عنه حضرت ڪعب رضي الله تعالیٰ عنه کان پڇيو ته عالمن جي علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا انهن جي سينن مان علم کي ڇڪي ٻاهر ڪڍي اڇلائي ڇڏيندي آهي.

حضرت ڪعب رضي الله تعالیٰ عنه فرمايو ته لالچ، حرص ۽ ماڻهن جي سامهون هٿ ڦهلائڻ. (مڪاشفة القلوب)

◆ اي غافل انسان! تون نفس جو فريب خورده آهين، تون دنياوي مشغلن ۾ مگن آهين موت جي ڪناري تي هوندي به پنهنجي آخرت کان بي فڪر آهين. هڪ نه هڪ ڏينهن توکي هتان وڃڻو

آهي. تنهنجو مقام ڪهڙو هجڻ گهرجي؟ دوزخ يا جنت. پوءِ فڪر ڪر اي نادان!! (مڪاشفة القلوب)

◆ جو ڪجهہ بہ دوست جي طرفان تو سان ٿي رهيو آهي، ان کي تون ظلم ۽ ستم سمجهي رهيو آهين. جنهن کي تون پريشاني ۽ مصيبت سمجهي رهيو آهين. الله تعالىٰ ٿو فرمائي تہ (تون ناشڪرو نہ ٿيءُ) (توکي هيءُ دعا گهرڻ کپي تہ) اي الله! منهنجو صبر وڌاءِ ڇڏ!!

◆ ڪجهہ ماڻهون دعائون ڪندا آهن، الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ اوسارا ڪري تہ اي رب العالمين! تون اسان جا گناهہ معاف فرماءِ. مون کي پنهنجي رضا ۽ خوشنودي عطا فرماءِ. منهنجو فلاڻو ڪم ٿي وڃي. انهن جي دعائن کي مهينا گذري ويندا آهن. دعا قبول ناهي ٿيندي، اهي دعائون فرشتا ڪٽي بہ ويندا آهن. الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ جهڙي طرح نماز ڪٽي ويندا آهن. ڪجهہ ماڻهن جي نمازن کي تہ زمين تي ئي ڇڏيو ويندا آهن. اها ان ڪري قبوليت جهڙي نہ هوندي جو ان ۾ عبديت وارو مزو نہ هوندو آهي.

(خطبه حضرت قبله سجڻ سائين 25 نومبر 2007)

◆ مسجد ۾ وڃڻ وارا سنيالي سجدو ڪجانءِ ائين نہ ٿئي تہ تنهنجو متو جهڪي، ليڪن تنهنجي دل نہ جهڪي، جيڪڏهن دل نہ جهڪي تہ پوءِ اهڙي عبادت مان ڪهڙو فائدو؟ اهي نمازون جنهن ۾ خاص تعبديت، جهڪائي، محبت، نوڙت، عاجزي، انڪساري ۽ معرفت جو نور موجود ناهي تہ اهڙيون نمازون الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ ناهن پهچايون وينديون. (خطبه حضرت قبله سجڻ سائين 25 نومبر 2007)

◆ مجنون ٻڌو تہ ليلان خيرات ٿي ورهائي، مجنون جي نالي تي قربان

وچان محبت ۽ عشق کو مجنون ڪان سکي. وفا ڪير مجنون ڪان سکي، يار کي مچائڻ ڪير مجنون ڪان سکي. جنهن زندگي قربان ڪري ڇڏي. مرندي وقت به ان جي زبان تي ليلان ليلان هيو. سمهڻو آهي، اهو چوندو هيو ليلان، توکي پيو ڇا گهرجي؟ اهو چوندو هيو ليلان. عاشق فرمائيندا آهن ته قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ مجنون کي پنهنجي دربار ۾ گهرائيندو. اهو ان عالم ۾ ايندو جو ڦاٽل پراڻا ڪپڙا پاتل هوندا، گريبان ڦاٽل هوندو، وار وکريل هوندا. ان جي وارن ۾ مٽي پيل هوندي. روئندو، ڪرندو، رڙيون ۽ دانهون ڪندو، دربار ۾ ايندو. ته الله تعالىٰ فرمائيندو ته ڏسو، هن عاشق کي جنهن کي هڪ ليلان ياد آهي، حشر جي ميدان ۾ به ان کي ليلان ياد آهي. اي مون سان محبت ڪرڻ ڪرڻ وارؤ! توهان خود پڌايو ته ڇا توهان جو پيار اهڙي طرح جو هيو، جهڙي طرح مجنون جو ليلان سان پيار آهي. (خطبه حضرت قبله سجڻ سائين 25 نومبر 2007)

◆ جڏهن مجنون پڌو ته ليلان خيرات ورهائي رهي آهي ته مجنون به هڪ ڪاٺ جو پيالو کڻي صف ۾ ويهي رهيو ليلان جي ڇهري ۾ اڪيون چميل هيون، هٿ ۾ پيالو آهي سيني کي خيرات ملي رهي آهي. جڏهن مجنون جو وارو آيو ته ليلان کيس کي ڪجهه به نه ڏنو. سيني ماڻهن کي خيرات ملي ليلان پنهنجي حجري ۾ هلي وئي. روميءَ جو واقعو آهي ڪوبه عام واقعو ڪونهي، رومي رَحمَةُاللهِ تعالىٰ عَلَيهِ فرمائي ٿو ته ماڻهن مجنون جو مذاق اڏايو. او! بي وقوف تون وڏي محبت ڪندو آهين، پنهنجي زندگي تو ان جي پويان ضايع ڪري ڇڏي تنهنجو اهو قدر آهي؟ سيني کي خيرات ڏني وئي ۽ توکي

ڪجهہ بہ نہ ڏنائين مجنون خوشيءَ مان نچي رهيو آهي. اهو موجون ڪري رهيو آهي، او بيوقوف! ڇو نچي رهيو آهين؟ مجنونءَ چيو تہ ٺيڪ آهي ليلان ڪجهہ بہ نہ ڏنو، مون ڪي ڏٺائين تہ سهي، ان جو ڏسڻ منهنجي لاءِ ڪافي آهي.

اي الله جي در تي سجده ڪرڻ وارؤ! خدا جي در تي رهڻ وارؤ! الله الله ڪرڻ وارؤ، ذڪرِ قلبي ڪرڻ وارؤ! جيڪڏهن توهان اهو سمجهو ٿا تہ الله نہ ڏسي رهيو آهي. هڪ نظر ڇا حيثيت، ڇا مقام، ڇا شرف ۽ شان رکندي آهي. (خطبه حضرت قبله سجڻ سائين 25 نومبر 2007)

◆ اهو محبوب توهان کي دل ۾ ملندو ، ان جو وصال توهان کي دل ۾ ٿيندو ۽ هن دل جي حفاظت ڪريو. هن دل جي خوب حفاظت ڪريو ۽ جڏهن توهان هتان وڃو تہ ذڪر ڪندا وڃو جڏهن توهان ماڻهن سان ملو تہ ذڪر ڪندي ملو. جڏهن توهان تجارت ڪيو تہ ذڪر توهان جي دل ۾ هجي، جڏهن ملازمت ڪريو تہ بہ ذڪر توهان جي دل ۾ هجي ۽ پوءِ ذڪر ڪرڻ وارن سان وڃي ويهو. (خطبہ حضرت قبله سجڻ سائين 25 نومبر 2007 الله آباد شريف)

◆ ست درويش هڪ گودڙي ۾ رات گذاري وٺندا آهن مگر ٻہ بادشاهہ پوري سلطنت ۾ ناهن سمائجي سگهندا، انهن جو جهيڙو هلندو رهندو آهي. (خطبه حضرت قبله سجڻ سائين جامع مسجد فرازولاز حيدرآباد)

◆ ڪنهن الله واري هڪ شخص کي ڏٺو تہ ان جي اک تي پٽي ٻڌل آهي، پڇيائين تہ ڇا ٿيو آهي؟ ان چيو تہ مون اک تي پٽي ان لاءِ ٻڌي آهي ڇو جو منهنجي اک بسور ڪري رهي هئي، الله جي وليءَ وراڻيس تہ هيءَ شڪايت جي پٽي تہ تو ٻڌي ورتي آهي، ڪڏهن

شڪر جي پنّي ٻه ٻڌي اٿئي الله جا ٻانها. ايترا ڏينهن تنهنجي صحت ٺيڪ رهي آهي. تنهنجي اک صحيح هئي،ان ۾ ڪا به تڪليف نه هئي. الله تعالىٰ توکي صحت ڏني هئي. توکي شڪر جي پنّي ٻه هجڻ گهرجي ها ته مان بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهيان.

(حضرت قبله سجڻ سائين خطاب مدرسه طاهريه لياقت ڪالوني حيدرآباد)

◆ ماڻهن کان ته حياءُ ٿيندو ۽ ماڻهو ڏسي رهيا آهن ته اسان وڏا نيڪ ۽ صالح بنجي ويندا آهيون. ليڪن جڏهن تنهائين ۾ ويندا آهيون ته پوءِ اسان کي حياءُ ناهي ايندو. ليڪن جنهن کي خدا کان حياءُ ٿيندو هجي ته اهو ماڻهن جي درميان ۽ تنهائين ۾ ٻه ساڳيو ئي حياءُ رکندو آهي. (حضرت قبله سجڻ سائين خطاب مدرسه طاهريه لياقت ڪالوني حيدرآباد)

◆ اسان جي سنڌ ۾ اهو ثقافت جو حصو آهي ته ڪنهن کي اسان، عزت مرتبو ۽ شان ڏيڻ چاهيندا آهيون ته ان جا قدم چمندا آهيون. حالانڪ مٿو ٻه ته موجود آهي، مٿي کي ٻه ته چمي سگهئون ٿا. ليڪن ڪنهن کي زياده عزت ڏيڻ گهرندا آهيون ته ان جا قدم چمندا آهيون. قدم ته جسم جو هڪ اهڙو حصو آهي جنهن تي ڪنهن جي ٻه نظر ناهي پوندي. اسان جيڪڏهن هڪيئي کي ڏسندا آهيون ته اکين ۾ ڏسندا آهيون، اگر اسان هڪٻئي کي ڏسندا آهيون ان جي نڪ کي ڏسندا آهيون، ان جي چهري کي ڏسندا آهيون، پيرن تي ڪنهن جي ٻه نظر ناهي پوندي ليڪن وقار ۽ عزت ڏيڻ جو ٽائيم جڏهن ايندو آهي ته مٿي کي چميو نه ويندو آهي بلڪ پيرن کي چميو ويندو آهي. دوستو! مٿي ويهڻ کان مٿي وانگر اونچو رهڻ سان منهنجي نظر ۾ ڪو به فائدو ڪونهي. جيئن اسان

وڏي آزمائش ۾ آهيون، جو اسان کي معتبر بنائي مٽي ويهاريو ويو آهي، اگر اسان بيوقوفي مان اهو سمجهئون ته اسان واقعي اهڙا آهيون ته پوءِ اسان جهڙو ڪوبه نادان دنيا ۾ نه هوندو.

(خطاب حضرت قبله سچڻ سائين فقيرپور شريف)

◆ مان ته شڪر ڪريان ٿو ته مون جيڪو ٿورو علم پڙهيو آهي اهو به وساري ڇڏيو آهي مان شڪر ٿو ڪريان. مان ان ڳالهه تي خوش آهيان شايد گنجائش نڪري وڃي جو مون کي محبت جو ٿورو گهڻو ذرڙو پيو به ملي وڃي انهيءَ محبت جي تعلق کي ڪتاب وارن علمن کان تمام گهڻو بهتر سمجهان ٿو.

(خطاب حضرت قبله سچڻ سائين فقيرپور شريف)

◆مان مٽيءَ ۾ پيل هيس. مان ته حقير انسان هيس. بادشاهه جڏهن اتان گذريو ته ان مون کي زمين مان اٿاريو ۽ پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳايو، مون کي ڪير به سڃاڻيندو ڪونه هيو. منهنجي منهن تي ڪو ٿوڪيندو به نه هيو، مان ته مٽيءَ ۾ پيل هيم. بادشاهه گذريو، ان ڏٺو ته هيءَ پيل آهي ته ان اٿاري پنهنجي ڳلي سان لڳايو. هاڻي ته سيني جي اکين جو تارو بنجي ويو آهيان، هاڻي ته منهنجو اهو شان ٿي ويو آهي جو مٿو آسمانن کان اوچو ٿي ويو آهي، ليڪن هيءَ منهنجو ڪمال ناهي اهو منهنجي مرشد جو ڪمال آهي.

(خطاب حضرت قبله سچڻ سائين فقيرپور شريف)

◆ننڍڙي گناهه کي حقير نه سمجهو ڇوته ان مان وڏا گناهه جڙندا آهن.

◆صغيره گناهه بار بار ڪرڻ سان ڪبيره گناهه بنجي ويندو آهي.

(آقا صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم)

◆ خوشخبري آهي انهن ماڻهن لاءِ جن عقل کي پنهنجو رهبر بنائي ورتو آهي ۽ خواهشن کي قيد ۾ رکيو ۽ بربادي آهي انهن ماڻهن لاءِ جن جون اميدون ان جون امير هجن ۽ عقل سندن قيد ۾ هجي.

◆ علم واري ماڻهوءَ جو هر هنڌ وطن آهي ۽ جاهل ماڻهو هر جڳهه تي بي وطن آهي.

◆ ٽي شيون انسان جي پريشاني کي ختم ڪنديون آهن. الله جو ذڪر اولياءَ الله جي زيارت ۽ عقلمند انسانن سان ڪچهري.

◆ جيڪڏهن تون منهنجي گناهن تي سزا ڏيندين ته مان توکي عفو جو واسطو وجهندم.

◆ جيڪڏهن تون مون تي منهنجي بخل جي سبب پڪڙ ڪرڻ چاهيندين ته مان توکي تنهنجي سخاوت جو واسطو وجهندس.

◆ تون جيڪڏهن مون کي جهنم ۾ داخل ڪندين ته مان دوزخين کي ٻڌائيندس ته مان توسان محبت ڪريان ٿو.

◆ جڏهن حڪمت واري کان سوال ڪيو ويو ته توهان جو حال ڪيئن آهي؟ تڏهن چيائين ته الله تعالىٰ سان پورو تعلق آهي، شرارتي نفس جي پوري طاقت سان مخالفت ڪيان ٿو. مخلوق سان خير خواهيءَ جو معاملو ڪندو آهيان ۽ دنيا سان حسبِ ضرورت تعلق رکندو آهيان.

◆ حضرت حاتم اصم رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمايو ته چئن شين جو قدر چار قسم جا ماڻهو ئي ڄاڻن ٿا.

(1) جوانيءَ جو قدر پوڙها ئي ڄاڻندا آهن.

(2) عافيت جو قدر ان کي هوندو آهي جيڪو مصيبت ۾ وقت گذاري.

(3) تندرستيءَ جو قدر بيمار کي هوندو آهي.
(4) حياتيءَ جو قدر مري ويلن کي هوندو آهي.

حضرت يحيىٰ بن معاذ رازي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو ته :
جيڪو پنهنجي پيٽ کي زياده ڀري ٿو، ان جو گوشت زياده هوندو آهي.
۽ جنهن جو گوشت زياده هوندو آهي ته ان جي شهوت زياده هوندي آهي. ۽ جنهن جي شهوت زياده هجي ٿي ته ان جا گناهه زياده هوندا آهن. ۽ جنهن جا گناهه زياده هوندا آهن ته ان جي دل سخت بنجي ويندي آهي.
پنج شيون دل جي بيماريءَ جي لاءِ دوا آهن.
(1) نيڪ ماڻهن جي صحبت
(2) تلاوتِ قرآن مجيد
(3) پيٽ کي خالي رکڻ
(4) تهجد جي نماز
(5) سحري جي وقت خدا تعاليٰ جي حضور ۾ روئڻ.

حضرت احنف بن قيس رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کان سوال ڪيو ويو ته سڀ کان ڀلي شيءِ ڪهڙي آهي؟ جيڪا انسان کي عطا ڪئي وئي آهي؟ فرمايائين ته اهڙو عقل جيڪو دورانديش هجي. جيڪڏهن اهو نه هجي ته پوءِ سٺو ادب ۽ اخلاق. جيڪڏهن اهو به نه هجي ته پوءِ هم مزاج ساٿي ۽ جيڪڏهن اهو به نه هجي ته پوءِ اهڙي دل جيڪا هر وقت الله تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول هجي. جيڪڏهن اها به نه هجي ته پوءِ ڊگهي خاموشي ۽ جيڪڏهن انهن سمورين خصلتن مان ڪابه نه هجي ته پوءِ موت ڀلو آهي.

# حق حق حق!! انا الحق!!!

هيءُ لفظ معنويت وارو آهي، جنهن جي ضرب، جنهن به دل کي لڳي آهي ته ان ماڻهو امرتا ماڻي ورتي آهي. هيءُ اهو عڪس آهي، جنهن ۾ منهن وجهڻ سان ان عڪس ۽ آئيني ۾ منهنجي شڪل يا صورت نظر ناهي ايندي، پر سڄي دنيا ڪنهن هٿ جي ترِيءُ جي لڪيرن مثل سامهون اچي ويندي آهي ۽ اهو آدمي پنهنجي محبوب جي اکين کي پسي پسار ڪرڻ شروع ڪندو آهي.

هيءَ اهڙي وِٿ آهي، جنهن کي جڏهن حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ پڪڙيو ته اهو عشق جي آويءَ ۾ پچي لال ٿي ويو. جنهن پاڻ کي حق ۾ مدغم ۽ جذب ڪري ڇڏيو. جيئن پاڻي زمين ۾ ڇڏبو آهي ته اهو پاڻي آهستي آهستي ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي پنهنجي وجود کي وڃائي صرف ڌرتيءَ جي وجود کي قائم ۽ دائم رکندو آهي اهڙي ئي نموني حضرت صوفي پنهنجي وجود کي ان جي وجود ۾ غائب ڪندو آهي ته بس پوءِ سڀ ڪجھ اهو ئي بڻجي ويندو آهي، جڏهن سڀ ڪجھ اهو بڻجي ويو ته پوءِ ان جي دعوىٰ "انا الحق" واري جائز محسوس ٿيڻ لڳندي آهي.

پنهنجي ذات لڪائي، ڪٿين ٻي ذات سڏايان؟
منصوريءَ جي موج ۾ تو"انا الحق" الايان،
"اعلىٰ اعظم شاني" جي، نوبت نينهن وڄايان،
واديءَ ۾ وحدت جي، گھوري سرُ گھمايان،
"سچو" سارو سچ ٿيو، هيءَ حڪمت تو هلايان.
(سچل)



سوئي ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي،
اها تڪبير "فنا في" والي، پهلي پهر پڙهيجي،
مار نغارا "انا الحق" دا، سولي سر چڙهيجي
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان، عاشق تا نہ اڙيجي
"سبحاني مان اعظم شاني" سچو سر سليجي.
(سچل)



خود هي اهو ئي خود هي، نهين اور ڪوئي ايندا،
منصور هوڪي ويکو، سولي اوپر چڙيندا،
طرحون طرح تماشا آپ آپڻا ٻٽيندا،
عاشق ٿيوي آپ تي ڏيک حسن آپڻي ڪون،
نعره "انا الحق" دا، بيخودي مريندا،
فرعون، موسىٰ هڪو، اهو ٻول ڪوئي رکاهي،
اهو سڀ ڪنهن صورت وچ، ٻوليان لکين ٻليندا،
شملا چا ٻڌ شاهي دا، چوڙ گمان گدائي والا،
آپ سڃاڻ "انا الحق" آکين، ماني عيش الاهي دا
(سچل)



وحدت مان ڪثرت ٿي، آهي وحدت ڪثرت ڪل،
اندر پرين، ٻاهر پرين، ٻول نہ ٻئي ڪنهن ڀل،
هي هنگامو هل، مڙيئي محبوب جو
(سيد محمد راشد رحمة الله عليه)

من آن درم که در بحرالله بود ستم..... بکوهِ طور با موسیٰ کلیم الله بودستم
(حضرت شاه عثمان مروند قلندر لعل شهباز رحمة الله عليه)

**ترجمو** : مان اهڙو ناياب موتي آهيان، جيڪو الله تعالىٰ جي درياءَ ۾ موجود هوندو آهيان. ڪڏهن مان ڪوهِ طور تي موسىٰ وانگر هوندو آهيان ته ڪڏهن موسىٰ سان گڏ هوندو آهيان.

صوفي جڏهن حق جو آواز بلند ڪندو آهي ته ان جي زبان چڻ ته "ڪن فيڪون" بڻجي ويندي آهي. ان جي زبان تان جيڪا وائي ايندي آهي ، اها وائي ان فقير جي نه هوندي آهي، خود خدا تعالىٰ جي هوندي آهي. صوفي اهڙو رحمت ڀريو واءُ آهي، جيڪو جڏهن گهلندو آهي ته اهو بغير ڪنهن فرق جي امير جي بنگلي مٿان به گهلندو آهي ته غريب جي جهوپڙي مٿان به لڳندو آهي. هندومت (Hindumat) جي پوڄاري جو به پڳهر سڪائيندو آهي، عيسائي کي به هڪاءُ ڏيندو ته يهودي کي به برسائي ڇڏيندو آهي. صوفي انسايت جو علمدار هوندو آهي، ان کي انسانيت جي ڀلائي وارو علم هوندو آهي. جيڪو کئي اهو امن آشتي ۽ انسان جي خدمت جو درس ڏيندو آهي.

راتيان رڻ جهڻ رام سين، ڏينهان ڪَنَ سنانُ،
جوڳي سي انان، وٿون جن ورائيون
(شاهہ)

جڏهن منصور "انا الحق" جو نعرو هڻيون ته سندس مٿان ڪجھ سخت عقيدي جي ماڻهن ڪفر جي فتوىٰ لڳائي.

ڪفر جي فتوىٰ واري ڪهاڻي به هڪ عجيب ڪهاڻي آهي!!!

جڏهن انهن کي منصور جي خلاف ڪا به شاهدي نه ملي جنهن جي بنياد تي ڪيس مٿان فتوىٰ صادر ڪري سگهجي ته ان وقت هنن

ڳولي ڳولي هڪ عورت کي سامهون آندو. خليفي جي چارڻن ان عورت کان اهو پنو کسيو جيڪو عورت جي هٿ ۾ هيو ۽ اها حضرت حسين بن منصور حلاج رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جي خانقاهہ جي ديوار کي ٽيڪ ڏئي پڙهي رهي هئي. عورت کان پڇيو ويو ته تو، اهو پنو ڪٿان آندو آهي؟ تنهن تي ان عورت چيو ته مان حضرت منصور رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جي مريدياڻي آهيان ۽ اها سندن مهرباني آهي ان پني تي لکيل هيو ته "جيڪڏهن توهان کي ايترو خرچ پکو نہ هجي جو حرمين شريفين وڃي حج بيت الله ادا ڪري سگهو ته پوء توهان پنهنجي ڪمري کي ڌوئي صاف ڪري ان کي غسل ڏياري ان جي گرد طواف ڪريو ته توهان جو حج ٿي ويندو."

ان پني واري ليک جي بنياد تي حضرت منصور رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ کي گرفتار ڪرائي ان مٿان ڪيس هلايو ويو. پڪن خيالن واري قاضيء حضرت منصور سائين کان پڇيو ته "تو اهو مواد ڪٿان آندو آهي؟" تنهن تي حضرت حسين بن منصور وراڻيو ته "حضرت امام حسن بصري جي ڪتاب تان آندو آهي."

قاضيء ذاتي دشمني ملهائيندي ڪاوڙ مان وراڻيس ته "انت كذاب وَعَلَيْكَ دَمٌ حِلَالٌ" يعني تون ڪوڙو آهين ۽ تنهنجو رت وهائڻ حلال آهي."

اهي ڪنهن بہ عدالت جي هلائڻ دوران هڪ جج يا قاضي جا Remarks هئا ۽ Remarks ڪڏهن بہ فيصلو ٿي نہ سگهندو آهي، ڇو تہ ريمارڪس جج جي هڪ ذاتي راء هوندي آهي جيڪا بين الاقوامي قوانين ۾ ڪٿي بہ ڪنهن فيصلي جي حيثيت نہ رکندي

آهي پر وقت جي خليفي ذاتي دشمني پاڙيندي ان وقت داٻو ڪري فتوىٰ قاضيءَ کان لکرائي ورتي ته "منصور کي ڦاهيءَ جي سزا ڏني وڃي."

لئين تنين جي لات، ذات نه آهي جن جي
وايون ڪرين وات سين، تن ۾ رکين نه تات،
ڪُئين تنهن نه ڪات، جنهن پهچايو پرين کي
(شاهه)



نانگا نانيءَ هليا، سامي سيئي،
وهڪ مون ويئي، آئون نه جيئندي اُن ريءَ
(شاهه)



رام جنين جي روح ۾، سنياسي سيئي،
هو هليا هنگلاج ڏي، سالڪ سيئي،
تنين جي "تمر" چوي، پرت پري پيئي،
ان کي وهامي ويئي، عمر سڀ الک سين
(تمر فقير)



عمر سڀ الک سين ان کي وهامي ويئي،
ويا، وڃائي سکيون، پورپ ۾ پيهي،
ڏسندي ڏيهي، نانگا نسورا ٿيا
(تمر فقير)

حضرت منصور رَحمَةُاللهِ تعالیٰ عَلیهِ کي جڏهن ڦاهي گهاٽ تائين آندو پئي ويو، ته ان وقت اها روايت هوندي هئي ته جيل کان ڦاهيءَ گهاٽ تائين رستي جي ٻنهي پاسن کان ماڻهو قطارون ٺاهي بيهندا هئا. هي ماڻهو پنهنجن هٿن ۾ پٿر جهلي بيهندا هئا. جڏهن سزا يافته شخص

کي اتان لنگهايو ويندو هيو تہ اتان لنگهائڻ کان اڳ ۾ کانئس زندگي جي آخري فرمائش بابت پڇيو ويندو هيو. ان جي خواهش پوري ڪئي ويندي هئي.

حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کان سوال ڪيو ويو تہ " قبلہ! توهان جي آخري خواهش ڪهڙي آهي؟" پاڻ فرمايائون تہ مون کي سونو تاج آڻي ڏيو، مان اهو مٿي ۾ وجهي پنهنجي ڪنڌ کي اوچو ڪندي رقص ڪري وڃي ڦاهيءَ جي ڦندي تائين پهچان." !!

حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي مٿي ۾ سونو تاج پاتل آهي، ڳاٽ اوچو آهي، رقص جي ۽ وجد جي ڪيفيت آهي، هو رستي کان گذر ڪن ٿا. ٻنهي پاسن کان سندن مٿان پٿرن جو وسڪارو لڳو پيو آهي، پاڻ رت ۾ وهنجي ويا آهن ، پر مست آهن، نہ ڪين کي ڪا ايذاء جي پريشاني آهي ۽ نہ ڪو درد جو ڏک آهي، رستي جي هڪ پاسي هڪ صوفي بزرگ حضرت شبلي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ بيٺا آهن. جن کي هٿن ۾ گلاب جا گل آهن، اهو هڪ گلڙو ڪٽي حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جي مٿان اڇلائي پٿرن هڻڻ واري رسم جو پورائو ڪري رهيو آهي.

جيئن حضرت شبلي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جو گل حضرت منصور رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي لڳو تہ ان کان رڙ نڪري وئي. حضرت شبلي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کان ڇرڪ نڪري ويو. ٻانهون ٻڌي عرض ڪيائين تہ "قبلہ! توهان پٿرن تي بہ رڙ نہ ڪئي ، رت سان وهنجي ويا آهيو، مان تہ گلاب جا گل اڇلايا آهن."

پاڻ فرمايائون ته "اي شبلي! هي سڀ ماڻهو مون کي بي خبريءَ مان پٿر هڻي رهيا آهن، هنن کي ڪابه خبر ناهي ته منصور ڇا آهي؟ ۽ انا الحق ڇا آهي؟ پر توکي ته سموري خبر آهي. تنهن هوندي به تو مون کي سڀ ڪجهه سمجهي به گل هنيان؟ تنهنجي گلن مون مٿان ماڻهن جي پٿرن کان وڌيڪ اذيت پهچائي آهي."

حقيقت هن حال جي، ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماڻ مرن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اوڀر ايري ڪين ڪي
(شاهه)



هيس اڳهاڙي آئون، پر ڍولي ڍڪي آهيان،
رکي پنهنجي نانءَ، ڪڪر ڪيائين ڪاڪ جو،
(شاهه)

حضرت علي نور بخش اسيري رحمة الله تعالیٰ عليه فرمايو آهي ته :

اول منم آخر منم ظاهر منم ، باطن منم
غائب منم حاضر منم يڪتا و بي همتاستم
عالم منم آدم منم هم شادي و هم غم منم
هم درد وهم مرهم منم هم لا وهم الا ستم
جني منم انسي منم هم عرش وهم ڪرسي منم
هر عالم قدسي منم نورِ جهان آراستم
هم زاهدم بي شرو و شر هم عاشقم بي پا وسر
هم در اسيري بي خبر هم رند نا پرواستم!!!
(علي نور بخش اسيري رحمة الله تعالیٰ عليه)

”ملفوظات حسن العزيز“ مولوي اشرف علي ٿانوي صاحب پڪي عقيدي وارن جو بزرگ پنهنجي ڪتاب ۾ صفحي نمبر 100 تي لکي ٿو ته ”شيخ عبدالحق رودولوي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه شادي ڪئي. اولاد به ٿيو، مگر اولاد زنده نه رهندو هيو. جو به ٻارڙو پيدا ٿيندو هيو، ۽ اهو ٽي ڀيرا ”حق حق حق“ چئي مري ويندو هيو. هڪ ڀيري سندن گهرواريءَ کي وڏو رنج پهتو ته اسان جو اولاد بچي نه ٿو سگهي. اها سندن جي سامهون روئي ويٺي. پاڻ فرمايائون ته ٺيڪ آهي هاڻي جيڪو ٻار پيدا ٿيندو، اهو زنده رهندو، ان کان پوءِ واقعي به جيڪو ٻار پيدا ٿيو، ان ”حق حق حق“ نه چيو ۽ زنده رهيو. مولوي اشرف علي ٿانوي صاحب جن جي هن ارشاد مان معلوم ٿي ويو ته مشڪل جي وقت ۾ الله جي پيارن ۽ مقبول ٻانهن کي سوال ڪري سگهجي ٿو. انهن کي فرياد ڪري سگهجي ٿي. انهن کي اولاد جي دعا لاءِ درخواست ڪرڻ ڪوبه شرڪ ناهي ۽ مٿئين ڳالهه مان ثابت ٿيو ته الله وارن جي نظر سان موت به زندگي بنجي وڃي ٿو ۽ اها ڳالهه به ثابت ٿي وئي ته الله وارن کي اهو به علم هوندو آهي ته فلاڻو ٻار زنده رهندو ۽ فلاڻو مري ويندو، ڇوته مولانا رومي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه فرمايو آهي ته :

## لوح محفوظ است پيش اولياء

”يعني لوح محفوظ واري پٽي، جنهن تي سڀني جون تخليقون، سڀني جو خلقتون ۽ سڀني جا موت لکيل آهن، الله تعالیٰ جي پيارن ٻانهن جي سامهون ڄڻ ڪنهن تختيءَ مثل آهي. اهي لوح محفوظ جي لکيي کي ڏسي ۽ پڙهي سگهن ٿا پر ان کي مٽائي به سگهن ٿا.“هڪ عورت حضرت داتا گنج بخش علي هجويري رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡه جي درگاهه ۾

آئي، قبلہ! عرض ڪئي آئي آهيان. چئہ بيبي !! قبلہ! عرض آهي تہ لوح محفوظ ۾ ڏسي ٻڌايو تہ منهنجي تقدير ۾ اولاد لکيل آهي؟ ڏهہ سال ٿي ويا آهن شاديءَ ڪي. الله تعالىٰ جو ڀيو سڀ ڳنج آهي پر اولاد ڪونهي!! پاڻ حضرت داتا سائين آسمان ڏي نظر ڦيرائيندي فرمايو تہ : بي بي تنهنجي تقدير ۾ اولاد لکيل ڪونهي!!"

اها عورت روئندي پار ڪيندي واپس پئي وئي تہ رستي ۾ سائين داتا گنج بخش جو پوٽو شاهہ رڪن عالم ننڍڙو مائيءَ کي ملي ويو. اي منهنجي امان!! روئي ڇا لاءِ رهي آهين؟ شاهہ رڪن عالم پڇيو، پٽ! توهان واري ڏاڏا سائين ڏي وئي هيمہ سائين کان پڇيمہ تہ قبلہ شاديءَ کي ڏهہ سال ٿي ويا آهن. مون کي لوح محفوظ ۾ ڏسي ڏيو تہ منهنجي تقدير ۾ اولاد لکيل. آهي يا نہ؟ (عورت جواب ڏنو) پوءِ منهنجي امان! ڏاڏا سائين ڇا وراڻيو؟ (شاهہ رڪن عالم پڇيو) پٽ! سائين عرش ڏي نگاهہ ڪري فرمايو تہ بيبي! تنهنجي نصيب ۾ اولاد لکيل ڪونهي!!

(عورت وراڻيو) پوءِ امان تون ان لاءِ روئي رهي آهين، هاڻي هينئن ڪر. هڪ ڀيرو واپس وڃ. منهنجو نہ ٻڌائجانءِ باقي وري ڀيهر عرض ڪئي وڃ، چئنيس تہ سائين! جيڪڏهن اولاد لوح محفوظ ۾ لکيل هجي ها تہ پوءِ اهو مون کي گهر ويٺي نہ ملي وڃي ها. پوءِ مان توڏي ڇو پنڌ ڪيان ها. چئہ تہ قبلہ! دعا فرمايو تہ لوح محفوظ ئي مٽجي وڃي ۽ مون کي اولاد ملي وڃي (شاهہ رڪن عالم عورت کي سمجهايو) اها عورت واپس داتا گنج بخش علي هجويري رَحْمَةُ اللهِ تعالىٰ عَلَيْهِ جي دربار ۾ پهتي ۽ اهو ساڳيو ئي عرض ڪيائين تہ قبله!

جيڪڏهن تقدير ۾ لکيل هجي ها ته پوءِ گهر ۾ چونڊ ملي وڃي ها. اوهان هتڙا ڪٿون ته تقدير منجي پوي.

پاڻ مسڪرائي فرمايائون ته شاهه رڪن آهي ننڍڙو پر عقل وڏو اٿس. پاڻ هتڙا ڪنيائون ۽ ان عورت ڪي اولاد جي نعمت ملي وئي.

ڪنهن مفڪر شاعر چيو آهي ته :

وہ کیا ہے جو نہیں ملتا خدا سے
جسے تم مانگتے ہو اولیاء سے

ان جو بهترين جواب ڪنهن اهلِ دل ڏنو آهي ته :

وہ چندہ ہے نہیں ملتا خدا سے
جسے تم مانگتے ہو اغنیاء سے

**لطيفو** : حضرت داتا رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي مزار تي هڪ سائل صدا بلند ڪئي ته "داتا ڏهن روپين جو سوال آهي. داتا آهين ڏئي ڇڏ! ڏهه روپيا ڏئي ڇڏ!!

هڪ منڪر اها صدا ٻڌي ته غصي ۾ اچي ويو ۽ پنهنجي کيسي مان ڏهن روپين جو نوٽ ڪڍي سائل کي ڏيندي چيائين ته مشرڪ! هن قبر واري کان ڇا ٿو گهرين؟ هيءَ ڇا ڏيندو؟ هي ڏهه روپيا مون کان وٺ ۽ شرڪ نه ڪر. سائل ان کان ڏهن روپين جو نوٽ ورتو ۽ چيائين ته واهه داتا واهه! ڏهه روپيا ڏيارئي سي به هڪ منڪر جي هٿارون.

حضرت شاهه عبدالعزيز محدث دهلوي رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْه جنهن کي اسان وارا ديوانا به تسليم ڪندا آهن ته عقل ۽ علم جا آئينا رکندڙ به کيس برابر جيترو مڃيندا آهن اهي پنهنجي ڪتاب "بستان اهل

حديثين" ۾ لکن ٿا ته "حضرت رزوق رحمة الله تعالىٰ عليه وڏو عارف ۽ عالم بزرگ هيو ۽ اهو چاليهن ابدالن مان پهرئين ستن ابدالن واري درجي جي حيثيت جو حامل هيو. اهي حضرت رزوق رحمة الله تعالىٰ عليه فرمائي رهيا آهن ته،

انا لمريدي جامع لشتاتہ
اذا ماسطا جور الزمان بتكبة
وان كنت في ضيق و كرب و حشة
فناد يا رزوق آت بسرعة
(بستان المحدثين ص 121)

يعني مان پنهنجي مريدين جو ريڪارڊ محفوظ رکندو آهيان، جڏهن زماني جون مصيبتون منهنجن مريدن کي تڪليفون ڏينديون آهن ۽ توهان مان ڪوبہ تنگي يا وحشت ۾ هجي ته بس " يا رزوق" پڪاريو ته مان فورن پهچي ويندم.

جلا دیتی ہے شمع مردہ موج نفس ان کی !
الٰہی کیا بھرا ہوتا ہے اہل دل کے سینے میں

پيهي جا پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،
نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾ ، نہ ڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٽيس پاڻ، سسئي تان سور هٿا
(شاهہ)

"امن ڏانهن رستو ملي وڃڻ جي صورت ۾ خوف جي حالت ۾ مقيم رهڻ ناداني آهي." (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# عشق آتڻ سان منهنجو ڇا ٿيو؟

عشق جي بازي ڏاڍي اٽانگي هوندي آهي جڏهن سسئيءَ کي پنهون جو عشق لڳو ته هوءَ پيرا پچائيندي پنڌ ڪندي جهر جهنگ ۽ جبل جهاڳيندي رهي. جڏهن سهڻيءَ کي ميهار جي عشقي چپيٽ آئي ان کي ماڻهوءَ ماڻهوءَ ۾ ميهار پئي نظر آيو. هي ته دنيا جي عشق واري وهٽ جون ڳوهيون هيون. جڏهن اهو رسو ڇنائي ڀڳو هيو ته ان وهٽ جي پڪڙڻ پويان گهوڙا ڊڪايا ويا پر تڏهن به وهٽ هٿ نه آيو، پر جيڪڏهن خدا جي عشق ۾ سرشار ماڻهن کي ڏسندي تجزيو ڪجي ته دنيا ئي طلاق ڏيڻ جهڙي شيءِ پئي محسوس ٿئي. هن شيءِ جي عاشقن جون پروازون عروج تي هونديون آهن نه صرف عاشق پرواز ۾ هوندا آهن پر اهي جنهن شيءِ کي لڳي ويندا آهن يا جيڪا به شيءِ انهن سان منسوب ٿي ويندي آهي اها به امر بڻجي ويندي آهي جنهن ڏاچيءَ تي پاڻ ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہٖ وسلم جن سواري فرمائي هئي. سندن جي وصال کان پوءِ اها ڏاچيءَ برمُنهن ڪري ڀڳي هئي. چري ۽ مستاني ٿي پئي هئي، جنهن جي منهن کي حضرت عمر فاروق رضی اللہ تعالیٰ عنہ چميون ڏيڻ لڳو رهيو. ان ڏاچيءَ جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا، ان جي اکين جي برسات اکين جا بند ڀڃي دل کي ٻوڙي وڌو هيو. ڏاچيءَ جي لڇ پڇ ۽ هونگرن کي حضرت عمر رضی اللہ تعالیٰ عنہ سمجهي ورتو هيو ان ڏاچيءَ کي چمڻ شروع ڪيو هيو، ڏاچي ته هڪ جانور هيو پر حضرت عمر رضی اللہ تعالیٰ عنہ به پنهنجي محبوب جي عشق ۾ مست ٿي پيو هيو. هيڏي هوڏي ڊوڙون پائي رهيو هيو. تلوار هٿ ۾ کڻي چڪو هيو. هڪ هڪ اصحابي کان پڇي رهيو هيو ته ڇا سهڻا

سائين! هڻ جهان مان وصال فرمائي ويا آهن؟!!! ڪير ٿو چوي ته وصال فرمائي ويا آهن ته مان ان جي سسي هڻ تلوار سان الڳ ڪري ڇڏيندم. اها عشق جي گرمائش هوندي آهي. اها عشق جي پرواز هوندي آهي. عربن جو هڪ پراڻو بت خانو هيو، جتي هر سال عرب وچي وٽج واپار، بتن جي پوڄا ۽ پرڪرما ڪرڻ لاءِ ڪٺا ٿيندا هئا. اتي پڻ ٽڪرين صفا ۽ مروه جي وچ ۾ ڊڪون پائي هزارن سالن جي قديم رسم ملهائيندا هئا. جڏهن حضرت محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن جا اتي قدم لڳا ۽ بت پاش ٿي ويا ته اهو مسلمانن جو ڪعبو بڻجي پيو. جنهن جو هر سال لکين ماڻهو طواف ڪندا آهن. جڏهن صفا ۽ مروي جي ٽڪرين تي حضرت ابراهيم علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جي گهرواري بيبي هاجران رضی اللہ تعالیٰ عنہا پاڻيءَ جي ڳولا ۾ پريي پيٽ سان ڊوڙون پاتيون ته هاڻي هر سال انهن جاين تي لکين ڍور ڪسجي رهيا آهن. قربان ٿي رهيا آهن. صرف حضرت اسماعيل ۽ حضرت ابراهيم علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام جي ياد کي تازي ڪرڻ لاءِ. اهو آهي عشق جو عقاب پکي. جنهن شخص تي ويهي اهو ته امر هوندو آهي پر ان سان جيڪا به شيءِ لاڳاپيل هوندي آهي ان جا تبرڪات به وڏا هوندا آهن. اهي پروانا مست ۽ الست ٿي پڪارون ڏيندا آهن ته:

نماز پڙهڻ ڪم زنانان، روزا صرف روٽي۔
مڪي مديني او جاون، گهر دي هوون ٽوٽي
(سلطان باهو)

تارڪ دنيا فقير، يوڳي ۽ انهن جي اثر هيٺ ۽ صوفي بزرگ جيڪي محنتون ڪري ويا آهن، اهي ان راهِ نجات حاصل ڪرڻ لاءِ محنتون نہ ڪري رهيا هئا بلڪ انهن جو سڄو زور هيو تہ ” ڪيئن پرچايان توکي ڪيئن ريجهايان؟ سڄو تخيل ۽ تصور ان خالقٿهار کي ريجهائڻ ۽ ان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ ئي هيو. ڪي صوفي مالڪِ حقيقي جا پوئلڳ ان کي پاڏائڻ ۽ دل کي سڪون لاءِ مسجدن ۾ ويهي پاڏائيندا هئا يا جهرجهنگ فڪري نسخو نيزاري، وارو هٽ ڪري ايندا هئا ۽ خانقاهون وسائي رِبَ جي يت تي گذارو ڪري پنهنجي فڪر ۽ فلسفي کي آشڪار ڪندا هئا. قرباني ڪرڻ دستور دنيا جي هر ملڪ، قوم ۽ قديم مذهبن ۾ موجود آهي. ان جي پويان سمورن مذهبن جو اهو عقيدو هوندو آهي تہ مافوق الفطرت طاقت، خدا، مالڪ ۽ واحد القهار قرباني ڏيڻ تي خوش ٿئي ٿو ۽ انسان تي جيڪي آفتون، مصيبتون، ڏک ۽ تڪليفون اچن ٿيون، سي ان ناراضگيءَ جو باعث هيون، ان ڪري ان جي راضپي لاءِ قرباني ڪرڻ لازمي هئي.

نئون نياپو آئيو، راڻي ملا رات،
لڌيسون لطيف چئي، ڪنا ڏاتر ڏات،
ڪانہ پڇي ٿو ذات، جي آيا سي اگهيا.
(شاهہ لطيف)

اهي جوڳي، اهي سنياسي جڏهن خدا کي پرچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا آهن تہ پوءِ خدا تعالىٰ انهن جا هٿ، انهن جا ڪن ۽ انهن جا پير ٿي ويندو آهي. هڪ دفعي حضرت امروٽي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي نندي

هوندي سندس استاد مولويءَ ”سڪندر نامي“ فارسيءَ جي ڪتاب جي شرح ڪٽي اچڻ لاءِ چيو اها جاءِ ڪجھ پريرو هئي. پاڻ اوڏانهن ڪتاب ڪڻ ويا ڪتاب ڪٽي جڏهن موٽيا تہ رستي تان هلندي هڪ کوھ ۾ اوچتو ڪري پيا. کوھ ۾ اٽ ڏھ فوٽ پاڻي هو. ماڻهن جي نظر پئجي وئي ۽ ان کي ڪڍڻ لاءِ کوھ ڏانهن ڊوڙيا. ڇا ڏسن تہ نينگر امروٽي ٻہ ٽي فوٽ پاڻيءَ کان مٿي ويٺو آهي. ڪتاب ۽ ڪپڙا پڻ سلامت ۽ سُڪل آهن. ماڻهو نهايت حيران ٿيا ۽ ٺوريءَ مدد سان کوھ مان ٻاهر نڪتا. هفتي ۾ هڪ دفعو پنهنجي ڳوٺ ديوانيءَ ڏانهن جمعي تي ايندا هئا، ان لاءِ سندن والد پاڻ يا ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ هٿان گهوڙي مدرسي ڏي موڪليندا هئا جنهن تي پاڻ چڙهي گهر ايندا هئا. جڏهن ڳوٺ ايندا هئا تڏهن پنهنجي والد صاحب سيد ٻورل شاهہ کي حال احوال ٻڌايائون، تنهن تي والد صاحب چيس تہ ابا، توکي الله تعالىٰ ظاهري توڙي باطني علم ايترو تہ ڏيندو، جو تون ان ۾ پورجي ويندين. (عرفان امروٽي ص 44)

لانگو ئي لاهي، وانءِ ويراڳين سامهون،
ٻڌ سورن جو سندرو، منجهان سڪ ساهي،
اُنين وٽ آهي، اوچڻ ڳالھ اکهاڙ جي!
(شاھ)

اڄ نہ اوطاقن ۾، سندي جوڳيان ذات،
ساري سنياسين ڪي، رنم ساري رات،
تن جنين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا
(شاھ)

جتي عرش نہ اپ ڪو، زمين ناھ ذرو،
نڪو چارو چنڊ جو، نڪو سج سرو،
اتي آديسين جو، لڳو دنگ دڙو،
پري پين پرو، ناٿ ڏٺائون "نانهہ" ۾
(شاھ)

متي راھ روان ٿيا، پورب پوريائون،
ھي کھر کھوريائون، آڳانديائون اڳيان.
(شاھ)

"پورب مارياس" ڪنهن در ڏيان دانهڙي،
متيون ڏيندي لوڪ کي، چري پاڻ ٿياس،
جنين نہ جيھاس، من لنءُ لڳو تن سين
(شاھ)

تاج محمود امروٽي صاحب ننڍي لاڪر پنوھاريءَ ۾ پڙھڻ کان پوءِ ڪجھ وقت لاءِ شھدادڪوٽ جي جيد عالم ۽ مشھور صوفي بزرگ مولانا غلام صديق صاحب جن وٽ پڙھڻ ويا. اشراق پڙھڻ کان پوءِ فارغ ٿي مولوي صاحب جن نينگر امروٽيءَ کي سڌ ڪري سيني کان اڳ ۾ سبق ڏيندا ھئا. ان تي عربيءَ جا وڏا طالب ڪجھ ناراض ٿيا تہ استاد صاحب اسان کان اڳ سبق ان ڇوڪري کي ٿو ڏئي، ماني بہ ڪڏ ٿو ڪارائيس، ائين ڇو؟ اھا خبر جڏھن مولوي صاحب کي پيئي تڏھن سيني کي گھرائي چيائين تہ جي اوھان رنج ٿا ٿيو تہ ڀلي وڃي ٻئي ھنڌ پڙھو. باقي آئون ھن نينگر کي ضرور اڳ ۾ سبق ڏيندس ڇوتہ ھيءُ سڄي سنڌ کي رڱيندو. (عرفان امروٽي)

هڪ ڀيري حضرت تاج محمد امروٽي صاحب جن پرچونڊي شريف وارن بزرگن وٽ پهتا حافظ صاحب جن جي ڪچهريءَ ۾ شامل ٿيا. تڏهن ڪين اوچا ڪپڙا پيل هئا. مٿي تي پَٽَ جي لُنگي، اوڇيءَ ململ جو چولو، سفيد سلوار پٽ جي جتي ۽ ڪلهي تي پٽ جي لُنگي.

ڪچهريءَ ۾ گفتگو ڪندي حافظ صاحب هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي چيو ته ابا، ٽوپيءَ کي ڪاري پٽ جي ڪين هٽائي، نفس کي مزا تو وٺائين، اهي لفظ ٻڌي، امروٽي صاحب پاڻ ڏانهن اشارو سمجهي، ڪچهريءَ مان اٿي ٻاهر نڪري ويا ۽ اهي ڪپڙا ۽ جتي لاهي، يتيمن کي خيرات ڪري ڇڏيائون ۽ پاڻ اتان جوڙيءَ جو ڪپڙو وٺي گوڏ ٻڌي اچي ڪچهريءَ ۾ ويٺا. حافظ صاحب جن ڪين ان حالت ۾ ڏسي مشڪيا، فرمايائونس ته ابا، مون توکي ته ڪونه چيو.

(عرفان امروٽي)

سيد دين محمد شاهه ميٺن وارو، جو بزرگ جو مريد ۽ خليفو هيو، ان کان روايت آهي ته امروٽي صاحب جن جو مريد ۽ منشي عبدالخالق سومري شڪارپوريءَ کان روايت آهي ته مسجدن تي روزانو ٻي انداز مزدور ۽ اوستا ڪم ڪندا هئا، انهن کي ڇهن ڏينهن جي مزدوري گڏ ڪري، ائين ڏينهن جمعي تي ڏيارندا هئا، پر اها ڪيئن ۽ ڪٿان ڏيندا هئا، سا ڳالهه هيءَ آهي ته سائين جن خميس ڏينهن مون کي هڪ سون جي چڪي ڏيندا هئا. مان ڪٿي وڃي شڪارپور مان ڳاري وڪڻي پيسا ڪٺي، شام جو درگاهه تي پهچي ويندو هوس پوءِ يا ته خميس جي مغرب کان اڳ ۾ پيسا مزورن کي

ڏياريندا هئا. يا وري ، جيڪڏهن مان جمعي ڏينهن صبح جو ايندو هوس ته پيسا جمعي جي ڏينهن سيني کي ڏياري ڇڏيندا هئا، باقي اهڙو مثال ڪڏهن به ڪونه ٿيو. جو مان سون وڪڻي اچان ۽ سائين جن پيسا وٺي رکيا هجن. ڪڏهن به نه، پاڻ پئسن کي هٿ به نه لائيندا هئا، جي بچندا هئا ته به مان عبد الخالق سومرو پاڻ وٽ رکندو هوس. (عرفان امروٽي)

جي پائين جوڳي ٿيان، ته سگ سيبيئي ٽوڙ
جي ڇاوا نه ڇاپندا، جيءُ تنين سين جوڙ
ته تون پهچين توڙ محبت جي ميدان ۾!
(شاهه)

جي پائين جوڳي ٿيان، منهن ۾ مندا پاءِ،
ڪنين ڪين وڄائبو، ڪوڙين ڪڪر وڏاءِ،
ڇڏ چادر، ٻڌ ڇمڙا، جتي تو نه جڳاءِ
ته ساميئڙا سندياءِ ڪروٽ ڪلا نه ٿئي!
(شاهه)

ڊاڪٽر گربخشاڻي لنواري وارن بزرگن جي باري ۾ لکي ٿو ته سندن جي پيدائش کان اڳ ۾ وتائي فقير جي پيش گوئي هئي. ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا ته وتائي نالي هڪ مجذوب فقير هوندو هيو ڪڏهن ڪڏهن مستيءَ جي موج ۾ اچي شيخ فيض الله جي مريدن کي وٺي گارگند ڪندو هو ۽ پڻ پٽيءَ تي ڪُتون هٽندو هو. هڪ ڏينهن امالڪ وڃي شيخ حاجيءَ جي پٽيءَ تي ڇميون ڏنائين. شيخ اوبائي نالي هڪ شخص پڇيس ته هونءَ هميشه سيني کي گاريون ۽ لتون هٽندو وتين، اڄ ڪهڙو ڏينهن ٿيو آهي جو شيخ حاجيءَ سان لڳائي

اُٿئي؟ وتائي وراڻي ڏني تہ ”ڇو نہ ھن جي پٺي چمان؟ ان پٺيءَ ۾ ھڪ فرزند پيو پسان، نور سان پريو پيو آھي. درحقيقت ڇميون بہ انھيءَ نور کي ٿو ڏيان. پيو تہ جن جن شخصن کي ڪاريون ڏنيون آئم تن سا گويا وڙ ڪيا آئم، تن کي اوترين لتن جيترا صالح پٽ ٿيندا، انھن بعد اوترائي صالح پٽ پيدا ٿيندن. شيخ حاجيءَ کي انھن اڳ ڪٿين ۾ پورو ويساھ ھو، جڏھن کو فرزند ڄمندو ھوس، تڏھن ان جي چمڙيءَ ڏي ڇتائي نھاري چوندو ھو ھيءُ اھو ناھي.“ پٽ پٽ ھڪ ٻئي پٺيان ڄاوس. جي ناصالح ٿي ساماڻا. خود اھي نالائق پٽ ڇٽر ڪري چوندا ھئن تہ ڪٿي آھي ڪامل انسان جنھن لاءِ واجھائيندا وتو؟ شيخ حاجيءَ جو ايمان ھرگز نہ لرزيو. آخر اميد پوري ٿيس.

جوڳين ٿين نہ يار، ڪنھين سين قريب ٿي،
مان ملاقي اُن سين ، جن ”پورب جي پچار“:
اُٺ نِي پھر اُن جي ”نالئي“ ڏانھن نھار،
لائي ويا لطيف چني، اندر منجھ اپسار،
سامين ساڻ ستار، لاھوتي لال ٿيا.
(شاھ لطيف)

ھي ڪن ڳاٺا وڪٿي، ٻيا ڪنھن ڪن ڪنھيج،
تنين سين سُئيج، پسريان ڳالھڙي
(شاھ)

"مونا طور ۽ سينا" سندا سنياسين،
پورب ڪنيون نہ پاڻ سين، بود بيراڳين،
رڊا آهي راز جي، اوچڻ آديسين،
قرب ڪا پرين، ننهن چوٽي سين ڏڪيو،
(شاھ)

هڪ لڳا سنڌ جو مشهور اولياءُ ۽ شاعر حضرت سيد عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله تعالىٰ عليه ڀٽ مان سنڌيري حضرت سائين محمد زمان رحمة الله تعالىٰ عليه جن جي چار چشميءَ لاءِ لواري ۾ آيو. جڏهن حُجري جو در ٺپيو، تڏهن هڪ نوڪر کي موڪليائين تہ وڃي" اندر اچڻ جي اجازت وٺي اچ" نوڪر وڃي خبر ڏني. حضرت جن فرمايو تہ سيد صاحب کي وڃي چئو تہ ٿورو ترسو اسين پاڻ اوهان جي استقبال لاءِ ٿا اچون." نوڪر اچي نياپو ڏنو.

ان تي سيد صاحب پڇيو تہ "خواجا صاحب ڪهڙي ڪم ۾ هئا؟" جواب ڏنائين تہ "ماٺ ۾ ويٺا هئا" سيد صاحب فرمايو تہ " انهيءَ مشغوليءَ مان ڪڏهن واندا ٿيندا جو اسان ڏي متوجهہ ٿيندا؟ اٿ تہ درلنگهي هلئون. جڏهن شاهہ لطيف ڀٽائي رحمة الله تعالىٰ عليه حضرت خواجا محمد زمان لنواري رحمة الله تعالىٰ عليه جن جو سنمک ٿيو، تڏهن وٺي هيءُ بيت چيائين.

سامي سفر هليا ڪو پروڙي پند،
جنين هيئاهون ڪنڌ آئون نہ جيئندي ان ري!
(شاھ)

حضرت خواجہ ٿھ پھ جواب ڏنو تہ :

ڪين آهين ، ڪين ٿئون وجي ڪي ڪماءِ
لاڳاپا لوڪ جاءِ لاسين سب لھراءِ
سامي پوءِ سلنداءِ ڳال پريان جي ڳجھ جي

انھيءَ تي سيد صاحب فرمايو تہ :

قلم وهي ڪانھہ، سرتيون! ڪنھن سياڳ ليءِ
انڪ اڳيئي لکئو، ات نہ پهچي ٻانھن،
ڪنھن کي ڏيان دانھن تہ پرين مانوسين هينءَ ڪئو؟"

حضرت خواجا صاحب وراٺيو تہ :

ويھہ وجي وٽ تن، قلم جنين جي هٿ ۾،
مينٿئون اڳيون واري ٻيو لکن،
پنون سو پاڙهن، جنھن مان پسڻ ٿئي پرينءَ کي

انھيءَ مشاعري کان پوءِ شاهہ لطيف ڀٽائي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ سوال ڪيو تہ " فنا کان پوءِ ڇا آهي؟ ان جي ڪاڪل آهي؟ حضرت جن فرمايو تہ فنا کان اڳ ڇا آهي؟ هي حرف ٻڌي شاهہ صاحب عرض ڪيو تہ ارادو اٿم تہ اوهان جو مريد ٿيان." حضرت خواجہ صاحب فرمايو تہ " سماع ۽ ڳانو اسان جي طريقي ۾ منع ڪيل ۽ حرام ٺهرايل آهن. سواءِ ڪن مشروعي موقعن جي " شاهہ صاحب چيو تہ ساري عمر سماع ۽ سرود ۾ صرف ڪئي. اٿم انھن کي هينئر ترڪ ڪرڻ مون لاءِ محال آهي، پوءِ تہ هڪ ٻئي سان ڪجھ وقت ڳوڙهي رهاڻ ڪيائون، آخر جڏهن شاهہ صاحب اٿي موڪلايو تڏهن ڪيس

خلافت جو اجرڪ ڏڪايائون، چيائون تہ وفات وقت شاهہ صاحب وصيت ڪئي تہ منهنجو ڪفن هن اجرڪ مان ڪجو.“ ۽ ائين ڪيو ويو پوءِ اها ساڳي اجرڪ سندس جنازي مٿان وڌي ويئي ۽ دفن بعد وري سندس مبارڪ قبر مٿان پڙ ڪري چاڙهي ويئي. زيارت ڪري وڃڻ کان پوءِ شاهہ لطيف اڪثر ڪري خواجا محمد زمان ڪلان لنواري وارن جي شان ۾ هيءُ بيت جهونگاريندو هيو.

سي مون ڏٺا، ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي!!

جڏهن شاهہ صاحب موڪلائي روانو ٿيو، تڏهن حضرت خواجہ صاحب فرمايو تہ ”اسان جي صحبت اختيار ڪيائين مگر همت نہ ٿيس جو اسان جي طريقت ۾ داخل ٿئي ها تہ اهڙي عميق ۾ غوطا ڪارايونس ها جو وري پنهنجي نالي نشان جو بہ سماءُ ڪونہ پويس ها.“ انهيءَ تي هڪ مريد حضرت جن کان شاهہ صاحب جي منزل بنسبت پڇا ڪئي، فرمايائون تہ هن جي منزل اوهان جهڙي آهي.“ يعني هو بہ اوهان وانگر صاحب دل آهي، مگر صاحبدل ٿيڻ ڪا سٿري ڳالهہ نہ آهي، هڪ وڏي دولت آهي جا سياڻن کي ئي ملي ٿي ۽ سواءِ فنا جي هرگز حاصل نہ ٿي ٿئي.

(لنواريءَ جا لال : ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي)

الله تعالىٰ جي صوفي بزرگن ۽ ڪامل اولياء جو پنهنجو شان آهي، انهن جي پنهنجي حيثيت آهي، هڪ پيري صوفي بزرگ محمد قاسم مشوري رَحْمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جن مسجد ۾ تشريف فرما ٿيا، جماعت جا

ڪيترائي فقير قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا. انهن مان ڪجهه فقير قرآن شريف جي تلاوت ڇڏي اچي قدم بوسي ڪان مشرف ٿيا ۽ ٻيا تلاوت ڪرڻ ۾ مشغول هئا. سائين جن جماعت سان ملي ٻه رڪعتون نفل پڙهيائون. دعا خير فرمايائون ته فقيرو هڪ دوست ٻئي دوست ڏانهن خط لکي ۽ اهو خط ڪٽي اچي هٿن ۾ ڏئيس. اجان خط کولي هٿن ۾ ڪري ته انهيءَ خط لکڻ وارو ساڳيو دوست به روبرو پهچي وڃي ته پوءِ ان دوست سان ملجي يا ويهي خط پڙهجي.

فقيرن عرض ڪيو ته قبله سائين! خط جو مالڪ اچي ته روبرو ملجي ۽ خط نه پڙهجي. پاڻ مرڪي فرمايائون ته اي فقيرو! ان ڳالهه کي ياد رکجو!!!

مطلب ته جيئن صوفي تحريڪن ۾ سڄي برصغير جي مٿان پنهنجا انقلابي اثر ڇڏيا. اهڙي ئي نموني انهن پنهنجو عملي ڪم ڏيکاريندي، سنڌ ۾ هڪ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو، انهن نه بندوق هلائي، نه مورچو سنياليو ۽ نه ڪهاڙي استعمال ڪئي. بس خاموشيءَ ۾ ماڻهن جون دليون ڦيرائي وڌيون ماڻهو راهزنن مان راهبر بڻجي ويا. صوفي شاهه عنايت شهيد جهوڪ وارا، شاهه لطيف، سچل سرمست، حمل فقير، قادر بخش، بيدل فقير، فقير خير محمد هيسباڻي، مصري شاهه هنرپور وارا، سامي، دلپت، پير مٺا سائين رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ، سائين الله بخش عرف سهڻا سائين رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ، سائين خليل رحمٰن رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ، حافظ امام بخش رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ باقراڻين وارا، سائين مولوي محمد قاسم رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالىٰ عَلَيْهِ عرف تاج ڏٺي باقراڻين وارا، سائين سيد

غلام حسين شاھ بادشاھ قمبر وارا، حضرت سائين دلبر سائين ماتليءَ وارا، ۽ وقت جا قطب ۽ غوث حضرت محمد طاھر المعروف سچڻ سائين مدظلہ العالي جن پنهنجي وڏي جدوجهد سان اسلام جو ناماچار آمريڪا، برطانيہ، دبئي، هندوستان تائين عام ڪيو آهي. جن جو خطاب دلنواز بغير ڪنهن شخص تي تنقيد جي صرف ۽ صرف اصلاح تي مشتمل هوندو آهي. سندن جي ارشادن ۾ يا خطابن ۾ ڪٿي بہ بريلوي، ديوبندي، شيعا، سني مسلمان ۽ هندو جي بوءِ نہ ايندي آهي. ان ڪري سندن جي جلسن ۾ هر مڪتبہء فڪر جا ماڻهو شوق سان حاضر رهندا آهن.

**انهن سمورن صوفين جي پيغام جا اهم مول ۽ متا هيٺيان آهن.**

(1) مذهب صرف ۽ صرف اسلام آهي، جنهن مختلف وقتن تي ترقي پئي ڪئي آهي جنهن جو اهم مول متو آهي تہ انسان ۾ اتحاد قائم ڪجي، سڄي دنيا ۾ امن قائم ڪري ڇڏجي ۽ انسان کي خدا تعاليٰ جي رستن تي هلڻ جي تلقين ڪئي وڃي ۽ ڪيس ڪنهن war zone کان پري رکيو وڃي. جن هنڌن تي ڪوبہ explosions نہ هجي. بس شانتي ئي شانتي هجي.

(2) وحدت الوجود يا ويدانيت جي مطابق وجود يا ذات مطلق هڪ ئي آهي، جيڪا الله تعاليٰ جي ذات آهي ۽ سمورا ان جا مختلف مظهر آهن، ان ڪري صرف ان ذات کي سڃاڻجي، صفات ۾ سوکهي ٿيڻ کان پري رهڻ گهرجي.

(3) جملي مذهبن ۽ خاص طور تي اسلام جو جوهر عشق ئي آهي.

عشق سارو اسلام، مذهب محبت عين مبارڪ. (مصري شاهه)

(4) ڪثرت ارواح ۽ انهن جي جزا ۽ سزا واري نظريي، ڪرمن جي ڦل ۽ جوڻين جي چڪر کان آزاد ٿي صفات مان نڪري ذات ۾ سمائجڻو آهي.

(5) سيني صوفين ثابت ڪيو ته اهنسا، محبت جو جوهر ۽ تشدد حيواني قانون آهي جيڪڏهن اصل آهي ته محبت ئي آهي.

(6) انساني اتحاد لاءِ رواداري، بقائي باهمي ۽ باهمي اتحاد ۽ تعاون تمام گهڻو ضروري آهي.

(7) شريعت ۽ طريقت پاڻ ۾ لازم ملزوم آهن، جن جو بنياد اخلاق ۽ عمل صالح تي رکيل آهي.

هڪ هندو ٻيا مسلمان، ٻنهي وچ وڏائون وير،
انڌن اونداهه نه لهي، تن ڪي سچ چوندو ڪير،
روحل راهه پرينءَ جي، گهمي ڏٺوسين گهير
ته رب مڙني ۾ هيڪڙو تنهن ۾ ڦندو نه ڦير،
سا ڪاڏي ڪندي پير، سا ستي ڪعبي وچ ۾.
(روحل فقير)

”بهترين گفتگو اها آهي جنهن سان ٻُڌڻ واري کي مَلال (يعني رنج) نه ٿئي.“ (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

## هو ڇوني نون مَ ڇئہ !!

جديد نفسياتي علم ۾ ٻہ نڪتا تمام گهڻا اهم هوندا آهن. هڪ آهي ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن عمل کان روڪڻ جي ڪوشش ڪجي يعني ترهيب جنهن کي انگريزيءَ ۾ **percussion** چيو ويندو آهي. ۽ ٻيو ڪنهن نہ ڪنهن عمل جي رغبت ڏيارجي يا ان کي تاڪيد ڪجي تہ اهو ڪم ڪري جنهن کي ترغيب يا انگريزيءَ ۾ **Temptation** چئبو آهي، ۽ برائيءَ کان روڪڻ واري عمل کي قرآن پاڪ جي ٻوليءَ ۾ نهي عن المنڪر ۽ انگريزيءَ ۾ **persecution** چئبو آهي.

ڪنهن بہ عمل جي سلسلي ۾ اهي ئي ٻہ ايجنڊائون هونديون آهن، يعني جيڪڏهن ڪنهن کي ڪنهن ڪم کان روڪڻو هوندو آهي تہ ٻہ ئي حربا استعمال ڪيا ويندا آهن يا لالچ ڏئي کو خريد ڪيو ويندو آهي يا ڌمڪائي خاموش ڪرايو ويندو آهي مگر جن ماڻهن جي مذهب ۾ مسلڪ جو بنياد امانتداري ۽ اخلاص تي هوندو آهي تہ انهن تي اهڙي قسم جو اثر ناهي پوندو.

اے دل تمام نفعا ہے سودائے عشق میں
اک جان کا زیان ہے سو ایسا زیان نہیں

صوفيءَ جو ضمير ۽ ان جي جان ٻئي خدا تعالىٰ جي امانت هوندا آهن. ياري کان ياري قيمت جي عيوض ۾ بہ ضمير وڪڻڻ ان جي منشور ۾ هوندو ئي ناهي. اهو جان ڏئي ڇڏيندو آهي ليڪن ڪنهن بادشاهہ جي قدمن تي نہ ڪرندو آهي پر جيڪڏهن ڪرندو آهي

تہ هو عام ماڻهوءَ جي قدمن تي نہ صرف ڪرندو آهي بلڪ ان جا قدم چمندو بہ آهي.

جان دی، دی ہوئی اس کی تھی!!

سانون عشق لڳا يار پياري دا..... سانون نيڻن قوت نظاري دا
سڻ آواز ان عاشق جهولن، نوبت نينهن نغاري دا،
هير نماڻي جهنگ دي ڄڻي، رانجهن تخت هزاري دا،
الفقر فخري والفقرمني، وت ڪيها ڪم پساري دا
اينما تولوا فثم وجه الله ، وت ڪيها ڪيس ڪناري دا
"سچو" سنيها ڪيڪر پهچي، نهين سو ڪم هرڪاري دا،
(سچل)

هر اها تحريڪ جيڪا رضاڪاراڻي طور تي اڀري هجي ۽ ان جو بنياد جيڪڏهن امانت ۽ اخلاص تي موجود نہ هجي تہ اها ڪڏهن بہ ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿي ناهي سگهندي. اسان کي اهو ڏسڻ کپي تہ انسان جي روحاني ۽ اخلاقي چڱائي جي لاءِ ۽ زندگي جي مسئلن جي اصلاح لاءِ خدا تعالىٰ جي طرفان هڪ لک کان مٿي انبياء ڪرام فائز ٿيا. انهن ماڻهن کي ڀليل ڳالهيون ۽ وساريل واعدا ياد ڏياريا انهن سمورن انبياء ڪرام ۾ هڪ ڳالهہ جيڪا مشترڪ هئي اها اخلاص ۽ امانتداري واري هئي ۽ جيڪو بہ نبي هن دنيا جي تختي تي آيو تہ ان پهريان ئي جيڪو درس ڏنو اهو سچائي ۽ ايمانداري جو هيو. جيڪڏهن اهي انهيءَ لڳايل ٻوٽي کي اخلاص ۽ امانت جو پاڻي نہ ڏين ها تہ انهن کي ڪڏهن بہ فروغ

حاصل نہ ٿئي ها. (حضرت) نوح علیٰ نبینا وعلیه الصلوٰة والسلام جي قوم پيغمبرن کي ڪوڙو چيو جڏهن انهن مان انهن جي ڀاءُ ڳالهايو تہ توهان ڊڄي ڪيئن رهيا آهيو؟ مان تہ توهان جو امانتدار پيغمبر آهيان تہ خدا تعالیٰ کان ڊڄو ۽ منهنجو چوڻ مڃيو ۽ ان ڪم جو توهان کان ڪوبہ صلو نہ ٿو گهران منهنجو صلو تہ رب العالمين تي آهي.“

جناب هود علیٰ نبینا وعلیه الصلوٰة والسلام فرمايو تہ ”عاد بہ رسولن کي ڪوڙو قرار ڏنو. جڏهن تہ انهن کي انهن جي ڀاءُ هود چيو تہ ڇا توهان ڊڄو نہ ٿا تہ مان توهان جو امانت دار پيغمبر آهيان. تہ خدا کان ڊڄو ۽ منهنجي ڳالهہ مڃو ۽ مان ان خدمت جو معاوضو توهان کان نہ ٿو گهران منهنجو معاوضو رب العالمين جي هٿ ۾ آهي.“!!

”لوط جي قوم بہ رسولن کي ڪوڙو سڏيو. جڏهن تہ انهن مان سندن ڀاءُ لوط چيو تہ : توهان تقویٰ ڇو نہ ٿا اختيار ڪيو. مان توهان جي لاءِ امانت دار رسول آهيان. ”توهان الله تعالیٰ کان ڊڄو ۽ منهنجو چوڻ مڃو ۽ مان توهان کان ان پنهنجي ڪم جو ڪوبہ صلو ڪونہ ٿو گهران. منهنجو اجر مون کي جهانن جو پالڻهار ڏيندو.“

حضرت محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم بہ ڪيترائي ڀيرا فرمايو ”تون چئي ڇڏين تہ مان توهان کان انهيءَ خدمت جي معاوضي جو طلبگار ناهيان.“

حضرت نبي ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم جن جي بي نفسي ۽ بي غرضي جو ان کان مٿي ڪهڙو ثبوت هجي جو پاڻ صلی اللہ تعالیٰ علیه واٰله وسلم جن پنهنجي پٺيان ڪابہ ملڪيت نہ ڇڏي. جيڪڏهن تمام ڪا معمولي ڇڏي تہ ان جو ڪنهن کي بہ وارث نہ بڻايائون. صدقن کي پنهنجي

اولاد تي حرام ڪري ڇڏيائون. صحيح بخاري جي هڪ روايت آهي ته ”حضرت بيبي عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها فرمائن ٿيون ته: رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جن اهڙي حالت ۾ برقعو مٿائڻ فرمايو جو سندن جي زره (جيڪا جنگ جي ميدان ۾ جسم کي تيرن لڳڻ کان بچائي آهي) مبارڪ ٽيهن جون جي ٽوين تي هڪ يهودي وٽ گروي هئي.“

انهيءَ نقش قدمن تي اسان جا صوفي سڳورا به هلڻ لڳا هئا. صوفي سڳورن به جن ڪٺن حالتن، ناسازگار ماحول ۽ مخالف فضا ۾ تبليغ ۽ اشاعت جو مشڪل ترين ۽ صبر آزما فرض سرانجام ڏنو آهي. ان مان صاف ظاهر آهي ته سندن جو دامن لالچ ۽ حرص کان پاڪ آهي. سندن جي قدمن ۾ وڏا وڏا عهدا ۽ لقب اڇلايا ويا. هٿن ۾ جاگيرن جون سندون ڏنيون ويون، وظيفن ۽ پگهارن جون پيش ڪشون ڪيون ويون. آزمائش جي طور تي سندن آڏو سون ۽ جوهرن جا ڍير لڳايا ويا ته جيئن ڏسن ۽ سندن اکيون الله جي مستيءَ مان نڪري دولت جي مستيءَ تي مست بڻجي وڃن. ڪيترن عزيزن ۽ مٽن مائٽن عنايتون ڪري، انهن کي مٽي مائٽي جي پڃري ۾ ڦاسائڻ جا جتن ڪيا ويا. ليڪن دنيا دارن جي هر ڪوشش ناڪام وئي. هر ڪاوش ڪين کي جهڪائي نه سگهي، ويتر اهي وڏي جاه و جلال سان دين جي خدمت ۾ جُنبي ويا. انهن هميشه دلفريب ڪاٽن، ململ ۽ والوٽ جي ڪپڙي تي گدڙپوشيءَ کي اهميت ڏني، انهن بنگلن ۽ محلن ماڙين تي پونگين ۽ جهوپڙين کي قبوليو. انهن مرغين ۽ مڇين تي هميشه جوَن جي اٽي جي سخت ماني ۽ رب تي گذارو ڪيو. انهن گلمن کي ٺوڪرون هنيون، مٽيءَ کي

پنهنجو آستانو بڻايو. صوفي سڳورن کي اهو اعزاز حاصل آهي ته انهن دنيا کي پيرن جون ٺوڪرون هنيون ۽ دنيا جي ٻانهن کي پنهنجي جُتيءَ جي نوڪ تي رکيو. انهن کي مٽيءَ جو پراڻو لوٽو، ٽٽل تسبيح، ڦاٽل ٽوپي مبارڪ هئي، جن کي مٽيءَ تي فقيرن جي وچ ۾ ويهڻ جو مزو ميسر ٿيو. انهن کي حڪومتي مسندن ۽ نوڪرن چاڪرن جي چوبداري ۾ بي چين ۽ گهٽن ٿيڻ لڳندي هئي، انهيءَ ڪري جڏهن هڪ حڪمران شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله تعالیٰ عليه کي اٺ ڏينهن جي گورنري جي پيش ڪش ڪئي ته پاڻ ان کي قبولڻ کان انڪار ڪيائون.

صوفي سڳورا جتي به ويا ته اتي پنهنجا يادگار ڇڏيندا آيا. جيڪا خدمت سرانجام ڏني اها بغير ڪنهن معاوضي جي سرانجام ڏني، اهي تبليغ کي پيشو ڪري نه بلڪه فرض ڪري ادا ڪندا هئا، ماڻهن کي ايمان جي لازوال دولت سان نوازڻ جي باوجود انهن جي دولت ۾ خود کي ڪڏهن حصيدار نه سمجهيائون. بادشاهه انهن جي جهوپڙين جو طواف ڪندا رهيا. مگر انهن ڪڏهن به بادشاهه جي دولت تي دستڪ ڏئي پنهنجي فقيري واري غيرت کي مجروح ڪرڻ نه ڏنو هيو. اهوئي سبب هيو ته جنهن هنڌ تي دنيا جا پوڄاري عالم بادشاهن جي چوڌاري ماکيءَ جي مکين وانگر ڀُون ڀُون ڪندا ڦرندا هئا ۽ بادشاهن جي اشارن تي اهي اصول ۽ ضمير جا به سودا ڪري وجهندا هئا. اهي ماڻهن جي دلين ۾ عزت وارو مقام پيدا نه ڪري سگهيا، جيڪو مقام هنن غريبن، پيرين اگهاڙن صوفي مستن کي حاصل آهي. اڄ جو تجربو شاهد آهي ته ماڻهو جلديءَ ۾ ان

شخص کان بدظن ٿي ويندا آهن، جيڪو اميرن جي اردگرد چڪر ڪاٽيندو آهي ۽ اهو شخص ئي دنيا جي تختي تي براجمان ٿي ويندو آهي جنهن پنهنجي چولي جي چتيءَ کي ڪنهن حڪمران وٽ گروي نہ رکيو هوندو آهي، بادشاهن پنهنجي حتي الامڪان ڪوشش ڪئي، انهن کي پرچائڻ جي، اميرن انهن جي درن تي ڪِڪون ڳارڻ شروع ڪيون، سرمائيدار سندن پيرن جي خاڪ چٽيندا رهيا. جاگيردار پنهنجون پيشانيون رڳڙيندا رهيا. نواب دردن تي ڪتن وانگر پيا رهيا رئيس عرض ڪري ڪري عاجز ٿي ويا. مهاراجائن جا تارون خشڪ ٿي ويا، ڪنهن ديني نظر جي گذارش ڪئي، ڪنهن هديو ۽ تحفو پيش ڪرڻ جو عرض ڪيو، ڪنهن جاگير بخشڻي چاهي، ڪنهن ڪرسي حوالي ڪرڻ جي عرضداشت رکي ، ڪنهن وظيفو جاري ڪرڻ چاهيو، مگر ڪنهن هڪ جي بہ پيش ڪش قبول نہ ٿي، انهن پنهنجي فقيراڻي غيرت کي هميشہ برقرار رکڻ پئي چاهيو.

شيخ نور ترڪ رحمة الله تعالیٰ عليه وڏي مرتبي وارا بزرگ ٿي گذريا آهن. بابا فريد الدين شڪرگنج، خواجہ نظام الدين اولياء رحمة الله تعالیٰ عليه ، خواجہ مير خورد ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي سندن ذڪر وڏي عزت ۽ احترام سان ڪندا هئا، پاڻ رضيہ سلطانہ جي حڪومتي دور ۾ صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن تمام گهڻو بي نياز هوندا هئا. خواجہ نظام الدين اولياء هڪ مجلس ۾ ارشاد فرمايو تہ : ”هڪ ڀيري رضيا سلطانہ ڪيش رقم موڪلي، جيڪا تمام گهڻي رقم هئي، پاڻ انهيءَ کي وٺڻ کان انڪار فرمايائون، سندن جي هٿن مبارڪن ۾

هڪ لٽ هئي، پاڻ پنهنجي لٽ مبارڪ کي رقم تي زور سان هنيائون ۽ فرمايائون تہ هيءُ ڇا آهي؟ هن کي منهنجي سامهون کڻي وڃو. ان ئي رضيہ سلطانہ جي والد سلطان التمش جي دور جو واقعو آهي، اهو بادشاهہ هڪ فقير منش، نيڪوڪار ۽ پرهيزگار بادشاهہ هيو، بزرگن سان بيحد عقيدت و محبت رکڻ وارو هيو، ذاتي طور تي بيحد شريف ۽ متقي انسان هيو. خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي رحمة الله تعالیٰ عليه ۽ ان جي دور جي ڪيترن بزرگن سان سندس عقيدتمندي هئي. ليڪن تاريخ شاهد آهي تہ ڪنهن صوفي ۽ بزرگ جي لاءِ بادشاهہ جي دوستي ڪڏهن بہ مسئلو نہ بڻي، ملڻ جلڻ جي حد تائين تہ بزرگ سندس سان قربت جو مظاهرو ڪندا هئا. ليڪن ان جڏهن بہ دل جي سچائي سان ڪجهہ انهن جي سامهون ، پيش ڪيو تہ بزرگن انهيءَ پيشڪش کي ٺڪرايو.

حضرت شيخ حامد بن فضل الله جمالي رحمة الله تعالیٰ عليه لکن ٿا تہ ”هڪ ڀيري شمس الدين التمش حضرت خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي کي دهلي جو وڏي ۾ وڏو منصب ”شيخ الاسلام“ جي پيش ڪش ڪئي تہ پاڻ ان پيش ڪش جي طرف بلڪل توجهہ نہ ڪيو، ان عهدي جي پويان الائي ڪيترا ماڻهو بي چين هئا. مگر هن کي شيخ الاسلام جي ضرورت نہ هئي بلڪہ اسلام جي ضرورت هئي.

عام ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن منصب تي پهچي ويندو آهي تہ ان جو گردن اڪڙجي ويندو آهي، ڪنهن کي جاگير ملي ويندي آهي تہ اهو ڪپڙن ۾ نہ ماپندو آهي، ڪنهن کي ڪو زمين جو

ٽڪرو ملي ويندو آهي ته ان جا پير زمين تي نه ڪُپندا آهن ۽ سندس ڪنڌ ۾ ڪلي لڳي ويندي آهي مگر سلام آهي صوفين تي، اهي اهڙين شين کي ڪيئن ٿا ڏسن، هن مان توهان کي پتو پئجي ويندو.

حضرت خواجا حسن دهلوي رحمة الله تعالىٰ عليه ، خواجه نظام الدين اولياء جي هڪ مجلس جي روئيداد قلمبند ڪندي فرمائن ٿا ته :

قدمبوسي ڪرڻ جي سعادت ملي، انهن ڏينهن ۾ ڪنهن رئيس ٻن باغن سميت ڪيتري زمين ۽ ٻئي ملڪيت جا ڪاغذات سندن جي خدمت ۾ موڪليا هئا ۽ ساڻس خلوص جو اظهار به ڪيو هيائون. حضرت خواجه رحمة الله تعالىٰ عليه قبول نه فرمايو. حضرت ان باري ۾ فرمائي رهيا هئا ته ڇا مان باغن ۽ زمينن وارو چوڌري بنجي وڃان؟ پاڻ حضرت مسڪرائي رهيا هئا ۽ چئي رهيا هئا ته مان جيڪڏهن اهو قبول ڪري وٺان ته ماڻهو ڇا چوندا؟ اهو ئي چوندا نه ته شيخ باغ ڏانهن وڃي رهيو آهي. شيخ زمينن ڏانهن معائني لاءِ پيو وڃي. اهو ئي چوندي چوندي سندن جون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي آيون ۽ فرمائڻ لڳا ته اسان جي مشائخ مان ڪنهن اهڙي قسم جو ڪم نه ڪيو آهي.

سلطان غياث الدين بلبن خواجه نظام الدين دهلوي جي عقيدت مندن مان هيو. هڪ ڀيري ان حضرت جن کي "بادشاهي امامت" قبول ڪرڻ جو عرض ڪيو. يعني حضور! جنهن مسجد ۾ مان يعني بادشاه سلامت نماز پڙهندو آهيان اوهان اتي امامت ڪرايو. تنهن تي حضور جن فرمايو ته اسان غريبن وٽ نماز کان سواءِ ٻيو آهي به ڇا؟ ڇا تون چاهين ٿو ته اسان کان اسان جي نماز به کسجي وڃي.

”تسان “ ”مين“ ٿيجهي ”نهين“ ذي ٻولي ساري سمجهہ نہ چاٽان
ڪيا هوسين، وت ڪياستين، وت ڪٿ ويسين نہ سڃاٽان،
”نهين، آهين“ ڪون سهي نہ ڪرين تون ”سچل“ يار نماڻا
(سچل)

الله جا صوفي بندا خالي هٿين هوندي بہ سندن مُٺين ۾ ٻنهي جهانن جا خزانا هوندا آهن. حضرت سري سقطي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلیہ تجارت لاءِ هڪ بازار ۾ هڪ دڪان ورتو هيو. هڪ ڀيري بازار ۾ باهہ لڳي وئي ۽ بيشمار دڪان سڙي ويا. شيخ اهو سمجهيو تہ منهنجو دڪان بہ سڙي ويو هوندو. فرمايو تہ شڪر آهي جو هاڻي منهنجي دنيا جي جهنجهٽ مان جان ڇٽي پئي. وچي ڏسن تہ صرف سندن جو ئي دڪان محفوظ رهيو هيو، باقي سڀ سڙي ويا هئا، پاڻ ان الله تعالیٰ جي فضل مان ايترو متاثر ٿيا جو سڄو دڪان خدا تعالیٰ جي راهہ ۾ لٽائي ڇڏيائون ۽ پوءِ حضرت معروف ڪرخي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلیہ جي بيعت ڪري عبادت ۾ مشغول ٿي ويا.

حضرت شفيق بلخي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلیہ هڪ ڀيري حج تي ويندي رستي ۾ بغداد رهجي ويا. هارون رشيد ان جي تشريف آوري جي خبر ٻڌي تہ هو سندن ڏانهن هلي ويو ۽ کانئنس پڇيائين تہ شفيق زاهد توهان ئي آهيو. پاڻ فرمايائون تہ شفيق مان ئي آهيان. ليڪن مان زاهد ناهيان. هارون رشيد عرض ڪيو تہ اي شيخ مون کي ڪجهہ نصيحت فرمايو. پاڻ فرمايائون تہ تو کان اڳ ۾ صديق اڪبر، فاروق اعظم، عثمان ذوالنورين ۽ علي المرتضیٰ انهيءَ ئي خلافت تي ويٺا هئا. الله تعالیٰ تو کان صديق اڪبر رضی اللہ تعالیٰ عنہ جو صدق، فاروق E اعظم

رضي الله تعالىٰ عنه جو حق ۽ باطل جو فرق، ذوالنورين جو حياءُ ۽ علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه جو علم ۽ عدل چاهي ٿو.

هارون رشيد عرض ڪيو ته ڪجهه ٻيو به فرمايو ته پاڻ فرمايائون ته الله تعالىٰ توکي دوزخ جو دربان مقرر ڪيو آهي ۽ ٽي شيون توکي عطا ڪيون آهن. مال، تلوار ۽ تازيانو. انهن ٽنهي مان ڪم وٺ ۽ ماڻهن کي دوزخ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪر. پنهنجي مال مان حاجت مندن جي حاجت پوري ڪر. الله تعالىٰ جي نافرماني ڪرڻ وارن کي سزا ۽ تازياني سان اصلاح ڪر ۽ ناحق قتل ڪرڻ وارن کان تلوار جي ذريعي قصاص وٺ. ورنه ياد رک ته توکي دوزخين جو سردار ۽ پيش امام بڻايو ويندو. خليفي عرض ڪيو ته ڪجهه وڌيڪ ارشاد فرمايو! پاڻ فرمايائون ته جيڪڏهن تون بغير پاڻي ۽ خوراڪ، مرندو هجين ڪنهن ويران بيابان ۾ ته پوءِ هڪ ڍڪ پاڻيءَ جو خريد ڪرڻ جي قيمت ڪيتري ادا ڪندين؟ خليفي جواب ڏنو ته پاڻيءَ جو مالڪ جيڪو گهرندو سو ڏيندم. حضرت شفيق پڇيو ته اگر اهو قيمت ۾ اڌ ملڪ جو گهري ته پوءِ؟

خليفي چيو ته قبل! بلڪل مان اڌ ملڪ جو به ڏئي ڇڏيندس. حضرت شفيق رحمة الله تعالىٰ عليه فرمايو ته اگر اهو پاڻيءَ پيئڻ کان پوءِ تنهنجو پيشاب بند ٿي وڃي ٿو ۽ ان تڪليف کان تنهنجو ساهه ڇٽڻ تي اچي ته پوءِ اگر اهو پاڻي ڏيڻ وارو توکي چئي ته اگر تون پنهنجي ملڪ جو باقي اڌ حصو لکي ڏئين ته مان تنهنجو پيشاب جاري ڪريان ته پوءِ اهڙي صورت ۾ تون ڇا ڪندين؟

خليفي جواب ڏنو ته قبله! مان اڌ به ڏئي ڇڏيندم. تنهن تي حضرت جن فرمايو ته پوءِ اهڙي شهنشاهي ۽ فرمان روائي مان ڪهڙو فائدو؟ ۽ ان تي ڪهڙو اعتبار؟ جنهن جي قيمت صرف پاڻي جو هڪ ڍُڪ آهي. اهو ٻڌي هارون رشيد روئي پيو.

هڪ ڏينهن ميڪون مرشد آکيا ته "مي پيالا پيوين؟"

اکيم "اينوين، سائين اينوين!"

آ کيس "آپ سڃاڻ ٻاجهون، همدم مول نه ٿيوين!"

آکيم "اينوين سائين اينوين!"

اپڻي ذات لڪا اٿ بيٺين، تيڏا مطلب ٿيسي ڪيوين؟"

آکيم " اينوين ، سائين اينوين!!!"

"مُوۡتُوۡا قَبۡلَ اَنۡ تَمُوۡتُوۡا" مُئي پڇاڻان جيوين!"

آکيم "ايوين، سائين اينوين!"

آکيم "ايوين، سائين اينوين!"

آکيس، "ماريا حلاج نغارا، سچل تون ٻي مارين تيوين!" آکيم " اينوين سائين اينوين!" (سچل سرمست)

مسجد ڇوڙ ٻيس ميخاني، وڃ مَي داجام پيتوسي،
مين " "تون" ڏونهين وسرکيوسي، بيخود ڪين ڪتوسي،
ڏوهه ثواب ڪنون ڇٽ پيوسي، "سچل" سارا ڏن ڏتوسين
(سچل سرمست)

قلزم ڪارونيار دي اندر، عاشق غوطا ماريا،
طالب اهين تاريڪي دي وچ، ڪتلا وقت گذريا؟
"سچل" قُلزم ڪاوا ٻڃ پيا، شيشا عشق اڏاريا.
(سچل سرمست)

هڪ پيري ناگوري جي حڪمران حضرت شيخ حميد الدين ناگوري رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عليه کي ڪجهہ زمين ۽ روڪڙا پيسا پيش ڪيا ۽ قبول ڪرڻ جي درخواست ڪئي. پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون تہ اسان جي اڳين بزرگن مان بہ ڪنهن اهڙي قسم جي شيءِ قبول نہ ڪئي هئي. اسان کي بس رهڻ جي ٽُڪري ئي ڪافي آهي ۽ اها مون وٽ اڳ ۾ ئي موجود آهي.

اورنگزيب عالمگير جو هڪ پٽ صوفين ۽ اولياء سان تمام گهڻي عقيدت رکڻ وارو هيو ۽ ان کي لڳاتار ڪنهن اهڙي باڪمال بزرگ ۽ صوفيءَ جي تلاش رهندي هئي، جنهن جي زيارت سان فيض ياب ٿي سگهي. عالمگير کي سندس جگر گوشي جي سرگرمين جو پورو علم هيو. ان ڪري اورنگزيب هڪ تفصيلي خط پنهنجي پٽ کي لکيو ۽ ان اهولکيو تہ "پٽ هر هٽ انهيءَ قابل ناهي هوندو جو ان کي پڪڙيو وڃي ۽ هر دامن ان لائق ناهي هوندي جنهن جي ڇانوري ۾ زندگي بسر ڪجي. وڏا وڏا دعويدار اڪثر ڪري وڏا ڪوڙا نڪري پوندا آهن ان ڪري هن معاملي ۾ تمام گهڻي احتياط کان ڪم وٺڻ جي ڪوشش ڪجانءِ. مان هڪڙو فقير ڏنو، جنهن جي مٿان فقيريءَ جي پالوٽ هئي. اهو هيو شيخ عبداللطيف برهان پوري!!! جنهن کي مون هڪ سڄو شهر ڏيڻ جي آڇ ڪئي. تنهن تي ان منهنجي درخواست کي ٺڪرائي چيو تہ "بادشاهہ اسان کي شهر تحفي ۾ جاگير ڏئي ٿو. ۽ اسان تي احسان جتائي رهيو آهي، اسان جو رازق اسان کي بغير ڪنهن احسان جي رزق ڏئي ٿو ۽ ڪڏهن جتائي بہ نہ ٿو."

حضرت مرزا جان جانان جي باري ۾ اچي ٿو ته هڪ امير حويلي ۽ خانقاهه تيار ڪرائي ۽ فقيرن کي به ماهوار پگهار مقرر ڪري سندن جي خدمت ۾ عرض رکيو ۽ قبوليت جي درخواست پيش ڪئي. پاڻ انهن جي آڇ قبول نه فرمايائون ۽ جواب ڏنائون ته "چڙي وڻ جي لاءِ پنهنجو ۽ پرائو مڪان برابر آهي، بس فقيرن جو خزانو صرف ۽ صرف قناعت آهي."

هڪ ڏينهن سخت سياري ۾ حضرت مرزا جان جانان هڪ پراڻي چادر ويڙهيون ويٺا هئا. "نواب خان روز جنگ" دربار ۾ حاضر هيو اهو حال ڏسي سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. ان پنهنجي هڪ دوست کي چيو ته اسان گناهگارن جي ڪيڏي نه وڏي بدقسمتي آهي جو اهو بزرگ جنهن سان، اسان عقيدت ڪيون ٿا اهو اسان جو نياز قبول نه ٿو ڪري. پاڻ فرمايائون ته فقير روزو رکي ڇڏيو آهي ته اهو اميرن جو نياز قبول نه ڪندو. هاڻي جڏهن سج بڏڻ وارو آهي ته ان وقت مان پنهنجو روزو ڪيئن ڀڃندم؟ سندن سوانح پڙهڻ سان بخوبي معلوم ٿئي ٿو ته واقعي پاڻ ڪڏهن به پنهنجو روزو نه ڀڳائون ۽ زندگيءَ ۾ پنهنجي موقف تي قائم رهيا.

سندن عقيدتمندن ۾ وڏا وڏا امير، والي ۽ حڪمران شامل هئا ليڪن پاڻ هميشه انهن جي مالي پيش ڪش ٺُڪرائيندا رهيا. هڪ ڀيري نواب نظام الملڪ به ڪجهه پيش پيش ڪرڻ جي همت ڪئي. مگر پاڻ ان پيش ڪش کي هميشه نظر انداز ڪري ڇڏيائون. هڪ ڀيري نواب نظام الملڪ ٽيهه هزار روپيا بطور نياز حضرت جن جي خدمت ۾ پيش ڪيا. پاڻ قبول نه فرمايائون ته

نواب نظام الملڪ جواب ۾ عرض ڪيو ته توهان انهن کي وٺي خدا تعالىٰ جي واٽ ۾ فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيو. پاڻ جلال ۾ اچي ويا. فرمايائون ته ڇا تنهنجو منشي آهيان؟ هتان کان ورهائيندي گهر پهچڻ تائين ختم ٿي ويندئي تون ڪنهن کي ڇا ڏيندين؟

دنيا وارا ڪولين وانگر پنهنجو رزق زمين ۾ تلاش ڪندا آهن ۽ ائين ريڙهيون پائيندڙ بيڪار ڪيڙا بنجي رهندا آهن، مگر خدا وارا عقابن وانگر پرَ هڻندا آهن. انهن جي نگاهه ته فضائن کان به دور هوندي آهي. اهي خود کي الله تعالىٰ جو عيال سمجهي رزق جي ذميواري الله تعالىٰ کي سونپي ڇڏيندا آهن. جڏهن اهي رزق ۾ خدا تعالىٰ کي پنهنجو ڪفيل بنائي ڇڏيندا آهن. ته نه انهن جو ڪڏهن هٿ سڪڙندو آهي ۽ نه انهن جو خزانو خالي ٿيندو آهي، ان ڪري ئي انهن جي نظر ۾ بادشاهن، راجائن ۽ رئيسن جي حيثيت ڪنهن جيت جڻيي جيتري هوندي آهي، نه بادشاهه جو زرق برق لباس انهن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪندو آهي ۽ نه سونين ٿالهين وارو ڪاٽو انهن کي متاثر ڪندو آهي، بلڪ انهن جي بي نيازي ۾ هڪ وڏيڪ شان پيدا ٿي ويندو آهي.

هڪ پيري شاهه فضل رحمٰن گنج مراد رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جن وٽ هڪ انگريز جج الله آباد هاءِ ڪورٽ مان ان جانچ جونچ لاءِ آيو هيو ته وڻ هر ملڪ جي ماڻهن جو ايڏو وڏو مجموعو ڇو رهندو آهي؟ پاڻ انگريز جج جي ان سوال جو جواب ڏيندي فرمايائون ته اهي سڀ توبهه جي لاءِ ايندا آهن. اسان انهن تي گواهه بنجي ويندا آهيون. تون به شرڪ کان توبهه ڪر. اسان گواهه بنجي وينداسين. انگريز ان

صاف گوئي تي تمام گهڻو خوش ٿيو. ۽ چيائين ته جيڪڏهن توهان حڪم ڪيو ته توهان جي خانقاهه جي لاءِ ملڪ معظمه کي خط لکان ته ڪجهه امداد ڏئي. تنهن تي پاڻ فرمايائون ته : ڪهڙي ضرورت آهي؟!! اسان وٽ خدا جي فضل سان ٻه جوڙا ڪپڙن جا ٻه لوٽا مٽيءَ جا ٻه گهڙا موجود آهن.

صوفين سڳورن جو چوڻ آهي ته ڪوبه شخص تيستائين فقير نه ٿو بنجي سگهي جيستائين ان جي نظر ۾ سون جي ٿيلهي ۽ مٽيءَ جو ڍوڙهو برابر نه ٿي وڃي. اهو ئي صوفين جو شان هوندو آهي ته چمڪندڙ سڪا انهن جي نظر ۾ ٺڪرين ۽ پٿرين کان مٿي حيثيت ڪونه ٿا رکن. ڌن ۽ دولت جو ذڪر ٻڌي صوفي ڪڏهن به پاسو مٽائڻ جو سوچي نه سگهيا.

"بهترين گفتگو اها آهي جنهن سان ٻُڌڻ واري کي مَلال (يعني رنج) نه ٿئي." (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه)

## منصوريءَ جي موج ۾!!!

جڏهن صوفين جو تصور دماغ جي ڦرهيءَ تي اڀري ايندو آهي ته اسان ماڻهن جو تصور ان طرف ڊوڙي ويندو آهي ته هي اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجو ڏينهن ۽ راتيون بکن ۽ ڏکن ۾ گذاريندا آهن. اهي هميشه وردن، وظيفن، چلن، مراقبن، تسبيح گردانين، ۽ حق حق ، هو هو جي ضربن سان گذاري ڇڏين يا انهن کي صوفي سڏيو ويندو آهي جيڪي ڏينهن رات عجيب ۽ غريب عقل کي حيران ڪندڙ ڪرامتون ۽ واقعا ظاهر ڪن، انڪشاف ڪن، غيب جون خبرون ۽ مستقبل جا احوال ٻڌائين.

بلڪ دراصل صوفيءَ جو ڪم آهي ته هو پنهنجي مستيءَ ۾ مستِ ۽ مگن هجي. هو جيڪي مخالفتون ڪن، گاريون ڏين، انهن سان ٻه اهڙي طريقي سان پيش اچن، جيئن پنهنجي معتقدن سان برتاءَ ڪندا آهن، صوفي ان ٿڌي گهڙي وانگر هوندو آهي جيڪو ان کي ٻه پاڻي پياريندو آهي، جنهن جي هٿ ۾ پٿر هوندو آهي ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ گهڙو سمجهندو آهي ته اهو پٿر سندس مٿان وسنو آهي ۽ سندس وجود پور ٿيٺو آهي. صوفي ان آسماني برسات وانگر هوندو آهي جيڪا برابر هر ماڻهوءَ تي وسندي آهي، پوءِ ڪٿي چونه منافق هجي، مرتد هجي يا هندو ۽ ڪافر هجي. تصوف ۾ ڪرامت نادانسته وجود جو عمل آهي، جيڪو هر وقت ظاهر ڪونه ٿيندو آهي، پر اهو عمل ڪنهن وقت اوچتي عمل ۾ اچي ويندو آهي. ۽ ضروري نه هوندو آهي ته ان عمل کي سمورا ماڻهو پرکي ۽ پرجهي سگهن. جوته اهو عمل صرف چند ماڻهن جي آڏو آشڪار

ٿيندو آهي. اهو عمل تڏهن ظهور ۾ ايندو آهي، جڏهن صوفي هڪ وجداني ڪيفيت ۾ مست هوندو آهي، هُو ڪنهن منصوريءَ جي موج جي انا الحق جي عروج تي هوندو آهي ته سندس پرواز ٿيندو آهي ۽ پوءِ ڪرامتن جو عمل ۾ اچڻ، ڪن اڻ ٿيڻين ڳالهين جو عمل ۾ اچڻ سرزد ٿي ويندو آهي. پوءِ اهي ماڻهو ڪڏهن سمنڊ ۾ مصلي کي وڃائي ڪشتيءَ جو ڪم وٺندا آهن ته ڪڏهن ويٺي ويٺي دنيا جو سير تفريح ڪري موٽندا آهن، ڪڏهن ٿوري جنبش ۾ آيا ته فضائن ۾ اڏڻ شروع ڪري ويندا آهن. جڏهن ته اهو ضروري نه هوندو آهي ته تصوف ڪشف، ڪرامتن ۽ وظيفن پڙهڻ جو نالو آهي بلڪه اها هڪ عالمگير تحريڪ آهي. جيڪا انسان کي هڪ اهڙي سانچي ۾ ڍالي وجهندي آهي، هڪ اهڙي بنيءَ ۾ انسان کي اها تحريڪ پچائيندي آهي جو انسان هڪ ڪُندن بنجي نڪرندو آهي.

تصوف ملوڪيت ۽ آمريت جي نظام جي خلاف هڪ مضبوط مورچو آهي جتان دکي، بي چين ۽ بي آرام انسان کي سڪون جو سامان ملندو آهي. جتي هر شخص پنهنجي انسانيت ۽ نفس جو خوب مشاهدو ڪندو آهي، جتي ڪنهن ذات پات ۽ دنياداري جو نالو نشان ئي موجود ڪونه هوندو آهي. هتي هر هڪ کي هڪ ئي نظر سان ڏٺو، پرکيو ۽ پروڙيو ويندو آهي، جنهن جڳهه تي الله تعالىٰ جي ذڪر ۽ خدا تعالىٰ جي خوف کان سواءِ ٻئي تعليم جو نالو به موجود نه هوندو آهي. جنهن مدرسي ۾ علم سان گڏ عمل ۽ عمل سان گڏ يقين جي تعليم ڏني ويندي آهي. جتي نفرت جي بجاءِ

محبت جا زمزما وهندا آهن، جتي الجهڻ جي بجاءِ سلجهڻ سيکاريو ويندو آهي. جتي ڪنهن راڳ جي ڍير کي ڦوڪي ان مان املهه داڻا پيدا ڪيا ويندا آهن. جيڪي هيرن ۽ موتين کان به وڌيڪ قيمتي هوندا آهن ۽ هو پنهنجي وجود کي تمام گهٽو ڪم تر ۽ بيڪار سمجهندا آهن. هڪ ڀيري حضرت حسن بصري رحمته الله تعاليٰ عليه جيڪو خواجه منصور بن حلاج رحمته الله تعاليٰ عليه جو به استاد هيو. اهو هڪ ڏينهن مسجد جي ڇت تي ويٺو هيو. ۽ وجد ۽ خدا جي خوف کان سندن اکين مان پاڻي ڳوڙهن جي صورت ۾ ٽپڪڻ لڳو. اتفاقي طور پاڻ ڇت کان هيٺ ڳليءَ ۾ نهاريائون ته سندن جا ڳوڙها هڪ واٽهڙو جي ڪپڙن تي ڪريا. واٽهڙو متي ڪنڌ کڻي ڏٺو ۽ پڇيائين ته ادا پاڻيءَ جا اهي قطرا پاڪ هئا يا پليد هئا ته مان ڪپڙا ڌوئي ڇڏيان. پاڻ فرمايائون ته منهنجا يا پنهنجا ڪپڙا ڌوئي ڇڏجو، اهي قطرا پاڪ نه هئا. اهي هڪ گناهگار جا ڳوڙها آهن. توکي جيڪا تڪليف پهتي آهي، ان لاءِ خدا واسطي مون کي معاف ڪجانءِ تصوف ۾ ڪنهن به شخص کي توهين آميز نظر سان ناهي ڏسبو، ان ۾ هر ماڻهو برابر هوندو آهي، امير به ته پارسا ۽ بزرگ به ته گناهگار به.

هڪ ڀيري حضرت حسن بصري رحمته الله تعاليٰ عليه درياءَ جي ڪناري هڪ حبشيءَ کي ڏٺو، جيڪو هڪ عورت سان گڏ ويٺو هيو. ان وٽ شراب جي بوتل پيل هئي. ۽ ان مان هو خود به پي رهيو هيو. ۽ ان عورت کي به پياري رهيو هو. خواجه بصري رحمته الله تعاليٰ عليه ان عمل کي بالڪل خراب سمجهيو ۽ ان شخص ڏانهن ملامت جي نظرن ۽ حقارت جي نظرن سان ڏٺو، ايتري ۾ مسافرن جي سامان سان ستيل

هڪ ٻيڙي اتان ڪان گذري ۽ ڪنهن منجهدار ۾ ڦاسي پئي ۽ الٽي پئي. ان ڪشتيءَ ۾ چار مسافر وچي پاڻيءَ ۾ ڪريا ۽ غوطا کائڻ لڳا. اهو حبشي تڪڙو اٿيو. درياءَ ۾ ٽپو ڏنائين ۽ سمورن ماڻهن کي صحيح سالم ٻاهر ڪڍيائين ۽ پوءِ اهو سندن جي طرف مخاطب ٿيندي ڳالهائڻ لڳو ته مان چئن ماڻهن کي مرڻ کان بچائي ورتو آهي ۽ تون جيڪڏهن چاهين ها ته هڪ ئي ماڻهوءَ کي بچائي وٺي ها. خواجه حسن بصري رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه ان جون ڳالهيون ٻڌي حيران رهجي ويو. ۽ پوءِ ان کي چيو ته اي مسلمانن جا امام! بوتل ۾ شراب نه بلڪ پاڻي آهي ۽ عورت منهنجي ماءُ آهي، تون ڪنهن جي ظاهر مان ان جي باطن جي ذلت جو اندازو ڪيئن ٿو ڪري سگهين. خواجه حسن بصري رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه ان حبشيءَ کان معافي گهري ۽ ان ڏينهن کان پوءِ انهن ڪنهن کي به حقارت ۽ نفرت جي نظرن سان نه ڏٺو.

اے ذوق کس کو چشم حقارت سے نہ دیکھیے
سب ہم سے ہیں زیادہ کوئی ہم سے کم نہیں

حضرت خواجه حسن بصري رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه تي هميشه خدا تعاليٰ جو خوف غالب رهندو هيو. هو هميشه لرزش ۽ ڪنبڻي ۾ گذاريندا هئا. انهن جي دور جي هڪ هم عصر تابعي حضرت يونس بن عبيد رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه جو بيان آهي ته جڏهن حضرت حسن رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه ايندو هيو ته ائين معلوم ٿيندوهيو ڄڻ پنهنجي ڪنهن قريبي عزيز کي تازو دفن ڪري موٽيو هجي ۽ جڏهن ويهندو هو ته معلوم ٿيندو هيو ڄڻ اهو هڪ اهڙو قيدي آهي جنهن کي موت جي سزا ٻڌائي وئي

آهي ۽ جڏهن ان جي سامهون دوزخ جو ذڪر ڪيو ويندو هيو ته ان جا لڱ ڪانڊارجي ويندا هئا ۽ ائين معلوم ٿيندو هيو ته ڳويا دوزخ صرف ان لاءِ بڻائي وئي آهي. حضرت يونس بن عبيد رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْهِ فرمائي ٿو ته حضرت حسن بصري رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْهِ کي ڪنهن به کلندي نه ڏٺو. هو فرمائيندا هئا ته مومن جي کل دل جي غفلت جو نتيجو هوندي آهي. زياده کلڻ سان دل مري ويندي آهي. ان وقت اولياءِ ڪرام جي هٿان تمام گهڻيون ڪرامتون ضرور ظاهر ٿيڻ لڳيون هيون. اجمير جا سنياسي ۽ جوڳي ڪشفن ۽ ڪرامتن جا مينهن وسائڻ لڳا هئا ڇوته بعد ۾ ٿيندڙ شيخ هندي سان اهڙي طرح مقابلو ڪري پئي سگهيا. فرعوني دربار ۾ رسين جو سحر حضرت موسیٰ علیٰ نبينا و عليه الصلٰوة والسلام جي لٺ مبارڪ سان ئي زائل ڪري سگهجي ٿو. ليڪن اهڙين ڳالهين کي تصوف جو بنياد سمجهي وٺڻ بلڪل نا انصافي آهي.

سلوڪ جا سؤ درجا مقرر ڪيا ويا آهن. انهن مان سترهون درجو ڪرامت جو آهي. اگر سالڪ ان درجي تي رهجي وڃي ته اهو باقي ٿياسي درجن تائين ڪيئن پهچي سگهندو؟“ صوفين صرف ڪشف ۽ ڪرامتن جي ذريعي دنيا ۾ ڪم نه ڪيو بلڪ هڪ مجاهد واري شان ۽ شوڪت سان جهونپڙين کان ايوانن تائين پنهنجي تبليغ ۽ وعظ جو حق ادا ڪيائون. ڇوته تصوف سراپا شريعت ئي ته آهي، جيڪي شريعت جا احڪام آهن، اهي ئي تصوف جا احڪام آهن، جيڪي شريعت جون ذميواريون آهن، اهي ئي تصوف جون ذميواريون آهن.

حضرت مجدد الف ثاني رَحمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ فرمايو ته ”خواجه احرار رَحمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن مان صرف پيري مريدي ڪيان ته ڪنهن به پير ۽ شيخ کي جهان ۾ ڪوبه مريد نه ملي سگهي. سيني کي مان پنهنجي طرف ڇڪي وٺان، مگر منهنجي ذمي ٻيو ڪم لڳايو ويو آهي ۽ اهو آهي شريعت کي ڦهلائڻ ۽ اسلام جي تائيد ڪرڻ.“

حضرت شاه ولي الله محدث دهلوي رَحمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ فرمائن ٿا ته ” منهنجو والد ماجد فرمائيندو هيو ته هيءُ نقطو مون ڪيترائي ڀيرا حضرت حافظ سيد عبدالله رَحمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ کان ٻڌو ته ”ڪشف بر ڪشف“ يعني ڪشف جي مٿي تي موچڙو“ ان مان ظاهر آهي ته صوفين وٽ استقامت ئي معتبر هوندي هئي نه ڪي ڪرامت.“

ڪجهه بغض دي ريت وچ نهين ملدا،
اوهه! هار تي جيت وچ نهين ملدا،
مخلوقِ خدا نالِ پيار ته ڪر،
رب صرف مسيت وچ نهين مِلدا!!
(سلطان باهو)

حضرت بايزيد بسطامي رَحمَةُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ فرمايو آهي ته ”جيڪڏهن توهان ڪنهن شخص کي ڏسو ته ان کي ڪرامت عطا ڪئي وئي آهي ايستائين جو اهو هوا ۾ اُڏي رهيو هجي ته ان کان ٺوڪو نه کائو. جيستائين هيءُ نه ڏسو ته اهو امر ۽ نهي جي رعايت، الله تعالیٰ جي حدن جي حفاظت ۽ شريعت جي پيروي ۾ ڪيترو آهي؟“ جيڪڏهن تصوف جي شروعاتي دور ۾ نگاهه وجهندو ته

جيئن جيئن توهان متي ويندؤ ته ڪرامتون اوتريون گهٽ نظر ايندديون بلڪه زياده زور اعمال جي اصلاح ۽ اخلاق تي نظر ايندو، چوته علم وو عمل جي قوت سان ئي سرڪش ذهن ۽ باغي دليون ڪتي سگهبيون آهن. جيڪا ڪشش اخلاق جي تاثير ۾ آهي، اها ڪشش ڪنهن ڪشف ۽ ڪرامت ۾ ڪتي آهي؟!!!

شيخ سعد الدين حمويا رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه هڪ بزرگ شخص هيو. شهر جو حڪمران ان سان ڪافي عقيدت رکندو هيو. هڪ ڏينهن اهڙو آيو جو شهر جو حڪمران شيخ سعد الدين رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه جي خانقاهه تي حاضر ٿيو. پلڻ تمام گهڻي خوشيءَ جو اظهار ڪيائون ۽ پوءِ ٻئي ڪڏجي ڳالهه ٻولهه ۾ ويهي رهيا پاسي ۾ هڪ باغيچو هيو. شيخ سعد اتان ڪجهه صوف پٽي اچڻ جو اشارو فرمايو. جڏهن صوف آندا ويا ته شيخ سعد رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه انهن کي ڪاٽڻ شروع ڪيو. سامهونءَ واري ٿالهيءَ ۾ هڪ صحتمند صوف پيل هيو. جيئن ئي حڪمران جي دل ۾ اهو خيال آيو ته شيخ هٿ وڌائي ان صوف کي ڪٽيون، ۽ حڪمران جي طرف منهن ڪري فرمائڻ لڳا ته هڪ دفعي مان سفر ۾ هيس. سفر جي دؤران هڪ شهر ۾ پهتم. شهر جي دروازي تي ڀيڙ لڳي پئي هئي. هڪ بازيگر ڪرتب ڏيکاري رهيو هيو. ان بازيگر وٽ هڪ گڏهه هيو. ان ڪپڙي سان گڏهه جون اکيون بند ڪري رکيون هيون. ان دوران بازيگر هٿ ۾ هڪ مُندي ڪنئي ۽ اها مندي تماشائين مان ڪنهن هڪ جي آگر ۾ پارايائين. ان وقت بازيگر ماڻهن جي طرف متوجهه ٿيو ۽ چيائين ته جنهن جي هٿ ۾ مُندي آهي، گڏهه ان کي ڳولي وٺندو گڏهه مجموعي ۾ چڪر

لڳائڻ لڳو ۽ ان جي اکين تي پٽي ٻڌل هئي. اهو هر هڪ ماڻهوءَ کي سِنگهندو ان شخص وٽ پهچي ويو ۽ اتي بيٺو رهيو. بازيگر آيو ۽ ان شخص کان مُنڊي ورتي. ان ڳالهه کي بيان ڪرڻ کان پوءِ شيخ سعد رَحْمَةُاللّٰهِ تَعالٰی عَلَيْه حڪمران کي چيو ته اگر ڪوبه شخص پنهنجي ڪشف ۽ ڪرامتن جو ذڪر ڪندو آهي، ته اهو پنهنجو پاڻ کي ان بازيگر جي گڏهه جي درجي تي رکندو آهي. جيڪڏهن اهو ان باري ۾ ڪجهه به نه چوندو آهي ته تنهنجي دل ۾ هو وسوسو اچي وڪوڙيندو آهي ته هن شخص ۾ باطني راز ڪونهي. شيخ ايترو فرمائڻ کان پوءِ صوف حڪمران جي سامهون رکي ان کي ڪائڻ لاءِ چيو.

ان سڄي بحث مان اهو پتو پئي پيو ته صوفين بزرگن جي محفل ۾ وڃڻ سان روزگار ۾ الجهيل افسردگين ۽ مايوسين ۾ لپٽيل، محرومين ۾ سميٽيل، حادثاتِ زمانه ۾ گهيريل ڪوبه شخص جڏهن انهن جي محفلن ۾ گوڏا کوڙي ويهندو آهي، ته هڪ پيري ائين لڳندو آهي، جيئن ان جي ذهن مان غمن ۽ ڏکن، دردن ۽ پيڙائن جو هڪ هڪ ڪنبو ڪڍيو ويو آهي. هاڻي ڪوبه بوجهه ان جي دل ۾ ناهي رهيو. ان لاءِ دل جي اطمينان جو سامان الله تعالیٰ جي ذڪر ۾ آهي ۽ اها جنس صرف ۽ صرف صوفين جي دڪان تي نه سستي اگهه ۾ ملندي آهي، بلڪه مفت ملندي آهي. هو ڪڏهن به سياڻي جي فڪر ۾ سرگردان نه هوندا آهن. هميشه پنهنجي حال ۾ مست ۽ مگن رهندا آهن. جيڪي مليو ته ان تي قناعت ۽ جيڪڏهن نه مليو ته ان تي صبر ۽ شڪر ڪندا آهن.

حضرت سفيان ثوري رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا تہ هڪ ڏينهن محمد بن واسع رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه مون کي چيو تہ ڇا مون سان گڏ تمام وڏي تصوف جي بادشاھ جي طرف هلندين؟ مون چيو تہ "ها" اهو چئي محمد بن واسع رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه گهر ۾ اندر ويو ۽ مانيءَ جا ڪجھ ٽڪرا هٿ ۾ کڻي واپس آيو. ۽ اسان بصري کان گهڻو ٻاهر وياسين ۽ ان بزرگ جي قيام گاھ تي پهتاسين. جيڪو آبادي کان تمام گهڻو ٻاهر هيو. اسان گهر جي دروازي تي ويٺاسين تہ اسان کي اندران ڪجھ ڇوڪرين جا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. جيڪي پنهنجي بدحالي ۽ بک جون گلائون ڪري رهيون هيون. ۽ بزرگ انهن کي فرمائي رهيو هيو تہ بابا! جنهن توهان کي پيدا ڪيو آهي، توهان جي وات کي کوليو آهي، توهان جا ڏند جوڙيا آهن ۽ توهان جا پيٽ ٺاهيا آهن، ان کي توهان جي روزي جو بہ خيال آهي. اسان دروازي تي آواز ڏنو. شيخ پڇيو تہ ڪير آهيو؟ اسان پنهنجا نالا ٻڌايا تہ شيخ جلدي ٻاهر نڪري آيو ۽ عليڪ سليڪ کان پوءِ پڇيائين تہ تشريف آوري ڪيئن ٿي؟ محمد بن واسع رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه چيو تہ مانيءَ جا ڪجھ ٽڪرا توهان جي ننڍڙين لاءِ آهن. شيخ فرمايو تہ ڏيو! تمام ٺيڪ موقعي تي پهتا آهيو. ان کان پوءِ اسان گهر ۾ اندر داخل ٿياسين ۽ ويٺاسين. ٿوري دير مس گذري تہ دروازي تي ڪنهن ٻئي شخص جو آواز آيو. شيخ پڇيو ڪير؟ جواب آيو تہ مالڪ بن دينار!! شيخ اٿي ٻاهر ويو ۽ پڇيائين تہ توهان تڪليف ڪيئن ڪرڻ فرمائي؟ حضرت مالڪ وراڻيو تہ توهان جي ٻارڙين لاءِ ڪي درهم آندا آهن. شيخ فرمايو تہ محمد بن واسع رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه توکان اڳ ۾ پهچي ويو ۽ ٻارڙين جي لاءِ ان ايتري ماني آندي

آهي جو اڄوڪي ڏينهن لاءِ ڪافي آهي. مالڪ بن دينار عرض ڪيو ته هي ٻه رکي ڇڏيو توهان کي ڪم ايندا. شيخ فرمايو ته مالڪ بن دينار رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه ! ڇا توهان مون کي سياڻي جي فڪر ۾ مبتلا ڪرڻ چاهيو ٿا؟ خدا جو قسم! مون کي سياڻي جو بلڪل ڪوبه خوف ۽ فڪر ڪونهي. مان اهي درهم هرگز نه وٺندم!!

حضرت سفيان ثوري رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه فرمائن ٿا مان محمد بن واسع رَحْمَةُاللّٰهِ تعالىٰ عَلَيْه کي چيو ته بزرگ جي گهر جي بدحالي ڏسو ۽ ان جي استقامت کي سلام ڪيو!!!

"ڳالهائڻ ۾ ڪيترين ئي آفتون پيش آينديون آهن، سو متڪلم کي وقت ۽ موقعي جو لحاظ رکڻ ضروري آهي."
(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

## پيهي جا پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ!!

اسان جي آقا حضرت محمد مصطفیٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جن کان ڪافرن هڪ سوال اهو ٻه ڪيو هيو ته ”روح ڇا آهي؟ جنهن جو جواب جيستائين ڏين ئي ڏين، تيستائين محب ڏئي ڇڏيو، جيستائين محمد صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم جواب جوڙي پيش ڪري، محب ڳجهارت کي کولي ڇڏيو، ان اعلان ڪيو ته اي منهنجا محبوب! تون چئه ته ” تحقيق روح منهنجي رب جو حڪم آهي.“ ۽ رب جو حڪم صرف حڪم ئي هوندو آهي. رب جي حڪم جو انڪار ڪرڻ پنهنجي رب جي انڪار برابر آهي ۽ جڏهن ڪوبه ماڻهو پنهنجي رب جو انڪار ڪري ٿو ته پوءِ ان لاءِ منهنجو مٺو رب عزوجل اعلان ٿو ڪري ته ڀلا تون وڃين ڪنهن اهڙي زمين تي رهه، جنهن هنڌ تي منهنجو حڪم نه هلي، تون وڃين اهڙيون شيون استعمال ڪر جن ۾ منهنجو رزق نه هجي. تون وڃي اهڙن انسانن سان رابطو ڪر جيڪي منهنجي خلقت کان ٻاهر هجن. جيڪڏهن ائين ناهي ته پوءِ توکي روح کي مٺو پوندو ڇوته اهو منهنجو حڪم آهي. روح سمنڊ جي ٻاف مان پيدا ٿيل ان پاڻيءَ جي ڦڙي جيان آهي، جيڪو هوا ۾ اڏامي وڃي، سوين ميلن تي مشتمل هماليه ۽ ڪوهه سليمان جي چوٽين کي لڳي ٿو. اتي برف ٻڻجي وڃي ٿو، برف کان اهو ان وقت الڳ ٿي مانسهرا ۽ لداخ جي چوٽين کان ڪاهيندو ڪاهيندو اچي اهو قطرو سنڌو درياءَ ۾ پوي ٿو ۽ سنڌودرياءَ ۾ ڊڪندو ڊڪندو آخر ۾ وڃي سمنڊ ۾ پوي ٿو جتان جو هيو اتي پهتو مگر طويل مرحلن طئي ڪرڻ کان پوءِ ، مختلف تڪليفون ۽ مصيبتون ڏسڻ

ڪان پوءِ، آزمائش ۽ لاهن چاڙهن ڪان وءِ اهو قطرو پنهنجو وجود وڃي سمنڊ ۾ لڪائي ٿو، ۽ سمنڊ جي ڪيتري حيثيت آهي؟ اها ته دنيا جي ننڍي وڏي کي خبر آهي. اهڙي ئي ڪيفيت روح جي آهي، جيڪو خدا وٽان آيو، ان جي نورانيت جو هڪڙو ننڍڙو ذرڙو جدا ٿي ڌرتيءَ جي گولي تي آيو، ان کي زندگي ملي، ۽ زندگيءَ ۾ ان خوب مزا ماڻيا، ناٽ نخرا، نچڻ ڪُڏڻ، بهرحال ڪو ڏينهن آيو جو ملائڪ اچي مٿان بيهي ٿو ۽ چوي ٿو ته بابا تو ۾ اهو روح پروردگار جي امانت آهي، تنهنجو وقت پورو ٿي ويو آهي ۽ مان اها امانت ڪٺي تنهنجي مالڪ تائين پهچائيندم. ٻه شيون انسان جي طبيعت سان لازم ملزوم آهن. هڪ مادو ۽ ٻيو روح. مادو اها شيءِ آهي جيڪا پنجن حواسن مان ڪنهن ٻه هڪ حواس سان معلوم ٿي وڃي ليڪن روح اهڙي شيءِ آهي جنهن جي ليول زمان، مڪان ۽ اسباب Cansation ڪان ٻه تمام گهڻي اوچي هجي. مٿئين تشريح کي واضح ڪندي سائين جي ايم سيد پنهنجي ڪتاب ”سنڌوءَ جي ساڃاهه“ ۾ لکي ٿو ته روح مڪان ۽ زمان ڪان بالاتر آهن. مسلمان صوفين جو پڻ اهو چوڻ آهي ته روح هڪ پاڪيزه شيءِ آهي جنهن جي ڪاٻه وصف ڪونهي. قرآن شريف ۾ ڪٿي ٻه ارواح يعني جمع روح جو ذڪر ڪونهي، بلڪ هميشه منفرد ۾ آهي. وحدة الوجود ۽ ويدانيت وارن ٻه انهيءَ ڳالهه کي تسليم ڪيو آهي، ان ڪري انهيءَ بحث مان اهو صاف ظاهر ٿي ويندو ته روح هڪ ٿي سگهي ٿو، جو خالق اڪبر جي ذات آهي، باقي سڀ صفات يا مايا آهي. جيئن خدا شڪل، صورت، عقل، وهم ۽ قياس ۾ سمائجڻ ڪان

گهڻو متي آهي، اهڙي ئي نموني روح به ڪنهن جي سمجهڻ کان گهڻو پري آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته روح ۽ خدا به شيون ناهن. بلڪ هڪ آهن."اِنَّا للهِ وِاِنَّا اِلَيْهِ رَاجِعُوْنَ" (يعني اسان خدا وٽان آيا آهيون ۽ ان ئي طرف موٽنداسين.)

روحن جو قبرن ۾ يا آسمانن ۾ رهڻ، روحن جو ڪرمن جي قل مطابق جوڻيون وٺڻ، دشمنيون ۽ دوستيون رکڻ، فائدا ۽ نقصان پهچائڻ، روحن جا جدا وجود هجڻ وغيره سڀ ڳالهيون وحشياڻي دور کان پراڻن خيالن جي عقيدن جي آڌار تي ٻڌل آهن، روح هڪ آهي، جيڪو خدا کان جدا ناهي ۽ اهو ئي صوفي ازم جو مول ۽ متو آهي، تڏهن ته شاهه لطيف ڀٽائي رحمة الله تعالیٰ عليه فرمايو آهي ته

پيهي جان پاڻ ۾ ، ڪيم روح رهاڻ،
ته نڪو ڏونگر ڏينهن ۾ ، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.
(شاهه)

جيڙهي مرد محبت والي، سولي ڪول ڪڙيون،
عاشق"انا الحق" دي چوني، ڪلمي نال چڙهيون،
حق وچ گم ٿيون سي ئي، ڏون نري ڪجهه نه ڳئيون،
(سچل)

وحدت دي درياء وچون، نهرين آ شڪ اڙهيون،
باقي ذات بقا دي رهه ڳئي، "سچل" غير لڙهيون
(سچل)

انهيءَ روح جي ڳانڍاپي ڪان وٺي ئي ”اناالحق“ جو نظريو پروان چڙهيو، همه اوست!! کي فروغ مليو. ڇوته صوفين پنهنجا ڪجهه زندگي گذارڻ جا گس ڳولي لڌا هئا، جن تي اهي عمل پيرا ٿي ڪيترن ئي گناهگارن کي راهه مستقيم تي آڻي ڇڏيائون . سائين جي ايم سيد صاحب انهن صوفين جو منشور هيٺين لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

﴿1﴾ **محبت جو جذبو** : صوفين دنيا مان نفرت جي ٿوهرن کي پٽي ڪڍي اڇلائي ڇڏيو، انهن ڪنهن کي به برو، بدڪار ۽ گناهگار ڪونه ڪوٺيو، انهن پاڪ ۽ پليد ماڻهوءَ، صاف ستري ۽ گندي ڏيري ماڻهو کي به سيني سان لڳايو. صوفين جي اهڙي محبت جي جذبي سبب ئي ملان مولوي جيڪو ڪم سوين هزارين سالن ۾ نه ڪري سگهيا. صوفين تمام ٿوري عرصي ۾ اهو سيڪجهه ڪري ڏيکاريو آهي.

﴿2﴾ **رواداريءَ جي عادت** : صوفين جي دسترخوان تي ويندؤ، جڏهن ماني لڳي ويندي ته اها ماني، امير لاءِ به ساڳي ۽ غريب لاءِ به ساڳئي هوندي آهي، ئين ناهي هوندو ته امير کي مرغيون مصالحيدار کارائجن ۽ غريب جي منهن تي دال چانور هڻجن نه بلڪل نه هڪ ئي دسترخوان ماڻهن لاءِ هوندو آهي. صوفين طبقاتي فرق کي ختم ڪيو.

﴿3﴾ **عدم تشدد ذريعي زندگي گذارڻ جو ڏانءُ** : صوفين سڀورن سمجهي ورتو هيو ته اسلام ڪڏهن به تلوار ۽ ڏاڍ سان ڦهلجي نه سگهندو، جيڪڏهن اسلام ڦهلبو ته اهو پيار، محبت ،

ميٺ، ميلاپ ۽ عدم تشدد واري نظريي کي Adopt ڪرڻ سان پکيڙيو آهي.

**﴿4﴾ خدمتِ خلق کي زندگيءَ جو مقصد ڪري سمجهڻ** : توهان ڏسندؤ ته دستر خوان لڳندو ته صوفي بزرگ پاڻ پيو چانورن جا ٿالهه ڍوئيندو، ماڻهن کي پنهنجي هٿن سان کارائيندو به ۽ جهومندو نچندو به. ڇوته ماڻهن جي خدمت ڪرڻ ئي صوفي ازم جو زندگيءَ جو هڪ اهم مقصد آهي. هڪ ڀيري حضرت سهل بن عبدالله تستري رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه کان ڪنهن پڇيو ته صوفين جا اهي ڪهڙا اصول آهن جن جي پابندي ڪرڻ انهن وٽ فرض ۾ شامل ٿئي ٿو. پاڻ فرمايائوون ته صوفين جا ست اصول آهن جن کي اهي فرض جو درجو ڏيندا آهن.

(1) ڪتاب الله کي مضبوطيءَ سان پڪڙڻ (2) سنت رسول الله صَلَّى اللّٰهُ تعالیٰ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي مڪمل پيروي ڪرڻ (3) حلال جي ڪمائي، ڪمائي کائڻ (4) ماڻهن کي تڪليفن کان بچائڻ (5) گناهن کان بچڻ (6) توبهه ۽ بخشيش گهرڻ (7) ماڻهن جا ۽ الله جا حق ادا ڪرڻ.

حضرت شيخ ابو الحسن خرقاني رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه سلطان غزنوي رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه جي حڪمراني واري دور ۾ صوفي بزرگ رهي چڪا آهن، جڏهن شيخ خرقاني رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه جن جي شهرت آسمان سان ڳالهيون ڪرڻ لڳي ته محمود غزنوي رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه کي سندن جي زيارت ڪرڻ جو شوق ٿيو ۽ محمود غزنوي رَحۡمَةُاللّٰهِ تعالیٰ عَلَيۡه غزنيءَ کان خرقان پهتو، ۽ هڪ قاصد کي نياپو ڇورائي موڪليائين ته مان غزنيءَ کان خرقان اوهان

جي زيارت ڪرڻ لاءِ پهتو آهيان. توهان خانقاه کان منهنجي خيمي تائين تشريف فرما ٿيو. ان سان گڏ سلطان محمود قاصد کي سمجهائي موڪليو ته جيڪڏهن بزرگ اچڻ کان انڪار ڪن ته پوءِ هيءَ آيت پڙهي ٻڌائي وجي ته "وَاَطِيۡعُوا اللّٰهَ وَاَطِيۡعُوالرَّسُوۡلَ وَاُوۡلِی الۡاَمۡرِ مِنۡكُمۡ" (يعني الله جو حڪم رسول جي حڪم ۽ وقت جي بادشاهه جي حڪم کي تسليم ڪيو وڃي. قاصد پهتو. پيغام ڏنائين. پاڻ هلڻ کان معذرت ظاهر ڪيائون تنهن تي قاصد مذڪوره آيت پڙهي ٻڌائي، تنهن تي پاڻ وراڻيائون ته مان اطيعوا الله ۾ ئي ايترو غرق ٿي ويو آهيان جو اطيعو الرسول تائين پهتو ناهيان ۽ ان ڳالهه تي شرمندگي، محسوس ڪري رهيو آهيان ته پوءِ اولي الامر منڪم ته اڃان گهڻو پري آهي، قاصد واپس وڃي محمود غزنوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ کي ٻڌايو، جنهن کان پوءِ محمود غزنوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ پنهنجو لباس اياز کي پارايو ۽ اياز جو لباس پاڻ پاتوڏهن ٻانهين کي مرداڻو لباس پارائي انهن کي به پاڻ سان گڏ ڪنيائين ۽ شيخ جي خانقاهه ۾ حاضر ٿي ويو. شيخ ويٺي ويٺي بغير ڪنهن تعظيم جي ان جي سلام جو جواب ڏنو. ۽ محمود غزنوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جيڪو اياز جو لباس پائي آيو هيو، ان چيو ته توهان بادشاهه کي عزت ۽ تعظيم نه ڏني چو؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون ته هيءُ ته هڪ ڄار آهي، محمود غزنويءَ چيو ته ها بيشڪ ڄار لڳايو ويو آهي، ليڪن توهان جهڙو شهباز ته ڄار ۾ ڦاسي نه ٿو سگهي، ان کان پوءِ شيخ ابو الحسن خرقاني محمود غزنوي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ کي هٿ کان پڪڙي پنهنجي ويجهو ويهاريو. محمود

غزنوي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالٰی علیہ عرض ڪيو تہ قبله! ڪجهہ نصيحتون فرمايو.
شيخ فرمايو تہ پهريان هنن عورتن کي ٻاهر ڪڍيو وڃي. بادشاهہ محمود غزنوي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالٰی علیہ حڪم ڏئي سيني عورتن کي ٻاهر ڪڍيو.
شيخ فرمايو تہ : ٽڻ ڳالهين جو هميشہ خيال رکو.

(1) اهڙين شين کان پرهيز ڪيو جن کان منع ڪئي وئي آهي.

(2) نماز باجماعت ادا ڪندا رهو.

(3) خدا جي ٻانهن تي شفقت سان پيش ايندا رهو.

بادشاهہ عرض ڪيو تہ منهنجي لاءِ دعا فرمايو:
شيخ دعا لاءِ هٿ کنيا ۽ فرمايائين تہ ”اي منهنجا مولا سيني مومنن ۽ مومنياڻين کي بخش ڪر.
سلطان محمود عرض ڪيو تہ منهنجي لاءِ ڪا خاص دعا ڪرڻ فرمايو.
شيخ فرمايو تہ الله توتي رحمت ڪري ۽ تنهنجي پڇاڙي محمود ڪري.
ان کان پوءِ سلطان محمود شيخ جي آڏو هڪ اشرفين جي ٿيلهي رکندي عرض ڪيو تہ اهو قبول فرمايو. شيخ کي تعجب ٿيو ۽ سلطان محمود غزنوي رَحمَۃُاللّٰہِ تعالٰی علیہ جي طرف ڏٺائين ۽ پوءِ ان جي سامهون جوَن جي ماني رکيائين ۽ فرمايائين تہ هيءَ دعوت آهي. کائو. سلطان بسم الله پڙهي هڪڙو گرهہ کنيون ۽ پهريون ئي گرهہ سندس نڙيءَ ۾ ڪنهن ڍنگهر وانگر اٽڪي پيو.
شيخ فرمايو تہ شايد گرهہ نڙيءَ ۾ اٽڪي ٿو.

سلطان چيو جي قبلہ! تہ شيخ ڳنڀير لهجي ۾ فرمايو تہ هي اشرفين جي ٿيلهي پنهنجي نڙيءَ ۾ ائين اٽڪي ويندي، هي فورن مون وٽان کڻ. هي اشرفيون بادشاهن جي خوراڪ آهي، فقيرن جي لاءِ جوَن جي ماني ئي ڪافي آهي.

سلطان محمود غزنوي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه عرض ڪيو تہ حضور سڀ نہ تہ پلا ڪجهہ اشرفيون کڻو. شيخ جلال ۾ اچي ويو ۽ فرمايائين تہ مان دنيا کي طلاق ڏئي چڪو آهيان، منهنجي لاءِ اشرفيون حرام آهن. ان لاءِ تون وڌيڪ اسرار نہ ڪر. ياد رکہ انهن اشرفين تي نہ تنهنجو حق آهي ۽ نہ منهنجو حق آهي، انهن کي قوم جي امانت سمجهہ. اگر اهي قوم جي مرضيءَ کان سواءِ تقسيم ڪندين تہ قوم جي مال ۾ اها خيانت ٿيندي. جيڪڏهن تون سمهندو آهين تہ اهي ان لاءِ جاڳندا آهن جو انهن جا پيٽ خالي هوندا آهن ۽ تنهنجي ملڪ ۾ اهڙا سفيد پوش شريف زادا بہ موجود آهن جيڪي ظاهر ۾ آسودا لڳندا آهن ليڪن خودداري قائم رکڻ لاءِ ڪنهن جي سامهون هٿ ناهن ڦهلائيندا.

جڏهن قيامت جو ڏينهن ايندو تہ تنهنجي قوم جا اهڙا ماڻهو تنهنجو گريبان پڪڙيندا تہ تون غير مستحق ماڻهن ۾ مال ورهائيندو رهئين ۽ اسان تنهنجي نظرن کان اوجهل رهياسين. ان وقت ۾ توکي هر ڳالهہ جو جواب ڏيڻو پوندو.

سلطان محمود غزنوي رَحْمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه شيخ جي ڳالهين تي روئي ڏنو ۽ وراڻيائين تہ قبلہ! جيڪڏهن توهان ڪابہ شيءَ نہ ٿا وٺو تہ پلا برڪت لاءِ ڪجهہ مون کي ئي ڏيو.

شيخ جلدي ۾ پنهنجو پيراهڻ لاهي سلطان کي عطا فرمايو. جڏهن سلطان اجازت گهري ته شيخ ابوالحسن خرقاني رَحْمَةُاللهِ تعالىٰ عليه بادشاهه جي تعظيم ۾ اٿي بيٺا. سلطان کي شيخ جي اهڙي رويي تي اچرج لڳي ۽ عرض ڪيائين ته حضرت جڏهن مان توهان جي خدمت ۾ حاضري پئي ڏني ته اوهان ويٺا هئا ۽ مان موڪلائي رهيو آهيان ته اوهان اٿي پيا آهيو. ماجرا ڇا آهي؟

پاڻ فرمايائون ته جڏهن تون فقير جي حُجري ۾ داخل ٿي رهيو هئين ته تنهنجي دل ۽ دماغ ۾ بادشاهت جو غرور ۽ بوءِ هئي. تو جاه و جلال ۽ شان و شوڪت جو مظاهرو ڪرڻ پئي چاهيو ان لاءِ مان هڪ باددشاهه جي پرواهه نه ڪئي هئي ۽ هاڻي جڏهن تون وڃين رهيو آهين ته تنهنجو رنگ ٻيو آهي. هاڻي تون هڪ درويش ۽ عاجز انسان جي طور تي موڪلائي وڃي رهيو آهين، ان لاءِ مون پنهنجو فرض سمجهيو ته مان تنهنجي عزت ڪريان، ڇو ته اهڙن انسانن جي عزت نه ڪرڻ ڪنهن به مسلمان جو شيوو ناهي.

عشق محبت ٻاجهون ڄاڻين ، ٻي سڀ راهه خلافي،
بزرگي ڪاڻ دنياوي ڪردي، سڀ دي نال تلافي،
"سچل" اهي ڪڏان نه ٿيس، هرگز صوفي صافي
(سچل)

"انسان جو پيٽ ان جو جاني دشمن آهي."
(حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

## غرق گناهن ۾ ٻڏي ويا هئائين!!

صوفي همه اوست جا پيروڪار هوندا آهن، هو سمجهندا آهن ته هر شيءِ ۾ اهو مٿيون وسي ٿو، باقي انسان جو پنهنجو وجود ڪابه حيثيت ڪونه ٿو رکي. انسان جو وجود ان مٿئين جي محبت ۾ ٻُڏيون هڻڻ شروع ڪري ٿو ته پوءِ صرف ۽ صرف اهو ئي بڻجي وڃي ٿو. پوءِ ڪنهن صوفي فقير جي جيڪا دعويٰ بڻجي ٿي ته سڀ ڪجهه مان ئي آهيان. اها عربي ٻوليءَ ۾) شطحيات آهي ۽ شطحيات اهڙي شيءِ هوندي آهي جيڪا فقير جي وجود ۾ فنا في الله جي درجي حاصل ٿيڻ کان پوءِ ظهور پذير ٿيندي آهي. تنهن تي ڪيترائي ظاهري علم جا اڪابر ۽ عالم سندن مٿان ڪفر جون فتوائون صادر ڪري ، ڪين کي سزائون ڏيندا رهندا آهن.

ڪن کي بي دردي سان قتل ڪرايو ويو، ڪن کي سوليءَ تي چاڙهيو ويو، شمس تبريز جي کل لهرائي وئي ته مخدوم بلال کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو ليڪن تنهن باوجود به اهي صوفي سڳورا ماڻهن جي اکين جا تارا هيا. هو هينئر به مست و مست مزارن ۾ پرعيش ۽ فرحت سان سرشار آهن. انهن تي هزارين لکين عقيدتمند حاضرين جا گل نچاور ڪرڻ لاءِ ڪشالا ڪٽي اچي پهچندا آهن ليڪن انهن مفتين جو نالو نشان به موجود ڪونهي. انهن جي قبرن تي شايد ڪو اگربتي ٻارڻ وارو وارث به نه رهيو هجي.

اهڙن شطحيات جي ظهور پذير ٿيڻ سبب وڏن شيخ محي الدين ابن عربي وڏو گناهگار آهي، جنهن کي شيخ اڪبر ڪري سڏيندا هئا. حافظ ابو عبدالله وهبي ۽ علامه ابنِ تيميه سندن سخت مخالف هئا ۽

انهن فتويٰ صادر ڪئي هئي ته ڪير به شيخ عربيءَ جا ڪتاب نه پڙهي، جيڪڏهن ڪو ماڻهو پڙهندو ته پوءِ اهو مسلمانيءَ مان نڪري ويندو. شيخ عربيءَ جا سوين ڪتاب هئا، جڏهن ته تصوف تي سندس ٻه مشهور ڪتاب آهن.

علامه ابنِ سعد يافعي جيڪو وڏو عالم رهي چڪو آهي، اهو شيخ عربيءَ جو مداح هوندو هيو ۽ چوندو هيو ته جاهل اهلِ طريقت جا منڪر آهن انهن لاءِ اهو چوڻ ڪافي آهي ته ڪڏهن به ڪو جبل سندن ڦوڪ سان اڏري نه سگهندو آهي، جيڪو خدا جي ولين سان دشمني رکي ٿو اهو ڄڻ ته خدا تعاليٰ سان دشمني رکي ٿو.

ڪلنگي وارا يار .............. شالا جيوين، لک ٿيوين!

يار سدا جڳ جيوين!

مُلڪ تسا ڏي، ملڪ تساڏي، ڪيا جو تخت هزار،

سڀ سيالين، ٿين تون صدقي، ڪيتي هيرنثار

مين تان ڪوجهي ڪملي ڪالي، تون صورت داسينگار

"سچو" نماڻان در تيڏي تي، روندا زارون زار!

(سچل)

صوفي سڳورا هميشه انسان ۽ انسانيت جي ڀلائي لاءِ سوچيندا آهن، اهي ڪڏهن به ڪنهن لاءِ برو نه سمجهندا آهن.

هڪ ڀيري حضرت معروف ڪرخي رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْهِ پنهنجي ڪيترن عقيدتمندن سان گڏ دجلا درياءَ جي ڪناري تي ويٺا هئا. ايتري ۾ ڪجهه اوباش قسم جا نوجوان ٻيڙيءَ تي گذريا. جيڪي ناچ گانا ڪندا پئي ويا ۽ شراب پيئندي حضرت جن جي سامهون

لنگهيا. حضرت معروف ڪرخيءَ کي سندن عقيدتمندن عرض ڪيو ته قبله انهن جي اها مجال آهي جو انهن کي حضرت جو به حياءُ ڪونه آيو ۽ بدتميزي ڪندا شراب پيئندا سامهون گذري ويا، هاڻي اوهان دعا فرمايو ته اهڙي مصيبت اچي انهن مٿان جو اهي سمورا غرق ٿي وڃن.

حضرت معروف ڪرخي رَحۡمَةُ اللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه فرمايو ته ٺيڪ آهي. سمورا هٿڙا کڻو ته دعا گهرئون ٿا. حضرت معروف ڪرخي فرمايو ته اي منهنجا مولا! جهڙي طريقي سان تو انهن کي هن دنيا ۾ خوش رکيو آهي ۽ اهي عيش عشرت سان اوباشيون ڪري رهيا آهن، ائين ئي هنن کي آخرت ۾ به رکجانءِ.

سندن عقيدتمندن عرض ڪيو ته قبله! هيءَ ته دعا توهان الٽي گهري ڇڏي. پاڻ فرمايائون ته جڏهن خدا تعالىٰ انهن کي آخرت ۾ عيش ۽ راحت عطا فرمائيندو ته معنىٰ دنيا ۾ انهن کي توبھ جو موقعو ڏئي سڌاريندو ۽ سندن جا ڪيل سمورا گناهہ معاف فرمائيندو.

حضرت شيخ عبدالله بن مبارڪ فرمائيندا هئا ته زاهد جي بادشاهي حڪمران واري بادشاهي کان هزار ڀيرا وڌيڪ بهتر آهي ڇوته حڪمران ماڻهن کي پنهنجي ڇوڏاري لٺ جي زور سان جمع ڪندو آهي ۽ هڪ زاهد ماڻهن کان ڪناره ڪشي ڪندو آهي. مگر ماڻهو ان جو پيڇو ناهن ڇڏيندا. هڪ ڀيري حضرت ابنِ مبارڪ بغداد جي هڪ پاڙي ۾ تشريف فرما ٿي ويا انهيءَ زماني ۾ خليفو هارون رشيد به اتي آيل هيو ۽ پنهنجي ڪاٺ جي محل ۾ رهيل هيو.

ماڻهن ابنِ مبارڪ جي تشريف فرما جي خبر جيئن ٻڌي تہ ماڻهن جو هجوم گڏ ٿيندو ويو. ڪي پيادل ڪي ڪنهن سواريءَ تي زيارت ڪرڻ لاءِ ماڻهو پلٽجي پيا ايترا ماڻهو پلٽجي پيا جو انهن جي وهڻ جي ڊِڪڻ سبب اٿيل غبار آسمان تائين اڏامڻ لڳو خليفي جي هڪ ٻانهي ڪانيءَ جي محل جي هڪ برج تي چڙهي ڏسڻ لڳو ان ڪجهہ نوڪرن کان پڇيو تہ هيءَ ايڏي مخلوق ڪنهن ڏي وڃي رهي آهي؟ نوڪرن چيو تہ خراسان کان هڪ بزرگ حضرت عبدالله بن مبارڪ رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ تشريف فرما آهن. هي سڀ ماڻهو ان جي زيارت جي لاءِ ڊوڙي رهيا آهن. اهو ٻڌي ان ٻانهيءَ جي زبان مان بي ساختگيءَ سان نڪتو تہ بادشاهي هجي تہ اهڙي هجي باقي هارون رشيد جي ڪا بادشاهي آهي. جنهن وٽ ماڻهو صرف ڏنڊي جي زور ۽ ڪوڙن جي مار کان ايندا آهن.

محبوبان ني ميندي لائي وي.................

عاشقان دي گهر رنگ وي!

علم ڪتان ڪم نہ آيا، نينهن وڃايا ننگ وي!

جُٽ ڪيا تير برهہ دا ڪاري، لڳا نينهن نسنگ وي!

سُک واليان نون خبر ڪيهي؟ ڏک چکايا ڏنگ وي!!

نال راجهون دي روزا زل دي، قلم وهايا انگ وي!

”سچو“ عاشق صد آفرين، ورهہ گهتيا هيئي ونگ وي!!

(سچل)

ڪيترن صوفين جو خيال آهي تہ هو ”همہ اوست“ جي نظريي ۾ پاڻ کي اهڙو تہ غرق ڪن، جو هو پنهنجي انا، تڪبر، غرور ۽ فخر وغيره

ڪي بلڪل ٻه وساري ويهي رهڻ پر ٻئي پاسي وري جنيد بغدادي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه جن جو خيال آهي ته "طريقت ۽ شريعت" ڪي پاڻ ۾ گڏي گڏي هلائجي.

انهيءَ باري ۾ شيخ عبدالله تستريءَ رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه جو چوڻ آهي ته اسان جا ڇهه اصول هئڻ گهرجن.

(1) ڪلام الله تي قابو رهڻ.

(2) رسول الله جي سنت جي پيروي ڪرڻ.

(3) حق حلال جي ماني کائڻ.

(4) ڪنهن کي ايذاء نه رسائڻ اگرچه اهو ايذائي وجي.

(5) منع ٿيل شين کان پاسو ڪرڻ.

(6) پنهنجن انجامن جي بنا دير پورائي ڪرڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان رهڻ.

پر بايزيد بسطامي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه هڪ "همه اوست" جو ٻوٽو پوکيو. جنهن کي حضرت حسين بن منصور حلاج رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه پنهنجي رت جو رڄ ڏنو ۽ اهو هڪ وڏي وڻ ٿيو ۽ ان تي حضرت سچ سرمست عمل ڪيو ۽ پوءِ تصوف ڦري هڪ عشق ۽ عرفان جو مَٽُ بنجي پيو. هڪ معرفت ۽ زهد جو ڪُنو ٻنجي پيو، جنهن لاءِ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه فرمايو ته جيڪو ڪُنو اسان چاڙهيو آهي، سچل سرمست ان جو ڍُڪ کوليندو ۽ ان ڪُنيءَ مان تصوف ۽ طريقت جا موتي ڪيندو. حضرت امام غزالي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيۡه وري ان تصوف کي فلسفياڻو جامو پارائڻ جي ڪوشش ڪئي.

مسجد دي وچ ڪاڻ نڪر دي، ڏيون بانگ صلواتان،
منهن چٻي، ڏاڙهي ڏنگي، خام پڙهن خلواتان،
عام ليکي روزي رکدي، پر هن کاوڻ ديان آفاتان،
"سچل" راهه نه اها سچ دي، بره واليان ٻيان باتان
(سچل)

مخدومي مجذوبي ڏونهين، ڪڏان ڪڏ نه ٿيسين،
عشق عقل دي راهه نرالي، هڪ ٻي ڪون نه منيسين،
هڪڙي طرف الله دي دوڙن، ٻي طرف دنيا دي پسين،
هڪڙي شربت شيرين منگن، ٻي مي دي پيالي پيسين،
هڪڙي عمر منگن، "سچل"، ٻي محبت وچ مريسين،
(سچل)

خيال بزرگي، ڏهون نه ميڏا، نامنگان مخدومي،
ناوت پير مشائخ ٿيوسي، نا وتَ ٿاءُ نُجومي،
ناوت هندي، سنڌي، شامي، ناوت زنگي رومي،
"سچل" ڪڏهين ڪوئي پيدا، هوندا وچ معدومي!
(سچل)

جان جان تون گمراهه نه ٿيوين، تان تان راهه نه لهسين،
ڪاءُ حرام پليت ٿيوين تون، پاڪي نال نه ٻهسين
"سچل" سچ پلئه نهين آندا، جان رتيءَ "مين" دي رهسين
(سچل)

نه مين ڪتيا ڪرڪا تسبيح دا، آتي نامين زهد عبادت،
نامين زير زبر دا ڪتيام نامين تقويٰ طاعت،
"سچل" دا ٿيا بخت سوايا، جو ڪيتي عشق امانت
(سچل)

مين خدا، خدائي اپٽي، خود وچ آ پيوسي،
اي سڀ حسن اساڈا هويا، جنهن وچ آڪڙوسي
چار مڪان رهيي وچ ڪٿان ، ڪٿ مڪان ڪتيوسي!
لامڪان مڪان اساڈا، "سچل" نام ڪيوسي
(سچل)

ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي پنهنجي ڪتاب "لواريءَ جا لال" ۾ لکي ٿو ته "انا الحق" جي لاءِ عربن کان وڌيڪ ايراني جي طبيعت گهڻي موافق هئي. ايران جي زمين انا الحق جي ٻج پوکڻ لاءِ تمام گهڻي پلي هئي ۽ اتي انا الحق گويا فارسي شاعريءَ جو تاجي پيٽو بڻجي پيو. اتي ناميارن شاعرن صوفي ازم ۽ انا الحق جو هڪ تا جي پيٽو جوڙيو. جهڙوڪ: فريد الدين عطار رحمة الله تعالیٰ عليه، حڪيم سنائي رحمة الله تعالیٰ عليه ۽ مولانا جلال الدين رومي رحمة الله تعالیٰ عليه تصوف جي فلسفي ۽ الوهيات کي پنهنجن شعرن ۾ هڪ تمثيل جي طور تي ڪم آندو.

بس هاڻي ته صوفين اسلام جي اصولن ۾ ايڏي تبديلي ڪري وڌي، جو تصوف هڪ خاص پنٿ ٿي پيو، اهو طريقو جيڪو اڳي رڳو ڪي ٿورا شخص دنيا کان بيزار ٿي وڃي اختيار ڪندا هئا. سو هينئر باقاعدي جمهور جو مذهب ٿي ويو ۽ ربط ضبط جا قاعدا ۽ قانون پڻ مقرر ڪيا ويا. سُتت ئي تصوف جا خاص اصول ۽ عقيدا ڪتابن ۾ لکجڻ لڳا. سڀ کان جهوني ۾ جهونو ڪتاب "قوة القلوب" آهي جيڪو ابوطالب مڪي سن 996ع ۾ جوڙيو، ٻارهين صديءَ ۾ درويشن جو پايو پيو، عادي الهڪاري رحمة الله تعالیٰ عليه ۽ حضرت عبدالقادر جيلاني رحمة الله تعالیٰ عليه صوفي سلسلا شروع ڪيا جيڪي عدويا ۽ قادري نالن سان مشهور آهن. تنهن کان پوءِ جلد ئي فراعي،

شاذلي ۽ مولوي طريقا پيدا ٿيا، جن مان پوئين طريقي جو بنياد مولانا جلال الدين رومي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ وڌو. پوءِ ته ويا نوان نوان طريقا نڪرندا ۽ هر هڪ طريقو پنهنجي پنهنجي بانيءَ جي نالي سان سڏجڻ لڳو.

دنيا ۾ جيڪي صوفي طريقا ٿي گذريا آهن، تن مڙني جو مُنڍ حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه آهن مگر انهن جو خاص ناتو حضرت علي رضي الله تعالیٰ عنه جي اولاد امام جعفر الصادق رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ سان آهي. هنن کي سيني سلسلن جو پيشوا ڪري سڏيندا آهن. دنيا ۾ جيڪي ناليوارا سلسلا اڄ ڏينهن سوڌو جاري آهن سي هي آهن:

(1) **قادريه جيلانيه** : جنهن جو باني سيد عبدالقادر جيلاني رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جن هئا.

(2) **بخاريه** : جنهن جا باني سيد جلال الدين حسين بخاري رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جن هئا.

(3) **فريديه** : جنهن جا باني شيخ فريد الدين شڪر گنج رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جن هئا.

(4) **نظاميه** : جنهن جو باني شيخ ضياءُ الدين عبدالقادر سهروردي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جن هئا.

(5) **نقشبنديه** : جنهن جا باني حضرت شيخ بهاؤ الدين نقشبندي رَحۡمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيۡهِ جن هئا.

هر هڪ طريقو پنهنجي پنهنجي بانيءَ جي طريقت ۽ هلت چلت تي آهي ۽ هر هڪ طريقي جي فڪر ۽ ذڪر جو رستو به علحده آهي.

خواجہ محمد بهاؤالدين نقشبندي رحمة الله تعالىٰ عليه جن جي ولادت بخاره جي شهر ۾ سن 718 هجري 1318ع ۾ ٿي. حضرت محمد بابا سماسي، جيڪو ان وقت جو بزرگ اولياءَ هيو، تنهن سندس بنسبت اڳ ۾ ئي پيشن گوئي ڪئي هئي.

چون ٿا ته جڏهن اهي بخاره جي قصر هندوان نالي محلي مان لنگهندا هئا، جتي خواجہ بهاؤ الدين رحمة الله تعالىٰ عليه جا والدين رهندا هئا. تڏهن چوندا هئا ته "مون کي هن پُونءَ مان هڪ الله لوڪ جي هُبڪار ٿي اچي. جلد ئي ان جي برڪت سان "فقير هندوان" منجي "قصرِ عارفان" ٿي ويندو.

هڪ ڏينهن جيئن اتان پئي لنگهيا، تيئن امالڪ پڪاري چيائون ته هينئر اها هبڪار اجان به زياده محسوس ٿئي ٿي. دراصل ان وقت خواجہ بهاؤالدين رحمة الله تعالىٰ عليه کي جائي ٿي ڏينهن ٿيا هئا.

جڏهن ڏاڏهنس کي هن پيش گوئي جي خبر پهتي، تڏهن معصومڙي کي کٽي آئي ۽ اچي حضرت بابا سماسيءَ جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. حضرت جن فرمايو ته هيءُ اسان جو فرزند آهي، سو اسين ان کي قبول ڪريون ٿا." پوءِ پنهنجي عقيدتمندن کي فرمايائين ته هيءُ الله لوڪ آهي، جنهن جي هبڪار اسان کي محسوس ٿيندي هئي، هو پنهنجي زماني جو قطب ٿيندو.

حضرت خواجا بهاؤالدين رحمة الله تعالىٰ عليه کي نقشبندي ان ڪري ڪوٺيو اٿائون جو هو "الله" لفظ جي صورت ڪڍي، جاهل مريدن جي اڳيان رکندو هيو. ۽ جي لکي پڙهي ڄاڻندا هئا، تن کي فرمائيندا هئا ته "هٿ سان الله جو نالو نقش ڪيو اڪ سان ان نقش ڏي

نهاريو ۽ دل ۾ الله پاڪ جي ذات تي ڌيان ڌريو.“ اهو رواج ڪجھ عرصي تائين هلندو آيو ۽ آخر ۾ حضرت مجدد الفي رحمة الله تعالیٰ عليه ان کي بند ڪيو ۽ صرف قلبي ذڪر قائم رکيو. خواجه بهاؤالدين رحمة الله تعالیٰ عليه کان اڳ، ڪي بزرگ ذڪر جلي يا جهره ڪندا هئا. پر هنن بزرگن ذڪر جو اصلوڪو صديقي نمونو يعني دل سان ڳجهو ذڪر اختيار ڪيو ۽ ذڪر جليءَ کان سخت منع ڪيائون. ان ذڪر جا هنن خاص شرط ۽ رستا مقرر ڪيا، جن ۾ مراقبي ۾ مرشد جي فيض جو نهايت هجڻ ضروري ڄاڻايو.

خواجه بهاؤ الدين رحمة الله تعالیٰ عليه جي تصنيفن مان ”رشحات عين الحيات“ نهايت نامي گرامي آهي، منجهس سندن ملفوظات جمع ٿيل آهن، جن مان نقشبندي طريقن کان حق کي اوڏڙو هجڻ جي دلالت آهي. انهن مان ڪي اقتباسات هيٺ ڏجن ٿا :

”اسان جو طريقو ٻين جي سيني طريقن کان حق کي اوڏڙو آهي. اسان پڇڙي کي منڍ ۾ درج ڪيو آهي. اگرچه سيڪڙن کي پهتل جي منزل نه ٿي ملي ته به هو انهيءَ سياڪ کان نراس نه ٿو ٿئي. ٿورو ئي لوهه جو منجهس چڻڪاريل آهي، سو ڪيس سلوڻو ڪيو وجهي پوءِ پل ته ڪيس طريقت ۾ توڙ تائين پهچڻ جي فرصت نه به ملي ، ته به هن کي ابدي سعادت کان محروم رهڻو نه ٿو پوي، اسان جو طريقو ئي عروه الو شيءِ آهي. جنهن جي سهاري پيغمبر ۽ ان جي اصحابن جي پوري پيروي ڪري سگهجي ٿي. ٿوري ئي عمر سان جهجهو لاڀ حاصل ٿئي ٿو. پر اها ڪا سٺري ڳالهه ناهي. سالڪ کي کهرجي ته اول ته رب جي رضا تي راضي رهي، مگر اهو ڳڻ تڏهن حاصل ٿيندو.

جڏهن فنا اختيار ڪبي، يعني جڏهن سالڪ پنهنجي طبعي وجود جي نفي ڪري، الله جو اثبات ڪندو. انهيءَ لاءِ پڻ اسان جي طريقي ۾ ڪارگر اپاءَ موجود آهن. مگر انهن جي استعمال جو پهريون شرط آهي خودمختياريءَ جي پاڙ پٽي ڦٽي ڪرڻ ۽ ٻيو شرط علم توڙي عمل کي الوداع چوڻ.

سالڪ کي سواءِ ديني فرضن جي ٻئي ڪنهن به دنيا جي معاملي ۾ پوڻ نه گهرجي، ۽ سارو وقت مراقبي ۾ مشغول رهي."

خواجه عبدالخالق غجدواني رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي ته : سالڪ ۾ هيٺيون اٺ خصوصيتون هجڻ گهرجن. (1) هوش دردم (2) نظر برقدم (3) سفر در وطن (4) خلوت درانجمن (5) ياد ڪردن (6) ياد داشت (7) بازگشت (8) نگهداشت.

﴿1﴾ **هوش دردم** : خواجه بهاؤ الدين نقشبندي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ فرمايو آهي ته نقشبندي طريقي جو بنياد دمن يا پساهن تي ٻڌل آهي. هر هڪ دم جيڪو اندران ٻاهر نڪري ٿو يا جيڪو ٻاهران اندر وڃي ٿو. تنهن جي نهايت خبرداري ڪرڻ گهرجي ۽ پڻ انهن جي ٻنهي دمن جي وچ ۾ جيڪو وٿو پوي ٿو. تنهن جي سا ڳي سنڀال ڪرڻ جڳائي. هرڪو پساهه خدا جي حضور ۽ يادگيري ۾ صرف ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ڪابه غفلت ڪرڻ هڪ وڏو گناهه آهي. دمن جي حفاظت سان دنيوي وڳوڙن کان به واندو ٿي سگهجي ٿو.

﴿2﴾ **نظر برقدم** : سالڪ کي گهرجي ته واٽ ويندي پنهنجي نظر پيرن تي کپائي، نه ته طرح طرح جون شيون ڏسي سندس منَ ۾

مونجهارو ٿيندو. جي سندس نظر پيرن تي کُتل هوندي نہ فقط سندس جان يڪسوءِ هوندي پر سندس دمن ۾ بہ ڪو رخنو نہ پوندو.

﴿3﴾ **سفر در وطن** : جڏهن سالڪ پنهنجو ماٺپو ميڻي، ملائڪن جون وصفون اختيار ڪري ٿو، يعني عالم ناسوت مان نڪري عالمِ ملڪوت ۾ وسي ٿو، تڏهن هن جي دل آرسيءَ مثل ٿيو پوي. پوءِ جهڙي ريت آرسي ۾ هر ڪا شيءِ ازخود پيئي لڳندي آهي، تهڙيءَ ريت هن جي دل ۾ حق جو جلوو پاڻيهي پيو پاسندو آهي.

﴿4﴾ **خلوت در انجمن** : خواجہ بهاؤ الدين نقشبندي رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کان پڇيائون تہ اوهان جي طريقي جو مدار ڇا تي آهي؟ جواب ڏنائين تہ "خلوت درانجمن" تي يعني سالڪ کي گهرجي تہ ذڪر ۾ اهڙو تہ محور رهي جو ٻاهرئين ڪوڙ گهمسان جي ڪيس ڪا ڳالهہ نہ پوي.

چون ٿا آرمينيا جي بازا ۾ هڪ دڪاندار هوندو هيو ، جيڪو پنجاهہ هزار دينار جي روزمرهہ واري ڦيري ڪندو هيو پر هن جي دل ۾ هڪ دم بہ حق کان غفلت ۾ نہ رهيو. سالڪ کي جي "سفر در وطن" حاصل ٿيو تہ خلوت در انجمن پاڻيهي ملي ويندس.

﴿5﴾ **ياد ڪردن** : ذڪر ڪرڻ مهل سالڪ کي گهرجي تہ زبان تارونءَ سان لڳائي، ڏند ڀيڙي، پساهہ ڪٽي ۽ پوءِ هر هڪ دم سان ٽي ڀيرا دل ۾ ڳجهو ذڪر ڪري اول "لا" کي ڇڪي مٿي چاڙهي ۽ "الہ" کي ساڄي پاسي چوري ۽ آخر الا الله کي کٻي پاسي دل مٿان اهڙو زور سان چنبي جو سڀ عضوا گرم ٿي وڃن. ازانسواءِ جڏهن

ذڪر جي نفي واري ڀاڱي ۾ مشغول هجي، تڏهن ڪل شين کي فاني ۽ ناپسند ڪري سمجهجي ۽ جڏهن اثبات واري ڀاڱي ۾ مشغول هجي، تڏهن حق جي هستيءَ کي ئي بقادار ۽ حاضر ناظر سمجهي. هر ويل ائين ڪرڻ سان توحيد دل جي ڦرهيءَ تي نقش ٿي ويندي ۽ خود ذڪر خفي بہ قلب جي هڪ ضرورت بنجي ويندو.

﴿6﴾ **باز گشت** : سالڪ کي هر هڪ ذڪر خدا کي واپس ڪرڻ گهرجي. هر هڪ ذڪر جي پٺيان چوڻ گهرجيس تہ ”خدا تون ئي منهنجو مقصود آهين“ شايد هن رمز جي پهريان پروڙ نہ پويس پر رفتي رفتي ان جي پروڙ پئجي ويندس.

﴿7﴾ **نگاهہ داشت** :سالڪ کي هر روز ٻہ ٽي ساعتون من تي اهڙي تہ چوڪسي ڪرڻ گهرجي؛ جو حق کان سواءِ ٻيو ڪوبہ خيال منجهس مُور نہ گِهڙي، جي ائين ڪندو ايندو تہ آخر وڃي اهڙيءَ منزل کي پهچندو جو ورهين جا ورهہ بلڪ ساري عمر حق کان سواءِ ٻيو ڪوبہ وهم گمان سندس منَ ۾ موراهين پيدا نہ ٿيندو.

﴿8﴾ **ياد داشت** : سالڪ کي گهرجي تہ حق جي طرف ذوق ۽ شوق سان رجوع ٿئي ۽ سدائين حق جي ڌيان ۾ رُڌو رهي

(ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي ڪتاب ”لنواري جا لال“)

”موت هڪ بي خبر ساٿي آهي.“ (حضرت علي رضي الله عنه)

# آهي سوالي، هٿين خالي!

هڪ سوالي شخص جي تنهنجي دَر تي صدا آهي اي خدا! تون هيڪڙائيءَ هڪ آهين، تنهنجي پناري اسان گناهگارن جو ڪارخانو هلي رهيو آهي، اسين ماٺهو عيبدار! هزارين غصن ۽ ڪاوڙين جون باهيون آهن جيڪي اسان کي لڳي چڪيون آهن ۽ اسان انهن باهين جي اندر پچي ۽ پڃري رهيا آهيون.

اسان ۾ بربادي زياده ۽ بردباري بلڪل ٻه نه جي برابر آهي!!!

اسان وٽ ڪلام ته زياده آهي پر اهو ڪلام ۾ ڏانءُ طريقو ڪونهي جنهن سان دل کي تسڪين ۽ تو رب تائين پهچ آسان ٿئي.

اسان عفو ۽ درگذر جي دامن کي ڪيترن ئي سالن کان چاڪ ڪري وڌو آهي ۽ اسان ۾ ڪِينو نڙيءَ جي ساهه واري رڳ تائين پرجي ويو آهي!!!!

اسان جي جسم ۾ حسد ڪنهن زهر قاتل وانگر جسم جي اندر ڪنهن ڇانگري ٻير جي ڪنڊي جيان پيوسته لڳو پيو آهي. اسان وٽ حسد جو مقدار تمام زياده آهي ليڪن ان جي علاج لاءِ ڪوبه ترياق (Antibiotic) ڪونهي، جنهن سان علاج ٿئي ۽ جسم زهر کان پاڪ ۽ صاف ٿئي.

اي خدا رب ڪريم! اسان وٽان سخاوت موڪلائي چُڪي آهي ۽ ان جي جاءِ حرص، هوس ۽ طمع والاري ورتي آهي!!! جنهن ڪري لوين ۽ لالچين سان دنيا ڀرجي چڪي آهي!!!!

هڪ ڀيري هڪ راهب حضرت هشام بن عبدالمالڪ رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ کان پڇيو ته ذوالقرنين نبي هيو يا نه؟ حضرت هشام رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ وراڻيو

تہ نبي تہ نہ هيو مگر هن کي اهو رتبو چئن خصلتن سبب مليو هيو. هڪ اهو تہ جڏهن انتقام جي پوري پوري سگهہ هوندي هيس تہ بہ معاف ڪري ڇڏيندو هيو. ٻيو تہ واعدو پورو ڪندو هو. ٽيون تہ سچ ڳالهائيندو هيو. ۽ چوٿون تہ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نہ ڇڏيندو هيو.

جڏهن حضرت يوسف علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام کي الله تعالیٰ هر نعمت سان نوازي ورتو ۽ ان وٽ ڪنهن بہ شيءِ جي ڪمي ڪونہ هئي ۽ هوڏانهن سندس ڀائر ذليل ۽ خوار خراب رهيا تہ ان وقت بہ حضرت يوسف علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام عفو ۽ درگذر کان ڪم ورتو ۽ ڀائرن کي چيائين تہ :

لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ يَغْفِرُ اللهُ لَكُمْ وَهُوَ اَرْحَمُ الرّٰحِمِيْنَ ۝ (القرآن)

ترجمو : اڄ توهان کي ڪوبہ ڏوراپو ڪونهي. الله تعالیٰ اوهان کي بخشيندو ۽ اهو ئي رحم ڪرڻ وارو مالڪ آهي. (احياء العلوم)

حضرت ابو هريره رضی اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي تہ حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن مڪي جي فتح کان پوءِ ڪعبة الله جو طواف ڪرڻ فرمايو ۽ ٻہ رڪعتون ادا ڪري وري ڪعبة الله شريف تشريف فرما ٿيا ۽ ڪعبي جي چوڪٺ کي وٺي ماڻهن کان پڇڻ فرمايو تہ هاڻي اوهانجو منهنجي باري ۾ ڪهڙو قول ۽ گمان آهي؟ انهن عرض ڪيو تہ اسان هيئن ٿا چئون تہ اوهان اسان جا ڀائر آهيو. سوٽ آهيو. حليم آهيو ۽ رحيم آهيو ۽ هي لفظ ٽي ڀيرا چيائون. تنهن تي حضور ڪريم صلی اللہ تعالیٰ علیہ وآلہ وسلم جن فرمايو تہ مان اهو قول ٿو

چوان جيڪو يوسف علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام چيو هيو يعني " لَا تَثْرِيْبَ عَلَيْكُمُ الْيَوْمَ يَغْفِرُ اللهُ وَهُوَ اَرْحَمُ الرَّاحِمِيْنَ ○ "حضرت تفضيل بن عياض رحمة الله تعالیٰ عليه جو قول آهي ته دنيا ۾ اچڻ ته ڏاڍو سولو آهي مگر ان منجهان نڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

◆ جيڪڏهن دوزخ حق آهي ته اهو ڪيئن ٿو ڪلي ۽ جيڪو دنيا جون حالتون ڦرندي گهرندي ڏسي ٿو ته اهو ان تي ڪيئن ٿو اعتماد ڪري ۽ جيڪو تقدير کي برحق ٿو سمجهي اهو مشقت چو ٿو برداشت ڪري؟!!! (احياء العلوم)

◆ حضرت امير معاويه رضی الله تعالیٰ عنه وٽ هڪڙو شخص بُخارا کان آيو، جنهن جي عمر ٻه سؤ سال هئي، پاڻ ان کان دنيا جي ڪيفيت پڇيائون. هن عرض ڪيو ته ڪي سال آرام ۾ گذريا ۽ ڪي مصيبت ۾ رات ڏينهن ائين گذرندا ٿا وڃن. ڄمڻ وارا ڄمندا ٿا رهن ۽ مرڻ وارا مرندا ٿا وڃن. جيڪُڏهن ٻار پيدا نه ٿين ته مخلوق هوند ختم ٿي وڃي ۽ جيڪڏهن موت نه اچي ته دنيا ۾ گنجائش ئي باقي نه رهي. (احياء العلوم)

◆ حضرت داؤد طائي رحمة الله تعالیٰ عليه ٿو فرمائي ته اي انسان! تون پنهنجي آرزو پوري ٿيڻ تي خوش ٿو ٿئين. اهو نه ٿو ڄاڻين ته ڪيتري عمر ضايع ڪري اها آرزو حاصل ڪئي اٿئي. باقي نيڪ عمل ڪرڻ ۾ ڍرڪو اچ سياڻي پيو ڪرين. (احياء العلوم)

◆ حضرت اسماعيل بن عياش رحمة الله تعالیٰ عليه جو قول آهي ته اسان جا ساٿي سڀ دنيا کي "سولي" ڪري سڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته اي سولي! اسان ڪان پري ٿي ۽ جيڪڏهن ڪو انهيءَ ڪان به وڌيڪ بڇڙو يا خراب نالو هجي ها ته ان سان به سڏيندا هئاسين. (احياء العلوم)

◆ حضرت ابوبڪر بن عبدالله جو قول آهي ته جيڪو دنيا کي انهيءَ غرض سان ٿو چاهي يا هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته جيئن مون کي وڌيڪ دنيا جي ضرورت نه پوي ته هن جو مثال هي آهي ته اهو چڻ سڪل گاهه سان باهه کي وسائڻ ٿو چاهي.

◆ حضور اڪرم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کان هڪ حديث قدسي آهي ته الله تعاليٰ حضرت موسيٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام کي ارشاد فرمايو ته جڏهن تونگري ايندي ڏسين ته سمجهي وٺ ته توکي ڪنهن گناهه جي سزا جلدي ملي وئي آهي ۽ جيڪڏهن مفلسي کي ايندو ڏسين ته چئو ته ڏاڍو چڱو ٿيو. هيءَ نيڪ بختن جي نشاني آهي. وڌيڪ فرمايائون ته جيڪڏهن چاهيو ته روح الله ٿيون ته حضرت عيسيٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي پيروي ڪريو. هو فرمائيندا هئا ته منهنجو ٻوڙ بک آهي ۽ منهنجي پوشاڪ اُنَ آهي ۽ سياري ۾ منهنجي ٻرندڙ چلهه سج جي اُس آهي. منهنجو فانوس چنڊ آهي ۽ سواري لاءِ به پير اٿم ۽ مون لاءِ کاڌو ۽ ميوو وغيره وڻ ٻوٽا آهن. رات جو سمهندو آهيان ته ڪجهه به نه هوندو اٿم ۽ صبح جو اٿندو آهيان ته تڏهن به ڪجهه نه هوندو اٿم ۽ زمين جي تختي تي مون جهڙو تونگر ڪو به ڪونهي.

◆ روايت آهي ته هڪڙو اعرابي ڪنهن وٽ اچي مهمان ٿيو. ميزبان هن کي ماني کارائي ۽ هو ماني کائي هڪ تنبو جي پاڇولي ۾ سمهي پيو. جڏهن ماڻهن اهو تنبو پٽيو ته هن کي اُس لڳي ۽ هُو اٿي کڙو ٿيو. انهيءَ مهل هڪ شعر پڙهيائين جنهن جو ترجمو هيو ته "دنيا هڪ پاڇولي جي مثال آهي، جنهن کي هڪ ڏينهن ضرور لڙڻو آهي." (احياء العلوم)

يونس بن عبيد رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه ٿو فرمائي ته مان پنهنجي دل ۾ دنيا کي هيءَ تشبيهه ڏني آهي ته جهڙيءَ طرح سُتل ماڻهو خواب ۾ ڪنهن بڇڙي يا چڱي ڳالهه کان رنجيده يا خوش ٿيندو آهي. اهڙي طرح ماڻهو به گويا خواب ۾ دنيوي رنج ۽ راحت ڏسي رهيا آهن. مرڻ کان پوءِ اک کلندن ته هو پنهنجي اڳيان ڪجهه به نه ڏسندا. (احياء العلوم)

◆ حضرت عيسىٰ علىٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي اڳيان دنيا هڪ ڪُڏي ڪراڙي جُهور عورت جي شڪل ۾ آئي، مگر اها هڪ اعلىٰ درجي جي هار سينگار ۾ هئي. پاڻ پڇيائونس ته تو ڪيترا مڙس ڪيا آهن؟ هن چيو ته مون کي ڪوبه ڳاڻاٽو ياد ڪونهي. پاڻ فرمايائونس ته اهي سڀ توکي ڇڏي مري ويا يا توکي طلاق ڏئي ويا. هن عرض ڪيو ته مان انهن کي ذبح ڪري ڇڏيو. پاڻ فرمايائون ته پوءِ اها تنهنجن باقي مڙسن جي بڇڙائي آهي، جيڪي اڳين جو حال ڏسي عبرت نه ٿا وٺن. تون هڪ هڪ کري مارينديءَ ٿي وڃين ۽ هو توکان خوف نه ٿا ڪن. (احياء العلوم)

◆ حضرت ابوبڪر بن عياش رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمايو ته بغداد ۾ پهچڻ کان پوءِ مان دنيا کي خواب ۾ هڪ ٻڍي جهور بدصورت عورت جي

شڪل ۾ ڏنو، جيڪا تاڙيون وڄائي رهي هئي ۽ ڪيئي انسان هن جي پٺيان هن جي طلب ۾ هئا ۽ اهي سڀ تاڙيون پيا وڄائن ۽ ناچ پيا ڪن. جڏهن هوءَ منهنجي ويجهو آئي ته مون ڏي متوجهه ٿي. چيائين ته جيڪڏهن مون کي ڪو موقعو مليو ته تنهنجو به اهڙو ئي حال ڪنديس، جهڙو هنن جو ڪيو اٿم. (احياء العلوم)

◆ آقا سرور ڪونين صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم فرمايو آهي ته "منهنجو دنيا سان ڪهڙو واسطو؟ منهنجو ۽ دنيا جو مثال اهڙو آهي، جهڙو ڪوئي گرمي جي ڏينهن ۾ سفر ڪري ۽ هن کي ڪو وڻ ملي وڃي ۽ هو ان جي ڇانوَ ۾ هڪ گهڙي سمهي پوي ۽ پوءِ جلد ئي ان کي ڇڏي ڪري پوءِ اٿي هليو وڃي."

◆ حضرت عيسىٰ على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام ٿو فرمائي ته "مان سچ ٿو چوان ته جهڙيءَ طرح بيمار ماڻهو درد ۽ سور جي شدت ڪري کاڌي جو مزو ۽ لطف حاصل نه ٿو ڪري سگهي، تهڙيءَ طرح جنهن کي دنيا جي بيماريءَ جو روڳ لڳل آهي، اهو عبادت جو مٺاج حاصل ڪري نه ٿو سگهي." (احياء العلوم)

◆ حضرت عيسىٰ على نبينا و عليه الصلوٰة والسلام فرمايو آهي ته "دنيا جي طالبوءَ جو مثال اهڙو آهي، جهڙو ڪوئي ماڻهو درد ۽ سور جي شدت ڪري کاڌي جو مزو ۽ لطف حاصل نه ٿو ڪري سگهي، جهڙيءَ طرح جنهن کي دنيا جي بيماريءَ جو روڳ لڳل آهي، اهو عبادت جو مٺاج حاصل ڪري نه ٿو سگهي. (احياء العلوم)

◆ موت کان پوءِ ماڻهوءَ سان ٽي شيون گڏ رهنديون آهن. پهرئين شيءِ پاڪ دل آهي، يعني اها دل جيڪا دنيا جي گندگيءَ کان

پاڪ ۽ طاهر هجي. ٻئي آهي الله تعاليٰ جي ذڪر جي الفت ۽ ٽين آهي الله تعاليٰ جي محبت. انهن منجهان قلب جي طهارت دنيا جي شهوتن ۽ نفساني خواهشن کي ترڪ ڪرڻ کان سواءِ نه ٿي ٿي سگهي ۽ الفت سواءِ ذڪرِ الاهي تي ڪثرت ۽ هميشگي ڪرڻ جي ميسر ٿيڻ مشڪل آهي ۽ الله تعاليٰ جي محبت بغير معرفت جي حاصل ٿيڻ محال آهي ۽ معرفتِ الاهي هروقت ۽ هر گهڙي فڪر ڪرڻ کانسواءِ ملي نه ٿي سگهي. (احياء العلوم)

◆ حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعالیٰ عنه جي خلافت جو زمانو آيو ته پاڻ سيني ماڻهن کي سڏي ڪٺو ڪري چيائون ته توهان سيني منجهان جيڪي عراق جي رهڻ وارا آهن، اهي اٿي بيهن. اهو ٻڌي جيترا ماڻهو عراق جا هئا سڀ اٿي بيٺا. پوءِ فرمايائون ته توهان سڀ ويهي رهو. مگر جيڪي ڪوفي جا آهن اهي اٿي بيهن، اَهي اٿي بيٺا. انهن کي فرمايائون ته توهان ٻه سڀ ويهي رهو سواءِ مراد قبيلي جي ۽ وري انهن کي ٻه ويهڻ لاءِ چيو ويو سواءِ اهو شخص، جيڪو قرن کان هجي. اهي ٻيا سڀ ويهي رهيا باقي هڪڙو شخص بيٺو رهيو. ان کان حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه پڇيو ته تون "قرن" جو رهاڪو آهين. هن جواب ڏنو ته "ها"، پوءِ پڇيائونس ته تون اويس بن عامر قرني رحمة الله تعالیٰ عليه کي سڃاڻين ۽ هن جي ڪيفيت هن جي اڳيان بيان ڪيائون. هن جواب ڏنو ته "ها" يا اميرالمومنين مان هن کي سڃاڻان . توهان هن لاءِ ڇو ٿا پڇڻ فرمايو؟ قسمَ آهي خدا جو ته اسان جي قبيلي ۾ ڪوئي شخص اويس رحمة الله تعالیٰ عليه کان وڌيڪ ديوانو ۽ مجنون ڪونهي ۽ نه وري هن کان ڪو وڌيڪ وحشي (ماڻهن کان گريز ڪندڙ) ۽ گهٽ

رتبي وارو آهي. اها ڳالهه ٻڌي حضرت عمر رضي الله تعالیٰ عنه رنا ۽ فرمايائون ته مان جيڪي ڪجهه چيو آهي پاڻيهي نه چيو آهه بلڪ اهو ڪجهه چيو آهه جيڪي مون پاڻ سڳورن صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن کان ٻڌو آهي پاڻ صلی الله تعالیٰ عليه وآله وسلم فرمايو ته "قيامت جي ڏينهن اويس قرني رحمة الله تعالیٰ عليه جي شفاعت تي ربيعه ۽ مضر جي قبيلي جيترا ماڻهو نجات حاصل ڪندا." (احياء العلوم)

◆ حضرت زڪريا علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي جان ختم ڪرڻ لاءِ سندس پويان يهودي لڳي ويا ته پاڻ شهر کان نڪري جنگل جي طرف هليا ويا. انهن يهودين کي پنهنجو پيڇو ڪندي ڏسي وڻ کي گذارش ڪئي ته مون کي پناهه ڏي، وڻ چيرجي پيو ۽ حضرت زڪريا علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام وڻ ۾ اندر گهڙي ويو ۽ وڻ هوبهو پنهنجي اصلي صورت ۾ اچي ويو. جڏهن يهودي وڻ جي ويجهو پهتا ته ڪين کي شيطان سچو قصو بيان ڪري ٻڌايو ۽ انهن کي وڻ کي آري سان ڪٽڻ جو مشورو ڏنائين. يهودين آري ڪئي وڻ کي ڪٽيو ته وڻ سان گڏ حضرت ذڪريا علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام به ڪٽجي ٻه حصا بنجي ويو. پاڻ چو آريءَ سان ڪٽجي ويو؟ صرف ان ڪري جو انهيءَ خالق جي بجاءِ مخلوق کان پناهه گهري هئي. (مڪاشفة القلوب)

◆ جڏهن آري وڻ کي ڪاٽيندي حضرت زڪريا علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام جي دماغ تائين پهتي ته پاڻ "آهه" ڪڍيائون. ان تي الله تعالیٰ جو حڪم ٿيو ته اي ذڪريا! مصيبتن تي تو پهريان صبر نه ڪيو ۽ هاڻي وري دانهن ڪري رهيو آهين. اگر ٻيو ڀيرو "آهه" زبان مان

نڪتي تہ تنهنجو نالو "صابرين" جي لسٽ مان خارج ڪيو ويندو.
تنهن تي حضرت ذڪريا علیٰ نبینا و علیه الصلوٰة والسلام پنهنجا چپ مبارڪ بند
رکيا ۽ پ نڪر تي ويا ۽ اُف بہ نہ چيائون. (مڪاشفة القلوب)

◆ وهب بن عنبہ رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کان روايت آهي تہ هڪ نبي پنجاهہ
سالن تائين الله تعالىٰ جي عبادت ڪندو رهيو ان مٿان وحي جبرائيل
نازل ٿيو ۽ کيس کي خوشخبري ٻڌائي وئي تہ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ
مان توکي بخشي ڇڏيو. تنهن تي نبي جواب ڏنو تہ اي الله! مان تہ
ڪو گناهہ ئي ناهي ڪيو. بخشيش ڪهڙي شيءِ جي؟ الله تعالىٰ
رات جي وقت ۾ ان جي هڪ رڳ بند ڪري ڇڏي. جنهن
تڪليف سبب اهو ساري رات سمهي نہ سگهيو. صبح جو فرشتو آيو
تہ نبيءَ پنهنجي رڳ جي بند ٿيڻ واري تڪليف جو ذڪر ڪيو.
ان تي فرشتي وراڻيو تہ : الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ تنهنجي پنجاهہ سالن
جي عبادت کان تنهنجي اها شڪايت بهتر آهي، ڇوتہ توکي پنهنجي
عبادت تي وڏو غرور آهي. (مڪاشفة القلوب)

◆ حضرت مالڪ بن دينار رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ هڪ ڏينهن بصري جي بازار
مان گذري رهيا هئا. سندن جي نظر انجيرن تي پئي. کيسي ۾ هڪ
پيسو بہ ڪونہ هيو. پاڻ دڪاندار کي چيائون تہ منهنجا جوتا وٺ ۽
انجير ڏي. دڪاندار پراڻن جوتن جي عيوض انجير ڏيڻ کان انڪار
ڪيو. پاڻ اڳتي نڪري ويا تہ پوءِ دڪاندار کي خبر پئي تہ هي وڏا
بزرگ مالڪ بن دينار آهن. دڪاندار پنهنجي غلام جي ذريعي
انجيرن جي ٽوڪري پري حضرت مالڪ بن دينار رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ جي
پويان موڪلي ۽ غلام کي چيائين تہ ڪهڙي بہ صورت ۾

جيڪڏهن تو هيءَ نوڪري حضرت مالڪ بن دينار رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْهِ ڪي ڏئي ورتي. تہ ان عيوض تون غلاميءَ مان آزاد آهين. غلام خدمت ۾ حاضر ٿي ڪري نوڪري حضرت مالڪ بن دينار رَحْمَةُاللّٰهِ تَعَالٰی عَلَيْهِ کي قبول ڪرڻ لاءِ زور پريو. پاڻ فرمايائون تہ بيشڪ! انهيءَ نوڪري قبول ڪرڻ ۾ تنهنجي لاءِ آزادي رکيل آهي ليڪن اها منهنجي لاءِ هلاڪت آهي ۽ مان هاڻي مرڻ جي گهڙيءَ تائين بہ هڪ انجير نہ کائيندس. (مڪاشفة القلوب)

◆ سيدنا حضرت ابوبڪر صديق رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالٰی عَنْه جو قول آهي تہ جڏهن کان مان ايمان آندو آهي، ڪڏهن بہ پيٽ ڀري کاڌو ناهي نوش ڪيو ان لاءِ تہ جيئن مان پنهنجي رب جي عبادت جو مزو حاصل ڪري وٺان. (منهاج العابدين)

◆ حضرت يحيیٰ علیٰ نبينا و عليه الصلوٰة والسلام رات جو جوَن جي ماني پيٽ ڀري کائي ورتي ۽ ان رات کين ڪي ننڊ وٺي وئي ۽ اهي الله تعالیٰ جي دربار ۾ حاضر ٿي نہ سگهيا. صبح جو انهن تي وحي لٿو تہ اي يحيیٰ! ڇا تو هن دنيا کي آخرت کان بهتر سمجهي رکيو آهي يا منهنجي رحمت واري نگاهي کان علاوه تو ڪا ٻئي بهتر جڳهہ هٿ ڪري ورتي آهي؟ مون کي پنهنجي جاهہ و جلال جو قسم! اگر تون جنت جو نظارو ڪري وٺين يا جهنم کي پنهنجي اکين سان ڏسي وٺين تہ اکين مان ڳوڙهن وهائڻ بجاءِ تنهنجي اکين مان خون نڪرندو رهي ۽ تون انهيءَ لباس بجاءِ لوهہ جو لباس پهري وٺين. (مڪاشفة القلوب)

◆ الله تعاليٰ مخلوق کي ٽن قسمن ۾ پيدا ڪيو آهي.

(1) فرشتن کي پيدا ڪيائين، انهن کي عقل عطا ڪيائين مگر شهوت کان محفوظ رکيائين.

(2) جانورن کي پيدا ڪيائين، انهن کي عقل کان عاري رکيائين ، مگر شهوت عطا ڪيائين.

(3) انسان جي تخليق ڪيائين ان کي عقل ۽ شهوت ٻئي عطا ڪيائين.

جڏهن انسان جي عقل تي شهوت غالب اچي ويندي آهي ته اهو جانورن کان بدترين مخلوق بنجي ويندو آهي ۽ جڏهن ان جي شهوت تي عقل غالب هوندو آهي ته اهو فرشتن کان به بهتر هوندو آهي.

"دنيا جي جيڪا شيءِ تمام گهڻ آهي اها سچائي ۽ امانت آهي، ۽ جيڪا شيءِ سڀ کان وڌيڪ آهي اهو ڪوڙ ۽ خيانت آهي."
(حضرت علي المرتضیٰ رضي الله عنه)

## ڏس ڪو ڏانءُ ، جنهن سان توکي پرچايان!!

صوفي ازم! هڪ اهڙو هتيار آهي جيڪو نفس تي وهندو آهي، جيڪو نفس کي ڳاري مليا ميٽ ڪري تباهه ڪري ڇڏيندو آهي. نفس سان جهاد ڪرڻ ئي وڏو جهاد آهي. نفس کي مارڻ، نفس کي اجارو ۽ بکارو رکڻ ئي نفس سان جهاد آهي. هر داناءُ ماڻهو شهوت کي گهٽو ڏيڻ لاءِ نفس کي بکون ڏيندو آهي. بک الله تعالیٰ جو باغي نفس لاءِ هڪ وڏو عذاب آهي. شيطان جو غلبو زياده کائڻ ۽ پيئڻ سان ٿيندو آهي. جڏهن زياده کائبو آهي ته نفس کي فرحت ۽ سڪون ملندو آهي، جنهن سبب ڪري يار رسي ويندو آهي. حضور اڪرم صلى الله تعالیٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته شيطان توهان جي جسم جي خون ۾ اهڙي طرح ڊڪي رهيو آهي، جيئن خون هجي، شيطان جي رستي کي بک جي ذريعي بند ڪري وٺو.

"مڪاشفة القلوب" ۾ حضرت ابراهيم خواص رحمة الله تعالیٰ عليه جو قصو بيان ٿيل آهي ته هو مجاهدات کي حاصل ڪرڻ لاءِ لسڪام جي پهاڙن ۾ گهمي رهيو هيو ته هن هڪ ڏاڙهن جو باغ ڏٺو ۽ ڪيس ڏاڙهون پٽي کائڻ جي دل ۾ خواهش پيدا ٿي. هن هڪ ڏاڙهون وڻ مان پٽي ان کي چيريو ته اهو تمام گهٽو ڪتو نڪتو. حضرت ابراهيم رحمة الله تعالیٰ عليه ڏاڙهون کي اڇلائي اڳتي وڌيو ته هن هڪ شخص کي ڏٺو جيڪو فرش تي ليٽيو پيو هيو ۽ ان جي جسم تي ماکيءَ جون مکيون چنبڙيون پيون هيون جيڪي جسم کي پٽي ۽ کائي رهيون هيون. حضرت ابراهيم خواص رحمة الله تعالیٰ عليه ٿا فرمائين ته مان ان مٿان سلام ورايو ته ان منهنجو نالو وٺي ڪري جواب ڏنو،

مون حيران ٿيندي پڇيو تہ اي خدا جا ٻانها ! تون مون کي ڪيئن ٿو سڃاڻين؟ ان جواب ۾ چيو تہ جيڪو الله تعالىٰ کي سڃاڻيندو آهي پوءِ ان کان ڪابہ شيءِ ڳجهي ناهي رهندي. مون چيو تہ تنهنجو تہ الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ تمام وڏو مقام هوندو، پوءِ تون ڇو پاڻ کي انهن مکين کان ڪارائي رهيو آهين، الله تعالىٰ کان دعا نہ ٿو گهرين تہ هو توکي انهيءَ عذاب مان نجات ڏئي. ان چيو تہ مون کي معلوم آهي تہ الله وٽ تنهنجو بہ وڏو مقام آهي تو ڏاڙهونءَ جي خواهش نہ رکڻ جي خدا تعالىٰ کان دعا ڇونہ گهري؟!! ڇوتہ ماکيءَ جي مکين جي دنياوي تڪليف، ڏاڙهونءَ کائڻ جي آخرت جي تڪليف کان بهتر آهي. مکيون ڏنگين تہ ٿيون ليڪن ظاهري جسم کي ڏنگينديون آهن. جيڪو جسم سياڻي ختم ٿيڻو آهي ليڪن خواهشون انسان جي دل کي ڏنگينديون آهن ۽ پوءِ دل مرده ٿي ويندي آهي.

دنيا جي نفساني خواهشن سان جهاد ڪرڻ وڏي نعمت آهي، ڪنهن عارف بالله جو قول آهي تہ جهاد جا ٽي قسم هوندا آهن.

(1) ڪافرن سان جهاد : جيڪو ظاهري جهاد آهي. جنهن لاءِ الله تعالىٰ قرآن پاڪ ۾ فرمايو آهي تہ "يُجَاهِدُوْنَ فِيْ سَبِيْلِ اللّٰهِ".

(2) ڪوڙن ماڻهن سان علم ۽ دليلن سان جهاد ڪرڻ، جنهن لاءِ الله تعالىٰ جو حڪم آهي تہ "وَجَادِلْهُمْ بِالَّتِيْ هِيَ اَحْسَنُ".

(3) اهڙي نفس سان جهاد ڪرڻ، جيڪو برائين جي طرف وٺي وڃي ٿو، جنهن لاءِ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ "وَالَّذِيْنَ جَاهَدُوْا فِيْنَا لَنَهْدِيَنَّهُمْ

سُبُلَنَا" حضور اڪرم صلى الله تعالىٰ عليه وآله وسلم جن ارشاد فرمايو آهي ته : "اَفْضَلُ الْجِهَاد جِهَادُ النَّفْسِ " سڀ کان بهترين جهاد پنهنجي نفس سان جهيڙو ڪرڻ آهي.

تصوف ۾ صوفي سالڪ، هڪ مست الست ماڻهو هوندو آهي، جيڪو پنهنجو ماضي حال ۽ مستقبل ويساري بس پنهنجي محبوب جي دامن کي اهڙي نموني سان پڪڙيندو آهي جو ان کان دنيا و مافيها جا سڀ ڪاروهنوار مسئلا ۽ مونجهارا هليا ويندا آهن ۽ هو هيڪڙائي ۾ اهڙو هڪ ٿي ويندو آهي جو "حق ۽ هڪ" ۾ ڪوبه فرق نه هوندو آهي.

جيئن چقمق ڪٿو اهو لوهه تي لڳايو. جيڪڏهن لوهه سوايو هوندو ۽ چقمق يا مقناطيس ٿورو هوندو ته پوءِ چقمق به لوهه تي ويندو پر جي مقناطيس سوايو هوندو ۽ لوهه ٿورو هوندو ته پوءِ لوهه به رڳجي چقمق تي ويندو ۽ اهو پنهنجي هڪ ڪشش ڏيکاريندو.

تومن شدي من تو شدمہ تو جان شدي من تن شدم
تاڪس نہ گويد بعد ازين من ديگرمہ تو ديگري!

تون ۽ مان ٻئي اهڙا هڪٻئي سان ملي، هڪٻئي ۾ ضمہ مدغمہ غرق ٿي وڃئون جو مان جسمہ بڻجي وڃان ۽ تون ان ۾ ساهہ ۽ سرور ٿي وڃين، ان جسمہ ۽ ساهہ جي رشتي کي ڏسي لوڪ چئي ڏئي ته اوهہ! وا! ٻئي اهڙا پاڻ ۾ مدغمہ ۽ غرق آهن جو ٻنهي جي خبر نہ ٿي پئجي سگهي تہ تون تون آهين ۽ مان مان آهيان.

ڏس ڪو ڏانءُ، جنهن سان توکي پرچايان
توکي پرچايان، سڄڻ سرچايا

ٿيان مان ناچُو، پايان پيشوازي،
ڏڪڙ ڏمچڙ، ساز آوازي،
ڦيرڙي پايان ڪين، چير چمڪايان،

ٿيان مان مومن نيڪ نمازي،
جنهن سان مون راڻل ٿين تون راضي،
رڪوع ڪيان يا سرڙو نمايان

ٿيان مان هندو، جٿيان پاوان،
گنگا پيٽي، جمنا ڇاوان،
تيرٿ پيٽيان يا تلڪ لڳايان

واهه سائين واهه! هڪ سالڪ مجذوب، صوفي مست ماڻهو پرينءَ کي پرچائڻ لاءِ مختلف نيازيون ۽ آزيون ڪندو آهي، ڪرتب ۽ ڪرشما ڪندو آهي، مست ۽ ملنگ جو روپ وٺندو آهي، جٽيا ۽ جمنا استعمال ڪندو آهي، ايستائين جو گنگهرو پيرن ۾ وجهي فقيراڻا ڪپڙا پائي، ان گهيڙ تي اچي مست بنجي بيهندو آهي، جنهن گهيڙ تي سندس مرشد لنگهڻ جي ڪندو آهي. اهو هڪ ديدار جي رمز پسڻ لاءِ تياري وٺي بيهندو آهي ۽ جيئن ئي سندس مرشد اتان لنگهندو آهي ته هو مست ٿي نچڻ ۽ جهومڻ لڳندو آهي ۽ بي ساخته چئي ڏيندو آهي ته :

تيري عشق نچائيا ڪرڪي ٿيا ٿيا (بابا بلها شاهه)

پڇن جي ميهار جو، پڇي تن ميهار
فاذڪروني اذڪرڪم، ياد ڪيو تن يار
ترهو ٿين پار، عشق جن جو آڪرو،
(شاهہ)

تن تسبي من مٽيو، دل دنبورو جن،
تندون تن جي طلب جون، وحدت ساڻ وڄن،
وحده لاشريڪ له، اهو راڳ رڳن
ستائي جاڳن، ننڊ عبادت تن جي
(شاهہ)

هو منهنجو پنهل! هو منهنجو ميهار! هو منهنجو رانجهو. هو منهنجو شيخ، هو منهنجو مرشد! جنهن جي رڳ رڳ رباب بنجي خدا جي عشق ۾ جهومي رهي آهي. جنهن جي ترڇين نظرن جون ڪرامتون حد حساب کان مٿاهيون آهن. سائين محمد طاهر عرف سچڻ سائين الله آباد شريف وارا بزرگ منهنجا مرشد آهن. جا تہ سائين جن جي ڳالھ آهي، سنڌ تہ ڇا پر ملڪان ملڪ سچڻ سائين جن جي تبليغ ۽ اسلام جي پرچار مشهور آهي. هر سال نومبر مهيني ۾ سڄي ملڪ جي ماڻهن جي اندر فاذڪروني اذڪرڪم وارو سلسلو ٽن ڏينهن تائين جاري رهندو آهي.

صحبت سپرين جي، هي پڻ وڏي هاڃ،
قضا ڪر نماز جو وقت ورائڻ سٺرو
(شاهہ)

چوتہ سالڪن ۽ بي مروت صوفين جي صحبت هڪ اهڙي لالي آهي. جنهن لاليءَ جي لڳڻ سان پٿي جهان لال ٿي ويندا آهن ۽ مشڪل کان مشڪل ترين منزلون بہ آسان ترين بنجي وينديون آهن. منهنجي پير جو چا تہ وجد آهي؟ چا تہ جذبو آهي؟ چا تہ ڪيفيت آهي؟ اها مستي ۽ الستي هر اهو ماڻهو عالم آشڪار پسي سگهي ٿو، جنهن هڪ ڀيرو منهنجي محبوب مرشد جو جلوو پسيو آهي. جڏهن ماڻهو اهڙي مرشد جي صحبت ۾ پاڻ کي مستغرق ڪري ٿو تہ ان لحظي ۽ لمحي لاءِ هو سمجهي ٿو تہ دنيا تہ هيچ شيءِ آهي. دنيا کي دوام ڪونهي. بس اها مستي آهي جنهن قلندر ڪبرياء جهڙو ولي پيدا ڪيو، اها مستي آهي جنهن پير مٺا سائين جهڙو پيارو پيدا ڪيو. اها مستي آهي جنهن قبلہ سائين الله بخش عرف سهڻا سائين جهڙي عظيم المرتبة هستي پيدا ڪئي ۽ اها مستي ئي آهي جنهن منهنجي مرشد ۽ مربي قبلہ سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليہ جهڙي شخصيت پيدا ڪئي.

هڪ ڀيري حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رَحۡمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیۡہِ وٽ ڪنهن شخص اچي شڪايت ڪئي تہ سائين! هاڻي اهي ڪٿي ئي ڪونهن، جيڪي پنهنجن ڪنين سان رنگ رنگيندا هئا ۽ رنگينيون ڦهلائيندا هئا. هاڻي قيامت ويجهو آهي. ان لاءِ اهي وحدانيت، اهي وجدانيت، اهي هيڪڙائي، اهي مستين، اهي الستين، اهي صوفيانيت، اهي اناالحق وارين دعوائن جون رنگينيون موجود ڪونهن. هينئر مولانا روميءَ جي انهيءَ ڪهاڻيءَ وانگر تہ هڪ صوفي ڪن صوفين جي مجلس ۾ پهتو. هو پنهنجي ڪڏهہ تي چڙهي آيو هيو. هن

گڏهه کي چنبي ڦوڪي اتان جي دربان کي پارت ڪري، گڏهه کي وڻ سان ٻڌي ڇڏيو ۽ پاڻ مجلس جو سرور وٺڻ لڳو. ميزبان صوفي وڏو مهمان نواز هوندو هيو، ان وٽ ان رات صوفين جي لشڪر کي کارائڻ پيارڻ لاءِ ڪجهه ڪونه هيو. هاڻي اچي پريشان ٿيو. خيال آيس ته هن صوفي سڳوري جو گڏهه ٻڌو پيو آهي، ڇونه ان کي ڇوڙي کپائي طعام پلاءُ کائجن. گڏهه ڇوڙائي، کپرائي طعام جوڙايا ويا. جڏهن محفل شروع ٿي ته سيني وڏي سوز ۽ گداز مان ڇوڻ شروع ڪيو ته "خررفت خر رفت" گڏهه واري صوفيءَ سمجهيو ته شايد اهو به ڪو وجد جو پارٽ آهي. ان به زور زور سان "خر رفت خر رفت" چوڻ شروع ڪيو.

يٺائي کي ان شخص چيو ته قبله! هاڻي تصوف آسمان تي ڪڃي ويو آهي، صوفي صرف "خر رفت" "گڏهه ويو" وارا رهيا آهن. تنهن تي يٺائي کهوٽ فرمايو ته :

اچان رنگ رنگين، ڪل جڳ تائين ڪا پڙي،
ميرا موٺائين، نيت ڪارڻ ڪپڙا
(شاهه)

پاڻ فرمايائون ته رگنهار ته موجود آهن، انهن جون رونقون به موجود آهن، انهن جون اهي هوشربائون حرڪتون به موجود آهن، انهن جا الله الله جي نالي تي اهي نعرا، موجون ۽ مستيون به موجود آهن. انهن جو جهومڻ، جهولڻ، اڏڻ ۽ اڏري، اڏري وري واپس پنهنجي آکيري ۾ اچي ويهڻ وارو جوش ۽ جلال به موجود آهي. انهن جي فيض جا درياءَ ۽ سمنڊ به اهي ئي موجون ماڻي رهيا آهن. اهي ته پنهنجي فيض واري

پاڻيءَ جون منيون پري ماڻهن کي پيارڻ جا هوڪا ڏئي رهيا آهن پر هاڻي اهي ماڻهو نہ رهيا آهن جيڪي انهن جي سينن سان لڳي انهن مان بجليءَ جهڙو ڪرنٽ حاصل ڪن. اهي ماڻهو نہ رهيا آهن، جيڪي انهن جو ڇُهاءُ حاصل ڪري خود امر بڻجي وڃن.

عاشق که شد که بحالش نظر نکرد
اي خواجا! درد نيست وگر نہ طبيب هست
(شيرازي)

يعني ماڻهو ٿا چون تہ اسان جو روڳ اهڙو پراڻو نہ ڇُٽندڙ ناسور بڻجي ويو آهي، جنهن جو ڪوبہ علاج ڪونهي پر مان ٿو چوان تہ ائين ناهي هزارين ماهر ۽ حاذق حڪيم موجود آهن، جيڪي روڳي دردن تي بہ پٽيون ۽ پها رکندا آهن پر مان پانيان ٿو تہ توکي روڳ آهي ئي ڪونہ.

نهائين کان نينهن، سک منهنجا سُپرين
سڙي سارو ڏينهن، ٻاڦ ٻاهر نہ نڪري
(شاهہ)

ڳالهہ آهي "ڳُٺن جي" ۽ "ڳٺن پرين" ڳالهين جي ڳٺن پريون ڳالهيون نہ ڪٿڻ جون هونديون آهن ۽ نہ اهي ڳٺن پريا روڳ ڇُٽڻ جا هوندا آهن، جيڪو بہ شخص ڳٺن پريو ڳانڍاپو ڳنڍيون ايندو تہ ڪڏهن بہ پريت پراڻي ناهي ٿيڻي ان جو روح ڪڏهن بہ مرڻو ناهي.

اي خدا! تون عليم و خبير آهين،
تون سميع و بصير آهين،

توِن رحيم و رحمٰن آهين،
توِن ئي پنهي جهانن جو مالڪ آهين،
اهو توِن ئي آهين جنهن اسان کي زندگيءَ سان نوازيو،
اهو توِن ئي تہ آهين، جنهن اسان تي پنهنجي نعمتن جي بارش ڪئي آهي،
اسان جي زندگيءَ جو هر ساهہ، هر پساهہ تنهنجي حڪم جو پابند آهي،
اسان تنهنجي مخلوق آهيون، تنهنجا ٻانها آهيون،
توِن اسان جو آقا،
اسان جو خالق ۽ اسان جو رب آهين،
اسان خطاڪار آخر ڪاڏي وينداسين؟
هي اسان جون خطائون،
اسان جون ارڏايون،
اسان جون سرڪشيون،
اسان کي معاف ڪري ڇڏ!!
اي خدا!
واهڙ وڏو آهي،
واهڙ کان ڪئنال وڏو آهي،
ڪئنال کان درياءَ وڏو آهي،
۽ درياءَ کان سمنڊ وڏو آهي،
اي خدا!
سمنڊ کان وڏا اسان جا گناهہ آهن!!

۽ اسان جي گناهن کان به وڏي،
تنهنجي رحمت آهي!!
توکان رحمت جي ڀيک گهري رهيا آهيون،
تون زندگي ۽ موت ڏيڻ وارو،
تون زندگي ڏئين ته زندگيءَ ۾ عزت ڏجانءِ،
تون موت ڏئين ته موت ۾ مغفرت ڏجانءِ
سڀ ڪجهه تنهنجي وس آهي،
تنهنجي فيصلي کان وڏو ۽ سچو فيصلو ڪنهن جو به ناهي،
تون جزا ۽ سزا جو مالڪ آهين،
تون باقي ۽ اسين سڀ فاني،
اسان تنهنجي طرف کان آيا آهيون ۽ اسان کي تنهنجي ئي طرف موٽڻو آهي. اسان پنهنجي خطائن کي تسليم ڪري رهيا آهيون ۽ ڪمزورين جو اعتراف!
هي بندو جيڪو اڄ تنهنجي راهه ۾ آهي ، سو تنهنجو ئي بندو آهي.
تنهنجي ئي مخلوق آهي، هن جي خطائن کي بخشڻ وارو به تون ئي آهين.
هن جي ڪڇيءَ ۾ هماليه جبل جيترو ڇاپڙ گناهن جو ڀيل آهي،
جيڪو هو ڪمزور بندو کڻي نه ٿو سگهي،
انهيءَ پهاڙ جي مٿان تون پنهنجي رحمت جا وڏاڻ وهائجانءِ،
پهاڙ کي ڀورا ڀورا ڪجانءِ،
هن ٻانهي لاءِ تون مغفرت جو رستو کليل رکجانءِ!!
اي خدا!! اي خدا!! اي خدا!!

تیری آنکھوں کی جو روشنی ہے
یہ میری جان میری زندگی ہے
تیرے ہاتھوں کا لمس آرزو ہے میری
میری سانسوں میں ہر پل ہے خوشبوء تیری

تم دعا ہو میری اور سدا ہو
تم نہ مجھ سے کبھی جدا ہو
ہے گلابوں کی سی مسکراہٹ تیری
یہ شرارت، محبت چاہت تیری

ہے آباد ان سے میرے دل کا جہاں
ہے رنگین تجھ سے ہر اک سماں
دنیا حسیں چاہے کتنی بھی ہے
دعا بس خدا سے اتنی ہی ہے

تیری آنکھیں سدا مسکراتی رہیں
اندھیروں میں جگمگاتی رہیں
کہ تیری آنکھوں کی روشنی ہے
یہ میری جان میری زندگی ہے

ليلان ليلهائيج ، اڳيان انڙ چام جي،
ليلهائي نہ لهين، تہ وري بہ ليلهائيج،
پاند ڳچيءَ ۾ پائيج، سڄڻ ٻاجهارو گهڻو
(شاهہ)

صوفي ازم نالو آهي فنائيت جو، گمناميءَ جو، دربدريءَ جو، ماڻهن جي خدمت جو ۽ مستيءَ جو نالو آهي صوفي ازم.

ڪتاب ”روضة القيوم“ ۾ رڪن اول ۾ ذڪر آهي ته ”صوفين جي سردار حضرت مجدد الف ثاني رحمة الله تعالیٰ عليه جو شهر ”سرهند“ ڪيئن آباد ٿيو؟ ان جي پس منظر ۾ ٻڌايو ٿو وڃي ته سلطان فيروز شاهه تغلق جي دور يعني 1351ع کان 1388ع تائين سرهند هڪ خطرناڪ بيابان ۽ وحشتناڪ ويران، هڪ عجيب جنگل شينهن جي رهڻ جو آماجهاگاهه هوندو هيو. ان جو پراڻو نالو ”سهرند“هوندو هيو، جنهن جي لفظي معنیٰ آهي ”شينهن جو جنگل“

روايت آهي ته سلطان فيروز شاهه مخدوم سيد جلال الدين بخاري رحمة الله تعالیٰ عليه جو مريد هوندو هيو، ان ڪري آسپاس جي ماڻهن حضرت جلال الدين بخاري رحمة الله تعالیٰ عليه تي اسرار ڪيو ته هو بادشاهه کي صلاح ڏئي ته اهڙي خوبصورت پهاڙيءَ واري جنگل تي هڪ خوبصورت شهر تعمير ڪن، جيڪو دهليءَ جو مدِ مقابل هجي. جنهن ۾ هڪ عظيم الشان قلعو به هجي. سلطان کي بزرگ سيد جلال الدين بخاري صلاح ڏني ۽ سلطان پهرئين صلاح سان سندن کي مان ڏنو ۽ حڪم فرمايو ته اتي پهريان قلعو جوڙيو وڃي. حضرت امام رفيع جيڪو وڏو صوفي بزرگ رهي چڪو آهي. انهن جو وڏو ڀاءُ خواجه فتح الله جيڪو بادشاهه تغلق جو تمام ويجهو ساٿي ليکيو ويندو هيو. اهو به هزار ماڻهو وٺي قلعي جي اڏاوت لاءِ چڙهي آيو.

انهن ماڻهن اتي پهچي قلعي جي تعمير شروع ڪئي. سڄو ڏينهن جيڪا تعمير رات تائين ٿئي پئي ته رات جي وقت اها سڄي ڊهي پئي

وئي. پئي ڏينهن وري نئين سري سان تعمير شروع ڪري رهيا هئا. اهڙي حالت ڪيترن ڏينهن تائين جاري رهي. آخر تنگ ٿي انهن سلطان تغلق کي اطلاع ڪيو. تنهن تي سلطان سيد جلال الدين بخاري کي انهن طرفان عرض ڪيو ويو ته قبله! الائي ڇا ماجرا آهي صبح کان رات تائين جيڪا اڏاوت ڪئي ٿي وڃي. اها رات جي پهر ۾ سموري خودبخود ڊهي پٽ پئجي وڃي ٿي. هاڻي مهرباني فرمائي انهيءَ اڏاوت جي نگراني توهان خود ڪرڻ فرمايو.

حضرت سيد جلال الدين رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ حضرت صوفي امام رفيع الدين کي فرمايو ته توهان خود وڃي قلعي جي بنياد جي پهرئين سر پنهنجن هٿن سان رکڻ فرمايو ته جيئن حادثن ۽ مصيبتن کان قلعو محفوظ رهي ۽ توهان خود اتي رهائش به اختيار ڪريو.

ان کان پوءِ حضرت امام رفيع رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ کي هڪ سِرَ حضرت مخدوم جلال الدين رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ عطا ڪئي ۽ حڪم ڏنو ته هيءَ سرَ توهان خود وڃي پنهنجي هٿن سان بنياد ۾ لڳايو.

حضرت امام رفيع رحمۃ اللہ تعالیٰ علیہ پنهنجي بزرگ جي حڪم جي تعميل ڪندي اتي تشريف فرما ٿيو ۽ پنهنجي هٿن مبارڪن سان قلعي جو بنياد رکڻ فرمايو ۽ پاڻ اتي سڪونت پذير ٿيا.

ان کان پوءِ ان معاملي جي حقيقت معلوم ڪرڻ لاءِ جاچ ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته حضرت شيخ شرف الدين بُوعلي قلندر (جيڪو ڪامل ولي ۽ مجذوب ٿي گذريو آهي) کي بادشاهه جي ماڻهن جي خبريءَ ۾ بيگار ۾ وهائڻ لاءِ پڪڙي آندو هيو ڇو ته اهي بزرگ پاڻ کي. هميشه لڪيل رکندا هئا ۽ ڪوبه شخص انهن کي سڃاڻي نه سگهندو هيو.

اهو بوعلي قلندر سائين باطني تصرف سان رات جي پيٽ ۾ قلعي جي بنياد کي ڪيرائي ڇڏيندو هيو. حضرت امام رفيع الدين صاحب ان معاملي کي سمجهي پنهنجي ياءُ جي قصور جي معذرت گهرندي حضرت بوعلي قلندر کان معافي گهري ورتي. حضرت بوعلي قلندر رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ فرمايو ته ”اي رفيع الدين! توهان جي سبب ۽ لحاظ جي ڪري هيءُ شهر هميشه آباد رهندو. ورنه قيامت تائين مان انهيءَ شهر کي آباد ڪرڻ نه ڏيان ها. اهڙي نموني سان سرهند شهر جو نالو قيامت تائين زنده رهندو.

پنڌ واريون پڌريون، ڳل جنين ڳاڙها،
ڳاڙن سي ڳوڙها، ويو هوت جنين هنج مان
(شاهه)

پنيندڙيون اهي ٿي، ويو هوت جنين جي هنج مان،
ٻيو مڙوئي هٿن، هٿ ميار جا
(شاهه)

اچو سورن واريون، ڪيون سور پچار،
ڪنين کهٽا ڪنين ٿورڙا، ڪانهي سورن ڏار
ڏنا جي ڏاتار، سي مون جهولي پائي جهليا
(شاهه)

حضرت خواجه عزيزان رَحمَۃُاللّٰہِ تعالیٰ عَلَیہِ وڏا پاڪ ۽ پوتر صوفي ۽ مجذوب رهي چڪا آهن، جن هڪ جڳهه تي فرمايو آهي ته ”ٻانهي کي گهرجي ته الله تعالیٰ کان الله تعالیٰ جي سواءِ ٻيو ڪجهه به نه

ڪهري" جو ته خدا تعالىٰ ملي ويو ته پوءِ باقي ٻئي ڪهڙي شيءِ جي ضرورت رهي ٿي.

نقل آهي ته هڪ شخص حضرت شيخ عزيزان رحمة الله تعالىٰ عليه جن جي گهر تي مهمان ٿي آيو. اتفاقي طور تي ان وقت سندن گهر ۾ کائڻ جي ڪابه شيءِ موجود ڪونه هئي. مهمان مانيءَ جو انتظار ڪندي محسوس ڪيو ته هاڻي دير ٿي وئي آهي، ته ان اجازت گهري. مهمانداري جو احساس ڪندي حضرت خواجه الله تعالىٰ جي طرف متوجه ٿيا. جلدي ۾ ڏٺائون ته سندن جي عقيدتمندن مان هڪ بورچي جيڪو شهر ۾ رڌپچاءَ جو ڪم ڪندو هيو. سو ڪاڌو کڻي آيو ۽ اچي خدمت ۾ حاضر ڪيائين.

حضرت خواجه سائين کي بورچي جو اهڙي ضرورت واري وقت ۾ ڪاڌو کڻي اچڻ تمام گهڻو پسند آيو ۽ نهايت خوشيءَ سان مهمان کي کارايائون. ان کان پوءِ جڏهن مهمان هليو ويو ته پاڻ ان بورچيءَ کي گهرائي فرمايائون ته اڄ مان تو مان تمام گهڻو خوش آهيان. ان لاءِ اڄ جيڪو ڪجهه توکي گهرڻو آهي، مون کان گهر ۽ اهو توکي ملي ويندو. بورچي تمام گهڻو هوشيار هيو، ان عرض ڪيو ته قبله! سائين منهنجي مراد اها آهي ته مان توهان جهڙو ٿي وڃان" آخرڪار پاڻ ان کي اڪيلائي ۾ وٺي ويا ۽ ان کي فرمايائون ته انهيءَ مطالبي جي پورائي کان باز رهه ليڪن بورچي نه مڙيو، حضرت جن بورچيءَ مٿان توجهه سَٽيو ته اهو بورچي شڪل و صورت ۾ هوبهو حضرت جن جهڙو ٿي ويو، مقصد ته جڏهن ٻاهر تشريف فرما ٿيا ته اهو بورچي صورت، سيرت، ظاهر ۽ باطن ۾ حضرت عزيزان رحمة الله تعالىٰ عليه جهڙو بڻجي ويو هيو. ان کان پوءِ اهو بورچي تقريبًا

چاليهن ڏينهن تائين زنده رهيو ۽ آخر ايڏي وڏي بوجه کي برداشت نه ڪندي انتقال ڪري ويو.

دنيا سپ درياءُ ڪو ڪو تارو تنهن ۾
ڪي لهرن ۾ لڙهي ويا، ڪي طالبن توڙاهه،
جن جي عشق ساڻ الله، لهر نه لوڏيندي تن کي
(شاهه)

سيوا ڪر سمنڊ جي، جنهن ۾ جڙ وهي ٿو جال،
سوين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لعل،
جي ماسو ملئي مال، ته پوچارا پر ٿئين.
(شاهه)

سڪ تنهنجي سپرين، جيئن تران تيئن تار
تون رهين روح ۾، تون اکين ئار
پرين تنهنجي پار مون کي واجهائيندي ورهه ٿيا.
(شاهه)

هڪ درويش جو بيان آهي ته مون کي پٽاٽو اولاد نه پئي ٿيو. مان دعا لاءِ بخارا جي بادشاهه خواجه سيد بهاؤ الدين بخاري رحمة الله تعالیٰ عليه وٽ ويم. عرض ڪيم بزرگ دعا فرمايو ته مون کي پٽاٽو اولاد ٿئي. حضرت خواجه رحمة الله تعالیٰ عليه دعا فرمائي ۽ انهن جي دعا جي برڪت سان مونکي الله تعالیٰ هڪ ڇوڪرو عطا ڪيو. مان سندن جي خدمت ۾ حاضر ٿيم ۽ ڇوڪري لاءِ سندن جي جسم واري لباس مان ڪپڙو گهريو ته جيئن برڪت واسطي ڪيس اهو پارايان، پر پاڻ ڪپڙا ڏيڻ کان انڪار فرمايائون. واپس گهر آيم. ڏسان ته ننڍڙو

وصال ڪري چڪو آهي. واپس وڃي عرض ڪيم ته قبله! منهنجو نئيڙو ته گذاري ويو.

پاڻ فرمايائون ته تو اسان کان پٽاٽو اولاد ڏيڻ جي دعا گهرائي، سا اسان گهري ۽ اهو توکي مليو تو اسان کان ان اولاد جي عمر درازيءَ جي دعا ته نه گهرائي هئي. هاڻي وڃ توکي ٻه پٽ ڏيندا، جن جي عمر به تمام گهڻي ڏکهي هوندي.

ڪڏهن پنجي ڪن ٿي، ڪڏهن ڏجي وات،
ڪڏهن ڏجي ٻڪر، ڪڏهن ڏجي ڪات،
هٿ ۾ ڪاتي، ڳڙ وات، پچڻ پر پرين جي
(شاهه)

جانَ جان ناهه ضرور، تان تان حبيب ڪو،
جي سريو سور، ته ويڄ ٻه ور پيو
(شاهه)

حضرت خواجه باقي بالله رحمة الله تعالیٰ عليه لاءِ لکيو تو وڃي ته پاڻ چمندي چام، خدا جا نيڪوڪار ٻانها ۽ ڪامل ولي الله هئا. جڏهن پاڻ لاهور ۾ تشريف فرما ٿيا هئا ته سندن جي جنونيت انتهائي درجي تائين پهتل هئي. پاڻ جهنگلن، بيانن، پهاڙن، ويرانين ۽ قبرستانن جو رخ رکيو هئائون. پاڻ ڪنهن ”مرد ڪامل“ جي تلاش ۾ جهرجهنگ جهاڳندا رهيا. سسئي ٻنجي پنهنجي پنهل کي ڳوليندا رهيا. سهڻل کي پرچائيندا رهيا.

ويکي ويکي وڇوڙا نہ مار، مٺن جيندي تيڏي ديدار ميان،
سهڻي دي نال تہ سيڪو گذاري، ڪوجهي نال گذار ميان
(سچل)

پاڻ گندڪي جي ڏيرن، بيابانن ۽ ويران ويرانِ جاين مان گذرندا هئا، جنهن جڳهہ تي ڪير بہ سندن ساٿ ڏيڻ وارو نہ هوندو هيو. ڪنهن ويران جڳهہ تي ڪين کي هڪ مجذوب مليو. جنهن کي پاڻ تمام گهڻو پسند فرمايائون ۽ ان جي صحبت ۾ گذارڻ جو سوچي ورتائون. مگر اهو سندن کان پري رهڻ جي ڪوشش ڪندو هيو، ۽ سندن کي ڏسي ڪين تي حملو ڪري ڏيندو هيو. ڪڏهن سندن مٿان پٿر وسائيندو هيو تہ ڪڏهن ناراض ٿي ڪنهن ٻئي هنڌ ڀڄي ويندو هيو. مگر خواجہ باقي بالله رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ اهڙي نفرت کان نہ ڪيبائيندو هيو ۽ ان جي پويان لڳو رهندو هيو. آخرڪار هڪ ڏينهن ان مجذوب کي رحم اچي ويو ۽ حضرت خواجہ رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ جي طرف متوجهہ ٿيو ۽ پاڻ کي پنهنجي جڳهہ تي گهرائي سندس مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ دعا گهريائين، ان دعا مان حضرت باقي بالله کي تمام گهڻا ديني فائدا حاصل ٿيا، سندن مٿان ولايت جي پولار مان پالوٽ ٿي. حضرت خواجہ باقي بالله رَحۡمَۃُاللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہِ جو هڪ عقيدتمند بيان ٿو ڪري تہ هڪ ڏينهن پاڻ هڪ مسجد ۾ فرض نماز ادا ڪري رهيا هئا تہ وچ نماز ۾ سندن جي سيني مان هڪ سحر انگيز خوفناڪ آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سمورا نمازي حيران ٿي ويا تہ هي ڪهڙو آواز آهي؟ نماز کان جلدي فارغ ٿي پاڻ گهر هليا آيا ۽ پوءِ هميشہ گهر ۾ ٻن ٽن ماڻهن کي جمع ڪري نماز پڙهندا هئا.

ان عقيدتمند جو بيان آهي تہ مان اڪثر ڪري سندن جي پويان ئي نماز پڙهندو هيم. هڪ دفعي جو واقعو آهي تہ مان نماز ۾ ڏٺو تہ پاڻ باوجود پنهنجو منهن قبلي طرف ڪري نماز پڙهائي رهيا هئا پر پويان اسان جي طرف بہ ڏسي رهيا هئا. ان حالت جو مشاهدو ڪرڻ کان پوءِ مون ۾ لرزش اچي وئي ۽ مون جلدي جلدي نماز پوري ڪئي. نماز کان پوءِ جيڪو مشاهدو ٿيو اهو بيان عرض رکيم، پاڻ فرمايائون تہ اهي راز جون ڳالهيون آهن، ڪنهن سان بہ نہ ڪجانءِ.

حضرت خواجہ باقي بالله رحمة الله تعالىٰ عليه جن جي مٿان الله تعالىٰ جي عشق جو رنگ اهڙو چڙهيل هيو، جنهن تي بہ سندن نظر پوندي هئي. نظر وجهڻ جي دير هوندي هئي. نظر سان نظر ٽڪرائيندي وجي ۽ اهو ماڻهو جيئن ڪنهن ڪڪڙ ڪي تڪبير هڻبي آهي ۽ ڦٿڪڻ لڳندو آهي، اڳليو پنهنجا هوش حواس وڃائي ترپڻ ۽ ڦٿڪڻ لڳندو هيو. اگر هوش ۾ رهندو هيو تہ زاروقطار روئندو هيو نہ تہ بيهوش ٿي ويندو هيو. هڪ ڀيري هڪ فوجي آفيسر سندن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ پنهنجو گهوڙو دروازي تي نوڪر ڪي ڏئي پاڻ اندر آيو. پاڻ ان وقت ڪنهن ضرورت سبب ٻاهر ويل هئا. پاڻ جيئن اندر داخل ٿيڻ لاءِ نوڪر ڪان گذرڻ جي ڪيائون تہ سندن نظرِ ڪرم نوڪر تي پئجي وئي. نظر نظر ڪي لڳندي وئي، فيض جي بارش ٿيندي وئي. اهو نوڪر پنهنجي ڪپڙن ڪي ڦاڙي مست ملنگ بڻجي گهوڙي تي سوار ٿي دانهون ڪوڪون ڪندو ديوانن وانگر نڪري ويو. ٿوري دير ڪان پوءِ ان جي ڳولا ڪئي وئي پر اهو ڪٿي بہ نہ

مليو. هڪ ڀيري اتفاق سان سندن نظر پيش امام تي پئجي وئي ته ان تي ڪيفيت طاري وئي ۽ اهو دل کي پڪڙيندو رهجي ويو. هو دل کي ائين پڪڙي ويهي رهيو جو ڄڻ محسوس پئي ٿيو ته سندس دل ڦاٽي رهي آهي هو بيقرار ٿي ڪري پيو، ۽ بيهوش ٿي ويو ان ۾ خطبي پڙهڻ جي طاقت نه رهي ۽ ٻئي خطيب خطبو پڙهايو.

نابودي نيئي عبد کي اعلىٰ ڪيو،
مورت ۾ مخفي ٿيا، صورت ۾ سيئي،
ڪبي ات ڪيهي، ڳالهه پرين جي ڳجهه جي
(شاهه)

ڀڄن جي ميهار جو، ڀچي تن ميهار
فاذڪروني، اذڪرڪم ياد ڪيو جن يار
ترهو تنين پار، عشق جن جو آڪرو
(شاهه)

”جيڪا مصيبت انسان کي الله عزوجل کان پري ڪري ته اها سزا آهي ۽ جيڪا مصيبت انسان کي الله عزوجل جي قريب ڪري ته اها آزمائش آهي“. (حضرت علي المرتضىٰ رضي الله تعالىٰ عنه)

# ماخذ و مراجع


| | | | |
|---|---|---|---|
| 1 | فوائد الفواد | 25 | مكاشفة القلوب |
| 2 | روح تصوف | 26 | صحيح مسلم |
| 3 | رسالہ سچل سرمست رحمة الله تعالى عليه | 27 | حقيقتِ تصوف |
| 4 | رسالہ شاہ عبداللطيف رحمة الله تعالى عليه | 28 | اقبال |
| 5 | ڪلام صاحبڏنو فقير رحمة الله تعالى عليه | 29 | حافظ شيرازي |
| 6 | تذڪرة الاولياء | 30 | بيهقي شريف |
| 7 | تذڪره مشائخ نقشبنديہ | 31 | ابنِ عساڪر |
| 8 | ڪشف المحجوب | 32 | تاريخ الخلفاء |
| 9 | احياءُ العلوم الدين | 33 | الڪنز |
| 10 | مثنوي مولانا رومي رحمة الله تعالى عليه | 34 | منبهات ابنِ حجر |
| 11 | ڪيمياء سعادت | 35 | ابنِ نجار |
| 12 | رسالہ قشيريہ | 36 | الخطيب |
| 13 | مشڪواة المصابيح | 37 | ابو نعيم |
| 14 | صحيح البخاري | 38 | جام جاموٽ جامڙا |
| 15 | سنن ابن ماجه | 39 | صدِ ميدان |
| 16 | سنن نسائي | 40 | تعارف ابو اسحاق ڪلابازي |
| 17 | تاريخ تصوف | 41 | نزهة المجالس |
| 18 | روضة السالڪين | 42 | طبراني |
| 19 | فتوح الغيوب | 43 | ڪتاب المختار |
| 20 | روح القلوب | 44 | مطالع الانور |
| 21 | عوارق المعارف | 45 | روضة الافڪار |
| 22 | منهاج العابدين | 46 | لنواريءَ جا لال |
| 23 | فتح الرباني | 47 | سنڌوءَ جي ساڃاھ |
| 24 | غنية الطالبين | 48 | منهاج العابدين |



# مؤلف جو تعارف

## هڪ نظر ۾

**نالو :** غلام عباس

**ولديت :** يار محمد

**ذات :** مهيسر

**پيدائش:** 7 ڊسمبر 1972ع

**رهائش:** ڳوٺ پپري ٽي ڪلوميٽر اوپر پاسي لڳ ميهڙ.

**پرائمري تعليم :** گورنمنٽ پرائمري اسڪول پپري.

**سيڪنڊري تعليم :** گورنمنٽ هاءِ اسڪول ميهڙ.

**هاير سيڪنڊري تعليم :** گورنمنٽ ڊگري سائنس ڪاليج خيرپور ناٿن شاهه

**پيشه ورانه تعليم :** ايم. بي بي ايس چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻو.

**مهارت :** ماهرِ نفسيات

**ديني تعليم :** مدرسه دارالعلوم ببري (پپري)

**ديني مشغلو :** ڪتاب لکڻ ۽ ديني مطالعو ڪرڻ ۽ تبليغ دين ۾ ڀَهرو وٺڻ.

**دنياوي مشغلو :** ميڊيڪل سينٽر هلائڻ. (رفيق ميموريل هاسپيٽل ميهڙ)

**بيعت :** ولي ابنِ ولي خواجهء خواجگان حضرت علامه مولانا محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليه

**پسنديده شخصيت :** خواجهء خواجگان حضرت علامه مولانا محمد طاهر المعروف سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليه

**سندن يادگار لمحو :** جڏهن سندن پير و مرشد جي ميڊيڪل سينٽر جي افتتاح وقت جلوه ڪري ٽي ۽ مصافحي جو ڪين شرف مليو.

**پهرين تحرير :** ڪاروُنجهر جي ڪور تان رج ٽي رنهون ڪري.

**ڇهيل ڪتاب :** اظهار الحق ۽ ڪتاب هذا.

**اڻ ڇهيل ڪتاب :** سلوڪ جا سبق، صوفيءِ صاف ڪيو، مناقب غوثِ اعظم رضي الله تعالیٰ عنه، نور الله نورِ مصطفیٰ، تبرڪات حاصل ڪرڻ ڪيئن آهي؟، وسيلو شفا جو ذريعو ۽ تقارير طاهريه .




داد رس پبلشرز ڪراچي
Dadrus Publishers Karachi
0300-3411197 , 0333-7525209 , 0300-2161624